





# تصوير سنڌ



(سومرن جي بادشاهيءَ جا نقش ۽ نشانيون)




مصنف: ايم. ايچ. پنهور

سنڌيڪار: عمر سومرو















عمر سومرو اڪيڊمي،

B_138، بلاڪ 2، سعدي ٽائون،
اسڪيم 33، ڪراچي، سنڌ، پاڪستان

# تصوير سنڌ

(1011 کان 1351ع)

## (سومرن جي بادشاهيءَ جا نقش ۽ نشانيون)

مصنف: ايم. ايچ . پنهور
(ستاره امتياز)

سنڌيڪار: عمر سومرو

| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب | : | تصوير سنڌ - سومرن جي بادشاهيءَ جا نقش ۽ نشانيون |
| موضوع | : | تاريخ |
| مصنف | : | ايم. ايڇ. پنهور (1925-2007ع)<br>(ستاره امتياز) |
| سنڌيڪار | : | عمر سومرو 0300-7051347 |
| ڇاپو | : | پهريون |
| سال | : | 2006ع |
| ڪمپوزنگ ۽ لي آئوٽ | : | عمر سومرو اڪيڊمي، ڪراچي، سنڌ |
| فوٽوگرافي | | محمد علي قادري |
| گرافڪس | : | احمد سومرو 0345-3050167 |
| ڇپيندڙ | : | سنگم پبليڪيشنس، سچل ڳوٺ ڪراچي، سنڌ |
| ڇپائيندڙ | : | عمر سومرو اڪيڊمي،<br>B-138، بلاڪ-2، سعدي ٽائون، ڪراچي-75280، سنڌ.<br>موبائل: 03007051347، اي ميل: umersoomro@hotmail.com |
| قيمت | : | 600 رپيا |

# ارپنا

## فرزانہ جي نانءِ

امڙ جڏهن گذاريو تہ مان اٺن سالن جو هئس.
جيڏانهن ويندي هئي، مونکي ساڻ وٺي ويندي هئي.
گهر هجڻ مهل مان راند روند، ليکا ڪڍڻ ۽ پڙهڻ ۾ رڌل هوندو هئس.
ڪيس بنھ گهٽ چنبڙندو هئس، پر سندس موجودگيءَ سان آٿت هوندو هئو.

اٽڪل اڌ صديءَ تائين مان ڪيس ٻين عورتن ۾ ڳوليندو رهيس.
پلي جو مان زندگيءَ جي رونقن ۽ راحتن ۾ گم رهيس،
تڏهن بہ سڪون، حاصلات جي احساس ۽ اندر جي اطمينان ۾ ڪٿي ڪا ڪمي ضرور هئي.

فرزانہ سان ملڻ ڪانپوءِ مونکي دلي سڪون ۽ اطمينان موٽي ملي ويو آهي،
پل بہ ڪانئس پري رهڻ تي دل نہ چوندي آهي،
۽ وري سندس موٽ بہ سدائين مٺڙي هوندي آهي.

ساڍس گهاريل گذريل ٻہ ڏهاڪا سالن دوران مون پنهنجي
باقي سڄي حياتيءَ کان وڌيڪ ڪم ڪيو آهي.

مون هن جِيوَن جي حقيقت سمجهي ۽ لهي بہ ورتي آهي،
جنهن لاءِ منهنجي هر ڪوشش ۾، ڪوڙ سارن سائنسي ميدانن
۾ ڪيل سندس تحقيقون، سدائين جان پرينديون رهيون آهن.

اجا تہ موت جي چِڪَ مونکي پنهنجي وَسِ ناهي ڪيو،
پر نيٺ جڏهن ائين ٿيو بہ،
تڏهن،
سندس ٿورائتو ٿيندي، بنا ڪنهن حسرت هتان هليو ويندس.

19.11.2002


نقشو نمبر1
سنڌ جي
جاگرافيائي بيهڪ
PAKISTAN
AFGHANISTAN
BALUCHISTAN
N.W.F.P.
PUNJAB
SINDH
CHINA
IRAN
ARABIAN SEA
PROVINCE
PUNJAB PROVINCE
BALUCHISTAN
INDIA
INDEX
Boundary International
Boundary Province
Boundary District
Province Headquarter
District Headquarter
Towns & others
Railways broad gauge
DOUBLE
SINGLE
Railways metre gauge
Roads Metalled
MAIN
OTHER
Roads unmetalled Tracks
River, Canal
SCALE
0
16
32
48
64 Miles
JACOBABAD
SUKKUR
LARKANA
KHAIRPUR
DADU
NAWABSHAH
SANGHAR
MIRPUR KHAS
HYDERABAD
THATTA
KARACHI
THARPARKAR
Rann of Kutch
MOUTHS OF THE INDUS
ARABIAN SEA
INDIA
Tropic of Cancer
67
68
69
70
71
28
27
26
25
24

# فهرست

## نثر



## نقشا

## چارٽ ۽ ٽيبلون

## تصويري سمجهاڻيون

## اڏ اکري

| | |
|---|---|
| او يو پي | آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس |
| او. | اُوچائي |
| اِي ايل اي | ريڊرز ڊائجسٽ "ايوري ڊي لائف ٿُرو ايجز" |
| ايم ايچ پي | ايم. ايچ. پنهور، ليکڪ |
| پل. | پليٽ |
| پي اي ڊبليو | پُرنيلز انسائيڪلوپيڊيا آف ورلڊ هسٽري 1977 |
| ت. | تصوير |
| س ع | سنڌ ميوزيم |
| س م | سينٽي ميٽر |
| س ن | سنڌالاجي ميوزيم ڄامشورو |
| ع پ | عبيدالله پنهور |
| ع س | عمر سومرو، پبلشر ۽ سنڌيڪار |
| ق-م | قبل مسيح |
| ل م | لاڙ ميوزيم |
| ن م | نيشنل ميوزيم |
| و. | وفات |
| ٽي ڊبليو ايچ | ٽائيمز دي ورلڊ اِلسٽريٽيڊ هسٽري |
| پ م | پنڀور ميوزيم |
| ڄ. | ڄمر |
| ڊ. | ڊاياميٽر |
| ڊِي جِي اي | ڊائريڪٽر جنرل آرڪيالاجي |
| ڪ ڊ س | ڪرونولاجيڪل ڊڪشنري آف سنڌ |

# سنڌيڪار پاران

زبان منهنجي تہ مات ٿي وئي، اشارن ۾ اجا آس آهي،
وجود منهنجو رڳو چند لڪيرون، نشانن ۾ اجا آس آهي،
هر طرف هُل آ تہ هت ڪو هيو، پڙاڏن ۾ اجا آس آهي،
”امڙ“ داٽا هيءَ ڌرتي ڦٻائيندي ناهي، دلاسن ۾ اجا آس آهي.

مون محترم ايم. ايڇ. پنهور جي سنڌ ۾ سومرن جي دؤر بابت انوکي انداز ۾ ڪيل شاندار تحقيق کي ”اِٽن اِلسٽريٽيڊ هسٽاريڪل اٽلس آف سومرا ڪنگڊم آف سنڌ“ جي روپ ۾ پيش ڪرڻ جو اعزاز جنوري 2003ع ۾ حاصل ڪيو هو. مونکي خوشي آهي تہ ان جاڻ ڀنڊار کي وڏ ۾ وڏ سنڌين جي لاڀ وٺڻ لائق بڻائڻ لاءِ هي سنڌي ڇاپو پيش ڪرڻ جو اعزاز بہ منهنجي ئي ڀاڱي ۾ آيو.

بينڪ ۾ ٻاويهہ سال نوڪريءَ دؤران منهنجو ڪڏهن بہ تاريخ بابت تحقيق سان ڪنهن طريقي واسطو ڪو نہ پيو. جيڪي ڪجهہ ٻين کان زباني ٻڌم، مون لاءِ اها ئي تاريخ هئي. ان ۾ ڪيتريون ڳالهيون تہ اهڙيون بہ هيون جن کي سچ مڃڻ تي پنهنجي سمجهہ تي حيرت ٿيڻ لڳندي آهي. اڄ بہ ماڻهن پاران ان ئي قسم جون ڏند ڪٿائن ۾ ويڙهيل تاريخي آکاڻيون سچيون ڪري ٻڌائڻ ۽ ٻڌندڙن جو انهن تي ويساهڻ ڏسي پنهنجي معاشري ۾ تحقيقي ذهن پيدا ڪندڙ سکيا جي بدترين اٿاٿ محسوس ٿيندي اٿم. سن 2000ع ۾ آسودگيءَ لاءِ پنهنجي منهن پاڻ پتوڙڻ جا خواب ڪٽي نوڪري وڪيم (گولڊن هينڊ شيڪ ورتم). سنت ئي سومرا نيشنل ڪائونسل -پاڪستان، سومرا راڄ گهراڻي جي مستند تاريخ مرتب ڪرائڻ منهنجي ذمي لاتو تہ بينڪ ڇڏڻ وارو پنهنجو اصل مقصد پاسي تي رکي هن ڪم کي لڳي ويس. ڪتاب جي ڇپجي پڌرو ٿيڻ ۾ اٽڪل ٽي سال ۽ ايترو ناٽو لڳو جيترو شايد ئي سنڌ بابت نجي طور ڇپايل ڪنهن ڪتاب تي لڳو هجي.

ٻن آمريڪي محققن ڊاڪٽر (پروفيسر) لوئِس فِليئم ۽ جوناٿن مارڪ ڪينوئِر جاڪتاب بابت رايا ڪتاب جي ٻاهران پڙهي توهان منجهس شامل مواد جو معيار ۽ اهميت ضرور محسوس ڪري چڪا هوندا، پر ڪتاب جي ٻولي انگريزي هجڻ ڪري، سنڌ، سندس سيپتا ۽ تاريخ سان چاهہ رکندڙ هر سنڌيءَ لاءِ هن تحقيقي مواد مان ڀرپور لاڀ پرائڻ ڏکيو هو.

اٽڪل ڏيڍ سال ڏينهن رات لڳائي، محقق جيڪا حقيقت جيئن ٻڌائڻ ۽ سمجهائڻ گهري آهي، تيئن توهان تائين پهچائڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم، جنهن جي تصديق مصنف پاڻ ترجمو پڙهي ڪئي آهي.

هن ڪتاب ۾ آيل تحقيق مطابق سومرن جي دؤر کي ختم ٿئي اٽڪل ساڍا ڇهہ سو سال لنگهي ويا آهن، پر اڄ تائين هن دؤر بابت، ڏند ڪٿائن ۽ سومرن کي زوريءَ عرب بڻائڻ جي ڪوششن سان ڀرپور ڪهاڻيون بيان ڪندڙ ٻہ چار ڪتابن کان سواءِ، ڪو تاريخي مواد اڃا نہ سگهيو آهي. ان سڄي المئي جا ڪارڻ پڻ ڏاها پڙهندڙ هن ڪتاب ۾ شامل مواد مان پروڙي سگهن ٿا. محققن جي نظر اگر گجرات (هندوستان) جي شهر پوربندر ۾ رهندڙ ”اديدرا“ هندو سومرن ۽ راجستان ۾ رهندڙ ”مهر راجپوت سومرن“ تي وڃي تہ هوند تحقيق جو رخ ڦرڻ جو ڪارڻ ٿي سگهي ٿو ۽ عربن جي هندو ٿيڻ جو هڪ نئون موضوع سامهون اچي سگهي ٿو.

مان محترم غلام محمد لاکي صاحب جو بيحد ٿورائتو آهيان، جنهن سڄي ترجمي کي ڏيان سان اک مان ڪڍيو ۽ ڪجهہ درستگيون تجويز ڪيون.

ڊاڪٽر مهر عبدالحق سومري جو ڪتاب ”دي سومراز“ 1992ع ۾ ملتان مان ڇپجي پڌرو ٿيو هو، پر سنڌ جا گهڻا ماڻهو اجا تائين ان کان بي خبر آهن. منهنجي ڪوشش آهي تہ اهو پڻ ترجمو ڪري ڇپرايان. ان سلسلي ۾ شروعات ڪري چڪو آهيان ۽ اميد اٿم تہ جلد ئي اهو ڪتاب بہ توهان جي هٿن ۾ هوندو. هي ٻئي ڪتاب ۽ ان دؤر بابت ٻيا ڪتاب پڙهي، پڙهندڙن جي اڳو نہ رڳو سنڌ جي تاريخي، ثقافتي ۽ معاشرتي ڏيکن جا ڪيترائي لڪيل راز پڌرا ٿيندا، پر ڪين انهن رازن کي پنهنجي منهن پروڙڻ لاءِ گهربل مناسب مواد پڻ مهيا ٿيندو.

ڪراچي،
31 جولاءِ، 2006ع.

**عمر سومرو**
0300-7051347

# پيش لفظ

پنهنجي اين اِي ڊِي انجنيئرنگ ڪاليج جي ڪلاسي ۽ ڇهه ڏهاڪا پراڻي دوست محمد حسين پنهور جو هي ڪتاب اوهان آڏو پيش ڪندي مان بيحد خوشي ۽ اعزاز محسوس ڪريان ٿو. ڪتاب ۾ شامل تحقيقي مواد جي حوالي سان هي ڪتاب حقيقيت ۾ سومرن جي تاريخ کان گهڻو وڌي ڪري يارهينءَ کان چوڏهين صدين جي سنڌين جي تاريخ ۽ سيپتا جو آئينوتي پيو آهي.

سورهين ۽ اوائلي سترهين صدين دؤران لکيل آڳاٽين تاريخن ۾ سنڌ تي سومرن جي بادشاهيءَ بابت پورو هڪ صفحو به نٿو ملي. روايتي تاريخدانن لاءِ سومرن جي ساڍا ٽي سو سالن جي تاريخ لکڻ مٽي جو سور رهيو آهي. گهڻو ڇيهه جند ڇڏائڻ لاءِ هو هن دؤر کي ”سنڌ جي تاريخ جو اونداهو دؤر“ ڪوٺيندا رهيا آهن.

بنيادي طورانجنيئر هئڻ ڪري محقق تاريخ جا جوڙ نئين سِر ملائڻ لاءِ چند ڇاڻ جا سائنسي طريقا ڪتب آندا آهن. سڀ کان پهريان هن سومرا دؤر جي اجڙيل شهرن جو اڀياس ڪري اتان لڌل هنري نمونن ۽ ٻين شين، جيڪي هن وقت سنڌ اندر پنجن عجائب گهرن جهڙوڪ نيشنل ميوزيم ڪراچي، سنڌالاجي ميوزيم ڄامشورو، سنڌ ميوزيم حيدرآباد، ڀنڀور ميوزيم ڀنڀور ۽ لاڙ ميوزيم بدين ۾ رکيل آهن، جي لسٽ جوڙي آهي. تنهن ڪانپوءِ سندن بادشاهيءَ دؤران اجڙيل ٻن شهرن - منصوره ۽ ڀنڀور مان لڌل شين جي پڙتال ڪئي اٿس. هنن شين تي، جيڪي گهڻي ڀاڱي ٺڪر جون آهن، ڪيس ڪوڙ ساريون ساديون ۽ سهٽيون جاميٽريائي ڊزائنون هٿ آيون آهن، جن مان ڪجهه ٺَپيل ۽ ڪجهه ڪالبن ۾ ڍاليل آهن. ان ڪانسواءِ ڌاتوءَ، پٿر يا ٻنهي کي ملائي ٺاهيل ڪجهه ڳهه ۽ پٿر جون ٻين ڪمن ۾ ايندڙ ڪجهه ساديون ۽ چٽيل شيون پڻ موجود آهن. هنن شين ۾ رهٽي کهٽيءَ جا انيڪ راز لڪل آهن، پر ڪين ڪنهن پارکوءَ جو انتظار هو. محقق انهن تي چِٽيل چِٽن کي سنڌ اندر ٻوڏي مندرن ۾ جَڙيل توڙي ان کان به آڳاٽي موهن جي دڙي مان لڌل شين تي اڪيريل چٽن ۽ پاڙيسري هندوستاني رياستن ۾ ان دؤر ۾ توڙي اڄ استعمال ٿيندڙ ڳهن تي ٺهيل ڊيزائنن سان ڀيٽي منجهن هڪجهڙائپ ڳولي لڌي، جنهن مان ڪيس ان جڳ جي هنر، ڪاريگري ۽ فيشن جا اهڃاڻ اجاگر ڪرڻ ۾ مدد ملي آهي.

ماضيءَ جي آب هوا جي اڀياس جو انوکو طريقو استعمال ڪرڻ سان ڪيس سڌ پئي ته اهي ڏينهن سڄي دنيا ۾ سڪار جا ڏينهن هئا، مينهن جام وسندا هئا، برف جام ڳرندي هئي، سنڌوءَ ۾ پاڻي جام وهندو هو، واهڙ گهڻي وقت تائين وهندا هئا، ٻني جام ڪِڙندي هئي، اپت جام لهندي هئي ۽ ماڻهو سکيا ستابا هوندا هئا.

مصنف هوائي تصويرن جي مدد سان ٽن صدين دؤران سنڌوءَ جي وهڪري ۾ ٿي وڏيون تبديليون ڳولي لڌيون آهن، جيڪي سومرن جي راڄڌاني منصوره کان ٺري، ٺريءَ کان شاهه ڪپور ۽ شاهه ڪپور کان نئي ڏانهن ڪٽي وڃڻ جو ڪارڻ بڻيون. هن اهم ترين ڇاڻ سومرن جي راڄڌانين بابت ڏکن جي گنجائش ختم ڪري ڇڏي آهي. سنڌوءَ جي وهڪرن جي اڀياس مان ڪيس آبپاشي نظام کي سمجهڻ ۾ مدد ملي آهي. يارهين کان چوڏهين صدين دؤران سنڌ ۾ واهن مان پاڻي ڇڪڻ لاءِ جهجهي تعداد ۾ نارَ وهندا هئا. اهوئي سبب هو جو عرب نارَ کي ”سنڌي نار“ ڪوٺيندا هئا. يورپين نارَ کي ”ايراني نار“ ڪوٺيو آهي، ڇا ڪاڻ ته انهن سڀ کان پهريان نارُ ايران ۾ ڏٺو، حالانڪ پراڻن وقتن ۾ ايران توڙي ويجهن وچ ايشيائي ملڪن ۾ آبپاشيءَ تي پوک ڪرڻ جو رواج تمام گهٽ هو. مصنف ان نتيجي تي پهتو آهي ته نارُ ۽ پوکو انهن ڏينهن ۾ سنڌ جا اهڙا نروار مشيني اوزار هئا، جن جو مَٽ سڄي دنيا ۾ نه هو. هو سنڌ ۾ ٿيندڙ پوکن، ميون ۽ ڀاڄين بابت پڻ ٻڌائي ٿو، جن ۾ ڏوڏي به شامل هئي ۽ ان مان ٺهندڙ چرس جي واپرائجڻ جا اهڃاڻ هٿ آيل چٽ ۽ گل ٺهيل سهٽين سلفين تي لڳل ڪارنهن جي صورت ۾ ڳولي لڌا اٿس. هو پڪي ويساهه سان چوي ٿو ته سلفين ۾ چرس ئي واپرائبو هوندو، ڇاڪاڻ ته تماڪ آمريڪا ۾ ڪولمبس سن 1492ع ۾ لڌو ۽ سورهين صديءَ ۾ اسپينين ۽ پورچوگيزن آمريڪا مان هتي آندو، ان کان اڳ پراڻي دنيا تماڪ کان اڻ واقف هئي.

ڪتاب جي ڇپائيندڙ عمر سومري جي ٺاهيل ڪيرن ڪوٽ ۽ شاهه ڪپور واري محل جي خاڪن جو اڀياس ڪري هن تڏهوڪين اڏاوتن، ڪوٽن ۽ گهرن اڏڻ جي طريقن جي تصديق ڪري ورتي آهي.

پراڻن آثارن جي اڀياس مان پروڙيو اٿائين ته سنڌ ۾ اسلام، هندو مت ۽ ٻڌ مت تيرهين صديءَ جي پڇاڙيءَ تائين، بلڪ سڌيرن جي دڙي (سيدپور) کي ڏسجي ته 1351ع يا ان کان به ڪجهه پوءِ تائين گڏگڏ هلندا رهيا آهن. هنن ٽنهي مذهبن جو ڳوڙهو اڀياس ڪري پتو لڳايو اٿائين ته ان دؤر ۾ سنڌ ۾ نانگن جي پوڄا عام هئي. ثبوت طور ڪيس پِتل جا ڪجهه سانچا به هٿ آيا آهن. ”ديوالو“ جنهن کي

مسلمان ”ديوانو“ چوندا هئا، تنهن پنهنجي گرنٿ ۾ هندن لاءِ اسلام جي يلغار کي منهن ڏيڻ جي واٽ ڪڍي، جنهن جو اثر اهو ٿيو جو ٻنهي مذهبن جي مڃيندڙن وچ ۾ ايندڙ هزار سالن تائين هڪ ٻئي لاءِ عزت ۽ سهپ پيدا ٿي ۽ هندو توڙي مسلمان ٻئي ساڳين ئي بزرگن جهڙوڪ قلندر شهباز، اڏيرو لال، پير پٺو، زندهه پير ۽ منگهو پير وغيره جو احترام ڪرڻ لڳا.

سياسي تاريخ جون ڪڙيون جوڙڻ لاءِ هن سنڌ جي غزنوين، منگولن، عباسين، فاطمي خليفن، ڪڇ ۽ دهلي سلطنت سان لاڳاپن جي چند چاڻ ڪئي آهي. جڏهن وچ اوير (عباسي ۽ فاطمي) ۽ هندوستان (دهلي سلطنت) جا حڪمران هيٺا هوندا هئا تہ سومرا سنڌ جا آزاد راڄ ڌڻي هوندا هئا ۽ جيئن ئي اتي ڪو ڏاڍو حاڪم اچي ويندو هو تہ اهو سنڌ کي زير ڪري وٺندو هو.

ڏيهي توڙي پرڏيهي واپار گهٽي پاڳي زرعي جنسن تي ٻڌل هوندو هو، جن جي اپت سنڌ ۾ ان وقت سڪار هئڻ ڪري جهجهي ٿيندي هئي. ڪاڏي پيتي جي شين جي فراواني ۽ جنگين ۾ قاتل نہ هئڻ ڪري معاشري ۾ مانار پيدا ٿي، تنهنڪري بدامني ۽ سرڪار خلاف بغاوت بنهه گهٽ ڏسڻ ۾ ايندي هئي.

ڪتاب جو دلچسپ حصو سنڌ جي سماجي پهلوئن جهڙوڪ شادي، عشق، محبت، معاشري ۾ عورت جي رتبي، پهرين سنڌي عورت راڄ راڻي، مردن جي گهڻين شادين جي رواج، عورت لاءِ پردي، ستّي، عورت جي ملڪيت ۾ حصي، پوشاڪ ۽ رسمن، ڳهن، ڪاڌي پيتي، ٻارن جي رانديڪن، گهريلو فرنيچر، رانديون ۽ ونڊر وغيره بابت آهي. انهن سڀني پهلوئن بابت پنهنجي راءِ تاريخي چاڻ توڙي رسمن رواجن جي اپياس جي آڌار ڏني اٿس.

هنر ۽ ڪاريگريءَ کي اجاگر ڪرڻ لاءِ صرف سومرن جي اجڙيل شهرن مان لڌل شين تي ياڙيو اٿس. انهن جي اپياس مان پتو پوي ٿو تہ ان دؤر ۾ ٺڪر جي سانچن جو هنر پنهنجي اوچ تي هو، جيڪو ايندڙ پنج سو سالن ۾ بلڪل ختم ٿي ويو، چاڪان تہ ارغونن، ترخانن، مغلن، ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن اڏاوتن جي اندرين توڙي ٻاهرين سونهن لاءِ پٿر ۽ ڪاشيءَ کي وڌيڪ اهميت ڏني. گجرات مان لڌل ٻارهين ۽ تيرهين صدين جون اڳڙيون سنڌي اجرڪ ۽ لنگيءَ سان ملن ٿيون ۽ ٿي سگهي ٿو تہ اهي اجرڪ ۽ لنگيون سنڌ مان ئي اوڏانهن ويا هجن. سومرن جي اجڙيل شهرن مان لڌل پتل جون ٿي سرميداڻيون موهن جي دڙي مان لڌل سرميداڻيءَ کان وڌيڪ سهڻيون نهيل آهن. پڇاڙيءَ ۾ ان دؤر ۾ هلندڙ ڪجهه سنڌي لپيون ۽ برٽش ميوزيم ۾ رکيل ڪتابن ۾ ڏنل سومرن کان صدي ڪن پوءِ لکجندڙ ديوناگري ۽ اوائلي ديوناگري لپيون ڏنيون اٿس.

مصنف ان دؤر ۾ سنڌ اندر يا سنڌ کان ٻاهر لکيل ڪوڙ سارن فارسي ۽ عربي ڪتابن جا نالا ڏنا آهن، جن ۾ سنڌ بابت چاڻ موجود آهي. انهن ڪتابن کي پڙهڻ ۽ سنڌ بابت وڌيڪ سمجهہ پيدا ڪرڻ جي ضرورت آهي. جيئن مصنف هٿ ڪيل چاڻ جي آڌار تي ابن بطوطہ جي سنڌ جي سفر جو گس ڳولي لڌو آهي، ان جو نقشو ٺاهيو آهي ۽ ان جي مدد سان سومرن جي سهڻي شهر ”جوٽاٽيءَ“ جو ڦٽل ماڳ (دڙو)وارهہ تعلقي ۾ ڳولي لڌو اٿس.

چاڻ جي پنڌار هن ڪتاب ۾ ستر نقشا ۽ ڇهہ سو ڇوونجاهہ تصويري سمجهاڻيون آهن. مان توهان کي صلاح ڏيان ٿو تہ منجهائيندڙ ڊگهن تفصيلن پڙهڻ بجاءِ تاريخ اکين سان ڏسو. مون نہ پڙو آهي تہ اهڙو تصويري سمجهاڻين ۽ نقشن سان چڪار ڪو ٻيو ڪتاب ڏکڻ ايشيا ۾ ڇپيو هجي. جيتوڻيڪ اڄڪلهہ اسڪولي ڪتابن ۾ تصويري سمجهاڻيون عام آهن، پر هيءَ هڪ تمام مٿيري تاريخ آهي. هن ۾ سومرن جي اجڙيل شهرن مان لڌل شين بابت سمجهاڻيون آهن، جن سان تاريخ کي سمجهي سگهجي ٿو. مان سمجهان ٿو تہ هنن نقشن ۽ تصويري سمجهاڻين جي مدد سان سنڌ جي تاريخ جي وڌيڪ رازن تان پردو کڄندو ۽ ٻيون شيون ڳولڻ لاءِ اتساهہ وڌندو. منهنجي خواهش آهي تہ ڪجهہ ڦٽل شهرن تي ڌيان ڏنو وڃي ۽ ڪجهہ جي کوٽائي بہ ڪئي وڃي تہ جيئن سنڌين جي هن دؤر جي تاريخ تي وڌيڪ روشني پوي. هي ڪتاب پڪاڻي نہ پر سنڌ جي ماضيءَ کي اجاگر ڪرڻ لاءِ نون طريقن جي استعمال جو آغاز آهي ۽ سنڌ جي تاريخ کي سماجي سائنس ڪري پيش ڪرڻ جي هن پهرين ڪوشش ۾ رهجي وِيَل ڪنهن ڪوتاهيءَ کي درگذر ڪرڻ بهتر ٿيندو.

آخر ۾ مونکي بيهر اهو چوندي خوشي ٿي ٿئي تہ هي ڪتاب سومرن جي بادشاهيءَ جي نہ پر ”1011 کان 1351ع تائين وارن سنڌين جي سپيتا جي تصويري تاريخ“ آهي. منهنجي دعا آهي تہ مصنف جا ٻيا بہ ڪتاب ”ائن اِلسٽريٽيڊ اٽلس آف سنڌ“ ۽ ”ائن اِلسٽريٽيڊ هسٽري آف سنڌ“ سنت ئي ڇپجي پڌرا ٿين تہ جيئن سنڌ جي تاريخ تي ڪوجنا جون نيون واٽون نڪرن.



**الاهي بخش سومرو**

قومي اسيمبليءَ جو اڳوڻو اسپيڪر،
232، راجا غضنفر علي خان روڊ،
ويجهو مهراڻ هوٽل، ڪراچي.
چوٿين آگسٽ، 2002ع.

# مهاڳ

سومرا نيشنل ڪائونسل - پاڪستان سومرا راڄ گهراڻي جي مستنِد تاريخ مرتب ڪرائڻ جو فيصلو ڪيو. ان سلسلي ۾ محققن سان لهہ وچڙ ۾ اچڻ منهنجي ذمي لاتو ويو. مون ڪافي محققن سان رابطا ڪيا. ڊاڪٽر مهر عبدالحق سومري جو ڪتاب ”دي سومراز“ مون اڳ ۾ پڙهيو هو، جنهن ۾ ڊاڪٽر صاحب محترم ايم. ايڇ. پنهور جي لکڻين ۽ خطن تي گهڻي قدر ياڙڻ جو ذڪر ڪيو آهي. منهنجو رابطو ڊاڪٽر صاحب جي پراڻي دوست، سندس ڪتاب جي ڇپائڻ ۾ سهڪاري ۽ اَپر سنڌ سومرا ايسوسيئيشن جي اڳوڻي سيڪريٽري جنرل ميان ممتاز سومري سان ٿيو، جيڪو پاڻ بہ پنهنجي ليکي هڪ ڏاهو آهي. ميان صاحب ٻڌايو تہ سندس خيال ۾ ايم. ايڇ. پنهور، هيگ، راورٽي ۽ ليمبرڪ کان وڏو محقق آهي. هو نہ تہ ڪا حقيقت لڪائيندو آهي ۽ نہ ئي ڪنهن جي دٻاءَ هيٺ ايندو آهي. ها ڪنهن نئين تحقيق جي روشنيءَ ۾ پنهنجي پراڻي راءِ ضرور مٽائيندو آهي. نہ ڪنهن ڳالهہ تي هروڀرو ڳَتِ ڏيندو آهي ۽ نہ ئي قبائلي، قومي يا مذهبي مت ڀيد جو اثر اٿس. اِن پَرِ مٿس ڀرپور اعتماد ڪري سگهجي ٿو. وڌيڪ پڇا ڳاڇا ڪرڻ سان خبر پئي تہ پنهور صاحب آهي انجنيئر، اباڻي ڪِرتِ هارپو اٿس، پر دل سان سنڌ جو پارکُو آهي. هاري وري اهڙو آهي جو هڪڙي آمريڪي ماهر باغائيءَ، چوڏهن سال پاڪستان ۾ لڳائڻ ڪانپوءِ راءِ ڏني تہ انجنيئر ايم. ايڇ. پنهور ماهر باغائيءَ جي روپ ۾ ٻيهر جنم ورتو آهي. هڪ انجنيئر طور آبپاشي نظام، پاڻيءَ جي نيڪال ۽ جَرَ جي پاڻيءَ جو وڏو ڄاڻو آهي. پنهنجي صلاحڪاري ڪمپني هلائي رهيو آهي ۽ لاڳاپيل سيني ميدانن تي ڀرپور ڌيان اٿس. سنڌ تي سندس ڊزن ڪن ڪتاب ۽ سَوَ کان مٿي تحقيقي مضمون ڇپجي چڪا آهن.

سومرا راڄ گهراڻي تي ڪجهہ لکڻ جو منهنجو عرض ڪُليءَ دل سان قبوليائين، پر شرط وڌائين تہ سندس لکئي ۾ ڪا هير ڦير نہ ٿيندي، باقي ڪو نئون تحقيقي مواد سامهون آيو تہ شامل ڪري سگهبو. پنهنجي ان ڳالهہ تي پڇاڙيءَ تائين ٻيٺو رهيو ۽ ڇپائيءَ کان ٿورو اڳ تائين بہ جيڪي حقيقتون بحث هيٺ آيون تن پٽاندڙ بنا چوڻ جي پاڻ ئي تبديليون ڪيائين. مون لاءِ ساڻس ملڻ ۽ مواد بابت خيالن جي ڏي وٺ ڪرڻ هڪ عجيب دلڪشيءَ جي ڳالهہ هوندي هئي. سندس لاءِ مشهور آهي تہ سدائين ڪم ۾ رڌل رهندو آهي، پر مون سان اڌ اڌ رات تائين ويٺي ڪڏهن اَرهو نہ ٿيو. گذريل ٽن سالن ۾ جڏهن بہ ساڻس ملاقات ٿي، مون ۽ منهنجي دوستن هر ڀيري ڪانئس ڪا نہ ڪا نئين ڳالهہ ضرور پرائي.

ملاقاتن جو سلسلو هلندي مون سندس ڪيل ڪجهہ ڳالهيون نوٽ ڪيون، جيڪي سندس ئي لفظن ۾ پڙهندڙن آڏو پيش آهن:

➢ ”سنڌ جي تاريخ لکڻ مهل هنن موضوعن (topics) جو ڳوڙهو اڀياس ڪرڻ ضروري آهي: پراڻن آثارن جي پرک (آرڪيالاجي)، تاريخي ثبوت، سيلانين جا سفرناما، جاگرافيائي ڦير ڦار، انساني نسل، لِپيون، ناڻي جي ڄاڻ، سِڪا ۽ مُهرون، پوِنءِ ڪاڇو (جاگرافي)، پوِنءِ وَرن (جيالاجي)، آب هوا، ماحولياتِ زندگي، لوڪ ادب، آبپاشي نظام، پالتو جانور، مڇيون، هنر، شهر، وسنديون، گهر، واٽون، گس، سُڌ سماءُ ۽ اچ وڃ، اڏاوتي مهارت، تعليم، سائنس ۽ ٽيڪنالاجي. ڏيهي ۽ ڏيهان ڏيهي واپار، مال ڏيساور موڪلڻ ۽ اتان گهرائڻ، معاشي صورتحال، سرڪاري اوڳاڙيون، مذهب ۽ عقيدا، سنڌوءَ جو سُلوڪ ۽ ٻيڙين جي اچ وڃ، سنڌوءَ جا مٽجندڙ وهڪرا، لڏ پلاڻ، ٻوليون، ادب، سرڪاري ٻوليون، پورهين جا اجورا، هندوستان ۽ وچ ايشيا جون بادشاهتون ۽ ٻيون ٻاهريون طاقتون، پاڙيسري ملڪن سان ناتا، وِندر ورونهن، سماجي زندگي، رهڻي ڪهڻي ۽ گهر سينگارڻ، ويس وڳا ۽ پوشاڪون، ذاتيون ۽ قبيلا، مِٿيون مائٽيون، پاڙيسري ملڪن جون تاريخون ۽ حڪمران وغيره. هنن ميدانن ۾ خاص ڪري ڦٽل شهرن تي بلڪل ڪم نہ ٿيو آهي. سومرن جي دؤر جا اٽڪل سو کن وڏا ڦٽل شهر موجود آهن، جن کي اڄ تائين ڪنهن سمجهڻ جي ڪوشش ناهي ڪئي، بلڪ انهن کي ڊاهي اٽي پوک ڪرڻ، روڊ رستا ٺاهڻ ۽ قبرستان ڊاهي نيون وسنديون اڏڻ جي اجازت ڏني وئي آهي. پاڪستان ۾ پراڻن آثارن جي سرڪاري پارکن (آرڪيالاجسٽن) جي اک صرف اسلامي ماڳن تي پوي ٿي ۽ انهن لاءِ اسلامي رڳو عربن، دهليءَ جي سلطانن ۽ مغلن جا يادگار آهن. سومرن ۽ سمن جا پنج سو سال انهن لاءِ گهٽ درجي جو اسلامي دؤر آهن، جنهن جو هو ذڪر ڪرڻ بہ مناسب نہ ٿا سمجهن. محمود غزنويءَ 1025/26ع ۾ سومرن جي ان وقت راڄڌاني برهمڻ آباد-منصوره کي ڦُريو ۽ ساڙي رَکَ ڪيو، پر هي ان ڳالهہ کي مڃڻ لاءِ تيار ئي ناهن، جيتوڻيڪ بيلاسِس ۽ ڪزِنس کين وڏي پيماني تي قتل عام ٿيڻ ۽ شهر جي سڙڻ جا ثبوت ڇٽا ڪري ڏنا آهن. هو تہ ان شهر کي هزار سال پراڻو برهمڻ آباد شهر بہ نہ ٿا مڃين، جنهن جو نالو عربن مٽائي منصوره رکيو. کين اهو پڻ مڃڻ ۾ عار آهي تہ دمشق ۽ بغداد سنڌ تي سڌيءَ طرح رڳو سوا سو سال بادشاهي ڪئي ۽ ان ڪانپوءِ سومرن جي بادشاهي قائم ٿيڻ تائين هڪ سو ستونجاهہ سال ديسي سنڌي عربن راڄ ڪيو. ضياءُ الحق جهڙي ڊڪٽيٽر جي دؤر ۾ تہ اهڙو سچ ڳالهائڻ تي پڪ نوڪريون وڃائي ويهن ها. هو ٻاهرين آثار پارکن کي بہ صرف سنڌو سڀيتا وارن پراڻن شهرن جي کوٽائيءَ جي اجازت ڏين

ٿا. انهن کي ٻوڏين جي انهن شهرن جي کوٽائيءَ جي اجازت نہ ٿا ڏين، جيکي 100ع کان 1300ع تائين آباد هئا ۽ پوءِ ٻوڏين جي هندو يا مسلمان ٿي لڏي وڃڻ سبب اجڙي ويا، ۽ ڪجهہ وري سنڌوءَ جي مُنهن مَٽڻ ڪري ويران ٿي ويا."

- "آثار پرک زبردست ڪارائتو علم آهي، آثار پارڪو شيون نہ پر ماٺهو کوٽي ڪيندا آهن. پر اڄ تائين سنڌ جي صرف ٻن شهرن جي ئي کوٽائي ٿي سگهي آهي. منصوره سومرن جي قبضي هيٺ اچڻ کان پندرهن سال پوءِ 1026ع ۾، ۽ پنيور سندن ٻہ سو سال حڪمرانيءَ کان پوءِ 1224ع ۾ اجڙيو. هي ٻئي پندرهن سو سال پراڻا شهر هئا، جن تي عربن جو سوا سو سال ۽ پوءِ سنڌي عربن جو هڪ سو ستونجاهہ سالن کان وڌيڪ راڄ نہ هليو. هنن ماڳن تان پراڻين سڀيتائن جا آثار نہ لڀڻ ڪري کوٽائي صرف عربن جي والار وارن 10 کان 15 سيڪڙو علائقن تائين محدود رکي وئي. هڪ هٽي رکندڙ پاڪستاني آرڪيالاجسٽن کي سنڌي راڄ گهراڻن جي ڪنهن شيءِ سان ڪا دلچسپي ڪانهي، پلي اهي مسلمان ئي ڇو نہ هجن."
- "ويهہ هزار فوٽ (ڇهہ هزار هڪ سو ميٽر) مٿي جهاز مان ورتل تصويرن ۾ سومرن جا ڦٽل شهر چٽا ڏسجن ٿا. انهن جي مدد سان هن وقت پوک، قبرستانن يا وسندين هيٺ آيل ڦٽل ماڳ آسانيءَ سان ڳولي ۽ اتي گهرن توڙي اڏاوتن جي رٿائن جو اپياس ڪري سگهجي ٿو. نِجي آثار پارکن کي اجازت ملي تہ اهي فوٽوگراميٽري ۽ فالس ڪلر اِنفراريڊ فوٽوگرافي استعمال ڪري سگهن ٿا، جيڪا پاڪستان جا سرڪاري آثار پارکو استعمال نہ ڪندا آهن."
- "ڦٽل ماڳن (دڙن) تان اڏاوتي سامان چورائي، گهرن جي اڏاوت ۽ روڊن رستن جي پرائيءَ ۾ ڪم آڻڻ جو سلسلو سنڌ ۾ عام آهي. ڏامراهي دڙي مان 18 x 20 انچ (46 x 51 سينٽي ميٽر) سرون اڌ صديءَ تائين چوري ٿينديون رهيون آهن. شاهہ ڪپور مان 12 x 18 x 24 انچ (31 x 46 x 61 سينٽي ميٽر) پٿر جا بلاڪ چورائي ويجهي ڳوٺ جي مسجد جي اڏاوت ۾ ڪم آندا ويا آهن. ڪيرن ڪوٽ مان 18 x 24 x 48 انچ (46 x 61 x 122 سينٽي ميٽر) پٿر جا سهٽا اڪيريل بلاڪ چوري ٿي ويا آهن ۽ اها ساڳي ويڙن جوٽاٽي ۽ لاڙ جي ٻين ماڳن سان بہ ٿيندي رهي آهي. ارڙهن ايڪڙن تي پکڙيل ڪيرن ڪوٽ سرڪار هاري اسڪيم هيٺ هڪ غريب هاريءَ کي الاٽ ڪري ڇڏيو آهي، جيڪو پير وينو ٿو سوري تہ ڪٽان ڪو ياڳ وري، لکين رپيا هٿ اچن تہ هن هيڏي وڏي قلعي کي ڊاهي پٽ ڪيان. شاهہ ڪپور جون ڪوڙ ڦٽل ماڙيون ڊهي ويون، اتي فصل پيا ٿين ۽ ويجهڙ ۾ ئي باقي بچيل تيرهن ماڙين مان ٻن کي ڊاهي پر واري روڊ جي پرائي ڪئي وئي آهي. بہ صديون سنڌ جي راڄڌاني رهندڙ ۽ سومرن جي مک شهر نرءَ کي ميساري اتي شاهہ ديواني جو مقام ٺاهيو ويو آهي."
- "پراڻن ماڳن تان شيون ميڙيندڙن کي اتان ڪيترا پيرا هٿ لڌا آهن، پر پاڪستان ۾ پراڻو جِيوَت پرکڻ جي علم ايڏي ترقي نہ ڪئي آهي، جو انهن مان ڪا مقصد جي ڳالهہ ڪڍي سگهجي. سنڌ ۾ پالتو جانور ان دؤر ۾ بہ اهي ئي هئا، جيڪي اڄ آهن. سوئر (ت. 266) کي نيل، فرات، سنڌو ۽ گنگا ماترين مان موهن جي دڙي جي ڦٽڻ کان ستت پوءِ نيڪالي ملي چڪي هئي، چاڪاڻ تہ ان کي بہ اهي ڪاڏا پسند هئا جيڪي انسانن کي وڻندا هئا. پوءِ سوئر ڏارڻ جو رواج ختم ٿي ويو. مصر جي فرعونن کيس حرام قرار ڏنو، 1500 ق-م ڌاري يهودين ۽ اڳتي هلي اسلام بہ ان جي پوئلڳي ڪئي. تيرهين يا اوائلي چوڏهين صديءَ ڌاري گهڻا سنڌي سني مسلمان ٿي ويا ۽ جهنگلي سوئر ڪاٽڻ ڇڏي ڏنائون. پر اڇوت سمجهيا ويندڙ هندو جهڙوڪ ڀيل، ٻالا، ميگهواڙ، ڪولهي ۽ گرگلا وغيره پوءِ بہ ڪائيندا رهيا."
- "1224ع ۾ ساڙيل شهر پنيور جي گهٽين مان انساني کوپڙيون لڌيون آهن، پر انهن ۾ ميڇالي جي والار جو تناسب (Cephalic Index) لهي تڏهوکي ۽ اڄوکي انساني نسلن ۾ ڦير ڦارجو پتو نہ لڳايو ويو آهي. وڌيڪ کوٽائي ٿئي تہ اها خبر بہ پوندي تہ آيا سومرا پنهنجي مئن کي ساڙيندا هئا، پوريندا هئا يا رڳو چڱن مڙسن ۽ پيرن فقيرن کي پوريندا هئا. انسانن ۽ جانورن جي هڏن جو سن آسانيءَ سان لهي سگهجي ٿو. هڏن ۾ وَهہ، پروٽين ۽ ڪوليجن هوندا آهن. موت کان پوءِ آڪسيجن نہ ملڻ ڪري وَهہ ۽ پروٽين جهٽ ڳري ويندا آهن، پر ڪوليجن کي ڳرڻ ۾ گهڻو وقت لڳندو آهي، تنهنڪري نائٽروجن ٽيسٽ سان موت جو وقت سولائيءَ سان لهي سگهجي ٿو. پاڪستان جا آثار پارکو اهو بہ نہ ٿا ڪن."
- "شڪار توڙي شڪاري جهنگلي جانور ساڳيا (ت. 257-272) هاٿي وارا ئي هوندا، يا ٿي سگهي ٿو تہ ڪجهہ ٻيا بہ هجن جيڪي ويجهڙ ۾ سنڌ مان اڻ لپ ٿي ويا آهن. جيئن ڪُميت (سامونڊي گهوڙو - ڪُميءَ جي نسبت سان- هن جهڙي رنگ واري گهوڙي کي ڪُميت چوندا آهن) سورهين صديءَ تائين سنڌو درياءَ ۾ ٿيندو هو ۽ ڪڇي وارا ٻيلا سندس جُوءِ هوندي هئي، پر اڄ اڻ لپ آهي. اهڙي طرح سنڌوءَ ۽ ان ۾ ڇوڙ ڪندڙ ندين ۾ ٻئراج ٻڌجڻ کان اڳ تائين انڌي ٻلهڻ جهجهي تعداد ۾ هوندي هئي. ٿر ۽ رڻ ڪڇ ۾ ٿيندڙ گور گڏهہ جي ڳالهہ بہ هاٿي گهٽ ٿي ٻڌجي."
- "کوٽائي ٿئي تہ مڇيءَ جا هڏا بہ ضرور لڀندا. جيتوڻيڪ مڇيءَ جي منڍي تڪڙي ڳري ويندي آهي، پر ٻين هڏن مان مڇيءَ جو قسم سڃاڻي سگهجي ٿو. سنڌ جي لاڙ واري حصي ۽ سامونڊي پٽيءَ ۾ مڇي جام ٿيندي هئي. ڊيلٽا کان هيٺ سنڌوءَ جي ڇڏيل وهڪرن وارن ڍورن، هر ڏهن سالن ۾ بہ پيرا سراسري پنج انچ في ڏينهن پوندڙ مينهن ۽ سنڌوءَ جي هر سال ٻوڏن انيک قدرتي ڍنڍيون ناهي ڇڏيون

هيون. اِن پَر لاڙ ملڪ هزارين ٻيٽن جو ديس ۽ مڇيءَ ۽ پکين لاءِ جنت بڻجي ويو هو. هتي مٽي پاٽيءَ جون انيڪ قسمن جون مڇيون (ت. 207-234) ٿينديون هيون ۽ سائبيريا، ڏکڻ چين ۽ اتر وچ ايشيا مان سانگي (سانگ سان اينڊڙ) پکين جا ولرن جا ولر (ت. 235-241) اچي لهندا هئا. سمنڊ ۾ اسي ڪلوميٽر اندر تائين ڪارو- منو گاڏڙ پاٽي ڪاري جي مڇيءَ سان پريل هوندو هو، جيڪا ماڻهو ڪائي ڪٽائي نہ سگهندا هئا. پاڪستان ۾ ڪم ڪندڙ ٻاهريان آثار پارکو ٻوٽن ۽ هڏن تي تجربا ڪري رهيا آهن. فلورين ٽيسٽ سان هڏي جي ڄمار بہ لهي سگهجي ٿي.“

- ”شڪ لاهڻ لاءِ تڏهوڪن پراڻن قبرستانن جو فاسفيٽ تجزيو ڪري ۽ پر وارين ٻنين سان ڀيٽي سگهجي ٿو، جو تہ اسانجي ڪلراٺين ٻنين ۾ نهيل قبرستانن مان مثبت نتيجا ملندا آهن.“
- ”هن وقت اسان وٽ جهنگلي جيت جٽين، گل ٻوٽن يا پالتو جانورن ۽ فصلن بابت تمام گهٽ ڄاڻ آهي. هي مسئلو ماڳن جي کوٽائي ۽ پراڻي ماحوليات جي اڀياس سان حل ٿي سگهي ٿو. سنڌي ڪنيار ٿانوَ لٽ واري مٽيءَ مان ٺاهيندا آهن. Holocene (گذريل ٻارهن هزار سال) دؤران ٿيندڙ ٻوڏن ۽ ٻوڏ جي پاڻيءَ تي ٿيندڙ پوک جي ڪري سڄي سنڌو ماٿر ۾ هڪ ميٽر اونهائيءَ تي اڌ ميٽر ٿلهو چيڪي مٽيءَ جو تہ ٺهيو. پراڻن ماڳن مان لڌل ڪو بہ ڪنيارڪو ٿانءُ ڪٽي، ان جي پچڻ جي عمل جو اڀياس ڪري ڪَٽ ڪري سگهجي ٿي تہ ان ۾ استعمال ٿيل چيڪي مٽي اتان جي ئي آهي يا ڪنهن ٻئي هنڌان آندل آهي. ائين ڪرڻ سان بي پناهہ ڄاڻ حاصل ڪري سگهجي ٿي.“
- ”سنڌي ڪنيار ٿانوَن کي ڪارو رنگڻ لاءِ پينل گريفائيٽ (ڏاءُ) هٽي ڪليل آڪسيجن ۾ ٻاهہ تي پچائيندا آهن يا ڳاڙهو ڏاءُ هٽي هلڪي آڪسيجن واري ٻاهہ يعني آويءَ ۾ هلڪي تَاءَ تي پچائيندا آهن. سومرا دؤر جي شهرن مان ٻنهي قسمن جا ٿانو هٿ آيا آهن.“
- ”بيلاسِس کي برهمڻ آباد-منصوره مان ٽامي جا سانچا هٿ آيا ۽ ٻنيور مان ٺڪر يا پٿر جو هڪ ڪَرو بلاڪ لڌو، جنهن تي سڪن، ڳهن ۽ ڪن ٻين شين جا چٽ اڪيريل آهن. لڳ ڀڳ سيني سانچن جو مٿاڇرو سڌو ۽ هڪ ڪرو آهي، پر پگهريل ٽامي يا ٽامي جي ملاوت کي سانچي ۾ هاري جيڪڏهن مٿان ٺڪر يا پٿر جو ڪو پُڙ ڏيئي مٽيءَ سان بند نہ ڪبو تہ ٽامي يا ٽامي جي ملاوت کي ڪَٽ لڳي ويندي. اهڙا پُڙ بہ پڪ هٿ آيا هوندا، پر ٿي سگهي ٿو تہ انهن کي ڀڳل سرون يا فرش جا پٿر سمجهي نظر انداز ڪيو ويو هجي. هن طريقي سان ٽامي جا ڪجهہ ننڍڙا سڪا ئي گهڙيا آهن ۽ پانئجي ٿو تہ انهن جو ملهہ بہ معياري سڪي بجاءِ تور آهر طيءِ ٿيندو هوندو.“
- ”جرڪٽي واري (quartz) ۽ لوڻيات (alkali) ڀينهين پاٽيءَ ۾ ملائي رِٻيڙو ناهبو آهي. اهو هڪ قسم جو Faience (قدرتي شيشي جو قسم) ٺهي پوندو آهي، ان کي جڏهن ٻاهہ تي پچائبو آهي تہ چيڪي مٽي ۽ شيشي جي وچ جي هڪ شيءِ ٺهي پوندي آهي ۽ ان ۾ ٽامي جو لوڻ (Copper salt) ملائڻ سان نيري سائي ڳاڙهاڻ پيدا ٿيندي آهي. اهڙي قسم جا ڪجهہ ٿانوَ ۽ ڳهہ رکڻ جون ننڍڙيون ڪُپڙيون لڌيون آهن، پر سندن چڱي طرح پڙتال نہ ٿي سگهي آهي، ڇاڪاڻ تہ صرف ڀڳل ٽڪرا ئي ٽڙيل پکڙيل هٿ لڳا آهن. قدرتي شيشي (Faience) جا زيور موهن جي دڙي مان پڻ لڌا آهن.“
- ”ناڻي ۽ سڪن جي ڄاڻ جي مدد سان ڪجهہ سياسي واقعن کي سن وار ترتيب ڏئي سگهجي ٿو، پر سومرن ٽامي جي ڪجهہ ننڍڙن سڪن کان سواءِ ٻيا سڪا نہ ٺهرايا هئا. هِتان هتان لڌل ڪجهہ ننڍڙا سڪا ماڻهن وٽ پيا آهن، پر انهن تي ڪا شيءِ صحيح پڙهڻ ۾ نہ ٿي اچي.“
- ”سنڌ عجائب گهر ۾ سومرن-سمن جي دؤر جي هڪ تلوار رکيل آهي. ان زماني ۾ ڏکڻ ايشيا ۾ دمشقي رُڪ (Damascene)تمام گهڻو هلندو هو. هي سخت، مظبوط ۽ بي پناهہ لچڪدار هوندو هو. هي 1000 ق-م ڌاري مهاراشٽر ۾ سرجيل ووٽز (Wootz)طريقي سان ٺهندو هو. اهڙي ڪنهن تلوار جو اڀياس ڪرڻ سان ان دؤر ۾ سنڌ ۾ موجود ٽيڪنالاجيءَ جي سطح سمجهہ ۾ اچي ويندي.“
- ”ڪنيارڪن ٿانون ۾ ڪانپ ان لاءِ ٺهندي آهي تہ جيئن پاٽي اوتجڻ مهل مير مٽي تر ۾ ويهي وڃي. سومرن جي جُڳ جي ڪنيارڪن ٿانون ۾ ننڍڙي ٿڻ ميراڻ کي اوتجڻ کان روڪڻ جو ڪم ڪندي هئي. اڄڪلهہ ٿانون ۾ نہ ڪانپ ٿي ڏسجي ۽ نہ ئي ٿڻ. ويهين ۽ ايڪيهين صدين جا ٿانوَ گهاڙ ۽ چٽن ۾ سومرا دؤر جي ٿانون کان تہ گهڻو پوئتي آهن، پر موهن جي دڙي جي ٿانون کان بہ وِيَل آهن.“
- عجائب گهرن ۾ رکيل شيون ان دؤر جي رهڻي ڪهڻيءَ جو چٽو عڪس چٽي سگهن ٿيون، تنهنڪري سندن مناسب اڀياس ٿيڻ گهرجي. ايتري تائين جو ٻارڙن جي رانديڪن مان بہ معيشت، سوچ، هنر ۽ معاشري ۾ ٻارن جي مقام جو پتو لڳائي سگهجي ٿو.“
- ماڳن تان ميڙيل شيون ٻڌائين ٿيون تہ اسان ويهين صديءَ ۾ پنهنجي يارهين کان چوڏهين صدين وارن وڏڙن جي ڀيٽ ۾ ثقافتي توڙي معاشي طور پوئتي هليا ويا هئاسون.“
- ”ان دؤر جا تاريخي ثبوت، لکتون، سرڪاري لکپڙهہ، حڪمناما، سوڪڙيون، اجازت ناما يا ملڪيتن جا ڪاتا موجود ڪونهن. 1521 کان 1525ع دؤران ارغونن سنڌ جي سيني شهرن مان سنڌين کي لوڌي ڪيو، هر واهڻ وسندي ساڙي رک ڪري ڇڏي ۽ ائين هر شيءِ تباهہ ٿي ويئي. وري 1539 کان 1542ع دؤران پڻ انهن هر فصل ساڙي ڇڏيو تہ جيئن دهليءَ کان سنڌ طرف پاڄ ڪاٽيندڙ همايون بادشاهہ جي بہ لک فوجين کي کائڻ لاءِ ڪجهہ هٿ نہ اچي. سنڌ کان ٻاهر لکيل تاريخن ۾ سومرن وارين سادين ٽن صدين جي واقعن بابت تمام گهٽ ڄاڻ ملي ٿي. ان ڪري ان دؤر جي تاريخ لکڻ لاءِ اسانکي ٻين ذريعن کي اٿلائڻو ئي پوي.“

➤ "سيلانين جي سفرنامن مان وڏي مدد ملندي آهي، پر رگو ابن بطوطہ ئي اڪيلو اهڙو سيلاني آهي، جنهن سنڌ ۾ ڪجهه مهينا رهي ڪجهه جاڻ ڇڏي آهي، سا بہ اڻپوري آهي. ٻئي ڪنهن بہ سيلانيءَ تاريخي تفصيل نہ ڏنا آهن."

➤ "موجوده لوڪ ڪهاڻيون پندرهين ۽ سورهين صدين ۾ سرجيون. ڪوڙ ڪهاڻيون تہ هوبهو پاڙيسري ملڪن واريون ساڳيون آهن، انهن ۾ وقت بوقت وڌاءُ، ڦير ڦار ۽ ناهہ ٺوهہ ٿيندي رهي ۽ ٻوليءَ مان ڏسجي تہ اڄوڪو سنڌي لوڪ ادب ٽي سو سالن کان وڌيڪ پراڻو نٿو لڳي."

➤ خاص طور سنڌ جي حوالي سان جاگرافيائي ڦيرڦارن جو اڀياس تمام ڪارائتو آهي. سنڌو درياءُ وري وري وهڪرا مٽائيندو ٿو رهي، نوٽ علائقن ۾ ٻاڦ ٿي اڏامي ويندڙ پاڻيءَ (evaporation) جي 05-10 سيڪڙو جيترو مينهن مس ٿو وسي، اتي خوشحاليءَ لاءِ گهربل گهم جي 90-95 سيڪڙو کوٽ واهن ذريعي ايندڙ درياءَ جي پاڻيءَ مان پوري ٿئي ٿي، واهہ درياءَ مان نڪرندا آهن، سو جڏهن درياءُ وهڪرو مٽائيندو آهي تہ پورو آبپاشي نظام ڦٽي ويندو آهي ۽ نوان واهہ کوٽڻ ۾ مٿن پوک ٿيڻ ۾ 20-25 سال لڳي ويندا آهن. سنڌوءَ جي وهڪرن بابت ليک جو ڪافي مواد ڇپجي چڪو آهي، پر ان جي نئين سِر ترتيب جي ضرورت آهي."

➤ "ان دؤر جو مناسب خاڪو جوڙڻ لاءِ مٿي ڄاڻايل سيني ميدانن کي ڀرپور نموني ڪتب آڻبو."

➤ "ليک ڊگهي عرصي تائين سنڌ جي تاريخ تي گهڻو ئي لکيو آهي، جيڪو ڇپائيءَ لاءِ تيار پيو آهي، پر ڪو ڇپائيندڙ نہ ملڻ ڪري اڃا اڻڇپيل پيو آهي. هيٺ ڄاڻايل مواد هتي بہ ڪتب آندو ويو آهي:

▪ سوشل هسٽري آف سنڌ (6,500 ق-م کان 1843ع تائين): هن جا 3 ڀاڱا آهن.

▪ هسٽاريڪل اٽلس آف سنڌ (6,500 ق-م کان 1947ع): هن ۾ ليک جا ناهيل 250 نقشا شامل آهن.

▪ سنڌو ماٿر جي هڪ لک چورس ڪلوميٽرن تي سنڌو درياءَ جي وهڪرن جو 2.4 x 1.2 ميٽر شيٽ تي هوائي فوٽوگرافيءَ آڌار ناهيل نقشو.

▪ ائن اِلسٽريٽيڊ هسٽري آف سنڌ (6,500 ق-م کان 1843ع): هن ۾ 1000 تصويري سمجهاڻيون آهن.

ان کان سواءِ ليک جي ڇپيل ڪتابن مان پڻ مدد ورتي وئي آهي، جن جو ذڪر هيٺ ڏجي ٿو:

* ڪرانالاجيڪل ڊِڪشنري آف سنڌ (1983): هن ۾ سومرن جي سنڌ تي راڄ بابت 130 شامل صفحا آهن.

* سورس مَٽيريَل آن سنڌ (1977): هن ۾ سومرا دؤر سان لاڳاپيل ڪتابن جو تفصيل ڏنل آهي.

* سنڌ ڪوارٽرلي ۽ سنڌالاجيڪل اِسٽَڊيز رسالن ۾ 1975 کان 1999 جي وچ تي ڇپيل اٽڪل سو کن مضمون.

* گرائونڊ واٽر اِن سنڌ (7 ڪتاب): جن ۾ سنڌوءَ جو پاڻي پهچڻ جي ذريعن ۽ سومرن جي جن شهرن کي درياءُ ڇڏي ويو، تن جي جياپي لاءِ موجود جَرَ جي مٺي پاڻيءَ جا تفصيل آهن."

➤ "هن مواد مان سومرن جي تاريخ لکڻ ۾ مدد تہ ملي سگهي ٿي، پر اها ٻي جان ۽ ٻي ڪشش هوندي. اسان منجهس ان دؤر بابت ليک جا ناهيل پنجاهہ ۽ ٻين هنڌن تان ڪنيل ويهہ نقشا شامل ڪري جان وجهي سگهون ٿا. اسان عجائب گهرن جهڙوڪ نيشنل، سنڌ، سنڌالاجي، لاڙ ۽ ڀنڀور، ۽ ڪجهہ ماڻهن وٽ رکيل ان دؤر جي ماڳن تان لڌل شين جون تصويرون ناهي دلچسپ نتيجا ڪڍي سگهون ٿا، پر اهو پڻ ڪافي نہ ٿيندو، ڇو تہ آثار پارکو شيون نہ پر ماڻهو کوٽي ڪڍندا آهن ۽ ان باب جي هن ڪتاب ۾ شامل نہ هجڻ سان وڏي کوٽ محسوس ٿيندي. اسان ڪجهہ ڦٽل ماڳن تي ويندا سين ۽ جي ڀاڳ ساٿ ڏنو تہ ٿي سگهي ٿو تہ اسان اتي ڪجهہ اهم اڏاوتون ڳولي لهون ۽ انهن جا نقشا ناهي ڏيهي توڙي پرڏيهي آثار پارکن جو ڌيان ڇڪائي سگهون."

➤ "سنڌي ڪنڀارن چَڪَ تي ٿانوَ ڇهہ هزار سال اڳ ناهڻ شروع ڪيا. موهن جي دڙي واري زماني ۾ هي هنر پنهنجي اوج تي هو. لڳي ٿو تہ اڄ بہ منجهس ڪا معمولي تبديلي ئي آئي هوندي ۽ ٿي سگهي ٿو تہ سومرا دؤر جا ۽ اڄوڪا ٿانوَ ڪنهن حد تائين هڪجهڙا هجن. هن قسم جي اڀياس سان ڪنڀارڪي ڪاروبار ۾ ڪجهہ نواڻ پيدا ٿي سگهي ٿي."

➤ "اسان وٽ لکت ۾ ڪا شيءِ موجود ڪانهي ان ڪري اڻ سِڌن ذريعن تي ڀاڙڻ اسانجي مجبوري آهي. مونکي معلومات گڏ ڪرڻ ۽ ان کي ترتيب ڏيڻ ۾ سال لڳندو، عجائب گهرن ۾ رکيل شين ۽ مختلف ڦٽل ماڳن جون اتي وڃي تصويرون نهرائڻ ۾ ڇهہ مهينا لڳندا ۽ ڇپائي بہ سال کن کائي ويندي. پوئتي پيل ملڪن ۾ ڇپائيءَ سوڌو هر شيءِ پوئتي آهي، ان ڪري اسانکي هر وک تي هوشيار رهڻو پوندو، پريس تي لاڳيتي اک رکڻي پوندي ۽ پوءِ بہ جيڪي ڀاڳ."

اسان سنڌ جي تاريخ کي سماجي سائنس طور جامع انداز ۾ لکرائڻ جي هڪ ڪوشش ڪئي آهي. جيئن تہ سائنس ۾ هر وقت نواڻ ايندي رهندي آهي، تنهنڪري ليک جي قائم ڪيل راين ۾ تبديليءَ جا امڪان موجود آهن، سو پاڻ ڪتاب جي ڇپجڻ تائين ان عمل تي ڪاربند رهڻ قبوليو اٿس. ساڳي ريت نقشن ۾ پڻ سڌارا آڻي سگهجن ٿا، اهي نئين سنئين ناهي سگهجن ٿا ۽ نوان ناهي بہ شامل ڪري سگهجن ٿا.

ڪتاب جي ڇپجي پڌرو ٿيڻ سان ماڻهن ۾ سومرن ۽ سمن جي دؤر جا ڦٽل ماڳ گهمڻ ۽ اتان پراڻيون شيون ميڙڻ جو شوق وڌندو. ٿي سگهي ٿو تہ ڪجهہ کوٽايون بہ ٿين، پر ڪافي پراڻا ڦٽل ماڳ ليٽ ۽ خاص ڪري سنڌ جي هن وساريل دؤر تي کوجنا ڪرڻ لاءِ ٻاهريَن آثار پارکن جي

ڇڪجي اچڻ جي اميد ڪري سگهجي ٿي. 1758ع ۾ سنڌوءَ جي وهڪرو متاثڻ ڪري لاڙ جي ڏهه لک ايڪڙن کان وڌيڪ پلوڙ ٻني ويران ٿي ويئي هئي. ايڏي وڏي پکيڙ جي پيٽ ۾ ليکڪ جي ڏنل قلتل ماڳن جي لسٽ تمام ننڍڙي آهي.

جيئن ته هي ڪتاب هر ماڻهوءَ جي لاپ وٺڻ لاءِ آهي، ان ڪري ڏات ساگر (ببلوگرافي) ۾ مختصر حوالا ڏنا ويا آهن. جڏهن ته واقعن جا تفصيل، حوالا، صفحو نمبر ۽ ليکڪ جا رايا 1983ع ۾ ”ڪرانالاجيڪل ڊڪشنري آف سنڌ“ ۾ ڇپجي چڪا آهن.

ڪتاب ۾ شامل گهڻي ڀاڱي نقشا ليکڪ 1976 کان 1983ع دؤران پنهنجي ڪتاب ”هسٽاريڪل اٽلس آف سنڌ“ لاءِ ٺاهيا هئا، جيڪو اڃا ڇپجي نه سگهيو آهي. ان وقت وٽس موجود نقشا 1: 000،000،1، 000،500؛ 000،250؛ 000،125؛ 500،62؛ 000،50 ۽ 000،25 نه پر هڪ انچ برابر هڪ، ٻه، چار، اٺ، سورنهن ۽ ٻٽيهه ميل هئا. تنهنڪري نقشا ميل ٻڌائين ٿا ۽ انهن کي 1.609 سان ضرب ڪري ڪلوميٽر لهي سگهجن ٿا. صفحن کي هڪجيترو رکڻ لاءِ نقشن کي ڪجهه ننڍو ڪيو ويو آهي، پر اهم تفصيل نه ڪٽيا ويا آهن.

مان 1999ع کان وٺي لاڳيتو ليکڪ سان رابطي ۾ رهيس ۽ عجائب گهرن، قتل ماڳن (دڙن) ۽ ڪجهه ناياب ڪتابن مان شين جون تصويرون نهرايم. ڀاڳن سان اسان کي قتل ماڳن ويجهو رهندڙ ڳوناٽن وٽان ماڳن (دڙن) تان ميڙيل ڪجهه شيون به مليون. ڪتاب اپريل 2001ع ۾ پريس حوالي ٿيو ۽ جلدي ڳالهه سمجهه ۾ اچڻ لڳي ته ليکڪ سچ ٿي چيو. پريس تي اک رکڻ تمام ضروري هو ۽ شاباس هجي منهنجي پراڻي دوست ۽ ڪتاب کي ڪتابي شڪل ڏيندڙ محترم ڪرم الاهي چنا کي، جنهن ويچاري پٽي متا ڪٽا ڏنا. سنڌس ڏنل ساٿ سچ به ساراهه جوڳو آهي.

ڇپائي هلندي ليکڪ جو تعاون جاري رهيو. سنڌس مشورا مون پريس تائين پڄايا ۽ اتي انهن تي عمل به ٿيو. بهترين فوٽوگرافر محمد علي قادريءَ جون خدمتون حاصل ڪري ليکڪ جي نگرانيءَ ۾ فوٽوگرافي ڪرائيسين. ليکڪ جن قتل ماڳن لاءِ چيو تن تي وڃي سنڌس نگرانيءَ ۾ ماپ ڪچ ڪئيسين ۽ اتي موجود اڏاوتن جا خاڪا جوڙياسين. پاڻ فوٽو گرافي ٿيل شين جا ڏار ڏار گروپ ٺاهيائين. ان دؤر ۾ ۽ اڳي هندوستاني رياستن ۾ هلندڙ ڪن ۽ نڪ جا ڳهه (ت. 342) ڏيکاريائين ۽ ڏسي اچرج لڳو ته انهن تي جيڪي نقش اڪيريل هئا، چوڪين سرن تي به لڳ ڀڳ ساڳيا ئي هئا. سنڌس خيال مطابق سرن ۽ ڳهن تي چٽيل گل ڏکڻ ايشيائي ڪنول يا ڪوٽي آهي، جنهن کي سچ سان به ڀيٽيو ويندو آهي. سنڌس راءِ مطابق هٿ آيل مٽيا موهن جي دڙي ۽ چانهون دڙي جي مٽين جهڙا آهن. سلفيون ڏسي اُمالڪَ چيائين ته هنن ۾ پڪ چرس پيئندا هئا، جو ته تماڪ هتي ٽي سو سال پوءِ آيو.

ڪتاب ۾ شامل گهڻي ڀاڱي نقشا سنڌس پنهنجا ٺاهيل آهن ۽ باقي چوٿون حصو ڪن ٻين ڪتابن تان ورتل آهن. وٽس سنڌ، ميوَن ۽ انجنيئرنگ بابت پنجاهه هزار کن ذاتي ڪتابن جو ڀنڊار موجود آهي. سنڌس بايو ڪيمسٽ گهر واريءَ وٽ به مختلف موضوعن تي ڏهه هزار کن ڪتاب آهن، جيڪا پڻ ساڻس هر ڪم ۾ ڀٽُ هوندي آهي. اسانجي ملاقاتن، ڪاڏي گڏجي وڃڻ يا فوٽوگرافيءَ مهل هوءَ سدائين موجود هوندي هئي.

اسان ليکڪ جي ”سِڪس ٿائوزنڊ ييئرس آف اريگيشن اِن سنڌ“ لاءِ ٺاهيل ۽ سنڌس لائبريريءَ ۾ موجود ڪتابن مان ڪجهه تصويري سمجهاڻيون ڪٽي هتي ڪتب آنديون آهن.

ساڻس ڪم ڪندي ڏاڍو پلو وقت گذريو ۽ گهڻو ڪجهه پرايم. ڪم ۾ دلچسپي قائم رکڻ لاءِ وچ وچ تي ڪهاڻيون، پوڳ، ناٺا ۽ ڪجهه چٽڪا اَنڌَويساهيءَ وارا قصا ٻڌائيندو رهندو هو. ڪڏهن احساس ئي نه ٿيو ته ڪنهن ستر سالن جي پوڙهي سان گڏ ڪم پيا ڪيون. پوڳن ۾ چوندو هو ته ”ماڻهو 71 سالن جي ڄمار ۾ 17 سالن جهڙو ٿي سگهي ٿو، جي ذهني طور پاڻ کي ائين رکي ته“. مونکي هو نوَن معيارن جو معمار ۽ سچائي پرکڻ لاءِ نوان فڪر ڏيندڙ ڏاهو لڳو. هو عمر ۽ تجربي جي لحاظ سان نروار حيثيت جو مالڪ آهي. اسان سنڌس اجازت سان سنڌس حياتيءَ جو نچوڙ ۽ سنڌس زال فرزانه جي نالي هن ڪتاب جي ارپنا شامل ڪيا آهن.

مان پانيان ٿو ته برادريءَ ۽ دوستن يارن خاص طور ميان ممتاز سومرو (ملتان وارو)، الطاف حسين سومرو (پروڊيوسر، پاڪستان ٽيليويزن)، ڊاڪٽر سليمان اوٺو (صدر، انسٽيٽيوٽ آف ايٿڪس ائنڊ ڪلچر) ۽ ڪرم الاهي چنا (سنگم پبليڪيشنس) جي همٿائڻ ۽ هٿ ونڊائڻ سان مان ”سنڌ جي جيئري جاڳندي آثار — ايم. ايڇ. پنهور“ جي ڪجهه حصي (سومرا دؤر سان لاڳاپيل) کي توهان آڏو آڻڻ ۾ ڪامياب ٿيو آهيان، پيشيور آرڪيالاجسٽن کي پراڻا ماڳ نشانبر ڪري ڏنا اٿم ۽ محققن کي کوجنا جا نوان دڳ ڪڍي ڏنا اٿم.

منهنجي پياري ۽ مونتي ساهه ڇڏيندڙ جيوَن ساٿياڻي غلام فاطمه سومرو تمام گهڻي ساراهه جي حقدار آهي - سنڌس ڀرپور ساٿ نه هجي ها ته جيڪر مان هيڏو وڏو ڪم پڄاڻيءَ نه پڄائي سگهان هان.

مان روزاني ”ڊان“ ڪراچيءَ جي محترم عزيز شيخ جو ٿورائتو آهيان، جنهن ڪتاب کي به پيرا اک مان ڪڍيو ۽ درستگيون ڪيون.

مان سومرا برادريءَ جي مانواري شخصيت محترم الاهي بخش سومري جا ڳڻ ڳائيندس، جنهن منهنجو نماڻو عرض قبوليو ۽ ڪتاب کي قيمتي ”پيش لفظ“ سان نوازيو.

اميد ته هن ڪتاب کانپوءِ نيون تحقيقون ٿينديون، نوان ڪتاب ايندا ۽ انهن جا ترجما ٿيندا.



**عمر سومرو**

ڪراچي، 25 جولاءِ 2002ع

# باب پهريون

تاريخ مان منهنجي مراد آهي پيداوار جي تاريخ، پيداوار ۽ ان جي ذريعن تي هلندڙ وَسَ، ان جي حقدارن ۽ لاپ ونندڙن جي تاريخ. تاريخ سياست کان وڌيڪ ماڻهن جي تاريخ هوندي آهي. حالانڪ جيڪڏهن ڪنهن خاص دؤر جي ماڻهن جي هلت چلت حقيقي انداز ۾ بيان ڪبي تہ سياست ۽ ماڻهن ڪي ڌار ڪرڻ ڏکيو تي پوندو، ڇاڪاڻ تہ ماڻهو سدائين سرڪار جي پاليسين، جنگين، اميرن ۽ تاريخ جي بين ڪردارن جي سازشن جي اثر ۽ غلاميءَ هيٺ رهندا آيا آهن. اڄ تائين لکيل سنڌ جون تاريخون راڄ ڌڻين ۽ سندن اميرن، وزيرن توڙي مخالفن جي ڪردار، جنگين، ڪاهن، محلاتي سازشن، مقبرن، لوڪ ادب ۽ قصن ڪهاڻين سان ڇڪار لڳيون پيون آهن. ماضيءَ جي موسمي حالتن (وايو منڊل)، ماحول، سنڌوءَ جي متجندڙ وهڪرن ۽ انهن جي نتيجي ۾ ٿيندڙ آبپاشي نظام جي تباهي، لڏپلاڻ، ڏنڌن جي متجڻ، ماڻهن جي سماجي زندگي جهڙوڪ پيداوار، ان جي ذريعن، ان تي هلندڙ وَسَ، ان جي ورهاست، اپائيندڙن، هارين ۽ ڪاريگرن، انتظام ۽ انصاف، زراعت، ٻني ٻَڻي تي ڏيڻ جي مدي، مال جي واڙن، پاڻي پهچ (آبپاشي) جي ذريعن ۽ ڪاڻين، ذاتن جي علم، صنعتن ۽ انهن مان نهيل شين، ازدواجي زندگيءَ، ڪٽنب ۽ ٻارن، رسمن، گهرن ۽ گهريلو سينگار، هنرن، اڏاوتن جي مهارت، پراڻن آثارن (آرڪيالاجي)، ماڻهن جي هائي، مهاندن، لٽي ڪپڙي، ڳهہ ڳٹن، ڪاڏي پيتي، ٽيڪسن، سڪن ۽ مهرن، سائنس ۽ ٽيڪنالاجي، پرڏيهي ناتن، پرڏيهي واپار، ڏيهي واپار ۽ واپارين، واپار ۽ اڄ وڄ لاءِ ڪم ايندڙ گسن، مذهبي ويساهن، طرز زندگي، موت ۽ زندگيءَ ۾ ويساهہ، فلسفي، صفائي سترائي، دوائن ۽ ڦڪين، ڊاڪٽرن ۽ ويڄن، صحت ۽ هٿ سڃي، اَنڌَ ويساهي (توهم پرستي)، عام ماڻهوءَ جي جيوَن ڪٿا، معاشي حالتن، ماڻهن جي گذران، سماجي جِيوَن، گذريل جڳن ۾ جاگرافيائي ڦيرڦار، پورهئي آڌار جُڙيل طبقن ۽ انهن وچ ۾ لاڳاپن، گهرو زندگي، رسمن، وِندر، وقت گذر، واندڪائي، ماڻهوءَ جي قدرت ڏانهن رَوِيي، ٻولين، ادب، ٻاهرين دنيا سان ادبي لاڳاپن، سِڪيا ۽ نظرين ۽ سڀ کان اهم ڳالهہ ڏڪار ۽ سڪار ۾ عورتن ۽ ٻارن جي حيثيت ۾ ڦيرڦار بابت تمام گهٽ ڄاڻ موجود آهي.

سنڌي تاريخدان پاڻ کي سدائين بادشاهن، راڄ ڌڻين، سندن اميرن وزيرن ۽ انهن جي ڪارنامن، بهادري، عشق محبت ۽ عياشيءَ جي ذڪر کان هٽيل غير روايتي تاريخ لکڻ جو نيڪ ناڪ مخالف ثابت ڪندو آيو آهي. ان ڪري سنڌي تاريخدان ويدن، مهاڀارت، پراڻي سنسڪرتي ادب (برهمڻي توڙي ٻوڌي)، سيلانين جي سفرنامن، لوڪ ڪٿائن، هر هنڌ حاضر ظالم دلوراءِ ۽ سندس شهرن جي غرق ٿيڻ جي قصن، رومانوي گيتن، داستانن ۽ ڀٽن ۽ چارڻن جي ڪهاڻين ڪي ئي سڀ ڪجهہ قبولي تڙڪيون ڳنڍيل تصوير جوڙڻ جي ڪوشش پئي ڪئي آهي ۽ ايتري تائين جو رڳو پنين ٽن هزارن سالن جو سربستو احوال بہ نہ ٿو ڏئي. جيتوڻيڪ روايتي نثري تاريخ ڪان بہ منهن ڦيري نہ ٿو سگهجي، جو اها انسان جي ماضيءَ ۾ جهاتي پائڻ جي ڪنجي آهي، پر ٻي مهاڀاري لڙائيءَ ڪان پوءِ پروڙ جون انيڪ نيون سائنسي واٽون نڪتيون آهن. هنن سائنسي ميدانن ۾ سماجي ڊانچي ۾ وقت بوقت ڦيرا آڻيندڙ انٿروپولاجي (انساني نسل) آرڪيالاجي (پراڻا آثار)، سماجي ۽ معاشي ڦيرڦار ۽ متجندڙ آب هوا ۽ موسمي حالتن جو اڀياس اچي وڃن ٿا. ان ڪان علاوه لاڳاپن جي ذريعن جهڙوڪ واپار، مذهبن ۽ سماجي تحريڪن، فتحن ۽ لڏ پلاڻن ذريعي همعصر سماجن جا پڻ اڳ غير لچڪدار سمجهيا ويندڙ سماجن تي گهرا سماجي ۽ معاشي اثر پيا. اسان علم جي متي ڄاڻايل سيني شاخن کي يڪجاءِ ڪري، سومرا دؤر جي تاريخ نئين سر اڏڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

سنڌ، سنڌو درياءَ جي ڪري، قديم ايشيا جي ڪجهہ اهم مرڪزن مان هڪ هئي. پهريان هتي قدرتي وسيلن جي استعمال جي هَلَتَ ۽ سماجي سوچ، ۽ نظرين جي آئيند دار رياستي ادارن زبردست ترقي ڪئي. انهن جي آڌار تي سنڌو سڀيتا اوج ماڻيو ۽ اڳتي هلي جديد سنڌي ثقافت جنم ورتو. مصر، ميسوپوٽيميا (اڄوڪو عراق) ۽ هُوَانگ هُو بہ سندس همعصر آهن. هي سڀ جو سڀ سڀيتائون هڪجهڙن ئي دريائن جو دان آهن، پر انهن ۾ سنڌ خاص دلچسپيءَ لائق آهي، ڇاڪاڻ تہ اسان وٽ اڄ بہ سواءِ ڪنهن ٿورڙي جهول جي، سندس ڏهہ هزار سالن جي ماضيءَ بابت ڄاڻ موجود



نقشو نمبر 2
1000 _ 1525ع
سومرن ۽ سمن جا
اتر سنڌ ۾ شهر
SCALE
0 10 20 30 40 50 Miles
INDEX
(1) TOWNS IN EXISTENCE 1000-1525 AD.......
(2) TOWNS IN RUINS ..............................
(3) PRESENT COURSE OF RIVER INDUS......
(4) COURSES OF INDUS AS PER PHYSIAL SURVERY IN 1000-1525 A.D..................
(5) POSSIBLE COURSES AS PER AERIAL PHOTOGRAPHS IN 1000-1525 A.D.........
(6) POSSIBLE COURSES OF WESTERN BRANCH OF RIVER INDUS IN 1000-1525 A.D.....
(7) PRESENT DISTRICT BOUDARIES
N
KACHHI-SIBI PARGUNA UNDER SAMMAS
UCH PARGUNA UNDER SAMMA
SODHA RAJPUT CONFEDERATE
LASBELA UNDER SAMMAS
BRAHUI TRIBES UNDER SAMMAS
JACOBABAD
SUKKUR
LARKANA
KHAIRPUR
NAWABSHAH
DADU
SANGHAR
Fatehpur
Ubauro
Mirpur Mathelo
Vinjrot
Dribh - Dethari
Hakra
Lohumjo Daro
Sukkur
Rohri
Alore
Madeji
Mohota
Larkana
Jhunkar
Piryalu
Babarlu
Nara
Eastern
Janani
Mohen-jo-daro
Kot Diji
Hakra River or
Lake Maha
Pat
Darbelo
Phulji
Baghban
Gaj River
Nari
Pandi Wahi
Bihan (Bhan)
Somtani
Rei
Bubak
Sehwan
Manchhar Lake
Naing
Jhangar
Bajar
Thul Mir Rukan
Bucheri
Deran
Laki
Tatti Wali Muhammad
Amri
Thatti
Kai and Naing
Baran
Sann
Sabu Rahu
Nagar
Kambho Jabal
Pokhran Landhi
Awais Qarni
Hala Kandi
Bohri (Bohriyoon)
Karchat
Depar Ghangro
Brahmanabad
67
68
69
70
71
28
27
26

آهي. ڊگهي عرصي جي پڙتال ڪري شڪاري جِيوَن کان اجوڪي صنعتي زندگيءَ تائين جي سفر جا اهڃاڻ سولائيءَ سان ڳولي سگهجن ٿا. سچ ته اهو آهي ته جيڪڏهن ننڍين وڏن بادشاهن جا روپ ڌاري ايندڙن جا نالا ڪيڍي ڇڏجن ته روايتي تاريخ بنهه ختم ٿي ويندي يا ائين سمجهو ته پردي پويان هر شيءِ پڌري ٿي پوندي. ظاهري انٿروپولاجي مختلف سماجي پهلوئن ۾ ربط پيدا ڪندي آهي، تنهن ڪي آرڪيالاجيءَ بنهه نظر انداز ڪري ڇڏيو آهي. پر سنڌ ۾ ته تاريخدانن جي مخالفت سبب آرڪيالاجي پاڻ ئي تاريخ جي غلام رهندي آئي آهي. کوٽائي ڪندڙن کيس موجوده تاريخي ڊارائن سان سلهاڙڻ جي ڪوشش پئي ڪئي آهي. موهن جي دڙي اهڙي سپيتا نروار ڪئي، جيڪا گنڌريل ڇئن هزارن سالن تائين انسان جي اکين کان اوجهل رهي. بس اتي ڇيهه ٿيو. گنڌريل ڪيترن ئي سالن کان پاڪستان جي آرڪيالاجسٽن جي دلچسپي صرف گنڌريل تيرهن سو سالن جي تاريخ جو ٿلهه پٽڻ ۾ رهي آهي. تنهن ۾ به زور ديبل ۽ منصوره تي آهي، جيڪي سومرن جي دؤر ۾ 1224ع ۽ 1026ع ۾ تباهه ٿيا. وري انهن ٻنهي شهرن تي به انگ اکر اٽپورا ۽ ڇڙوڇڙ آهن. ڪو تجزيو موجود ڪونهي، جنهن جي آڌار تي هنن شهرن جي تباهيءَ واري وقت جو سماجي اپياس ڪرڻ جي ڪا واٽ نڪري. موهن جي دڙي کان اڳ ۽ پوءِ بابت کوجنا سنڌ تائين محدود آهي. ڪوڙ سارن ٻوڌي مندرن جي ڪا پڙتال يا کوٽائي نه ٿي آهي ۽ ان کان به مٿي گنڌريل هڪ هزار سالن دؤران قتل شهرن کي هٿ نه لاتو ويو آهي، بلڪ انهن تي ڏيهي يا پرڏيهي آرڪيالاجسٽن (آثار پارکن) کي کم ڪرڻ جي اجازت ڏيڻ جي مخالفت ڪئي وئي آهي ۽ ڏيهي ٽيمون ته ڳرا خرچ ڪري به ڪجهه نه ڪري سگهيون آهن.

سنڌ ۾ ٻڌ مت جا مجيندڙ تيرهين صديءَ تائين هئا ۽ ان وقت تائين سندن مندرن جي مرمت ٿيندي رهي. انهن مندرن جي کوٽائيءَ سان سومرن جي دؤر ۾ ٿيل ڪمن جي پروڙ پئجي سگهي ٿي.

سومرن جي بادشاهيءَ جا هي نقش ۽ نشانيون ”ائن هسٽاريڪل اٽلس آف سنڌ“ جو حصو آهن، جنهن ۾ سنڌ جي ڌرتيءَ جي جڙڻ راس ٿيڻ کان وٺي اڄ تائين جو ذڪر آهي. سنڌ جي تاريخ ۾ سومرن جو دؤر ان ڪري به اهم آهي جو هن راڄ گهراڻي سنڌ تي 340 سال حڪمراني ڪئي؛ اهڙو وقت سڄي دنيا ۾ ڪو راڄ گهراڻو نه هليو. عباسي خلافت هلي، پر سندن سرڪار جي پهرين 100 سالن ۾ ئي خليفا بنهه بي وس ڪکو (اهڙو ڪردار جيڪو نالي ماتر هجي ۽ سندس حقيقي حيثيت نه جي برابر هجي) راڄ ڏٽي وجي رهيا هئا.

انگلينڊ جي موجوده هينووَري حاڪمن کي اڃا 340 سال نه ٿيا آهن ۽ هينئر ئي هو ڪکو حاڪمن کان وڌيڪ ڪونهن. ٿي سگهي ته اهي اڃا گهڻو عرصو هلن، پر انگلينڊ ۾ هينووَر گهراڻي جو کهڙو حال ٿيندو تنهن جي چنڊ چاڻ ايندڙ وقتن جي تاريخدانن تي ڇڏي ٿا ڏيون. مغلن 240 سال بادشاهي مَسَ ڪئي ته انگريزن سندن صوبا 99 سالن جي پَٽي تي کٽي ورتا ۽ مغلن کي انهن جي ساليانو قسط وصول ڪرڻ جو حق به نه هو. وچين جڳ ۾ سومرن جي هيڏي وڏي ڪارنامي کي مان ڏيڻ لاءِ اصل ڪتاب کان اڳ هي حصو ڇپرائي رهيا آهيون. سومرن جي دؤر جا تاريخي ثبوت هميشه لاءِ ضايع ٿي چڪا آهن، پاڪستاني آرڪيالاجسٽ موهن جي دڙي کانسواءِ عربن جي دؤر کان اڳي يا پوءِ ڪنهن دؤر ۾ جهاتي پائڻ لاءِ تيار ناهن. تنهنڪري اسان پنهنجي تاريخ ڳولڻ لاءِ اونده ۾ هٿوراڙيون ڏيڻ تي مجبور آهيون.

## سنڌ جي جاگرافيائي بناوٽ

سنڌ قدرتي طور ٽن ڀاڱن ۾ ورهايل آهي: اولهه ۾ جابلو علائقو، اوڀر ۾ ريگستاني علائقو ۽ وچ تي لَٽياسو ميداني علائقو. ٽئي ڀاڱا اتر کان ڏکڻ تائين ”S“ وانگر وڪڙ ڪندي پور وچوٽ هلن ٿا. اولاهون جابلو علائقو سيوهڻ کان اتر ۾ بلوچستان جي سرحد تائين کيرٿر ۽ ڏکڻ ۾ عربي سمنڊ تائين لَڪِي ڪوٽبو آهي. کيرٿر ۾ ڪافي وڏيون ٽڪريون آهن؛ ميهڙ جي سامهون اهي لڳ ڀڳ 7,200 فوٽن تائين وجي ٿيون پڇن. لَڪيءَ جي علائقي ۾ ڇهن ٿاڪرو علائقن جي وچ وچ تي پوٺا يا ميداني علائقا آهن. هنن ٿاڪرو علائقن کي انگريز جيالاجسٽن (پوِءِ پارکن) رني ڪوٽ، کيرٿر، لڪي، ناري، گاج ۽ منڇر نالا ڏنا. جبلن ۾ پنجاهه ڪن چشما آهن. انهن مان ڪجهه ته ايڏا وڏا آهن جو مٿن پنج سو ايڪڙن تائين ٻني ڪاهي سگهجي ٿي. اوڀاريون ريگستاني علائقو ٿَر ڪونجي ٿو. هي ڏکڻ ايشيا جي وڏي ريگستان (Great Indian Desert) جو حصو آهي. هتي Pleistocene دؤر (18 لک سالن کان 12,000 ق-م تائين وارو دؤر) جون واريءَ جون وڏيون وڏيون پٽون آهن. پٽن جي وچ تي سڌي زمين جا ويرا آهن، جيڪي ٽَرايون ڪوٺبا آهن. انهن ۾ مينهن جو پاڻي گڏ ٿيندو آهي ۽ جڏهن پاڻي واپرائجي يا سڪي رڳو هلڪي آلاڻ (وَٽَ) وجي بچندي آهي ته اتي جور، ٻاجهري، تر، تيلي ٻج، بصر ۽ ٻيون ٻاجيون پوکبيون آهن. ٿر ۽ ڪوهستان ٻئي مال چارڻ جا جهنگ آهن ۽ ماڻهو اتي ڳئون، ٻڪريون، رڍون ۽ اٺ ڌاريندا ۽ چاريندا رهيا آهن. ڪوهستان ۾ به ٻاجهري، جور، تر، تيلي ٻج، بصر ۽ ڪوڙ ساريون ٻاجيون پوکبيون



نقشو نمبر 2
1000_1525ع
سومرن ۽ سمن جا
اتر سنڌ ۾ شهر
SODHA RAJPUT CONFEDERATE
LASBELA UNDER SAMMAS
HYDERABAD
THARPARKAR
KARACHI
THATTA
BAHRE FARAS
(Persian Sea)
RANN OF KUTCH
JAREJA SAMMAS OF KUTCH
INDEX
(1) TOWNS IN EXISTENCE 1000-1525 AD.......
(2) TOWNS IN RUINS ................................
(3) PRESENT COURSE OF RIVER INDUS.......
(4) COURSES OF INDUS AS PER PHYSICAL SURVERY IN 1000-1525 A.D..................
(5) POSSIBLE COURSES AS PER AERIAL PHOTOGRAPHS IN 1000-1525 A.D.........
(6) POSSIBLE COURSES OF WESTERN BRANCH OF RIVER INDUS IN 1000-1525 A.D.....
(7) PRESENT DISTRICT BOUDARIES
SCALE
0 10 20 30 40 50 Miles
N

آهن. ٻارهو سائو رهندڙ هيرڻ جو ٻوٽو پاڻ هرتو ڦٽندو آهي. هتي ڄاگرا ٻير ۽ ڪنڊ جا پيرون به ٿيندا آهن. ڄاگري ٻير جي پنن ۾ جهجهي پروٽين هوندي آهي. ماڻهو پن مال کي چاريندا آهن ۽ ڏڪار جي ڏينهن ۾ پيهين مانيءَ پچائي کائيندا آهن. هتي مال ٻپرن، ڪنڊين ۽ ٻين جهنگلي وڻن ٻوٽن جي پلڙن، سگرين، پنن، ٻجن ۽ ميون تي پلبو آهي.

ٽڪرين جي پاڙ وارا علائقا ڪاڇو ڪوٺبا آهن. اهي مال چارڻ جا جهنگ آهن ۽ اتي اڪثر ٻائيتاليهه نَين جي پاٽيءَ تي جور ۽ ٻاجهري به پوکبي آهي. ڪاڇي جون پليون ٻنيون موجوده لاڙڪاڻي، قمبر ۽ دادو ضلعن ۾ آهن.

وچ وارن لٽياسن پٽن ۾ پوک لائق پليون ٻنيون هونديون هيون، اتي واهن ۽ نارن جي پاٽيءَ تي پوک ٿيندي هئي ۽ هيناهن ڍورن مان ٻوڏ جو پاٽي نيڪال ڪري اتي به پوک ڪندا هئا. مال جي چرڻ لاءِ ڪليا جهنگ هئا ۽ پوکن مان ٻُهه، پلال (پراڙ)، ڪَڙبَ، ڪَڙ ۽ ٻيا ساوا سڪا گاهه ٿيندا هئا. ان ريت ماڻهن لاءِ مال ڌارڻ سولو هوندو هو.

بولان نئين منڇر ۾ چوڙ ڪندي هئي ۽ مينهن جي مند ۾ ڪوڙ نئديون نئديون نيون بولان ۾ اچي پونديون هيون. انهن ۾ گاج سيني ڪان وڏي هوندي هئي. هي علائقو شايد 'ساوا' يا 'سرواهه' ڪوٺبو هو. الهندي ناري کي 'ناروي' ڪوٺيندا هئا. درياءُ پاڻ راڏڻ ڪان اولهه طرف خيرپور ناٿن شاهه، ڦلجي، پير ڳٺيو، باغبان، ڦڪا ۽ پانن ڪان ٿيندو اوپر ڏي وڪڙ ڪري دولتپور ويجهو پنهنجي پراٽي وهڪري ۾ وڃي پوندو هو. ٿلٽي شهر درياءَ جي اوڀارين ڪَڙَ تي هوندو هو. اڙل واهه اونهاري ۾ درياءَ ڪان منڇر ڏانهن وهندو هو ۽ سياري ۾ وري منڇر جو ڪجهه پاڻي منجهانئس درياءَ طرف وهندو هو. هاڪڙو يا ايرندو نارو گهٽو ڪري سڪل هوندو هو ۽ رڳو جولاءِ-آگسٽ ۾ چئن ڪان ڇهن هفتن تائين منجهس سنڌو ۽ ستلج جي ڇَر جو پاڻي ايندو هو. انهي کي تڏهن پڇڙيءَ وارن علائقن ۾ 'سنڪرو نالو' چوندا هئا ۽ هاٽي 'پراڻ' تا سڏين. نيرون ڪوٽ شهر چاڪرهالا پرڳڻي ۾ هوندو هو ۽ اهي ٻئي درياءَ جي اولاهين ڪَڙَ تي هوندا هئا.

ان دؤر جا اچ وچ ۽ ڳانڊاپي جا گس ۽ واٽون اڳتي ڏنل نقشي ۾ ڏيکاريل آهن. احمدآباد وڃڻ لاءِ نگرپارڪر ڪان ٿيندي ويجهو هو. هي گذرگاهه 1200ع ۾ ٿهي ۽ نقشي نمبر 41 ۾ ڏنل آهي. اندروني دريائي رستا 'واپار ۽ اچ وچ' واري نقشي ۾ ڏنل آهن. سنڌوءَ ۾ گهٽو ڪري 40-50 ٽن واپاري مال ڍوئي سگهندڙ سڏي تري وارا ٻيڙا (هوڙا يا Barges) هلندا هئا. لاڙي بندر ڏهين صديءَ جي پڇاڙيءَ ڌاري وجود ۾ آيو ۽ اڳتي هلي پراٽي بندر ديبل جي جاءِ ورتائين. زراعت يا پوکي راهيءَ ڪان ٻئي نمبر تي اهم ڌنڌو مڇيءَ جو هوندو هو. تنهن ڪان پوءِ ڪپڙي سازيءَ (ڪورڪو ڪم) جو نمبر ايندو هو. ڪپڙو ملڪي پورت ڪانسواءِ ڏيساور به ويندو هو. لٽياسين ٻنين ۾ چانور، ڪٽڪ، جَوَ، جور، ٻاجهري، تر، سرنهن، نِير، آريئا، پنگ، ڏوڏي، آفيم، ڪمند، تيلي ٻج، انب، گدرا، چانهيون (هنداڻا)، ڪدو، ڪيرا، ونگا ۽ ٻيون سايون ڀاڄيون وغيره ٿينديون هيون. بکر، روهڙي، سکر، گمبٽ، ڪنڊيارو، سيوهڻ ۽ دربيلو نائين صديءَ ڪان وٺي مکيه هنري مرڪز هوندا هئا. يارهين صديءَ ڪان نري ۽ تيرهين صديءَ ڪان نصرپور، ٺٽو ۽ شاهه ڪپور هنري مرڪز ٿيا.

## سومرا راڄ گهراڻو (1011-1351ع)

سومرا اصل سنڌ واسي ۽ هندو جاتيءَ جا هئا. هن ذات جي ڪجهه طاقتور ماڻهن عربن پاران سنڌ فتح ڪرڻ ڪان سنت پوءِ اسلام قبول ڪيو هو. مسلمان ٿيڻ بعد به هي پنهنجا پراڻا هندڪا نالا رکندا هئا ۽ پنهنجن پراڻين رسمن تي هلندا هئا. هنن مقامي عرب زميندارن سان سڱاوتيون ڪيون ۽ ائين وڏيڪ سگهارا ٿي ويا هئا.

اهي قرامطي نه هئا. شام واري مقطانه، ملتان واري شيخ ابن سومار راجا بل کي دروز ٿيڻ جي دعوت ڏني هئي، تنهن مان ظاهر ٿئي ٿو ته هي مصر جي فاطمي خليفن امام ظاهر ۽ مستنصر جي اسماعيلي فرقي جا پوئلڳ هئا. قرامطي اوائلي اسماعيلي فرقو هو جنهن جو سنڌ ۾ ڪڏهن به ڪو اثر ناهي رهيو، پر اڪثر پراڻا سني ليکڪ اسماعيلين ۽ قرامطين کي ساڳيو سمجهندا هئا. سن 1471ع ۾ جڏهن محمود بيگڙي سومرن کي زير ڪري پنهنجي سني مسلمان فرقي ۾ آڻڻ تي چاهيو، تڏهن به سومرن جون ڪوڙ رسمون ساڳيون هندن واريون هيون. ملتان جو حاڪم راجا بل يا راجپال، ٿي سگهي ٿو ته ان وقت جي سنڌ جي حاڪم سومار سومري جو پٽ هجي.

شروعاتي سومرا حاڪم فاطمي اسماعيلي هئا؛ قاهره جي فاطمي خليفن جي بيعت ڪندا هئا، انهن ڏي سوکڙيون پاکڙيون موڪليندا هئا ۽ خطبي ۾ سندن نالو پڙهندا هئا. 487 هه (1094ع) ۾ قاهره ۾ امام مستنصر جي وفات ڪانپوءِ فاطمي دعويٰ ٻن دعوائن ۾ ورهائجي وئي: هڪڙي مستعلين دعويٰ، جنهن جو هيڊ ڪوارٽر پهريان يَمن ۽ پوءِ گجرات ۾ بٽيو ۽ ٻين امام نزار بن مستنصر ۽ ان جي پوئيرن جي مريدن تي مشتمل نزاري اسماعيلي دعويٰ، جنهن جو اڳواڻ حسن بن صباح هو ۽ هيڊڪوارٽر ايران جي شهر الموت ۾




نقشو نمبر 2

854_1011ع

هَبارين جي بادشاهي ۽ 951ع ۾ پاڙيسري بلوچستان ۽ ڏکڻ پنجاب جا مقامي عرب حاڪم

نوٽ:
1. توران تي 951/52ع ۾ مغيره بن احمد جي حڪومت هئي ۽ سندس راڄڌاني قلات (ڪيڪان) هو.
2. 969ع ۾ توران تي ابوالعاصم قبضو ڪيو.
3. 985/86ع ۾ خضدار کي توران جي راڄڌاني بڻايو ويو.
4. 994ع ۾ خارجين توران تي قبضو ڪيو ۽ ان جي راڄڌاني خضدار هو.
5. خضدار بلڪ سمورو توران 833-841/42 يا ان کان اڳ سنڌ جو حصو هو.
6. مٿين ڦيرڦارن مان لڳي ٿو ته توران هڪڙي حڪمران کان ٻئي حڪمران جي هٿن ۾ ويندو رهيو ۽ اتي ڪو راڄ گهراڻو ڄمي نه سگهيو. ٿي سگهي ٿو ته اتي خانه جنگي واري صورتحال هجي.

هئس. تڏهن سومرن ٻنهي دعوائن کان منهن موڙي ڇڏيو. اسماعيلين کي 1171 ۽ 1187ع جي وچ ۾ ڪاپاري ڌڪ رسيا: اڳ ۾ سلطان صلاح الدين ايوبيءَ هٿ قاهره جي خلافت وڃايائون، پوءِ عراق ۾ سلجوقي ترڪن ۽ ملتان ۾ محمد غوريءَ هٿان شڪست کاڌائون.

يمني يا گجراتي دعويٰ تي عربن جو وڏو اثر هوندو هو، جيڪو ان جي پوئلڳن جي نالن ۽ عربي ادب ۾ پڌرو ڏسجي ٿو. سومرا گهڻو ڪري ديسي سنڌي نالا رکندا هئا، تنهنڪري شروعات ۾ اسماعيلين جي هن فرقي سان سندن تعلق به سمجهه ۾ نه ٿو اچي. يمني يا گجراتي دعويٰ جا پوئلڳ گجرات جا اسماعيلي هاٽي بوهري سڏجن ٿا.

نزارين نندي ڪنڊ جي اترئين پاڱي ۾ وڏو ڪم ڪيو. پير شمس سبزواري جوڳيءَ جي روپ ۾ ملتان آيو ۽ اتي ڪوڙ ماڻهو مريد ڪيائين. ٿي سگهي ٿو ته سندس مريد سنڌ ۾ به هجن، پر جيئن ته هو امام قاسم شاهه جي ڏينهن (1310-1369ع) ۾ آيو ۽ اهي سومرن جي حاڪميءَ جا پويان ڏينهن هئا، تنهنڪري سومرن جي نزاري اسماعيلي هجڻ بابت به چئي نه ٿو سگهجي. پير صدرالدين پڻ نزاري پرچارڪ هو. هن سن 876 هه (1471ع) ۾ اُچ ۾ وفات ڪئي. سنڌ ۾ سندس اثر جا ثبوت موجود آهن. هلاڪوءَ جي فوجن تيرهين صديءَ جي وچ ڌاري عراق ۾ البرز جبل ۾ نزارين جي ڳڙهه کي تباهه ڪري ڇڏيو. ان سان کين ڪاپاري ڌڪ رسيو.

مير معصوم ٻُڌل ڳالهين آڌار چيو آهي ته سومرا سنڌي نسل جا هندو هئا. تاريخ طاهريءَ ۾ صاف لکيل آهي ته سومرا اصل ۾ سنڌي هندو هئا، پر اهو به لکيل آهي ته اهي ماهيو گوشت کائيندا هئا. محمد يوسف جي منتخب التواريخ ۾ به معصوميءَ واري ساڳي ڳالهه آهي ۽ ڪجهه وڌيڪ سومرن حاڪمن جا نالا بيان ٿيل آهن، جن مان ڪجهه مسلمانڪا لڳن ٿا. 1532-1536ع ڌاري لکيل تاريخ طبقات بهادر شاهي سومرن کي تميم انصاريءَ جو اولاد ٻڌائي ٿي. هن ڳالهه جو به حقيقت سان ڪو واسطو ڪونهي. تازو اهي دليل به ڏنا پيا وڃن ته اهي سميري هئا، عراق مان آيا هئا ۽ عرب نسل جا هئا. هيءَ ويچار ڌارا ويهين صديءَ جي آهي. پراڻا تاريخدان ان کان اڻ واقف هئا. يارهين کان سورهين صديءَ تائين نوي سيڪڙو سنڌي سومرا ۽ سما ذاتين جا هوندا هئا. ڪڇ، گجرات ۽ راجستان ۾ تمام ٿورڙا سومرا رهندا هئا، تنهنڪري کين راجپوت سمجهڻ پڻ غلطي ٿيندي.

تحفته الڪرام ۽ بيگلار نامي سومرن کي عرب ڪوٺي شايد عراق جي سميرين سان ڳنڍڻ جي ڪوشش ڪئي آهي: ايترو به نه سوچيائون ته سميري سامي نسل جا نه هئا. جيئن مغلن جڏهن هندوستان فتح ڪيو ته مغل جي معنيٰ هوندي هئي: ”اهو ماڻهو جيڪو وچ ايشيا يا ايران کان آيل پرڏيهي هجي، رنگ جو اڇو هجي، ديسي ٻولي نه ايندي هجيس ۽ ديسي زال نه هجيس.“ انهن جي ڀيٽ ۾ سڀئي ديسي مسلمان نيچ سمجهيا ويندا هئا ۽ اهي مسلمان ئي نه ليکبا هئا. ڪوڙ سنڌين پنهنجون ذاتيون مٽائي پاڻ کي پرڏيهي نسلن سان جوڙڻ شروع ڪيو: سومرا سميري ڪوٺائڻ لڳا، سما جمشيد ايرانيءَ جا پونيَر ۽ ڪلهوڙا عباسي خليفن جو اولاد ٿي ويا: بلڪل ائين جيئن راڄ گهراڻو شودرن يا اڇوتن مان ڦري راجپوت ٿي ويو هو. پنجين صدي عيسوي ۾ ”هُنن“ ڏکڻ ايشيا جي گهڻين بادشاهتن کي موران ڪڍي ڦٽو ڪيو. انهن ڏينهن ۾ ويڙهاڪ ۽ جنگجو جاتين جا ماڻهو هندوستان جي ريگستان ۾ گڏ ٿيا، پاڙيتو سپاهه ساڻ ڪنيائون ۽ پاڻ کي راجپوت يا راجائن جا پٽ ڪوٺائڻ لڳا. انهن ۾ ريگستان جي دنگن تي آباد سنڌ، ڪڇ، ڪاٺياواڙ، گجرات، پنجاب ۽ اترپرديش جي جاتين جا ماڻهو به شامل هئا. هي پاڻ کي راجپوت يا راجائن جو اولاد ۽ راڄ ڌڻي جنگجو کتري ڪوٺائڻ لڳا. عام طور اهو سمجهيو ويندو آهي ته اهي جاتيون پوءِ لڏي وڃي راجستان جي آسپاس وارن علائقن ۾ ويٺيون، پر اهڙي قسم جي ڪا لڏپلاڻ نه ٿي آهي. راجستان جا وسيلا گهٽ ۽ آبادي ٿورڙي آهي. انهن جاتين جا ماڻهو مٿي ٻڌايل علائقن ۾ وڏي انگ ۾ ۽ ريگستان ۾ تمام ٿورڙا رهندا هئا. وڏن کان وٺي سندن گذر مال تي هوندو هو ۽ ٿوري ٽڪي پوکي راهي به ڪندا هئا. ائين پوري ڏکڻ ايشيا جا ويڙهاڪ توڙي ٿورڙي سگهه رکندڙ ماڻهو به پاڻ کي راجپوت ڪوٺائڻ لڳا. ازل کان سنڌ واسي سما ۽ سومرا به پنهنجي ليکي راجپوت ٿي پيا، ڇاڪاڻ ته سندن ذات جا ڪجهه ماڻهو به راجستان ۽ ان جي پر پاسن ۾ رهندا هئا. اڳتي هلي راجستان جي راجپوتن پنهنجا هٿ ٺوڪيا شجرا، پاڙا (ٺڪون ۽ نياتون)، لوڪ ڪهاڻيون ۽ تاريخ گهڙيا، جيڪي ٽاڊ اچي 1815-1829ع ۾ هٿ ڪيا. اهي تاريخ نه پر قصا ڪهاڻيون آهن. ڪو به سنجيدهه تاريخدان هنن کي تاريخ نه ٿو مڃي. هن باب جي پڇاڙيءَ ۾ ڏنل ٽيبل ۾ شامل انگريز دؤر جي سيني تاريخدانن، ٽاڊ جي لکڻين جي اثر هيٺ، سومرن کي راجپوت ڪوٺيو آهي، پر حقيقت اها آهي ته سومرا سنڌي هندو هئا ۽ مذهب مٽائي اسماعيلي ٿيا هئا.

سومرا راڄ گهراڻو منڍ کان ئي قدرتي قانون وراثت تي هلندو رهيو. جڏهن ته سندس همعصر سلطنتن غزنيءَ توڙي دهليءَ ۾ وراثت جو فيصلو تلوار ۽ رت ڇاڻ سان ٿيندو هو. اهو ئي سبب هو



نقشو نمبر 5
2500 ق_ م کان هنوقت تائين
سنڌوءَ ۽ هاڪڙي درياءَن جا برهمڻ
آباد _ منصوره ويجهو وهڪرا
SANCHAL HINGORA
QADIR BUKHSH
SHER KHAN
JAN MD ARADIN
GHULAM HUSAIN
AZAM KHAN
PAKTA
JAMRAO CANAL
NASRAT
RAHWARI
JAM SAHIB
PEER SARWAR DARA
MEEAN
ARAB KHAN
NARA CANAL
LAL BAKHSH BHURGARI
ROHRI CANAL
JAKHRAO
BADAR WALI KOT
SUMAPA
GUPCHANI
MOHATTANASOR
DAIM BRANCH
PUDAR
JAYAR DEHM
SHAH PURCHANAR
SULTAN
MITHRAO
HARUN
MURMAT MUIJA
SANJRANI
TOPAAL DAHRI
RAWATIANI
MURAD ALI RIND
GHULAM HUSAIN
MUSTEE MOOLAN
WAHIDNA
NICHAYO BHANUJA
RUKHAL SHAH
MUQSODO
KHABARI
SUMROHEN RADI
BHAI
SHAHDI BHANUJA
GOTH MAGHU MAL
MUBHAT
SINJHORO
SANGHAR
JAN MD: WASAN
SADIQ SEHLO
SOBARO
GOTH GHULAM MD.
MITHRAO CANAL
FAZUL
SOLARO
SHAHU BRANCH
SHER LAGHARI
GHULAM
JAMRAO CANAL
DUTHRO
PHOTO BHAMBHRO
KWEEM
SAHIB KHAN
SANGHAR DISTRY
RUKN BARARA
JHOL
GHULAM BHAMBRAI
PIRA GAZI
SHAHAN RIND
BHANIPARIO RAJPAI
WADDAMAN
KANHAR
KHAIR MD WASAN
MANIR THAHIM
LIAR
DHAMAR NI
HAJI QASIR KHAN
NARO BHAMBRO
SUTIARI
MANSURA RUINS
SATAHI
TANDO ADAM BRANCH
JAM BRANCH
MANGRARI
RAJA MARVI
SHEH BEG MARVI
EHRWARI
MANUABAD
INDEX
1. TOWN.
2. RIVERS COURSES.
3. PROBABLE COURSES OF RIVER INDUS AND HAKRA IN 8TH -10TH CENTURY AD.
4. PRESENT CANAL
5. RAILWAY.
6. ROADS.
7. MANSURA.
MANSURA RUINS

جو سومرن جي بادشاهي لاڳيتيون ساڍيون ٽي صديون هلي ۽ ٿورڙي وقت لاءِ دهلي سلطنت جي منصبداريءَ ڪي ڇڏي، سندن ڪنهن علائقي تي ڪنهن ٻي سرڪار جو قبضو نه رهيو.

سومرن جي همعصر دهلي سلطنت ۾ راڄ هلائڻ جو طريقو ساسانين وانگر پيڙهياتن اميرن وزيرن وارو هوندو هو، پر سومرن وٽ پائيَت يا پائپيءَ وارو طريقو هلندو هو، جنهن ۾ ڳوٺن کي خرچ پکو هلائڻ لاءِ ٻني مليل هوندي هئي ۽ ڇيڙي نبيري، ٻني ٻاري، پاڻي ۽ مال چارڻ جي پَٽن جي سنڀال اتان جي پنچات حوالي هوندي هئي. پنچاتن وٽان سرڪار کي ٿوري گهٽي اوڳاڙي به ٿيندي هئي. سنڌي هندو جاڙيجن، جيڪي سما هئا، 1148-1948ع دؤران ڪڇ ۾ اهڙي ئي قسم جي حڪمراني رائج رکي ۽ اها بهتر پڻ ليکبي هئي. ملڪ ۾ نه ته جاگيرداري هوندي هئي ۽ نه ئي اعلى عملدارن کي فوجي خدمتن عيوض ٻنيون عطا ٿينديون هيون. ڳوٺن کي ٻني پائپيءَ واري سرشتي هيٺ مليل هوندي هئي.

اٽڪل به سو سال بادشاهي ڪرڻ کان پوءِ صوفين جي اثر هيٺ اچي سومرن صوفين کي خانقاهن، درگاهن ۽ اوتارن هلائڻ لاءِ جاگيرون ڏنيون، پر موٽ ۾ هي درگاهون ۽ خانقاهون به ماڻهن کي ڪنٽرول ڪرڻ ۾ سرڪار جي اڻ سڌي طور مدد ڪنديون هيون. سومرن جي سرڪار ۾ دهلي سلطنت جي سرڪار وانگر ڏرمي ڏاڍ نه هلندو هو.

جنگين توڙي ٻي سياسي جدوجهد ۾ مسلمان سمن سان هندن جي ساٿ ڏيڻ مان اها ڳالهه پڌري ٿئي ٿي ته ان زماني ۾ سنڌ ۾ مذهبي سهپ هئي ۽ ملڪي معاملن ۾ مذهبن جو عمل دخل نه هو. اهڙي ڪا ثابتي نه ٿي ملي جنهن مان لڳي ته سومرن ڪڏهن به ڪنهن ايراني شاعر يا ڏاهي کي پنهنجي دربار يا ڪنهن شهر ۾ گهرايو هجي. سومرن جي دؤر ۾ سنڌ ۾ سيّد ذات جو ڪو ماڻهو ڪونه هو، صرف ڪجھ صوفي هئا. هينئر سنڌ ۾ موجود سيّد گهراڻن مان اڪثريت جو اباڻو وطن وچ ايشيا آهي، جتان ڪين پندرهين صديءَ ۾ آيل ڏڪار لڏڻ تي مجبور ڪيو. نوان مسلمان ٿيل سمن هنن اسلام جي ٿنڀن جو دل کولي آدرياءُ ڪيو ۽ ڪين خوب نوازيو. باقي سومرن جي دؤر توڙي سمن جي پهرين ڏينهن ۾ سيّدن جي سنڌ ۾ هجڻ جو ڪو ثبوت نه ٿو ملي.

سومرا بادشاهه رعيت جي راءِ کي وڏو مان ڏيندا هئا. ايتري تائين جو پهرئين سومري بادشاهه خفيف کي جڏهن سڄي راڄ هڪ راءِ ٿي چونڊيو تڏهن تاج قبوليائين. سندس وفات وقت پٽس اڃا ٻار هو. سومرن جي راڄڌاني منصوره، محمود غزنويءَ هٿان سڙي رک ٿي چڪي هئي. سومرن جا چڱا مڙس نئين راڄڌاني ٺريءَ ۾ گڏ ٿيا ۽ هڪ راءِ ٿي سومار سومري کي بادشاهه چونڊيائون، پر خفيف جي ننڍڙي پٽ جو حق محفوظ رهيو. سومار 1054/55ع ۾ وفات ڪئي ته خفيف جو پٽ پونگر تاج ڌڻي ٿيو. سومار جي پٽ راجا ٻل (راجپال يا راڄپال) وچي ملتان تي حاڪميت ڄمائي. هي تمام مظبوط بادشاهه ثابت ٿيو، ايتري تائين جو شام جي مقطانه 1033ع ۾ پنهنجي خط ۾ ڪيس سندس اصلي نالي بجاءِ ”مملڪت جي طاقت“ جي لقب سان مخاطب ڪيو. راجا ٻل سنڌ جي حاڪميت اعلى قبولي هئي يا پنهنجي آزاد بادشاهت قائم ڪري ورتي هئائين، ڪجھ چئي نه ٿو سگهجي. هنن واقعن مان پتو پوي ٿو ته سومرن جي دؤر ۾ ڪنهن حقيقي وارث جو حق ڪنهن به نه ڦٻايو.

## دودي چنيسر جو قصو- تاريخ يا لوڪ ڪٿا

سنڌ ۾ دودي نالي چار سومرا بادشاهه ٿي گذريا: دودو پهريون (1068-1092ع)، دودو ٻيون (1180-1194ع)، دودو ٽيون (1259-1273ع) ۽ دودو چوٿون 1332-؟ع).

پهرئين دودي جي ڪنهن غزنوي حاڪم سان جنگ ڪانه لڳي. ٿي سگهي ٿو ته دودي ٻئين جي محمد شهاب الدين غوريءَ سان جنگ لڳي هجي، پر انهي ملتان ۽ اُچ تي ڪاهه ڪئي هئي، باقي سندس سنڌ تي ڪاهه جي ڪا پڪ ڪانهي. دودي ٽئين جي دهليءَ جي سلطان سان جنگ جو امڪان ئي ڪونهي، ڇو جو انهي ملتان ۽ اُچ تي ڪاهيو هو، پر سومرن جي سنڌ تي نه. دودي چوٿين ۽ محمد بن تغلق وچ ۾ ائين جنگ لڳي جو ڄام انڑ سمي باغين کي دبائڻ لاءِ سيوهڻ تي ڪاهه ڪئي. پر جيئن ته ابنِ بطوطه جي محمد تغلق سان ملاقات چوڏهين صديءَ جي چاليهن واري ڏهاڪي جي پهرين سالن ۾ ٿي، جنهن جا مڪمل تفصيل رڪارڊ ٿيل آهن، ائين ٿو لڳي جڻ دودي چوٿين ۽ تغلقن جي جنگ يڪو هلندي ٿي آئي. دهليءَ جي تاريخدانن هن واقعي جو ذڪر نه ڪيو آهي.

چنيسر نالي به سومرا بادشاهه ٿي گذريا: 1222-1228 ۽ 1283-1300ع. پهريون دودي ٻئين جي وفات کان ستاويهه سال پوءِ ٿيو. سندس خوارزم شاهه ۽ التتمش سان جنگيون لڳيون ۽ گهٽو امڪان آهي ته بهاءُالدين ذڪريا جي چوڻ تي دهليءَ آڏو هٿيار به ڦٽا ڪيائين. چنيسر ٻئين علاءُ الدين جي جنرل ظفر خان آڏو هٿيار ڦٽا ڪيا. ٻنهي جي پڇاڙي سڃي نه ٿي. پر ٻنهي موقعن تي دودو موجود نه هو. مطلب ته ٻنهي چنيسرن لاءِ چئي سگهجي ٿو ته اهي ڪمزور حڪمران هئا ۽

# سومرن جي حسب نسب بابت ڌار ڌار رايا

| نمبر | ڪتاب جو نالو | ليکڪ جو نالو | لکجڻ جو عيسوي سال | راءِ | منهنجي راءِ |
|---|---|---|---|---|---|
| .1 | عيون الاکبر | | اوائلي 11هين صدي | هندن جو چگو مڙس راجا بل پٽ سومار | |
| .2 | مومل ۽ راڻي مينڌري جو قصو | | 15- 16هين صدي | پاڻ ساڙي آپگهات ڪرڻ | هندڪي رسم |
| .3 | عمر مارئيءَ جو قصو | | 15هين صدي | عمر ۽ مارئي پنهي جو باهه مان لنگهڻ ۽ تتل سيخون هٿن ۾ جهلڻ | هندڪي رسم |
| .4 | تاريخ بهادرشاهي | | 16هين صدي | تميم انصاريءَ جا پونيَر | ڄاڻ جو ذريعو ٻڌايل ناهي |
| .5 | تاريخ معصومي | مير معصوم | 1601 | اصل نسل بابت ڪا راءِ ڪانهي | |
| .6 | بيگلار نامہ | ادارڪي بيگلاري | 1608- 1625 | سومرا عرب قبيلي بنو تميم جي دور ۾ آيا | اهڙو ڪو قبيلو ڪونہ هو جنهن سنڌ تي حڪومت ڪئي هجي |
| .7 | تاريخ طاهري | طاهر | 1621 | هندو | |
| .8 | تحفتہ الڪرام | علي شير قانع | 1768 | عراق جي شهر سامره جا رهاڪو عرب. چوٿين صدي هجري ۾ لڏي آيا | ڄاڻ جو ذريعو ٻڌايل ناهي |
| .9 | راجستان | ٽاڊ | 1829 | پرمار جاتيءَ جا راجپوت | |
| .10 | هسٽري آف انڊيا ائز ٽولڊ باءِ اٽس اون هسٽورينس | ايليَٽ | 1853 | هندو راجپوت | |
| .11 | انڊس ڊيلٽا ڪنٽري | هيگ | 1894 | هندو راجپوت | |
| .12 | هسٽري آف سنڌ | مرزا قليچ بيگ | 1901 | هندو راجپوت | |
| .13 | سنڌ جي هندن جي تاريخ | ڀيرومل آڏواڻي | 1925 | هندو راجپوت | |
| .14 | سنڌ، اي ري-انٽرپريٽيشن آف اَن هيپي ويلي | جي ايبٽ | 1930 | هندو راجپوت | ڪڇ، ڪاٺياواڙ ۽ گجرات ۾ رياستن جا والي هئا |

هيءَ ٽيبل ٻڌائي ٿي تہ گهڻا محقق سومرن کي هندو سمجهن ٿا. راجپوت ڪا ذات نہ هئي، هڙئي ڏاڍا مڙس توڙي حڪمران، راجپوت ٿي ويندا هئا، پلي سندن راجستان سان واسطو هجي يا نہ.

اڳواٽيءَ يا بادشاهيءَ جي لائق نہ هئا. راجستان ۽ گجرات وارن پندرهين ۽ سورهين صدين ۾ هوبهو دودي چنيسر جي قصي جهڙا قصا گهڙيا، جن مان ڪجھ مشهور هتي ڏجن ٿا:

i. سورهين صديءَ جي پراڻي گجراتي ٻوليءَ ۾ پدمناڀ جو قصو ”ڪاڻا ديو پربنڌ“. هن قصي ۾ جَلور جي ڪنهاد ديو پاران علاءُالدين سان زبردست نموني مهاڏو اٽڪائڻ جي ڳالھ آهي.

ii. پندرهين صديءَ جا سنسڪرتي قصا يا ڪاوِيا يا ڪافيون ”همير مها ڪاوِيا“. هنن ۾ همير جي علاءُالدين سان جنگ جي ڳالھ آهي.

iii. ”منداِلڪ ڪاوِيا“، سورهين صديءَ جو هي قصو جهوناڳڙھ جي راجا مَنداِلڪ پاران پندرهين صديءَ ۾ گجرات جي حاڪم سلطان محمود بيگڙي سان اٽڪايل مهاڏي جو ذڪر آهي.

iv. ڪَوِي جوڌا جو قصو ”همير راسو“. هي بہ ساڳيو همير جهڙو ئي قصو آهي. هي قصو اٺويهين صديءَ ۾ رڻٿنڀور جي ماٺهن جي علاءُالدين سان جهيڙڻ تي ٺاهيو ويو.

v. سورهين صديءَ ۾ رَڻمل چاهَند جا گجراتي ڪاوِيا. هنن ۾ بہ ٻين وانگر ظفر خان جي اِدار تي ڪيل ڪاهن جي ڳالھ آهي.

دودي چنيسر جو قصو سنڌ جي پاڙيسري ملڪن ۾ مشهور داستانن جو سڌو سنئون نقل آهي. اهڙي قسم جا داستان ڪڇي ٻوليءَ ۾ پڻ آهن، جن مطابق سومرن جي شاهي خاندان جي ننگن جي حفاظت ڪڇ جي ماڻهن اچي ڪئي هئي. هي آکاڻيون ٻڌڻ وارن ڪي ڀلي وڻنديون هجن، پر انهن کي مستنِد تاريخ مڃي نٿو سگهجي.

**رڪ ۽ ڪچ (شيشي) جي شين ۾ آيل نواڻ**



1



2

1. ڀنبور مان لڌل ڪچ مان ٺهيل ڳهہ، گهريلو ۽ سينگار جو سامان. (پاڪستان آرڪيالاجي نمبر 5، 1968).
2. ڀنبور مان لڌل رڪ جون ڪجھ شيون. (پاڪستان آرڪيالاجي نمبر 5، 1968).




## پٿر اڪيرڻ جو هنر



3



4

3. ڪيرن ڪوٽ جي در وٽان لڌل سهڻي نموني اڪيريل واري-پٿر جو ٽڪرو. پٿر اڪيرڻ جي هنر ڄام نظام الدين جي دؤر ۾ اوج ماٿيو. چوڏهين کان ارڙهين صدين دؤران هلندڙ چوکنڊي مقبرن وارو هنر هن منجهان ڦٽي نڪتو ۽ اڳتي هلي سمن، ارغونن، ترخانن ۽ مغلن مٿس پنهنجي ڇاپ ڇڏي. سورج مکي سمجهيو ويندڙ گل اصل ۾ ڪنول (ڪنور) آهي، ڇو ته سورج مکي پورچوگيزن سورهين صديءَ ۾ ڏکڻ ايشيا ۾ آندو. انهي کان اڳ ۾ اهو هتي ڪونه هو. (ع س).

باب ٻيون

# سومرا راڄ گهراڻي جا حاڪم

## سومرا راڄ گهراڻي جا بادشاهه ۽ سندن راڄ جا سَنَ

| سيريل نمبر | بادشاهه جو نالو | عيسوي سن |
|---|---|---|
| 1. | خفيف – پهريون | 1011 - 1026 |
| 2. | سومار | 1026/27 - 1054/55 |
| 3. | ڀونگر – پهريون | 1054/55 - 1068/69 |
| 4. | دودو – پهريون | 1068/69 - 1092 |
| 5. | زينب تاري (دودي جي ڀيڻ. ننڍي ڀاءُ سنگهار جي ٻدران سندس جوان ٿيڻ تائين سرڪار هلايائين) | 1092 - 1098 |
| 6. | سنگهار (جوان ٿي ويو) | 1098 - 1106/07 |
| 7. | خفيف - ٻيون (سنگهار جو سالو) | 1106/07 - 1141/42 |
| 8. | عمر - پهريون (خفيف ٻئين جو ڀاءُ) | 1141/42 - 1180/81 |
| 9. | دودو - ٻيون | 1180/81 - 1194/95 |
| 10. | ڀونگر - ٻيون (دودي پهرئين جو ڀونيَر) | 1194/95 - 1222 |
| 11. | چنيسر - پهريون | 1222 - 1228 |
| 12. | گڏيرو - پهريون | 1228 - 1236/37 |
| 13. | چنيسر - پهريون (ٻيهر) | 1236/37 - ؟ |
| 14. | گڏيرو - پهريون (ٻيهر) | ؟ - 1241/42 |
| 15. | ٿور (محمد ٿور - گڏيري پهرئين جو پٽ) | 1241/42 - 1256 |
| 16. | گڏيرو - ٻيون | 1256 - 1259 |
| 17. | دودو - ٽيون (گڏيري ٻئين جو پٽ) | 1259 - 1273/74 |
| 18. | طائي (دودي - ٽئين جو پٽ) | 1273/74 - 1283/84 |
| 19. | چنيسر - ٻيون | 1283/84 - 1300/01 |
| 20. | ڀونگر – ٽيون | 1300/01 - 1315 |
| 21. | خفيف – ٽيون | 1315 - 1332/33 |
| 22. | دودو – چوٿون | 1332/33 - 1350 |
| 23. | عمر – ٻيون | |
| 24. | ڀونگر – چوٿون | |
| 25. | همير (دودو) | 1350 - 1351/52 |

### 1351ع ۾ شڪست کائڻ کانپوءِ سومرن جو ڇڙوڇڙ ٿيڻ

دودو چوٿون

**همير**

(1352ع ۾ پنجاب جي دراغل ڏکرين طرف ڀڄي ويو ۽ 1360-1365 ڌاري سمن هٿان مارجي ويو. سندس ڀونيَر ليّہ (پنجاب) جا وڏا زميندار ٿي ويا ۽ پنهنجو شجرو هن ريت ٻڌائين ٿا.)

1. بهاءُ الدين 1596 - 1665
2. جلال الدين 1633 - 1698
3. جيوڻ 1664 - 1735
4. همايون 1700 - 1778
5. امير 1736 - 1815
6. مير محمد 1776 - 1851
7. مريد احمد 1811 - 1882
8. پير بخش 1838 - 1901
9. نور محمد 1880 - 1942
10. عبدالحق 1915 - 1995

**همون**

(گجرات جي شهر پرانتِج ۾ 1382ع ۾ فتح مسجد جو بنياد وڌائين. سندس ڀونيَر گجرات ۾ وسي ويا.)

**محمد**

عمر

راءِ غياث

سڪندر

(عمر 31 سال)

(گجرات جي شهر ٿانہ ۾ 1450ع ۾ قتل ٿي ويو. سندس ڀونيَر گجرات ۾ وسي ويا.)

# سنڌو سڀيتائي ڪنياڪا ٿانوَ ۽ سومرا جڳ جي ڪنيارڪن ٿانون جي ساڻن ڀيٽ

آمري، ڪوٽ ڏيجي، موهن جي دڙي، چانهون دڙي ۽ جُهڪر مان لڌل ڪنيارڪن ٿانون جون ٺڪريون. هنن جهڙا ڇٽَ ٽن ڪان چار هزار سال پوءِ سومرن جي دؤر ۾ پڻ هلندا آيا. هيٺ ڏنل ڪتابن تان ڪنيل ڪنيارڪن ٿانون جي چِٽن مان ڏسي سگهجي ٿو ته ٻنهي دؤرن جي ڪنيارڪن ٿانون ۾ ڪيتري ويجهڙائپ آهي.

1938 ميڪي، اِي. جي. ايچ.، موهن جو دڙو، فردر ايڪسڪيويشن، نئين دهلي.

1931 مارشل، سر جان، موهن جو دڙو ائنڊ انڊس سولائيزيشن، پروبسٿين، لنڊن.

1943 ميڪي، اِي. جي. ايچ.، چانهون دڙو ايڪسڪيويشن، باسٽن ميوزيم آف فائن آرٽ، باسٽن (ايم اي) آمريڪا.

1964 ڪيسل، جي. ايم.، فئائل دو آمري (فرينچ)، 2 ڀاڱا، پيرس.

1965 ايف. اي. خان.، ايڪسڪيويشن آف ڪوٽ ڏيجي، پاڪستان آڪيالاجي نمبر 2.

**ٿانون تي چٽيل مٽين جهڙيون ڊزائنون:** سومرا دؤر جي ڪجھ چوڪين سرن تي مٽين جون شڪليون عام چِپيل ڏسجن ٿيون.

**ٿانون تي چِپيل مڇيءَ جي چِلرن واريون ڊزائنون:** مڇي ۽ ٻيا جيت جٽيا چاپڻ جو رواج آمري کان موهن جي دڙي تائين عام هو. مڇيءَ جا چِلر پڻ ڇپيا هئا. سومرن جي جڳ جي ٿانون تي مڇي توڙي چِلر ٻئي چِپيل ملن ٿا.

**ٿانون تي چٽيل سنڌو سڀيتا دؤر جهڙا پَتڙين وارا نمونا:** سومرن جي دؤر ۾ ڪنول يا ڪنور جي پَتڙين واريون ڊزائنون هنن مان نڪتيون. سرن ۽ ڳهن تي 6، 8، 12 ۽ 16 پتڙين وارا نمونا لڌا آهن.

**ٿانون تي عام چٽجندڙ سج جا نمونا:** آمري، موهن جي دڙي ۽ چانهون دڙي ۾ هلندڙ ڇٽَ، سومرا دؤر ۾ ڪالبن سان پيل چوڪين سرن ۽ ڳهن تي ٺهيل نمونن سان ڪنهن حد تائين ملن ٿا.

**ٿانون تي ٺهيل ٻارين واري ڊزائن:** سومرا دؤر جي چوڪين سرن تي مڏيڙا، چوڪڙيون ۽ ڪوريَل سرن تي وَنگون يا محراب ٺهيل آهن. مٿن نڪتل ڇٽَ آمري، موهن جي دڙي ۽ چانهون دڙي وارن دؤرن جي ٿانون تي ٺهيل چِٽن سان ڪنهن حد تائين ملن ٿا. قديمي سنڌي راند چِيلي چَنَر جو چِيلو (Board) پڻ ائين هوندو آهي.

## ڪنياڪا ٿانوَ

سومرا دؤر جي ڪجھ ڪنيارڪن ٿانون جي بيهڪ ۽ نمونا سنڌو سڀيتا وارا ساڳيا آهن. ڪٿي ڪٿي ڪو ٿورو فرق يا ڪا نواڻ نظر اچي ٿي، پر تڏهن به گهڻا پاڻ ۾ ڀيٽي سگهجن ٿا. ڪجھ نمونا ۽ بيهڪون ته بلڪل اڄڪلھ جي ٿانون جهڙيون آهن. ٻهراڙين ۾ ڏاتوءَ جي ٿانون اڃا تائين مٽيءَ جي ٿانون جي مڪمل جاءِ نه ورتي آهي، صرف ٿورين ٺڪر جي شين جي جاءِ تي استعمال ۾ سوليون شيون اچي ويون آهن. سنڌ ۾ وڪامندڙ ڏاتوءَ جا گهڻا ٿانوَ ٺڪر جي ٿانون جو هوبهو نقل آهن. جيتوڻيڪ اڄڪلھ مشينن تي ڏاتن جي چادرن مان سادن سڌن ۽ گول نمونن ٺاهڻ جو رواج آهي. موهن جي دڙي جا ڪجھ ٿانوَ بيهڪ ۽ ماپ ۾ پنجاھ سيڪڙو جمدت نصر جي ٿانون جهڙا آهن. مطلب اهو ته ويچار ۽ وکر اڳي به ڪٿان ڪان ڪٿي وڃي پهچندا هئا. اسان وٽ پاڪستان ۽ هندوستان جي سنڌو سڀيتا جي اوائل، عروج ۽ زوال وارن ماڳن جون اعليٰ درجي جون رپورٽون موجود آهن. انهن کي ڀيٽڻ سان لڳندو ته سومرن جو دؤر ايندي ايندي ڪنيارڪو ڪم مزو چڙي چڪو هو ۽ ويهين صديءَ جي پڇاڙيءَ تائين صفا تر وڃي ورتائين. اها معاشي حالتن جي جهلڪ به ٿي سگهي ٿي. موهن جي دڙي جي ٿانون تي آمري، ڪوٽ ڏيجي ۽ ڪاليبنگن جي ٿانون جو اثر هو. بلوچستان ذريعي وچ ايشيائي ۽ ايراني ٿانون جو اثر هتان وارن تي ۽ هتان وارن جو اتان وارن تي ٿيو، پر تمام ٿوري وقت لاءِ ۽ تمام گهٽ شين تي. سومرن جي دؤر جا چٽيل ٿانوَ ٿورا آهن ۽ مٿن ٺهيل ڊزائنون به الڳ الڳ آهن.حالانڪ سنڌن ڀيٽ ۾ سنڌو سڀيتا وارن ٿانون تي ملندڙ ڊزائنون نفيس ۽ تڪي توري ٺاهيل آهن.خاڪي ٿانون ۾ فيرس آڪسائيڊ مليل مٽي ڪم ايندي آهي. وڏن گنديڙن، ڦاٽل يا سوڙهين ڳچين وارن ٿانون توڙي ڪنڊون نڪتل گول ٿانون جا پرزا ڦهريان ڏار ڏار ٺاهي ۽ پوءِ انهن کي پاڻ ۾ جوڙي ٿانءُ سڄو ڪبو آهي. اهي گهٽو ڪري جوڙن وٽان ٽٽي پوندا آهن. مهر ڳڙھ جا ڪنيارڪا ٿانوَ 6000-5000 ق-م تائين جا پراڻا آهن. مهر ڳڙھ ۾ ٿانوَ چڪ تي 4500-4000 ق-م ۾ ٺهڻ لڳا. سومرن جي دؤر ۾ ٿانون جا هلندڙ سڀئي نمونا موهن جي دڙي (2350-1650 ق-م) مان پڻ لڌا آهن. چيڪي مٽيءَ (ٺڪر) جي ٿانون جو سنڌ جي ٻهراڙين ۾ اڃا تائين اهم ڪردار آهي. خاص ڪري اونهاري ۾ ڪنيارڪن ٿانون مان پاڻي پاسن کان سِمي ٻاهرين گرمي جذب ڪري ٻاڦ ٿي اڏامي ويندو آهي ۽ ٿانوَ توڙي اندرئين پاڻيءَ کي ڪجھ ڊگريون ٿاري ڇڏيندو آهي. ٺڪر جا رڌ پچاءَ جا ٿانوَ لڳ ڀڳ سنڌ جي هر گهر ۾ 1950ع تائين بلڪل عام هئا، پر دانگيون ته اڃا به نظر اچن ٿيون. ان سنڀالي رکڻ، ميوا سڪائڻ، سانداڻ وجهڻ ۽ ٻيون ڪجھ شيون ٺاهڻ لاءِ اڄ به وڏيون گنديون، گنديڙا، ڪولا وغيرھ ڪم اچن ٿا. اڄڪلھ سنڌ ۾ ڪچو شراب ٺاهڻ لاءِ ٺڪر جا مٽ ۽ گنديڙا عام ڪم اچن ٿا. اڄڪلھ ٺڪر جي ٿانون تي گهٽي گلڪاريءَ جو رواج آهي. سنڌي ڪوُنري کي چِڙي ٻين ٿانون ۾ هاٿي تُنِ ڪا نه ٿي ٺهي. اها ائين ڪان چوڏهين صدين ۾ عام هئي، پر موهن جي دڙي ۾ ڪا نه هئي. ٿي سگهي ٿو ته اها ان لاءِ هجي ته جيئن پاڻيٺ بنا ڇلڪڻ جي اوتجي وڃي. موهن جي دڙي ۾ وڏيون گنديون ۽ گنديڙا عام هئا. هڪڙو گنديڙو شاھ ديواني تي به رکيل آهي، پر خبر ناهي ته ڪڏهن جو آهي. سومرا دؤر جا چٽيل ٿانوَ موهن جي دڙي جي ٿانون جيترا سٺا ناهن.

### رِيڳڙو (Slip)

سنڌو ماٿر ۾ چيڪي مٽي ٿيندي آهي. انهي مان گلابي رنگ جا ٿانوَ ۽ سرون ٺهنديون آهن. ريڊ آڪسائيڊ يا ليڊ آڪسائيڊ مليل چيڪي مٽيءَ مان ڳاڙهو رِيڳڙو ٺاهي، ٿانون کي هلڪو ليپو ڏبو آهي. ٿانون تي ريڳڙو موهن جي دڙي ڪان وٺي هلندو ٿو اچي.



1/6

3



1/6

1



1/6

2

5. چيهيل ڪنيارڪو ڪُپو: موهن جو دڙو (1931: پل. LXXXIV، 13).
6. چيهيل ڪنيارڪو ٿانءُ: موهن جو دڙو (1938: پل. LXVII، 13).
7. چيهيل ڪنيارڪو ڪُپو: پاسا ۽ ترو چيهيل ۽ اندريون ڪاٻو پاسو کهرو اٿس. سِگري سڏجي ٿو. ٿي سگهي ٿو ته ڪنهن ٻئي ڪم به ايندو هجي جهڙوڪ ڏيئي مٿان چانورو يا ڌوپ ٻارڻ لاءِ ڪو ٿانءُ، جنهن ۾ باھ هوريان هوريان دکندي رهي. اڄ به هندو انهي ۾ عام طور ڌوپ ٻاريندا آهن ۽ مسلمان به مزارن تي ڪجھ شيون دُکائي سرهاڻ ڪندا آهن: موهن جو دڙو (1938: پل. LXII، 29).

باب ٽيون

# سومرا سنڌ جا آزاد راڄ ڌڻي

نائينءَ کان يارهين صدي عيسويءَ تائين ڏکڻ ايشيا ننڍين ننڍين رياستن ۾ ورهايل رهيو. هندوستان، وچ ايشيا توڙي ايران ۾ اهڙي ڪا طاقت موجود نہ هئي، جيڪا انهن ننڍين رياستن کي زير ڪري ۽ ڪا وڏي سلطنت قائم ڪري سگهي. سنڌ ۾ سومرن 1011ع ۾ هبارين کان بادشاهي کسي ۽ ڪنهن هڪ اڌ واقعي کي ڇڏي باقي وقت بنا ڪنهن مداخلت جي آزاديءَ سان راڄ ڪيائون. 1011 کان 1351ع تائين سندن دؤر جا واقعا هيٺ سن وار ڏجن ٿا:

* 1025 - 1030ع: محمود غزنويءَ جي ڊِل پريائون.
* 1030-1217/18ع: آزاديءَ سان راڄ ڪيائون.
* 1206-1217/18: ملتان ۽ اُچ تي قباچہ قبضو ڪري ورتو، پر بہ سنڌ آزاد رهي ۽ انهي تي سومرن جو راڄ رهيو.
* 1217/18-1221ع: قباچہ بکر ۽ سيوهڻ تي بہ قبضو ڪري ورتو ۽ سومرن وٽ لاڙ وڃي بچو.
* 1228-1236/37ع: لاڙ جي حاڪم چنيسر سومري بہ التتمش جي منصبداري قبولي. التتمش بکر ۽ سيوهڻ کي دهلي سلطنت سان ملائي ڇڏيو.
* رضيہ سلطانہ گهرو ويڙهہ ۾ ڦاسي وئي ۽ سنڌ ۾ اسماعيلي عوام جو سرڪار ۾ اثر وڌي ويو (سومرا پاڻ بہ اسماعيلي هئا).
* 1236/37-1243ع: منگولن جي لاڳيتين ڪاهن سبب اُچ ۽ ملتان سوڌو سڄي پنجاب جي ماٿهن ۾ پاڃرڙ پئي. دهلي سلطنت اتي پنهنجو ڪنترول رکي نہ سگهي ۽ سنڌ، رحيم يار خان شهر تائين آزاد ٿي وئي. انهن ئي ڏينهن ۾ ڏکڻ پنجاب جي ماٿهن اولهہ جو رخ ڪيو، جتي اهي هاٽي جپسي (Gypsies، لاڏائو يا رولو) ڪوٺجن ٿا. پوءِ سنڌ1297ع تائين آزاد رهي.
* 1297-1315ع: سنڌ دهلي سرڪار جي منصبداريءَ هيٺ رهي. ملتان، اُچ، بکر ۽ سيوهڻ پرڳڻا دهلي سرڪار ۾ شامل ٿي ويا ۽ لاڙ تي سومرن دهليءَ جا منصبدار ٿي سرڪار هلائي.
* 1320-1325ع: سومرن سنڌ جي گهڻن علائقن تي قبضو ڪري ورتو، پر شهرن ۾ دهلي سرڪار جا گورنر هئا.
* 1333-1351ع: سيوهڻ ۾ تغلقن جو گورنر ملڪ رتن سومرن جي وفادار ڄام اُنڙ هٿان مارجي ويو. تغلقن ستت ئي سيوهڻ موٽائي ورتو، پر اتر سنڌ جو گهڻو حصو 1351ع تائين ڄام اُنڙ جي هٿ هيٺ رهيو. سيوهڻ ۽ بکر تڏهن بہ دهلي سرڪار جي قبضي ۾ رهيا. سنڌو درياءَ بہ سيوهڻ تائين دهليءَ جي قبضي ۾ هو. طغيءَ (Taghi) گجرات ۾ بغاوت ڪئي، اتان ڀڄي اچي سنڌ ۾ سومرن وٽ لِڪو ۽ محمد تغلق انهي جو پيڇو ڪندي ٺٽي تي ڪاهہ ڪئي.
* 1351ع ۾ محمد تغلق کي سونڊا جي ويجهو سندس ئي اهلڪارن زهر ڏئي ماريو تہ امير فرغان پاران علطون بهادر جي اڳواڻيءَ ۾ سلطان جي مدد لاءِ موڪليل منگول لشڪر تغلقن سان بغاوت ڪئي. انهن شاهي خزانو ڦريو ۽ وفادار سپاهہ جي پنيان پيا. شاهي فوج تي اڳيئن پاسي کان منگولن ۽ پوئين پاسي کان سومرن حملو ڪيو.
* سومرا تغلقن جي پنيان سيوهڻ تائين لڳا ويا ۽ انهن جي سيوهڻ پهچڻ کانپوءِ سندن نالو نہ ورتائون، ڇو تہ سيوهڻ ۽ ان جي پسگردائي مخدوم جهانيان اُچَ واري کي امن قائم رکڻ جي عيوض عطا ٿيل هئا. تغلقن محمد تغلق کي سيوهڻ ۾ امانت طور دفن ڪيو ۽ 5 - 6 سالن کانپوءِ سندس مڙهہ دهليءَ نيائون.
* ساڳئي ئي سال سومرن کي ڄام اُنڙ شڪست ڏني ۽ بادشاهہ همير سومرو ملتان طرف ڀڄي ويو. ملتان جي گورنر کيس پناهہ ڏني ۽ فيروز تغلق وٽ سندس پاسو ڪنيو، جنهن پندرهن سال پوءِ سنڌ تي ڪاهہ ڪئي. فيروز تغلق ۽ ڄام اُنڙ جي پٽ ٻانڀڻيءَ جي جنگ اڍائي سال هلي، تنهن کان پوءِ بہ تغلق اُچَ مان سمن جي مرشد مخدوم جهانيان کي وٺي آيا، جنهن اچي ٻنهي ڌرين ۾ ٺاهہ ڪرايو ۽ تغلقن کي سرسي ڏياري. نتيجي ۾ سومرن جي ڳالهہ سدائين ڪاڻ وسري وئي.

## سنڌو سييتائي ماڳن (3700_1650 ق_م) ۽ سومرا دؤر (1010_1351ع) جي ماڳن مان لڌل هڪجهڙا ڪنيارڪا ٺانوَ



8



9



10



11



12



13



14



15



16



17



18



19



20



21



22



23

8. ڪپو: موهن جو دڙو (1938: پل. LXI، 21).
9. ڪپو: موهن جو دڙو (1938: 201)، چانهون دڙو (1943: 79).
10. ڪلهن ويڪرا گهڙا: موهن جو دڙو (1938: پل. LXV، 21).
11. پاٽڙو: موهن جو دڙو (1938: پل. LXI، 58)، چانهون دڙو (1943: پل.XXVII، 24).
12. ڪلهن ويڪرا گهڙا: موهن جو دڙو (1931: 302).
13. ڪلهن ويڪرا گهڙا: موهن جو دڙو 1931: پل. LXXXI، 26)، چانهون دڙو (1943: 78).
14. سڌي تري وارو ڪپو: موهن جو دڙو (1931: پل. LXXI، 7)، چانهون دڙو (1943: پل. XXIX، 26).
15. سنهڙي ڳچيءَ واري گهگهڙي: موهن جو دڙو (1931: 301)، چانهون دڙو (1943: 77).
16. هنديءَ جهڙو ٺانءُ: موهن جو دڙو (1931: پل. LXXVI، 1)، چانهون دڙو (1943: پل. LXVII، 3)، آمري IIIC (1964: 402).
17. وٽي نموني بونبڙيءَ واري ڍڪڻي: چانهون دڙو (1943: پل. XXVI، 21)، موهن جو دڙو (1938: پل. LVII، 5).
18. وٽي نموني ڍڪڻي: گولائي وڌندي وجيس ٿي، ڪنارا ٻاهر وريل ۽ بونبڙي پڻ اٿس. چانهون دڙو (1943: پل. XXVI، 14)، آمري (1964: شڪل 81، نمبر 365 ۽ 365 اي).
19. تراڪڙي ڍڪڻي: ڪوٽ ڏيجي (1965: 50).
20. وٽي نموني ڍڪڻي: ويڪرن ڪنارن واري. چانهون دڙو (1943: پل. XXVI، 12).
21. تراڪڙي ڍڪڻي: بونبڙيءَ واري (ٿي سگهي ٿو ته ڍڪڻي هجي يا ڪڏهن ڪڏهن ڍڪڻيءَ طور به ڪم ايندي هجي). چانهون دڙو (1943: پل. XXVI، 22).
22. تراڪڙي ڍڪڻي: بونبڙيءَ واري. موهن جو دڙو (1931: پل. LXXXII، 40) چانهون دڙو ۽ ڪوٽ ڏيجي (1965: 50).
23. ٽڙندڙ گول ڪنارن ۽ گرنهن واري ڍڪڻي: موهن جو دڙو (1931: پل. LXXXII، 55).

## سومرن جو زوال ڪانپوءِ جو احوال

* دهليءَ جو سلطان فيروز تغلق سمن تي ڪاهه ڪري سومرن جي بادشاهي ته بحال نه ڪرائي سگهيو، پر سمن انهي ڪاهه جو سومرن ڪان اهڙو پلاند ورتو، جو اهي صدين تائين ٻيهر اسري نه سگهيا: انهن جا سڀ ٻنيون ٻارا ضبط ڪري ۽ ڪين نيچ ڏنڌن وارا ڊڪڻ، ڏوٻي، ڪتي، رازا، حجم، سرون وجهڻ وارا، رنگريز، لوهر ۽ پٽر ڪٽ ڪاسبي ۽ اڇوت بڻجڻ تي مجبور ڪري ڇڏيائون.
* چوڏهين ۽ پندرهين صدين ۾ سومرا ملتان، خانگڙهه، شجاع آباد، لوڌران، اُچ، ٻهاولپور، ليّه، جهنگ، مانڪيره، ميانوالي ۽ ٿل جي ٻين ڳوٺن ۽ واهڻن ۾ وڃي آباد ٿيا ۽ سنڌ جا اڳوڻا بادشاهه هجڻ جي دعويٰ جاري رکيائون. هنن اتي پنهنجي جاگير قائم ڪئي هئي، پر 1525ع ڌاري شاهه حسن ارغون ملتان ۽ ٻهاولپور لانگاهن ڪان فتح ڪيا ۽ ستت ئي بابر حوالي ڪري ڇڏيائين. نتيجي ۾ 1526ع ۾ سومرن جي جاگيرداري ختم ٿي وئي.
* ڏکڻ اوڀر سنڌ جا سومرا سمن کي ڪنڌي وانگر هرندا رهيا. لڳي ٿو ته جام نظام الدين گجرات جي سلطان محمود بيگڙي (سگ ۾ سندس ڀاڻيجو) کي ڏاڍي اٽڪل سان سومرن کي زير ڪرڻ لاءِ چيو. سلطان وري اٽڪل ڪري سومرن کي سني ٻٽائي ۽ ڪاٺياواڙ ۾ وڃي وسايو، جتان جا هو چڱا مڙس ٿي ويا ۽ جام نگر جا نواب ڪوٺجڻ لڳا.
* ٻهاولپور جي جن علائقن ۾ سومرا آباد هئا، تن تي پندرهين صديءَ ۾ سمن قبضو ڪري ورتو ۽ اهم عهدن تي فائز ٿي ويا.
* ٻهاولپور ۾ مَروٽ جو قلعو 1491ع ۾ ملڪ جام سومري جي قبضي ۾ هو، جنهن ان جي مرمت به ڪرائي هئي. هي قلعو هاڪڙي جي ڪاٻي ڪَڙَ تي هو. ان زماني ۾ هاڪڙي ۾ صرف ستلج جي ڇَر جو پاڻي ايندو هو.
* ليّه جي سومرن پنهنجي ٺاهوڪي زمينداري قائم ڪري ورتي هئي ۽ ملتان جي حاڪم کي ڍل ڏيندا هئا. همير سومري جي پونيَر بهاءُ الدين اتي ڪوٽ ٺهرايو. جيتوڻيڪ اهو هاڻ ڦٽي ويو آهي، پر اڄ به روينيو رڪارڊ ۾ ڏُلهه بهاءُ الدين نالي سان موجود آهي.
* سومرن جا چڱا مڙس ليّه ۾ شير شاهه سوريءَ سان مليا هئا. هو اتان جا وڏا زميندار هئا، پر وٽن لشڪر نه هوندو هو.
* ٿل جا سومرا اڄا به وڏا زميندار آهن.

## سنڌ ڪان ٻاهر رهندڙ سومرا

سنڌ ڪان ٻاهر رهندڙ سومرن بابت ڄاڻ ٽڙيل پکڙيل ذريعن مان ملي ٿي. گهڻي ڀاڱي ڄاڻ انگريز محققن گڏ ڪئي ۽ ٻهاولپور، مظفر ڳڙهه، ملتان، ديره غازي خان، ديره اسماعيل خان ۽ بنون وغيره جي ڊسٽرڪٽ گزيٽيئرن ۽ پنجاب جي اِمپيريل گزيٽيئر ۾ ڇپرايائون.

متين ذريعن مان ملندڙ ڪجهه خاص ڳالهيون هيٺ ڏجن ٿيون:

* ملتان 854ع ڪانپوءِ سنڌ ڪان ڌار ٿي ويو ۽ 980ع ۾ متس فاطمين جي پوئلڳن قبضو ڪيو.
* ملتان يَڪو اسماعيلين جي هٿن ۾ رهيو ۽ آخر ۾ شهاب الدين غوريءَ اڃي ڪين بلڪل ختم ڪيو، جيڪو 1175ع ڪانپوءِ ڪيترا ئي ڀيرا ٻين پاسن ڏانهن ڪاهون ڪندي ملتان جي پر مان اڃي لنگهيو. حمزه جي خاص خليفي بهاءُ الدين 1033ع ۾ شيخ ابن سومار راجا بل کي سندس ننڍي ڀاءُ دائود کي سچي دين ۾ آڻڻ لاءِ لکيو. سومرا تڏهن اسماعيلي هئا. محمد غوريءَ اسماعيلين کي 1175/76ع ۾ زير ڪيو ۽ 1176ع ۾ اُچ تي به حملو ڪندو گجرات (1178) تي وڃي حملو ڪيائين. سندس وڃڻ ڪانپوءِ ملتان جا اسماعيلي ڦري ويا ۽ هن متن ٻيهر حملو ڪيو.
* مظفر ڳڙهه تي 1053 ڪان 1351ع تائين سومرا گهراڻي جي صاحبي رهي ۽ انڪانپوءِ اهو سمن جي هٿن ۾ هليو ويو.
* ديره غازي خان ضلعو سومرن توڙي سمن ٻنهي جي بادشاهيءَ ۾ شامل هو. اتي لانگاهن جي بادشاهي 1445ع ۾ قائم ٿي.
* ٻهاولپور جو تعلقو احمدپور لمّا سنڌ جي دنگ تي آهي. احمدپور غربي شهر کي احمدپور لمّا به چوندا آهن ۽ اهو ئي تعلقي جو هيڊڪوارٽر آهي. احمدپور شرقيه نالي ٻيو شهر، احمدپور تعلقي جو هيڊڪوارٽر آهي. احمدپور لمّا ۾ ڪوڙ سومرا رهن ٿا. اهي زميندار به آهن ته هاري ۽ ڏوٻي به.
* مظفر ڳڙهه گزيٽيئر ٻڌائي ٿو ته سومرن عربن کي سنڌ مان 750ع ۾ ئي ڊوڙائي ڪڍيو هو. ٿي سگهي ٿو ته اها سچي سنڌ نه پر مظفر ڳڙهه جي ڪجهه حصن جي ڳالهه هجي، جتي تڏهن سومرن جو قبضو هو ۽ پوءِ سمن قبضو ڪيو. ضلعي ۾ موجود راجپوت ذاتيون جهڙوڪ سيال، ڳوراها، پٽي، جويا ۽ گوجر هتي سومرن ۽ سمن جي دؤر ۾ لڏي آيا هئا. مظفر ڳڙهه جي ٻين سنڌي ذاتين ۾ پنهور، پرهيار، ڇڄڙا، ڏاها، ڳراهائي، مسڻ ۽

**بيلاسس ۽ ڪزنس ڪي برهمڻ آباد_منصوره مان 1854 واري کوٽائيءَ ۾ لڌل ٺڪر جا ٿانوَ.**
**پوءِ وارن سومرا (1011_1351) ۽ سما (1351_1525) دوُرن جي ٿانون جي بيهڪ ۽ نمونا هنن سان ملن ٿا.**


24


25


26


27


28


29


30


31


32


33


34


35


36


37


38

24. سوڙهي پيٽ ۽ ڪڙي وارو  پاٽيءَ جو جڳ.
25. ڪپو يا جڳ.
26. ڪپو.
27. ڪپو يا جڳ.
28. ٻن ڪڙن وارو چٽسالي تيل ٿانءُ. اهڙي چٽسالي سنڌو سيپتائي ٿانون تي آهي.
29. دڪِي، ڪنگري يا ٽپو..
30. ڪپو يا دڪِي.
31. ڪِڙن واري هنڊي.
32. ٿِن لڳل پارو:  پاٽيٽ لاءِ.
33. هٿ پوڻ جهڙي سنهي ڳچيءَ واري گهگهڙي.
34. ڍڪڻي.
35. سوڙهي منهن واري ڪُنڙي.
36. مٿاڻ ڪاٺڻ جي پيالي.
37. شراب جي ڪپي.
38. ڏيئو.

مٿيان سيئي خاڪا ڪزنس جي ويسٽرن سرڪل وارين اصل رپورٽن تان ڪنيل آهن. بيلاسس جون برهمڻ آباد جي کوٽائيءَ واري ڊرائنگ جون 23 شيٽون (sheets) انڊيا آفيس لائبريري لنڊن ۾ رکيل آهن ۽ هن ڪتاب لاءِ ملي نہ سگهيون.

پٽا شامل آهن. سومرن ۽ سمن جي دؤر ۾ انهن ذاتين جا ماڻهو هن ضلعي ۾ جاٽ ڪوٺبا هئا.

* بهاولپور گزيٽيئر ٻڌائي ٿو ته آخري سومري بادشاهه همير سنڌ ڇڏي پنجاب اچي وسايو هو. شايد ماهروءَ (انشاءِ ماهرو) سندس مدد ڪئي، جيڪو ان وقت اُچ جو گورنر هو ۽ اڳتي هلي ملتان جو به گورنر ٿيو. لڳي ٿو ته همير پنهنجو هيڊڪوارٽر (راڄڌاني) پَتَن پور کي بڻايو. هن شهر جا آثار اڄ به صادق آباد تعلقي ۾ پَتَن مناري نالي سان موجود آهن. سمن سندس هتان به تڙا پٽايا. هو اتان پنجاب- بلوچستان دنگ تي واقع دراغل (Draghul) جي ٽڪرين ڏانهن هليو ويو ۽ نيٺ سمن هتان مارجي ويو. اهي سومرا انهن ڏينهن ۾ گورچاڻي بلوچ سڏائيندا هئا. سمن سان ويڙهه ۾ سومرن جا ايترا ته مرد مارجي ويا جو لڳ ڀڳ هر سومري بيوهه ٿي وئي. ان ڏک ۾ سومرين نَٿَ پائڻ ڇڏي ڏني ۽ اڄا تائين ڪو نه ٿيون پائين.

بهاولپور ۾ سومرن جا هي پاڙا رهن ٿا: پَنَر، ڪَڪِڪَ، بکري ۽ صادق آباد تعلقي جا ڪٽي. 1904ع ۾ جڏهن بهاولپور گزيٽيئر ڇپائيءَ هيٺ هو، تڏهن اهي ڪٽي ڏوڪي ڪِرت ڪندا هئا.

راجستان ۾ هندو سومرا رهن ٿا، جيڪي ”مَهَر سومرا راجپوت“ ڪوٺائن ٿا. ”مهر“ جو لقب ملتان جي سومرن ۾ عام آهي.

**بيلاسس ۽ ڪزنس کي برهمڻ آباد- منصوره مان 1854 واري کوٽائيءَ ۾ لڌل ٺڪر جا ٿانوَ. پوءِ وارن سومرا (1011-1351) ۽ سما (1351-1525) دؤرن جي ٿانون جي بيهڪ ۽ نمونا هنن سان ملن ٿا.**







39. پيالي يا وٽي.
40. راند کيڏڻ يا شڪار لاءِ مٽيءَ جا غليلا يا ڳوڙها.
41. موهن جي دڙي مان لڌل بچاءَ جو ڪم ڏيندڙ وڏا ڳوڙها.
42. هنڊي.
43. مسالا پيهڻ لاءِ سِر ۽ روهڙو.
44. 45، 46 ۽ 47. مختلف ڪمن لاءِ مختلف قسمن ۽ ڪڙن وارا جڳ.
48. پاٽيات يا اٽي لاءِ سوڙهي منهن وارو ٿانءُ (پارو وغيره).
49. سهٽو چٽيل، منهن ڪليل ، ويڪرو ۽ سڌي تري وارو ٿانءُ: اڄوڪي اٿو ڳوهڻ ۽ پيت ڪارائڻ واري سنڌي پاٽ جهڙو آهي. ننڍڙي ٻار جي پڳل ويهڪڙي يا وهنجارڻ واري ڪوناري به ٿي سگهي ٿي.

نقشو نمبر 7

951ع

## اسطخريءَ جو ڏاهيل سنڌ جو نقشو

(نوان نالا ڏنگين م)

Northern Frontier of Sindh was about 50 miles North of Multan. Lasbela, part of Makran up to Kej, kalat Sibi, and Gandava formed part of Sindh.




NOTE: (THIS MAP HAS MANY SIMILARTES WITH IBNHAUKALS MAP 976 AD.)

نقشو نمبر 8

976ع

## ابنِ حوقل جو ڏاهيل سنڌ جو نقشو

ايليٽ (1867) آڏار




نقشو نمبر 9

## ابنِ حوقل جو ڏاهيل دنيا جو نقشو




### MODERN EQUIVALENTS OF OLD TOWNS IN MAP NO: 7 & 8

| OLD | MODERN |
|---|---|
| SADUSAN | SEHWAN |
| KASDUN | KHUZDAR |
| KAIKAN | KALAT DISTRICT |
| BUDHA | SIBI-KACHHI DISTRICTS |
| KANDABIL | GANDAVA |
| AL-MULTAN | MULTAN |
| AL-RUR | ALORE |
| KALRI | DEH KALRI (NAWABSHAH DIST) |
| MANSURAH | BAHMANABAD |
| ARMABEL | LASBELA |
| KIZ | KEJ OR KECH |
| NIRUN | SOUTH OF HYDERABADBY 15 MILES |
| SINDON | SINJAN |
| BAHERE FARS | PERSIAN SEA OR ARABIA SEA |
| KANZBURD | PUNJGUR |
| BASMAD | BHATIA? OR BHATINDA? |
| BANIYA | BAIZA |
| MANJABARI | MANGHOPIR |
| TIZ | GAWADAR |
| DAYBAL | BANBHORE |

## باب چوٿون

# عربن جا ٺاهيل سنڌ جا پراڻا نقشا

(900 _ 1000ع)

جن مصنفن کي عام طرح عرب جاگرافيدان چيو وڃي ٿو، سي صحيح معنيٰ ۾ جاگرافيدان نہ هئا. حقيقت ۾ اهي سيلاني، وڻجارا، واپاري ۽ ساموندي ناکئا هئا. جاگرافيءَ جي اوسر جي بنياد يعني ڪارٽوگرافيءَ جي حوالي سان سندن ڪم نہ جي برابر آهي. انهن مان ڪنهن هڪ بہ ڪنهن ماڳ جي هنڌ جي نشاندهي ڪرڻ لاءِ ڏکهائي ڦاڪ ۽ ويڪرائي ڦاڪ يا پور وچوٽ ۽ پاڇي لَڙَ (Meridian) جا اصطلاح ڪم نہ آندا آهن. جڏهن تہ ٽالمي اهي ڪانئن 800 سال اڳي (150ع ۾) ڪم آڻي چڪو هو. ٽالمي تڏهوڪي معلوم دنيا جي مٿاڇري جا ٺيڪ ٺيڪ تفصيل بيان ڪيا، پر يورپ ۽ انديز جي وچ واري وٿيءَ جو صحيح اندازو نہ لڳائي سگهيو. پور وچوٽ ۽ پاڇي لَڙ (ميريڊين) ماپا استعمال ڪرڻ وارو هو پهريون ماڻهو هو، جيڪي نائين ۽ ڏهين صدين جي هنن عرب جاگرافيدانن استعمال نہ ڪيا. ٽالمي پنهنجي ڄاڻ وڻجارن ۽ ساموندين وٽان گڏ ڪئي هئي، جيڪي انهن سائنسي ماپن کي جهاز رانيءَ ۾ وات لهڻ لاءِ ڪم آڻيندا هئا.

ابن حوقل (976ع) ۽ اسطخريءَ (951ع) جي ٺاهيل سنڌ جي نقشن جو ڏيان سان جائزو ونبو تہ منجهن هيٺيون غلطيون ڏسڻ ۾ ايندڀون:

* سنڌو درياءَ اتر کان ڏکڻ بلڪل سڌو وهندي ڏيکاريل آهي.
* سنڌ جو ساموندي ڪنارو لڳ ڀڳ بلڪل سڌو آهي.
* سنڌ جون سرحدون سڌيون سڌيون آهن ۽ جتان وڪڙ کن ٿيون اتي نوي ڊگريءَ جي ڪنڊ ٺهي ٿي.
* پنجاب جا سنڌوءَ ۾ چوڙ ڪندڙ درياءَ بلڪل گولائي ٺاهي اچي سنڌوءَ ۾ پون ٿا.
* سنڌ جي اترين سرحد بلڪل گولائيءَ ۾ آهي.
* رستا بلڪل سڌا آهن. اهي سرحدن سان يا پاڻ ۾ ملن ٿا تہ نوي يا پنجيتاليهہ ڊگرين جي ڪنڊ ٺاهين ٿا.
* درياءَ ۾ نہ ڊيلٽا آهي ۽ نہ ئي اهو سمنڊ ۾ پوڻ کان اڳ واهڙن ۾ ورهائجي ٿو. حالانڪ ٽالمي ان جاءِ تي درياءَ جا ست منهن ڏنا هئا.
* ماڳن جي وچ تي مفاصلا ڏينهن جي پنڌ، مرحلن ۽ فرسنگن ۾ ٻڌايل آهن، جڏهن تہ انهن سيني جا ڪٿي بہ ڪي معيار مقرر ٿيل ناهن. هڪڙو بيو عرب جاگرافيدان ابوالفداء، ابن حوقل بابت لکي ٿو تہ: ”ابن حوقل جو ڪتاب چڱو وڏو ڪم آهي، منجهس مختلف ملڪن جا ڪافي صحيح تفصيل ڏنل آهن، پر نہ ماڳن جا نالا صحيح جاين تي ڏنل آهن ۽ نہ ئي ڊگهائي ڦاڪون ۽ ويڪرائي ڦاڪون ڏسيل آهن: ان ڪري ماڳن جي جاين ۽ نالن کي پيڙهڻ ۾ اڪثر ڏکيائي ٿئي ٿي“.
* ان قسم جي ڪارٽوگرافيءَ (نقشا ٺاهڻ جو ڏانءُ) سان تاريخي ماڳن جي سڃاڻپ ناممڪن آهي.

ان هوندي بہ انهن سيلانين طور شهرن، وڻج وکرن، معيشت، ڪاڏي پيتي، زراعت، اوڇڻ، مذهب، ريتن رسمن، حڪمرانن جي نالن ۽ اهم عرب قبيلن بابت ڏاڍي ڪارائتي ڄاڻ ڏني آهي. سندن لکڻين مان هباري، بنو سامہ ۽ معاذن قبيلن جي تاريخ سمجهڻ ۾ واقعن کي سن وار ترتيب ڏيڻ ۾ مدد ملي آهي. هنن کوڙ سارن شهرن جا نالا ڪنيا آهن، جن مان ڪجهہ جي سڃاڻپ ٿي چڪي آهي. ايليَٽ جي چوڻ مطابق سندن ڪتابن مان جاگرافيدانن کي گهٽ، سيلانين ۽ وڻجارن کي وڌيڪ مدد ملندي هئي. مسعوديءَ کي ڇڏي اهي سڀ جاگرافيدان ايراني هئا.

ڪجهہ عرب جاگرافيدانن سائنسي ڪتاب لکڻ جي ڪوشش پڻ ڪئي. مثال طور خوارزمي (نائين صديءَ جي وچ ڌاري) خليفي معتصم لاءِ دنيا جو نقشو ٺاهيو. پر اهي اوائلي ڪوششون غير سائنسي هيون، ڇو تہ انهن لاءِ جاميٽري ۽ فلڪيات جي علم (Astronomy) سان گڏ ٽالميءَ جي ”الماجيسٽ“ (Almagest) کي چڱي طرح سمجهڻ ضروري هو.

ايران جي رهاڪو اسطخريءَ پنهنجي ڪتاب ”روٽس ائنڊ ڪنگڊمس“ لاءِ بلخيءَ (Balkhi) جي ڪجهہ عرصو اڳ لکيل ساڳئي نالي واري ڪتاب مان مدد ورتي آهي. ليڪ، برٽش لائبريري لنڊن ۾ رکيل سندس نقشي جو نقل پنهنجي سر پاڻ ڏنو آهي، جيڪو




نقشو نمبر 10

150ع

**ٽالميءَ جو ناهيل ڏکڻ ايشيا جو نقشو**

نوٽ:

سنڌوءَ جا ست ڇوڙ، جيئن اهي اٺويهين صديءَ ۾ رهيا.

**PTOLEMY'S NAMES AND MODERN EQUIVALENTS**

**BY AUTHOR OF THIS BOOK**

ASIGRAMMA=UCH
PASIPEDA=SEHWAN
PARISE=KOHISTAN (SINDH)
OSCANA=OXYKANUS=MOHOTA
MUSARNA=MOSIKANA=
COUNTRY OF MOUSICANUS
BINAGARA=ALORE
KAMIGARA=RIVER NORTH OF ALORE
KALACA=KROKALA=ABAN SHAH
BARBARI=BARBIKAN=BANBHORE
AUSINDA=TOWN ON HAKRA
PISCA=MOHEN-JO-DARO=BADAH STUPA
PATALENE=INDUS DELTA
ARBITA=KHIRTHAR RANGE
SIRASTRENE=RANN OF KUTCH
INDO SCYTHIA=SINDH UPTO MULTAN
PATALA=BRAHMANABAD
HYDASPES = JHELUM
ADRIS = RAVI
HYPASIS=BEAS
ZARADROS=SUTLEJ
SANDABALIS=CHENAB
SOUASTOS=SWAT
KOAS=KABUL
RIVER SOUTH OF PASIPEDA=GAJ
RIVER SOUTH OF GAMMACE=GOMAL
RIVER NEAR OSCANA=BOLAN AND GHAR
OR WESTERN NARA.
OZEAN=UJJAIN
BARBARI=BARBIKAN=BANBHORE
BUCEPHATA=BETWEEN SIALKOT AND TAXILA
HAKRA=MAPPED BUT NOT NAMED

بلڪل ابن حوقل واري نقشي جهڙو آهي. ابن حوقل ۽ اسطخري پاڻ ۾ 951/52ع ۾ سنڌ ۾ ئي مليا هئا.

## عربن جي نقشن ۾ ڏنل ماڳ ۽ انهن جا نالا

سنڌن ٺاهيل نقشن ۾ ڏنل ڪجھ قابل ذڪر پراڻا ماڳ هي هئا :

* باربيريڪن شهر جو نالو ڦري ديبل ٿيو. ان جو سبب گهڙو ڪري شهر ۾ موجود ايراني يهودين جي ديول هئي. ٽين صدي عيسويءَ کان وٺي 1224ع ۾ جلال الدين خوارزم شاھ هٿان هن شهر جي تباهيءَ تائين ايراني يهودين جو وڏو انگ هتي آباد هو.
* البيرونيءَ پنجاب جي پنجن دريائن جا نالا هن ريت ڏنا آهن: وطاستل (Vitastal) يا جهلم، ڪندراها (چناب)، اراوا (راوي)، بياص (Bias)۽ شائودار (ستلج).
* سرسوتي درياءَ سڪي چڪو هو ۽ منجهس صرف ستلج ۽ سنڌوءَ جي ڇَر يا اٿل جو پاڻي ايندو هو.
* اوير پراڻ تي بانيا (Bania) نالي نئون شهر آباد ٿيو. ٿي سگهي ٿو تہ انهي جي جاءِ تي هاٽوڪو شهر ميرپور خاص هجي يا اهو شهر ڪاهو جو دڙو (ت. 395) ئي هجي.
* سنڌوءَ جو پَنجنَد ۽ الور جي وچ وارو ٽڪرو پئنچانَدا سڏبو هو.
* البيرونيءَ لوهاراڻي بندر جو نالو بہ ڏنو آهي. اهو مٿان سنڌوءَ جي ڊيلٽا (Delta) تي ڪو اوائلي بندر هجي. پوءِ وارن پنج سو سالن تائين سنڌوءَ جي مڪيہ وهڪرن تي جيڪي بہ نوان بندر ٺهيا، سي سڀ لاڙي بندر ڪوٺبا هئا.
* عربن جي نقشن ۾ ڏنل ماڳن مان گهڻا سومرن جي دؤر ۾ موجود هئا. انهن جا نالا اڳئين صفحي تي ٽيبل ۾ ڏنل آهن.

### سومرا دؤر ۾ هلندڙ ٺانون جون ڍڪڻيون


50


51


52


53


54


55


56


57

#### ڍڪڻين جا چار قسم

50. سوڙهي منهن واري ٺانو لاءِ پورِي ڍڪڻي. اهڙيون بونبي نموني ڍڪڻيون اڄڪلهہ بہ گهگهين لاءِ ٺهن ٿيون. سنڌو سڀيتائي ماڳن مان اهڙي هڪ بہ نہ لڌي آهي. هن سان وڌ ۾ وڌ جيڪا ملي ٿي سا موهن جي دڙي جي آهي (مارشل 1931، پل. LXXXII، 55)، تصوير نمبر 23.)، پر سومرن جي ماڳ تان جيڪا لڌي آهي سا تري وٽ سوڙهي، مٿي ٿوري ويڪري، گرنهن وانگر ڪناريون، وري صفا سوڙهي، تنهن کان مٿي ٿوري ويڪري ۽ پوءِ بونبڙيءَ وانگر چوٽڙي اٿس. مارنگ وانگر لڳي ٿي. ۾ ڊِ.4.1 س م.
51. نازڪ ۽ وٽندڙ ڍڪڻي: سهٽا ڪَنا، وچ اونهو ۽ وچ تي بونبڙي اٿس. هي نمونو موهن جي دڙي کان هليو ٿو اچي. گهڻيون عام ڍڪڻيون تراڪڙيون يا وٽي وانگر ٿوريون اونهيون آهن ۽ وچ تي ڪڻڻ لاءِ بونبڙي اٿن. هن ڍڪڻيءَ جي سونهن اها آهي تہ مٿان کان هيٺ سوڙهي ٿي ٿي وري ترو ويڪرو ٿي ٿو وڃيس ۽ مٿي ڪَنا سڌا اٿس. سنڌو سڀيتائي ماڳن تان اهڙي نہ لڌي آهي. اهڙيون اڄڪلهہ بہ ٺهن ٿيون. بونبڙي بہ ننڍڙي ۽ وٽندڙ اٿس. اڄڪلهہ وارين جون بونبڙيون وڏيون آهن ۽ ٺيڪ بہ اهي آهن. ڊِ. 16.2 س م. او. 6.15 س م. اندرين ڊِ. ڳچيءَ وٽ 11.14 س م. ٻاهرين ڊِ. بونبڙيءَ جي 1.95 س م. او. بونبڙيءَ جي 1.5 س م. او. بونبڙيءَ جي تري کان 2.2 س م. (س ن).
52. گهٽي اونهي ڍڪڻي: گهڙو ڪري پاٽيءَ سان پريِ رکندا هوندس جيئن ٺانوَ ۾ رکيل شيون ٿڌيون رهن. وٽي نموني، ڪندڙيل ڪَنا، هوريان هوريان پکڙجندڙ پاسا، گول ترو ۽ گول بونبڙي اٿس. لڳ ڀڳ چانهون دڙي واريءَ جهڙي آهي (ميڪي 1943، پل. XXVI، 12) تصوير نمبر 20. او. 9.6 س م. (س ن).
53. سِمٽري- ايچ گلدان جهڙي ڍڪڻي.
54. ڍڪڻيءَ جو نمونو.
55. هن قسم جي ڍڪڻي حڪيم يا ويج وڪر مارڻ لاءِ استعمال ڪندا آهن: ٺانوَ ۾ وڪر وجهي، ان جي مٿان ڍڪڻي ڏئي، مٿيءَ سان لنبي ۽ پوءِ انهي کي باھ ۾ وجهندا آهن. هن قسم جون ڍڪڻيون هڙپا جي ماڻهن جا هڏا پورڻ واري سِمٽري-ايچ مان لڌيون آهن.
56. ڍڪڻيءَ جو نمونو.
57. ڍڪڻيءَ جو نمونو.








## نقشو نمبر 11

## 1154ع
## دنيا اِدريسيءَ مطابق

عرب واپاري ۽ سپاهي

.58 تيرهين صديءَ ۾ جهنگ جهر هلندڙ عرب واپاري. (پي اي ڊبليو).

.59 عرب سپاهين اسلام جي اچڻ جي هڪ صديءَ اندر ڪياني شهنشاهت، اتر آفريڪا ۽ اسپين جي وڏي پرڳڻي تي قبضو ڪري ورتو. (اي ايل اي).

58

59

## عربن جي نقشن ۾ ڏنل ماڳ ۽ سنڌن هنڌ

| نمبر | ماڳ | هنڌ | نمبر | ماڳ | هنڌ |
|---|---|---|---|---|---|
| 1. | اَل-رُد / الور | (روهڙيءَ کان چار ميل پري آثار) تڏهن اتان درياءَ جي هڪ ڇاڙهه لنگهندي هئي | 30. | مائو | رحيم يار خان ضلعي ۾، سنڌ جي دنگ کان پنجويهه ميل اتر ۾ |
| 2. | اَبري | ڪلاريءَ کان اتر ۾ ؟ | 31. | ماٿيلو | موجود (گهوٽڪي ضلعي ۾ ) |
| 3. | اَرميل / اَرمابيل | لسٻيلي جي ويجهو | 32. | مِير رڪَڻ * | نوابشاهه ضلعي ۾ دولت پور شهر کان اوڀر طرف اڄ بہ موجود آهي |
| 4. | الهائدرس | جيسلمير | 33. | منصوره | برهمڻ آباد جو قديم ماڳ، پنجين صدي ق-م ۾ پاٽينيءَ هن شهر کي برهمڻڪا ڪوٺيو آهي |
| 5. | بَسمَد | پاٽيهِ يا پَٽندا | 34. | مَنجاباري | منگهو پير |
| 6. | بَغرور | شايد روهڙي | 35. | مَستونج (مَسيح) | مستونگ |
| 7. | بائِضا / دِالِيا / بانِيا / مانِيا | ميرپورخاص جي ويجهو يا ڪاهو جو دڙو (ت. 395) | 36. | نَنڪوٽ | ؟ |
| 8. | ٻڌ جو ٺَڪر | بدين ضلعي ۾ قديم ماڳ | 37. | نيرون ڪوٽ | ڪَنڙ ويجهو قديم ماڳ، حيدرآباد نہ |
| 9. | بوقان | سِبي | 38. | نَگر * | نگر پارڪر |
| 10. | ٻڌيا | سبي-ڪڇي ۾ لاڙڪاڻي ضلعي جو ڪاچو | 39. | پاري نگر * | قديم ماڳ |
| 11. | بَندراهه | سنڌ جي ڪوهستان ۾ (شايد ڪرچات) | 40. | قصدار (ڪاصدان) | خضدار |
| 12. | بَحرِ فارس | عربي سمنڊ (فارسي سمنڊ) | 41. | سُڏيرڻ * | سَيدپور، بنوري ويجهو (ت. 396) |
| 13. | بَحرِلاڙ يا لاڙوي | ڪاٺياواڙ ويجهو سمنڊ | 42. | سدوسان (شاروسان) | سيوهڻ |
| 14. | بَحرِتوران | ساموندي ڪنارو سونمِياڻي | 43. | سَمَند * | ؟ |
| 15. | ديبل | ڀنڀور جو قديم ماڳ (باربيريڪن) | 44. | سنڌو ساگر | سنڌوءَ جي ڊيلٽا جي ويجهو سمنڊ |
| 16. | گَجّو* | موجود (ٺٽي ضلعي ۾ ) | 45. | سِندَن | سِنجان |
| 17. | سنڌ نارِ* | رڻ ڪڇ | 46. | صوباري | ڪوري ڇاڙهه تي سنڌڙيءَ ويجهو |
| 18. | ڪَلارِي | ديهه ڪلاري، ضلعي نوابشاهه ۾ قديم ماڳ | 47. | ٿلتي * | موجود (دادو ضلعي ۾ ) |
| 19. | ڪيڪان (ڪِزڪانان) | قلات | 48. | تاتار | ٺٽو |
| 20. | ڪَنداٻيل | گنداوا | 49. | تيز / اَل-تِز | گوادر |
| 21. | ڪنزبرد | پنجگور | 50. | اُڇ | موجود |
| 22. | ڪَندراچ | هِنگلاج | 51. | اُصلي | اُٿل |
| 23. | ڪيز / ڪيچ | ڪيچ (تربت جي ويجهو) | 52. | ويراواهه * | موجودهه ويراواهه |
| 24. | ڪابِيلي | شايد ٿاٿو بولا خان يا ٿاٿو احمد خان | 53. | ؟ * | وڄٿوٽ (ريڻي نديءَ مٿان قديم ماڳ) |
| 25. | ڪَمبايا | کمبات | 54. | ؟ * | دِربَ ڏيتاڙي (ريڻي نديءَ تي وڄٿوٽ ويجهو آثار) |
| 26. | ڪَمهال | کمبات جي ويجهو | 55. | وِطاستل | جهلم |
| 27. | ڪَمبالِي | ساموندي ڪنارو سونمِياڻي | 56. | ڪَندراهه | چناب |
| 28. | مِهراڻ | الور کان هيٺ سنڌو درياءَ | 57. | اِراوا | راوي |
| 29. | ملتان | موجود | 58. | شائودار | ستلج |

نوٽ: ڪجهه ماڳ نقشي ۾ ڏسيل آهن، پر انهن جا نالا ڏنل ناهن. انهن جا ممڪن نالا * نشان سان ڏنا ويا آهن.




نقشو نمبر 12

نائين صدي: عباسي سلطنت جي ٽٽڻ جو آغاز ۽ سن




نقشو نمبر 13

ڏهين صدي: ڪارمِي، قرمَطِي، بُواحِدي ۽ سَمانِي ۽ سن




نقشو نمبر 14

يارهين صدي: غزنوي شهنشاهت




نقشو نمبر 15

ٻارهين صدي: سلجوقين جون ڪاهون ۽ غزنوي ۽ سن

باب پنجون

# سومرن جي بادشاهيءَ کان اڳ وارا آزاد اسلامي ملڪ ۽ پاڙيسري غير مسلم ملڪ (998ع)

ايراني نسل جي ابو مسلم خراسانيءَ هٿان اُموي سرڪار جي انت ۽ بنو عباس جو پهريون خليفو مقرر ٿيڻ سان اسلامي سلطنت ۾ عربن جو زور ٽٽڻ جي شروعات ٿي. ٻئي عباسي خليفي المنصور رياستي طاقت ۾ ايراني فوجي دستن ۽ ٻين کي شامل ڪيو، جنهن جي نتيجي ۾، اسپين کي ڇڏي، ٻي سڄي اسلامي دنيا جون واڳون ايرانين جي هٿن ۾ هليون ويون. رياستي مشينري ۽ خزاني جي جوڙجڪ بازنطيني ۽ ساساني طرز تي ڪئي وئي. هارون الرشيد جي دؤر ۾ هڪ پاسي سلطنت جو اوج ٿيو ته ٻئي پاسي وري سندس زوال پڻ شروع ٿيو. عباسي سلطنت ۾ آزاد راڄ گهراڻن جي اُسرڻ جي واقعن جي سن وار ترتيب هن ريت آهي:

**سن 998ع ۾ آزاد اسلامي ملڪ**

| نمبر | ڪان تائين | راڄ گهراڻو |
|---|---|---|
| .1 | 787 - 922ع | مراڪش ۾ ادريسي راڄ گهراڻو. |
| .2 | 800 - 1028ع | صنعا، يمن ۾ راشد امام (شيعا). |
| .3 | 801 - 909ع | قيرووان (تيونس) ۾ اَغلبي؛ 909ع ۾ هنن کي هٽائي فاطمين پنهنجو راڄ قائم ڪيو. |
| .4 | 808 - 909ع | تيونس ۾ طاهر جا رستَمي. |
| .5 | 829 - 999ع | 875ع ۾ رستمي تيونس ۾ آزاد ٿي ويا. |
| .6 | 819 - 1018ع | يمن ۾ زيادي؛ هنن کانپوءِ 1021 - 1158ع ۾ نجاهدي اسريا. |
| .7 | 829 - 1003ع | موصل ۽ اَليپو ۾ همداني؛ 1023 - 1079ع ميرداسي ۽ 996 - 1096ع اوقائلي. |
| .8 | 854 - 1011ع | سنڌ ۾ هباري. |
| .9 | 864 - 928ع | تبرستان ۾ علوي؛ هنن کي 928ع ۾ سامانين ڀڄائي ڪڍيو. |
| .10 | 867 - 903ع | خراسان ۾ صفري؛ هنن کانپوءِ ساماني آيا. |
| .11 | 868 - 905ع | مصر ۾ طولاني؛ هنن کانپوءِ 935 - 969ع ۾ اِخشدي رهيا. |
| .12 | 874 - 999ع | سمانين طبرستان، خراسان، ايران ۽ سِجستان تي قبضو ڪيو. |
| .13 | 890 - 1009ع | موصل ۽ اَليپو ۾ رمضاني. |
| .14 | 900 - 987ع | ملتان ۾ بنو سامہ. |
| .15 | 909 - 972ع | تيونس ۾ فاطمي. |
| .16 | 928 - 1042ع | طورجان (ڪيسپِيَن ڊنڍ جي ڏاڪڻي ڪناري) جا سِياري؛ هنن ايران، ڪِرمان، اَهواز، عراق ۽ رِي سامانين کان ڦريو، پر سندن ئي غلامن مان ڦري درٻاري ٿيل ترڪن 994ع ۾ الپتگين جي اڳواڻيءَ ۾ بادشاهيءَ تي زوريءَ قبضو ڪري ورتو ۽ غزنوي راڄ گهراڻي جو بنياد وڌو. |
| .17 | 932 - 1165ع | ڪاشغر ۾ ترڪستان جا علخان؛ هنن 999ع ۾ سامانين کان وچ ايشيا (Transoxania) فتح ڪيو ۽ ڪجھ سال اتي راڄ ڪيو، محمود غزنوي سندن سڄي علائقي تي قبضو ڪيو ۽ ڪين سِنڪيانگ (چيني ترڪستان) تائين محدود ڪري ڇڏيائين. |
| .18 | 959 - 1015ع | ڪردستان ۾ حسن واحدي. |




نقشو نمبر 16

ع1030

**سلطان محمود غزنويءَ جي شهنشاهت**

محمود سنڌ، طبرستان، ترمذ، مڪران، ڪرمان ۽ دهليءَ کي پنهنجي بادشاهيءَ ۾ نه گڏايو هو، پر اتان ڍل اوڳاڙيندو هو. سندس مرندي ئي سنڌ ڍل ڀرڻ بند ڪري ڇڏي.

باب ڇهون

# ڇا سنڌ محمود غزنويءَ جي سلطنت جو حصو هئي ؟

## محمود غزنويءَ جي جنگين جا ڪارڻ

هڪڙو غلط تاثر عام ويهاريو ويو آهي ته سنڌ غزنوي سلطنت جو حصو هئي. سچ اهو آهي ته غزنوي اوچتو اپريا ۽ سنت ئي صابڻ جي بوٽئي وانگر ڦاٽي پيا . سندن فوج جون باقاعدي ڪاهون سبڪتگين پاران موجوده پاڪستان جا اتريان علائقا فتح ڪرڻ سان شروع ٿيون. انهي سامانين جي نالي ماتر منصبداري قبولي هئي. پٽس محمود غزنيءَ ۽ خراسان جي عملداريءَ جي سَنَدَ سنئين سڌي بغداد جي خليفي کان ورتي. جيتوڻيڪ خليفي وٽ ايترو اختيار ئي نه هو، پر تڏهن به محمود جي سامانين کان آزاديءَ جو اعلان ڪري ڇڏيائين. محمود ٽيهن سالن جي بادشاهيءَ دؤران پنجٽيهه وڏيون ۽ ٻارهن ننڍيون ڪاهون ڪيون، جن ۾ سنڌ ۽ ملتان تي ڪيل پنج ڪاهون به شامل آهن. سندس ڪاهن جي سن وار ترتيب هيٺ ٽيبل ۾ ڏجي ٿي.

## محمود غزنويءَ جون ڪاهون

| نمبر | عيسوي سن | واقعا |
|---|---|---|
| .1 | مارچ 998 | پنهنجي ڀاءُ اسماعيل کان غزنيءَ جو قلعو ڦريائين. |
| .2 | 6 مئي، 999 | خَلافَ، فشَنج تي قبضو ڪيو، محمود انهي کي ڀڄائي ڪڍيو. |
| .3 | نومبر 999 | ابوالمالڪ کي مَروَ ۾ شڪست ڏئي ۽ خراسان تي قبضو ڪيائين. خليفي القادر باالله محمود کي يامين الدّولهِ وَ امين المِلّت جو لقب عطا ڪيو. محمود وچ ايشيا، ملتان ۽ سنڌ جي فاطمين ۽ هندن خلاف جهاد جو پهه ڪيو - اونهاري ۾ وچ ايشيا ۽ سياري ۾ هندوستان ۾ . |
| .4 | ڊسمبر 999 | اصفهابد جي قلعي تي ڪڙو چاڙهيائين ۽ خَلافَ هٿيار ڦٽا ڪيا. |
| .5 | نومبر 1000 | لمَغان ويجهو ڪجھ قلعا فتح ڪيائين. |
| .6 | آڪٽوبر 1001 | جئپال کي شڪست ڏئي قيد ڪري ۽ واهند والاريائين. |
| .7 | 1001 | مستنصر کي شڪست ڏنائين. |
| .8 | نومبر 1002 | خلاف کي قيد ڪري جزجانان موڪلي، حاجب ڪِجي کي سيستان جو حاڪم مقرر ڪيائين. |
| .9 | آڪٽوبر 1003 | سيستان جي باغين کي شڪست ڏنائين. |
| .10 | آڪٽوبر 1004 | ڀَٽِندا جي راجا ٻِجيراءِ جنگ هارائي ۽ مارجي ويو. |
| .11 | اپريل 1006 | پنجاب جي راجا آنَندپال سنڌوءَ جي ڪنارن ويجهو جنگ هارائي. |
| .12 | اپريل 1006 | ملتان فتح ٿيو، اتان جي اسماعيلي حاڪم ابوالفتح دائود ڀاڄ ڪاڏي ۽ سڪپال ملتان جو گورنر مقرر ٿيو. |
| .13 | سيپٽمبر-آڪٽوبر 1006 | اِلَڪ خان جي لشڪر کي خراسان مان ڀڄائي ڪڍيائين. |
| .14 | جنوري 1008 | الڪ خان خراسان تي ٻيهر حملو ڪيو، پر قطر جي ميدانن ۾ شڪست کاڌائين. |
| .15 | جنوري 1008 | سڪپال جي بغاوت جي خبر ٻڌائين. |
| .16 | ڊسمبر 1008 | آنَندپال واهند ويجهو شڪست کائي قيد ٿيو. |
| .17 | 1009 | نگرڪوٽ فتح ٿيو. |
| .18 | آڪٽوبر 1010 | غزنيءَ مان ملتان جو رخ ڪيائين، دائود کي قيد ڪري غوراڪ (غور) موڪليائين. |
| .19 | جون 1011 | غور تي قبضو ڪري ابن سوري کي قيد ڪيائين. |
| .20 | ڊسمبر 1011 | قصدر يا خضدار (Khuzdar) تي ڪاھ ڪيائين ۽ اتان جي حڪمران هٿيار ڦٽا ڪيا. |
| .21 | 1012 | قابوس کي هٽايائين. |

نقشو نمبر 17

محمود غزنويءَ جو منصوره ۾ قرلت لاءِ اچڻ وارو گس ۽ سنڌ ۽ پرپاسي علائقن ۾ مسلمانن جي شروعاتي دخل اندازي






محمود غزنويءَ جو لشڪر

فردوسي جي شاهنامہ تان ڪنيل

60. محمود غزنويءَ جي سپاهين ڪي وڻ تي لڪي ويهڻ جي سکيا هوندي هئي. جيئن ئي هيٺان گهوڙيسوار لشڪر اچي لنگهندو هو تہ هي سپاهي گهوڙيسوارن تي ٽپ ڏئي ڪين ماري وجهندا هئا. هي سپاهي پنهنجن گهوڙن تان ٽپ ڏئي بہ گهوڙيسوار دشمنن تي وار ڪندا هئا.



61. منگولن جي پگهاردار رشيدالدين جي ڪتاب جامع التواريخ تان ورتل. منگولن جهڙي پوشاڪ پهريل محمود غزنويءَ جو لشڪر ۽ ڪوٽن تي چڙهڻ واري مشين ڏيکاري اٿس. (اي ايل اي).

| | | |
|---|---|---|
| .22 | آگسٽ 1012 | گرهستان فتح ڪري پنهنجي بادشاهيءَ سان ڳنڍائي ڇڏيائين. |
| .23 | نومبر 1013 | نندانا طرف ڪاهيائين پر ناڪام موٽيو. |
| .24 | مارچ 1014 | ڀيمل کي شڪست ڏئي نندانا تي قبضو ڪيائين. جهلم ڪان مٿان ترِلوچَنپال ۽ تنگن کي شڪست ڏنائين. |
| .25 | آڪٽوبر 1014 | راجا رام کي شڪست ڏئي ۽ ٿانيسر تي قبضو ڪيائين. |
| .26 | مئي 1015 | خوابين کي پنهنجي بادشاهيءَ سان ڳنڍائي ڇڏيائين. |
| .27 | 1015/16 | بلخ تي ڪاهه ڪيائين، ڪشمير تي پهريون حملو ڪيائين ۽ لوهڪوٽ تي ڪڙو چاڙهيائين. |
| .28 | جولاءِ 1017 | خوارزم شاهه کي شڪست ڏئي سندس ملڪ پنهنجي بادشاهيءَ سان ڳنڍائي ڇڏيائين. |
| .29 | ڊسمبر 1017 | قنوج فتح ڪيائين. |
| .30 | جنوري 1018 | شاروا جي راجا کي شڪست ڏنائين. |
| .31 | اپريل 1019 | افغانن تي ڪاهه ڪيائين. |
| .32 | آڪٽوبر 1019 | گانڊا ۽ قنوج جي نئين راجا کي سزا ڏيڻ لاءِ غزنيءَ مان نڪتو. |
| .33 | ڊسمبر 1019 | تريلوچنپال کي شڪست ڏئي باڙي تي قبضو ڪيائين. |
| .34 | 1019/20 | محمود جي اچڻ تي گانڊا ڀڄي ويو. |
| .35 | 1020 | نور ۽ قِرات ماڻهن کي پيليائين. |
| .36 | نومبر 1020 | ٽَب ۽ غور تي حملو ڪيائين، اتان جي حاڪم هٿيار ڦٽا ڪيا. |
| .37 | سيپٽمبر-آڪٽوبر 1021 | ڪشمير تي ٻين ناڪام ڪاهه ڪيائين ۽ لوهڪوٽ تي ڪڙو چاڙهيائين. آنندپال جو پٽ تريلوچنپال مارجي ويو. |
| .38 | 1022/23 | گواليار جي راجا ۽ ڪالنجر جي راجا گانڊا هٿيار ڦٽا ڪيا. |
| .39 | 1025 | اسرائيل سلجوق کي قيد ڪري ڪالنجر قلعي ڏانهن موڪليائين. |
| .40 | ڊسمبر 1025 | لودِرَوا تي قبضو ڪيائين. |
| .41 | ڊسمبر 1025 | انهلواڙا (نهلواڙا يا پٽن) پهتو جتان چولڪايا (سولنگي) راجا ڀيم ڀڄي ويو. |
| .42 | جنوري 1026 | سومنات ۽ ڪنٿ ڪوٽ قلعا فتح ڪيائين. |
| .43 | مارچ 1026 | منصوره جي اسماعيلي حڪمران خفيف سومري کي شڪست ڏنائين. |
| .44 | مارچ 1027 | اتر سنڌ جي جاٽن کي سيکت ڏيڻ لاءِ غزنيءَ مان نڪتو، انهن جون هزارين ٻيڙيون ٻوڙيائين ۽ سندن ٻارن ٻچن کي غلام بنايائين. |
| .45 | 1028 | سلجوقن تي ڪاهيائين. |
| .46 | مئي 1029 | مودود کي قيد ڪري رِي تي قبضو ڪيائين. |
| .47 | جنوري 1030 | پٽس مسعود اصفهان تي قبضو ڪيو. |

سيد سليمان ندوي لکي ٿو ته محمود جي ظلم جو شڪار غير مسلم گهٽ، مسلمان وڌيڪ ٿيا. هن ٿيويهه وڏا معرڪا مسلمانن سان ۽ ٻارهن غير مسلمن سان ڪيا.

## محمود غزنويءَ جي سنڌ ۾ ڦرلٽ
(1026ع ۽ 1027ع)

محمود غزنويءَ 1025ع ۾ ملتان رستي سومنات تي ڪاهه ڪئي. سومنات ويندي رستي ۾ لودِرَوا تي قبضو ڪيائين. گجرات جو چولڪايا (سولنگي) بادشاهه ڀيم ديو-ا سندس پهچڻ کان اڳ ڀڄي ويو. سومنات تي قبضو ڪرڻ جي پندرهن ڏينهن اندر ڪنٿ ڪوٽ ۽ تر ڪان ٿيندو سنڌ ڏانهن روانو ٿيو، ڇاڪاڻ ته ڀيم ديو چولڪايا (سولنگي) ۽ مالوا جي هندو راجا پرماديو ساڻس جنگ جا سانباها ڪري ورتا هئا. ٿر جي ريگستان ۾ پنهنجو تمام گهڻو نقصان ڪرائي سنڌ جي راڄڌاني منصوره (برهمڻ آباد) اچي پهتو. سنڌ جو اسماعيلي حاڪم خفيف سومرو جهنگ طرف کسڪي ويو. محمود شهر کي ڦريو لٽيو ۽ ٻاهيون ڏنيون. اتان ملتان ۽ گومل لڪ رستي غزنيءَ طرف روانو ٿيو. واٽ تي خفيف جي چرچ تي اتر سنڌ جي جاٽن (ٻيڙياتن) سندس لشڪر تي حملو ڪيو. سندس ڪوڙ ماڻهو ۽ وَهٽ ماريائون ۽ سامان ڦريائون. هن نقصان جو پلاند وٺڻ لاءِ محمود 1027ع ۾ ٻيڙين تي رڪ جا تڪا ڀالا هٽائي سنڌ تي ڪاهه ڪئي. جاٽن سان جنگ ۾ انهن جا ٻي حساب ماڻهو ٻيڙين سوڌا ٻوڙائي مارايائين ۽ ٻار ۽ زائفون قيد ڪري پاڻ سان وٺي ويو.

## گهٽو ڪري پاٽيٽ رکڻ لاءِ ٺڪر جا ٿانوَ


62


63


64


65


66


67


68


69


70


71


72

62. چٽ ٺڪتل سوڙهي تري وارو ٿانءُ: اهڙا ٿانوَ موهن جي دڙي مان لڌا هئا. هن قسم جا گهڙيل پاسن، سوڙهيءَ تري ۽ ويڪرن ڪلهن وارا پارا سنڌو سڀيتا ۾ عام هئا (مارشل 1931، LXXXI، 26 ۽ ميڪي 1943، 78). ٿانون ۾ ٽِن رڱو انين ڪان چوڏهين صدين ۾ هئي. (ن م).

63. ٽڙيل منهن، گول تري ۽ نليءُ جهڙي ٽن واري پارڙي: ٽن سائيزن جا سچ نموني سهٽا ٽپا لڳل اٿس. گول آهي، پر ڪٽي سوڙهي ته ڪٽي ويڪري آهي. منهن ۽ ڪلهن وٽ ويڪرو هي ٿانءُ موهن جي دڙي مان لڌل هڪڙي ٿانوَ سان ملي ٿو (مارشل 1931، پل. LXXVI، 1). مٿس ٽپيل گول ڊزائن پاڙيسري ملڪ جي ڪنن جي ڳهن واري ڊزائن سان ملي ٿي. (ن م).

64. سنڌي ڪوُنرو: گول ٺهيل، ڊگهي ڳچي، سوڙهو ٻوٿ، ڪڙو ۽ نليءُ جهڙي ٽن اٿس. برهمڻ آباد-منصوره مان لڌو هو. ويهين صديءَ جي ننڍي ڪوُنري جي پيٽ ۾ هي استعمال ڪرڻ ۾ ڏکيو آهي. (ڊِي جِي اي).

65. سهٽي ڊزائن ٺپيل ٿانءُ: شيون رکڻ جو هي ٿانءُ (پارو) اپو ٺهيل آهي. ترو سڌو ۽ منهن سوڙهو اٿس. هوبهو هن جهڙو موهن جي دڙي مان لڌو آهي (مارشل 1931، پل. LXXX). انهي جو منهن هن کان وڏو آهي. تصوير نمبر 13 ۾ ڏيکاريل اهي. هي ٿانءُ ڏاڍو وٽندڙ ٺهيل آهي. (ن م).

66. برهمڻ اباد مان لڌل ٿانءُ: تصوير نمبر 13 تي ڏيکاريل موهن جي دڙي واري ٿانوَ جهڙو آهي. (ن م).

67. سڌي تري ۽ ٽن وارو ٿانءُ (پارڙي): هن جي دن وٽ گول ويڪري گرنهن ۽ تري ۾ سڌي گرنهن جوڙيل آهن. هن قسم جو ٿانءُ موهن جي دڙي مان لڌو هو. تصوير نمبر 10. (ميڪي 1938، پل. LXV، 21 ۽ ميڪي 1938، پل. LX، 31). (ن م).

68. ڪانپ ۽ ڪلهن تي سهٽي ڊزائن ٺهيل مٽ: منهن سوڙهو، وڏا ڪلها ۽ هيٺ گولائيءَ تي وريل آهي. سهٽو لڳي ٿو. ان جهڙو سنڌو سڀيتا يا اڳي ڏکڻ ايشيا ۾ ڪٽي ڪونهي. (پ م).

69. سومرن جي ماڳ شاهه ڪپور تان صحيح سلامت لڌل ٿلهي ٺڪر جو ڳرو مٽ: ڊ. 33 س م. او. 38 س م. شايد شراب ٺاهڻ لاءِ هوندو. (ع س).

70. ٻار وهنجارڻ لاءَ ڪوناري: ميوا رکڻ لاءِ پاٽ به سمجهي وڃي ٿي، پر گهٽي ڳري آهي. (پ م).

71. گلڪاري ٿيل مٽ: لڳي ٿو ته شراب جهڙي ڪنهن شيءِ لاءِ هوندو. (ن م).

72. برهمڻ آباد مان لڌل سهٽو مٽ: گهٽو ڪري شراب يا اهڙين ٻين شين لاءِ هوندو. (ن م).

سومنات کان موٽڻ مهل محمود منصوره کي ڀيلڻ جو رٿي نہ آيو هو، پر هتي اچي کيس فاطمين ۽ اسماعيلين سان دشمني پاري، ڪٽر مذهبي سني عباسي خليفن آڏو سرخرو ٿيڻ جو بهانو ملي ويو. اصل ڳالھ اها هئي تہ سومنات ويندي محمود جنهن گس سان ويو هو، اتان موٽندي ڀيم ديو جي حملي جو ڊپ هئس، سو خطرو ٽاري سنڌ جي وچان اچي لنگهيو ۽ منصوره جهڙي شاهوڪار شهر جي پرسان لنگهندي ان کي ڀيلڻ تي دل هِرڪيَس ۽ وجھ چڙي نہ سگهيو. کيس خليفي جي اسماعيلي يا ڪو بيو هجڻ جي ڳڻتي ڪانہ هئي. مطلب تہ هڪ تير سان بہ شڪار ڪيائين ۽ اهو چوڻ تہ ملتان ڦرڻ کانپوءِ اسماعيلين پڇي اچي منصوره ۾ ديرو ڄمايو هو، تنهنڪري محمود منصوره تي ڪاھ ڪئي، بلڪل مناسب نہ ٿو لڳي. محمود کي جيڪڏهن مذهبي فرض نڀائڻ جي ايڏي اوڻ هجي ها تہ جيڪر گهٽو اڳي 1010ع ۾ ئي ملتان سان گڏ منصوره تي بہ حملو ڪري ها، ايترو دير سان مرڻ ڪنديءَ تي اچي نہ.

محمود پنهنجي فتح ڪيل ملڪن مان سنڌ، تِرمِذ، ڪڪران ۽ دهليءَ کي پنهنجي بادشاهيءَ ۾ شامل نہ ڪيو هو، پر انهن کان ڍل اوڳاڙيندو هو. جيئن ئي پاڻ مئو، سنڌ ڍل ڏيڻ بند ڪري ڇڏي. سندس فتحن جي هڻ هٽان - اونهاري ۾ وچ ايشيا ۽ سياري ۾ ڏکڻ ايشيا - محمود جي پونيَرن لاءِ اٽڪٽ ڏچا پيدا ڪري ڇڏيا. آمو درياءَ جو ڏاکڻيون پاسو، جتي اڳي سامانين جو راڄ هو، اتان جي ماڻهن کي ڏکڻ ايشيا تي ڪاهون ڪرڻ ۾ ڪا دلچسپي نہ هوندي هئي، ڇاڪاڻ تہ اهي غزنوين سان سچا نہ هئا. سبب اهو هو تہ اهي جڳن کان وٺي خراسان جي خودمختياريءَ جا هيراڪ هئا ۽ هاڻي غزنوين جو ساڻن رويو فاتحن وارو هو. محمود 1025ع ۾ سلجوقين (لاڏائو ترڪ) کي آمو درياءَ اڪرڻ ڏنو هو. هنن قبيلن خراسان جي ڳتيل آباديءَ وارن شهرن جي آباديءَ لاءِ ويل ڪري ڏنو. 1035ع ۾ تہ سڄي خراسان ۾ بنھ رڻ ٻاري ڏنائون. مَروَند ۽ نيشاپور جي بيوس بٽيل ماڻهن بي ڪا واھ نہ ڏسي سلجوقين جي چڱ مڙسي مڃي، ڪين غزنوين کي خراسان مان ڪڍڻ لاءِ استعمال ڪيو ۽ نيٺ غزنوي لاهور پڇي ويا. سلجوقين مسعود کي شڪست ڏني ۽ جيئن ئي هو غزنيءَ موٽيو تہ کيس ماري سندس انڌي ڀاءُ کي تخت تي ويهاري ڇڏيائون. ان ريت غزنوين جي ڏهڪاءَ جي پڄاڻي ٿي.

سنڌ نہ تہ غزنوي سلطنت جو حصو هئي ۽ نہ ئي سنڌ تي غزنيءَ مان ڪو گورنر مقرر ٿي آيو. غزنوين لاهور تي حڪومت دؤران اتر پنجاب جا ڪجھ علائقا ضرور والاريا هوندا. ملتان بہ مقامي رياست (اسماعيلين جي، پانئجي ٿو سومرن جي) ۾ هليو ويو ۽ نيٺ 1175ع ۾ محمد شهاب الدين غوريءَ اچي انهي تي قبضو ڪيو.

هندوستانين ۽ سنڌو ماٿر جي حاڪمن جي محمود هٿان آسانيءَ سان جنگ هارائڻ جو ڪارڻ ڪنهن ڏر جي لشڪر جي بهادري نہ پر فاتح ڏر جي هٿيارن جي برتري هوندو هو. سومرن جي دؤر ۾ هٿيار ساڳيا اهي ئي هئا، جيڪي صدين کان هندوستان جي ٻين رياستن ۾ هر هنڌ عام هئا. تڏهوڪن عام هندوستاني هٿيارن جو ذڪر هيٺ ڏجي ٿو:

## سنڌين جا هلان (حملي) جا هٿيار

هنن ۾ ڪهاڙيون، ڀالا، خنجر، ڪماڻيون، تير، مياڻون، تلوارون، ڏڦا، غليليون ۽ لوهي ڦر سان ڊگهي ڳن وارا نيزا وغيره شامل هئا.

## سنڌين جا بچاءَ جا هٿيار

هنن ۾ ڳرا ٽوپلا ۽ ماهئي يا ڳائي چوڙي جون ڍالون شامل هيون. هندو ڳائو چوڙو ڪتب نہ آڻيندا هئا، پر سومرا ٿي سگهي ٿو ڪتب آڻيندا هجن.

## محمود غزنويءَ جا خاص هٿيار گرگاچ ۽ سباط هئا

گرگاچ کي هيٺان ڦيٿا لڳل هوندا هئا ۽ مٿان بہ ڍڪيل هوندو هو. هي قلعي جي ڀاڙ تائين پهچڻ لاءِ ڪم ايندو هو. هيءُ پڪ سان حملي جو هٿيار هو. سباط وسيلي وري قلعي جي چوٽيءَ تي پهچبو هو. محمود غزنويءَ سيني جنگين ۾ هي ٻئي هٿيار ڪم آندا ۽ اڳتي هلي دهليءَ جي سلطانن ۽ منگولن بہ ڪم آندا. اهي هٿيار سومرن وٽ بہ هئا يا نہ، پڪ سان چئي نہ ٿو سگهجي. محمود وٽ پارٿين، سٿين، رومين، ساسانين ۽ عربن واريون جنگي مشينون هيون، جن ۾ ڪيانين جي دؤر کان وٺي پندرهن سو سالن جي تجربي سان بهتري ٿيندي رهي هئي. ڏکڻ ايشيا وارا 500 ق-م کان پوءِ پنهنجن پراڻن هٿيارن جي آسري سڄي دنيا کان ڏار ٿي ويا هئا ۽ هر ڀيري شڪست ئي سندن مقدر ٿيندي هئي.

## سومرن آزاديءَ سان راڄ ڪيو (1030_1217/18ع)

سومرن جي پهرين راڄڌاني منصوره شهر هو، جنهن کي محمود غزنويءَ 1026ع ۾ ڦريو لٽيو ۽ ساڙيو هو. 1026ع کان سنت ئي پوءِ سومرن ٿريءَ (بدين ضلعي ۾ ماتليءَ کان اٽڪل اٺ ميل اوڀر ۾) کي پنهنجي راڄڌاني وجي بڻايو. سلطان ٿور سومري جي دؤر ۾ سنڌو درياءَ پنهنجو پراڻو وهڪرو ڇڏيو تہ سومرن بہ 1241 کان 1246 جي وچ ۾ ٿريءَ کي ڇڏي شاھ ڪپور يا محمد ٿور (جاتيءَ کان اٺ ميل اتر ۾) کي وجي راڄڌاني بڻايو. محمد ٿور شهر سنڌو درياءَ جي گونگڙي شاخ جي ڪَڙَ تي آباد هو. چوڏهين صديءَ جي چوٿين ڏهاڪي ۾ درياءُ محمد ٿور کي بہ ڇڏي ويو ۽ سومرن نئو شهر وجي وسايو. محمد ٿور

## ٺڪر جا رڱ پچاءَ جا ٺانوَ ۽ ٻيرَ


73


74


75


76


77


78


79


80


81


82


83


84


85


86

73. چاڏي يا ڪُني: ڪانپ تي گِرنهن ان ڪري ٺهيل اٿس تہ جيئن ولوڙڻ مهل ڏئونرو هارجي نہ وڃي. سهڻا چِٽَ اٿس. برهمڻ آباد-منصوره مان لڌي هئي. (ن م).

74. هار سِينگار جون شيون يا مسالا يا قيمتي شيون رکڻ جي ننڍڙي ڪنڙي: اهڙيون اجا تائين ٺهن ٿيون. ڊ. 7.4 س م. منهن وٽ ڊ. 4.55 س م. او. 3.85 س م. (س ع).

75. سومرن جي دؤر جو ٺڪر جو پارو: مٿس چٽ اڪيريل آهن. اهڙي نموني جا چٽ ويهين صديءَ جي پهرئين اڌ تائين ٺامي جي ٿانون تي عام اڪيربا هئا. (س ن).

76. برهمڻ آباد مان لڌل ٻن ڪلهن يا ڏاڪن واري هنڊي: مٿس تري ۾ بونبڙيءَ واري ڍڪڻيءَ بہ آهي. اهڙيون هاڻي ڪونہ ٿيون ٺهن. ڏهين کان چوڏهين صدين ۾ هلنديون هيون. موهن جي دڙي وارن ڏينهن ۾ ڪونہ هيون. (ن م).

77. برهمڻ آباد مان لڌل ٻن ڪلهن يا ڏاڪن واري هنڊي. (ن م).

78. 77 جهڙي ڀڳل هنڊي. (س ن).

79. وريل ڪڙن واري ٺڪر جي ٽوڪري يا ٽئي: او. 7.9 س م. مٿس گل ۽ ڪوفي ڪتبو آهن. ڏهين کان ٻارهين صدين جي هوندي. ڀنڀور مان لڌي. (ن م).

80. ڪانپ تي گرنهن لڳل چاڏي: منصوره مان لڌي. انهي جهڙيون ويڪرن ڪلهن، وڏي پيٽ ۽ گول تري واريون چاڏيون اڄ بہ ڏئونرو ولوڙڻ لاءِ ٺهن ٿيون، پر منجهن ڪانپ وٽ گرنهن ڪانهي. موهن جي دڙي جي چاڏيءَ (مارشل 1931، تصوير نمبر 302) جا ڪلها بہ ائين ئي ويڪرا آهن، پر ترو سڌو اٿس. تصوير نمبر 16 ۾ ڏيکاريل آهي. (ڊي جي اي).

81. رڌڻي جي استعمال، هٿ منهن ڌوئڻ يا ڪاڪوس لاءِ ٿوري پاڻيءَ لاءِ ڦاٽل منهن وارو لوٽو يا بطنو. ( س ع).

82. اٺڪاشِيَل دانگي: ريگڙو لڳل اٿس ۽ چؤڌاري ڪنارن تي ڪنگريون ٺهيل اٿس. الور مان لڌي. ان قسم جون دانگيون ويهين صديءَ تائين عام هلنديون هيون. (س ن).

83. گهڻو ڪري ٺڪر مان ٺهيل ٻيرَ: شين کي مٿيرو ڪري رکڻ لاءِ. اهڙو موهن جي دڙي مان بہ لڌو آهي. (ل م).

84. ساڳيو 83 جهڙو.

85. سنهڙي منهن واري گهگهڙي: اڄڪلهہ ڪانہ ٿي هلي، پر موهن جي دڙي جي ڏينهن ۾ هئي. اڄڪلهہ هن نموني جون ڀانڊاريون (ٻهراڙيءَ جي ٻارن جون بينڪون) ٺهن ٿيون، جن ۾ ٻهراڙيءَ جا ٻارڙا پنهنجي بچت ٿاري رکندا آهن. تڏهن ڪهڙي ڪم ايندي هئي، خبر ناهي. موهن جي دڙي جو گلدان (مارشل 1931، 301 ۽ ميڪي 1943، 77) تصوير نمبر 11 ۾ ڏيکاريل. گرنهن ٿوري وڌيل اٿس، شايد ڪا رسي وغيره ٻڌڻ لاءِ. وڌ ۾ وڌ ڊ. 12.7 س م. وڌ ۾ وڌ او. 14.95 س م. ٽوپيءَ ۾ ٽنگڙو 1.55 س م. اندرين اونهائي 11.75 س م. (س ن).

86. ٺڪر جي ٻيرَن يا ڪنهن سلفيءَ جو سهڻو سينگاريل ٽڪرو. (پ م).

ڪي مهاتم ٿور يا شاهه ڪپور به چوندا آهن. سومرا گهڻو ڪري اسلامي نالو نه ڪٽندا هئا، تنهنڪري ٿي سگهي ٿو ته مهاتم ٿور چوندا هجن. شاهه ڪپور نالي مان ڪپور يا ٿور ظاهر ٿئي ٿو، ڇاڪاڻ ته سنڌ ۾ شاهه لفظ قبرستان جي نالي آڏو به لڳائبو آهي.

بکر ۽ اُچَ جي 1186ع تائين غزنوي سلطنت ۾ شامل هجڻ وارو ڏُکو به سراسر غلط آهي. ان وقت دؤران گجرات جي وڪرماجيت- VI(1077-1126ع) جون سنڌ تي ڪاهون جاري هيون، پر اهو رڳو ڪينس ڪندو رهيو ۽ ڪڏهن ڪا سوڀ پلئه نه پيس. اهو ڪڇ جي بجاءِ مالوا ۽ ٿر جي ريگستان رستي ڪاهون ڪندو هو. ڪڇ تن ڏينهن ۾ ٻيٽ هوندو هو. ائين به لڳي ٿو ته 1175ع کان ٿورو اڳ مقامي ڀٽي ذات جي شاهي هندو راجا ملتان يا سنڌ جو ڪو ٽڪرو يا ٻنهي جا ٿورا ٿورا ٽڪرا والاري، اُچَ ۾ پنهنجي ننڍڙي رياست ٺاهي ورتي هئي، جنهن کي محمد غوريءَ اچي ختم ڪيو. سنڌ جي تڏهوڪي سرحد هاڻوڪي سرحد کان سو ميل ڪن اتر تائين هئي.

## سنڌ ۾ غزنويءَ جا پونيَر (1030_1176ع)

سنڌ محمود غزنويءَ کي 1026 کان وٺي 1030ع ۾ سندس مرڻ تائين ڍل ڏيندي رهي. محمود کان پوءِ پٽس مسعود تخت تي ويٺو. هڪ سال کان پوءِ بغداد جو خليفو القادر به مري ويو ۽ القاسم نئون خليفو ٿيو. نئين خليفي خراسان، خوارزم، نمروز، زابلستان، سڄو هندوستان، سنڌ، چغانيان، ختلان، قباضيان، ترمذ، قصدار، مڪران، والستان (سبي)، ڪيڪان (Kalat) رِي، جبال، اصفهان، حلوان جو سڄو علائقو، گرگان ۽ طبرستان مسعود حوالي ڪري ڇڏيا. هن لسٽ ۾، سنڌ سوڌو، ڍل ڀريندڙ رياستون به شامل آهن. ايتري تائين جو سڄو هندوستان به لسٽ ۾ شامل آهي. اهو ان ڪري ته هيڪر فتح ڪيل علائقو، پوءِ ان تي قبضو هجي يا نه، ان جي مالڪيءَ جي دعويٰ ڪرڻ ۾ وڏائي سمجهي ويندي هئي. مطلب ته ڏاڍي جي لٺ ڪي به مٿا. هيٺ ڏنل تاريخي واقعا صاف ٻڌائين ٿا ته سنڌ تي غزنوين جي بادشاهي نه رهي، جيئن عام سمجهيو وڃي ٿو.

* 1005/6ع ۾ غزنوين ملتان تي حملو ڪري، مٿس ٻه ڪروڙ درهم ساليانو ڍل لاڳو ڪئي. اڳتي هلي 1010/11ع ۾ ان کي پنهنجي بادشاهيءَ سان ملائي ڇڏيائون.
* سنڌ تي ڍل 1026ع جي شروع ۾ لاڳو ٿي. جيئن ته سنڌ جو علائقو ۽ زرعي اپت ملتان کان ٽيڻ تي هئا، تنهنڪري سنڌ ۽ ملتان تي گڏائي ڇهه ڪروڙ درهم ساليانو ڍل لاڳو ڪئي وئي. سنڌ ان مان ساڍا چار ڪروڙ درهم مس ڀريا هوندا.
* سنڌ جي 1030ع کانپوءِ غزنوين جي ڪنٽرول هيٺ هجڻ جو ڪو ثبوت نه ٿو ملي ۽ گهٽ ۾ گهٽ ان ڳالهه جي ته پڪ آهي ته 1040ع کانپوءِ غزنوين سنڌ تي ڪو حملو ناهي ڪيو، جيتوڻيڪ سندن حملن بابت لکڻ وارن تمام گهڻو وڌاءُ به ڪيو آهي. وچيان ۽ آخري غزنوي حڪمران هندوستان جي ڪجهه علائقن تي خزاني ۽ سون خاطر راتاها هڻندا رهيا، پر پنجاب جي دنگ ۽ گنگا-جمنا دوآب جي اولاهين اڌ کان اڳتي ڪنهن علائقي تي قبضو ڪو نه ڪيائون.
* 1031ع ۾ خليفي القاسم قصدر (خضدار)، والستان (سبي) ۽ ڪيڪان باضابطه مسعود جي بادشاهيءَ ۾ ملائي ڇڏيا، پر مسعود ساڳئي ئي سال مڪران جي ڪنهن طاقتور ماڻهوءَ کي، سندس منصبداريءَ عيوض، اتي قبضو ڪرڻ ۾ مدد ڪئي.
* 1040/41ع ۾ مسعود جي تخت تان هٽڻ جي خبر ٻڌي ملتان جي اسماعيلين ابوالفتح دائود جي پٽ کي پنهنجو شيخ مڃي سندس اڳواڻيءَ ۾ بغاوت ڪئي. غزنوي سپهه سالار فقيهه سليطي مٿن حملو ڪيو. اسماعيلي، پيشيور غزنوي لشڪر جو مقابلو نه ڪري سگهيا ۽ ڏکڻ سنڌ ۾ ٺريءَ (سومرن جي راڄڌاني) طرف ڀاڄ ڪاڍائون. غزنوي لشڪر سندن وڌيڪ پيڇو نه ڪيو. ملتانين آڻ مڃي ۽ خطبي مان مصر جي فاطمين جو نالو ڪڍي ٻيهر عباسي خليفي جي نالي سان پڙهڻ لڳا. محمد حليم کي ملتان جو گورنر مقرر ڪيو ويو.
* سليطي سنڌ طرف ڀاڄ ڪائيندڙ، ابوالفتح دائود جي پٽ شيخ جي پويان پوڻ بجاءِ وچولي سنڌو ماٿر جي جاٽن کي دٻائڻ جي ارادي سان لاهور موٽي ويو. اتي مٿس اتان جي مقامي راءِ، راٺن ۽ ٺَڪر راجائن واهند جي هندو شاهي راجا جي پوٽي سندنپال جي اڳواڻيءَ ۾ حملو ڪيو. جنگ لڳي، جنهن ۾ سندنپال مارجي ويو. هن مان ظاهر ٿئي ٿو ته پنجاب جو گهڻو حصو، خاص ڪري سڄو ڏکڻ پنجاب، 1040/41ع ۾ غزنوين جي مڪمل ڪنٽرول هيٺ نه هو.
* شاعريءَ جي مجموعي ديوان الارض ۾ سلطان ابراهيم جي دؤر ۾ سنڌ جي گورنر محمد بن بحاطب حروي جو ذڪر اچي ٿو. پر انهن ڏينهن ۾ ملتان ۽ اُچَ کي ئي سنڌ سمجهيو ويندو هو ۽ انهي قسم جي شاعري رڳو بادشاهن کي پڌائڻ لاءِ ڪئي ويندي هئي.
* نگر ڪوٽ يا ڪانگڙي تي محمود 1009ع ۾ قبضو ڪيو هو، پر 1043ع ۾ اتي هندو راجائن پاڻ ۾ گڏجي راڄ ٿي ڪيو. ٻه طاقتور هندو راڄ گهراڻا - مالوا ۾ پرمار ۽ تريپوري (مڌيه پرديش) ۾ ڪلاچوري - اسريا ۽ ڏهين ۽ يارهين صدين ۾ اتي راڄ ٿي ڪيائون. ڀوجل 1000 - 1055ع ۽ ڪرڻ يا لڪشمي ڪرڻ 1034-

## ٺڪر جا ڪپا، جڳ، پيالا، پيرَ ۽ چٽيل ۽ ڪاشيل گلدان



87



88



89



90



91



92



93



94



95



96



97



98



99

87. مضبوط ۽ ٿلهي ڪڙي ۽ وڏي پيٽ وارو جڳ: موهن جي دڙي ۾ ننڍين ڪپن کي ڪڙا هوندا هئا، پر اهڙن وڏن جڳن کي ڪڙا ڪونہ هوندا هئا. (ن م).

88. وڏي پيٽ وارو جڳ: او. 13 س م. ٻاهرين ڊ. منهن وٽ 7.75 س م. اندرين ڊ. ڳچيءَ جي هيٺان 10.1 س م. اندرين ڊ. ڳچيءَ وٽ 5.9 س م. تري جي ڊ. 6.6 س م. او. ڪڙي جي چوٽيءَ تائين 14.35 س م. او. منهن تائين 13.2 س م. (س ن).

89. نازڪ ڪڙي وارو جڳ: برهمڻ آباد مان لڌو. (ن م).

90. ڊگهو پر سنهڙو جڳ. (ن م).

91. 90 جهڙو جڳ: برهمڻ آباد - منصوره مان لڌو. (ن م).

92. گهٽو ڦاٽل منهن وارو جڳ: برهمڻ آباد-منصوره مان لڌو. (ن م).

93. پٽر جو جڳ: ڪڙو پگهل ۽ مٽان پَنَ اڪيريل اٿس. (ن م).

94. ويڪري منهن وارو ڪپو: اهڙا ڪپا موهن جي دڙي مان بہ لڌا آهن (ميڪي 1938، 201، ميڪي چانهون دڙو 1943، 79 ۽ ميڪي 1938، پل. LXI، 21) 8 ۽ 9 تصويرن ۾ ڏيکاريل. ٻاهرين ڊ. چوٽيءَ وٽ 7.95 س م. ڳچيءَ جو ڊ. 5.7 س م. ڳچيءَ هيٺان 7.1 س م. او. 12.8 س م. وڏ ۾ وڏ اندريون ڊ. ڳچيءَ وٽ 6.7 س م. (س ن).

95. جاميٽريائي نمونا ۽ مڇيون وغيره چٽيل ٺانون جون ٺڪريون. (پ م).

96. برهمڻ آباد-منصوره مان لڌل جانور چٽيل ٺانون جون ٺڪريون. (ن م).

97. نائين کان يارهين صدين جو ڳوڙهي سائي رنگ جو گلدان: انگورن جو ڇڳو ڇپيل اٿس ۽ ٽي نازڪ وريل ڪڙا اٿس. گهٽو ڪري شراب ۾ ڪم ايندو هوندو. سومرن جي ٺانون ۾ بہ اهڙا ڪڙا آهن. (ن م).

98. نازڪ پيالو يا ڪپو: گهٽو ڪري شراب پيئڻ لاءِ هوندو. شاهہ ڪپور مان لڌو. (ع س).

99. ڪپن، پيالن يا ڏيئن وغيره لاءِ ٺڪر جا پيرَ: وڏ ۾ وڏ او. 14.3 س م. تري وٽ ٻاهريون ڊ. 19.55 س م. تري وٽ اندران ڊ. 8.9 س م. چوٽيءَ وٽ 11.55 س م. سوڙهو وچ ڊ. 5.9 س م. (س ن).

1070ع ۾ غزنوين کي پنجاب جي دنگن تائين ڌڪي ڪڍيو ۽ پنهنجي دؤر ۾ ڪين اڳتي وڌڻ نہ ڏنائون. پر 1070ع ڪانپوءِ غزنوي وري هندن جي علائقن ۾ وڃي ڦر لٽ ڪرڻ لڳا. ٻارهين صديءَ جي شروع ۾ پرمارن ۽ ڪلاچورين سان گڏ قنوج جا راجا بہ طاقتور ٿي اڀريا ۽ غزنوين جو اتر هندوستان طرف وڌڻ بند ڪري ڇڏيائون. سڪمپاري آرنوراجا جي حاڪم چاهنامہ (1113 - 1153ع) ڪيترائي ڀيرا حملي آور غزنوين کي پڇائي ڪڍيو.

* پرٿوي راج چوهاڻ کي معزالدين محمد غوريءَ گهڻو وقت پوءِ 1192ع ۾ شڪست ڏني. تنهن جو مطلب تہ غزنوين جو زور گهٽي ٻاگي رڳو پنجاب جي ڪجھ حصن تائين هو. معزالدين 1175/76ع ۾ اسماعيلين ۽ ملتان ۽ اُچ جي شاهي حاڪمن کي آڻ مڃائي مارواڙ جو رخ ڪيو. اتي ڪيس نهرواڙا يا پٽن (گجرات) جي چولڪايا راجا مولراج-II شڪست ڏني. غوري اتان شڪست کائي پڳو ۽ اچي لاهور تي قبضو ڪيائين. 1186ع ۾ سڄو پنجاب والاري لاهور ۾ غزنوي راج گهراڻي جو انت آنڊائين. ملتان جا اسماعيلي حاڪم گهڻو ڪري سومرا هئا.

* مٿين ڳالهين مان اندازو ڪري سگهجي ٿو تہ جيتوڻيڪ غزنويءَ جا پونيَر پنهنجن وڏن جي پَر پاريندا رهيا؛ وٽن سکيا ورتل ۽ هٿياربند فوج بہ هئي ۽ مال دولت لاءِ هندن جي علائقن ۽ مندرن تي حملا بہ ڪندا هئا، پر سنڌ کان ڍل اوڳاڙڻ ڪو نہ آيا. ان جو مطلب تہ سنڌ آزاد هئي، اتي سومرن جو راج هو ۽ ملتان پڻ غزنوين وٽ ڪڏهن ڪڏهن ٿوري عرصي لاءِ رهيو.

* فخري مدبّر مبارڪ شاھ جي شاعري "ادب الحَرب وَالشجاع" پڙهڻ سان خبر پوي ٿي تہ غزني ۽ تِڳينلز (قندار) جي وچ وارا علائقا، جن ۾ بست، مستونگ، قصدار، ڪِيجور، تِز، مڪران، گرم شير، نرم شير (هندي ساگر جو ڪنارو)، سِوستان (سيوهڻ)، ديبل، سورج (بروچ)، ڪئمبي ۽ ان جي پر وارو سمورو هندوستاني علائقو، الور، بکر، سِواري (سِوي يا سِبي)، پاٽيا يا پَٽندا، اُچُ، ملتان، ڪَروڙ ۽ بنون اچي ويا. سلطان ابراهيم جي پيءُ مسعود جي نپايل پٽ ۽ شاهي خزانچي شريف ابوالفراج جي عملداريءَ هيٺ هئا. هن ڳالھ جي ڪوڙو قصيدو هجڻ جو ثبوت اها حقيقت آهي تہ بروچ ۽ ڪئمبي ڪڏهن بہ غزنوين کي ڍل نہ ڏني- ويندي پنهنجي سر پاڻ محمود کي بہ نہ. ان ليکي آرام سان چئي سگهجي ٿو تہ 1030ع کان پوءِ ايندڙ ٻن صدين تائين سنڌ آزاد هئي ۽ مٿس سومرن جي حڪمراني هئي، تيستائين جڏهن قباچہ ملتان ۽ اُچ پنهنجي بادشاهيءَ ۾ ملائي ڇڏيا ۽ سومرن تي بہ ڍل لاڳو ڪيائين.

* 1055ع ۾ طغرل بيگ ترڪ بغداد ۾ عباسي خليفي کي شيعن جي چنبي مان ڇڏائي ۽ پاڻ خليفي جي اوٽ ۾ اچي ڪاري جو والي ٿي ويهي رهيو. هي واقعو صاف ٻڌائي ٿو تہ بغداد جي بيوَس خليفي وٽ غزنوين کي ڪا منظوري ڏيڻ يا مدد ڪرڻ جو ڪيترو اختيار هو.

## غزنوين جي ڪاهن جا سماجي، معاشي ۽ سياسي ڪارڻ

محمود، ملتان ۽ سنڌ تي ان ڪري ڪاهون ڪيون ۽ ڦريو لٽيو جو هي ٻئي مالدار رياستون هيون ۽ ٻئي پاسي وري اها پنهنجي پر پاسي وارن علائقن کي اسماعيلين کان پاڪ ڪري عباسي خليفن کي راضي ڪرڻ جي چال بہ هئي، جو تہ عباسي خليفن جا مد مقابل، مصر جا فاطمي خليفا، مٿن چڙهت ڪندا ٿي ويا. ملتان جا اسماعيلي محمود هٿان شڪست کائڻ کان پوءِ مودود (1041 - 1050ع) جي دؤر تائين ٻيهر ڪند نہ ڪٽي سگهيا. شروع ۾ غزنوين وٽ ڏکڻ ايشيا ۾ شهري (Civil) انتظاميہ نہ هوندي هئي، تنهنڪري ڪوڙ رياستون ڍل ۾ گهوبي هٽي وينديون هيون ۽ گهٽن موقعن تي تہ ڍل اوڳاڙڻ لاءِ ڪين فوج چاڙهٽي پوندي هئي. ملتان جيئن تہ غزنيءَ کي ويجهو هو، تنهنڪري 1040ع تائين ڍل ڀريندو رهيو، پر سنڌ محمود جي مرڻ شرط ئي ڍل ڏيڻ بند ڪري ڇڏي. صوبائي گورنر ۽ ڍل ڀريندڙ رياستون سلطان کي نوروز (ايراني نئين سال جو پهريون ڏينهن) جي موقعي تي سوکڙيون پاکڙيون موڪليندا هئا. سنڌ، 1030ع کانپوءِ ڪا سوکڙي نہ موڪلي آهي. حالانڪ مڪران ۽ قصدار جا نالا هر سال سوکڙيون موڪليندڙن واري لسٽ ۾ شامل آهن.

## ملتان پاران غزنيءَ جي ڍل ڀرڻ

شيخ حامد نالي هڪڙي اسماعيليءَ بنو سامہ کان ملتان جي بادشاهي ڦري ۽ 1011ع ۾ وري غزنوين مٿس قبضو ڪري ان کي پنهنجي بادشاهيءَ ۾ شامل ڪري ڇڏيو. 1032 ۽ 1054ع جي وچ دؤران ملتان آزاد هو ۽ اتي مقامي اسماعيلين جي بادشاهي هئي. گهڻو امڪان آهي تہ اهي سومرا هئا، پر راڄ گهراڻي بابت ڪو تفصيل موجود ڪونهي. غزنوي، لاهور تي قبضو ڄمائي چڪا هئا ۽ وچ ايشيا (Transoxania) مان سلجوقين ڪين ڀوڙائي ڪڍيو هو، سو لاهور کي اچي راڄڌاني بڻايو هئائون. 1054 ۽ 1186ع جي وچ تي غزنوين ملتان تي ٿوري ٿوري عرصي لاءِ بہ ڀيرا قبضو ڪيو، پر 1186ع ۾ غورين جي ملتان فتح ڪرڻ وقت اهو اسماعيلين جو مظبوط ڳڙھ هو ۽ اتي غزنوين جو حڪم بلڪل نہ هلندو هو. ان کان ونئي 1442ع تائين ملتان غورين يا دهلي سلطنت جي گورنرن جي هٿ هيٺ رهيو.



نقشو نمبر 18
1206ع
ڏکڻ ايشيا شهاب الدين غوريءَ
جي مرڻ مهل
شهاب الدين غوريءَ جي ديبل تي ڪاهه ڪرڻ يا سنڌ کي پنهنجي سلطنت ۾ ڳنڍائڻ جو ڪو ثبوت ڪونهي، تنهن ڪري چئي سگهجي ٿو ته سنڌ آزاد ئي هوندي.
INDEX
1. SOOMRA'S OF SINDH (INDEPENDENT)
2. EMPIRE OF SHAHABUDDIN GHORI
3. RIVER INDUS IN 1206 AD
4. TOWNS
5. INTERNATIONAL BOUNDARY
6. CEASE FIRE LINE
7. JAREJA SAMMAS OF KUTCH
8. PRESENT PROVINCIAL BOUNDARIES
9. EXTENT OF CONQUESTS
10. OVER RUN BY AIBAK
TRANS-OXIANA
CHINA
SAMARQAND
QUNDUZ
AFGHANISTAN
KABUL
GHAZNI
PESHAWAR
KANDHAR
KASHMIR
SRINAGAR
SIALKOT
BHERA
KANGARA
LAHORE
JALANDAR
MULTAN
PAKPATTAN
SIBI
KALAT
UCH
INDEPENDENT
BAKHAR
ROHRI
SOOMRA
SEHWAN
RULE
THARRI
AMARKOT
DEBAL
JAREJA SAMMAS OF KUTCH
JAISALMER
NAGAUR
MERTRA
AJMER
HISAR
DEHLI
BUNOR
AMARAHA
NEPAL
BAHALIN
MATHURA
AGRA
LUCKNOW
GWALIOR
KALPI
JANPUR
PATNA
PALAS
RAJMAHAL
GAYA
SENAS
NADIA
SONARGAON
JALOR
CHITTOR
ABU
BHILSA
CHANDELAS
JABALPUR
UJJAIN
PARAMARAS
DHAR
MALWA
CAMBAY
KALACHURIS
CHITTAGONG
SOMNATH
DIU
NAVASARI
DAMAN
THANA
BOMBAY
CHAUL
POONA
YADAVAS
KAKATIYAS
PERSIAN SEA
DABHOL
BIDAR
WARANGAL
GULBARGA
RAJAMUNDRY
BAY OF BENGAL
RAICHUR
GOA
VIJAYANAGER
HOYASALAS
KAMPIL
N
SCALE
100 0 100 200 300 400 500 KILOMETRES
CALICUT
TANJORE
PANDYAS
MADURA
CEYLON
INDIAN OCEAN
65
70
75
80
85
90
35
30
25
20
15
10
5

باب ستون

# شروعاتي سومرن حاڪمن جا اسلامي دنيا ۽ هندوستان ۾ همعصر

# (1011_1206ع)

ٻارهين صدي عيسوي اسلامي دنيا ۾ زبردست ڏڦيڙ ۽ ڀڃ ڊاهه وارو دؤر هو. اڪثر اسلامي ملڪن ۾ راڄ گهراڻا بدلجي ويا. مثال طور سڄو عربستان قرامطين جي هٿن مان نڪري، بيشمار عرب قبيلن ۾ ورهائجي ويو ۽ ٻاڙيسري طاقتون جهڙوڪ سلجوق، ايوبي، همداني، نجاهدي، جولاني ۽ نبّاني انهن ڪان ڏل اوڳاڙڻ لڳا. 1171ع ۾ صلاح الدين، فاطمي خلافت جو انت آڻي پاڻ مصر جو خودمختيار حاڪم ٿي ويهي رهيو ۽ فاطمي تحريڪ جي سٽيا ناس ڪري ڇڏيائين.

## وچ ايشيا ۽ افغانستان

ان عرصي دؤران وچ ايشيا تي غزنوين، غورين، خوارزم شاهن ۽ منگولن جو راڄ رهيو. 1026ع ۾ غزنيءَ جي حاڪم محمود منصوره ۾ ڦرمار ڪئي ۽ اتان جي حاڪم خفيف گهڻو ڪري ڀڄي جان بچائي. محمود ٻيو ڀيرو 1027ع ۾ اتر سنڌ جي جاٽن تي ڪاهه ڪئي. خوارزم شاهه سيوهڻ ۾ ڦرمار ڪئي ۽ 1223/4ع ۾ ديبل ۽ پاري نگر کي ڦرمار ڪري ساڙي ڇڏيائين. 1224ع ڌاري خوارزم شاهه جو پيڇو ڪندي چنگيز خان منگول جو پٽ اڪتائي خان (چغتائي) سڄي سنڌ کي ڀيليندو ويو، پر ان کان پوءِ سٽت ئي منگول دهلي سرڪار جي پنجاب وارن علائقن ۾ اهڙا تہ ڦاسي ويا جو سندن ڏيان سومرن تان هٽي ويو. ائين بہ ٿي سگهي ٿو تہ سومرا، وحشي منگولن کي اَنُ ۽ ڪپڙو پهچائيندا هجن ۽ بدلي ۾ منگول سنڌ کي بخش ڪندا آيا هجن.

## ملتان

ان عرصي دؤران ملتان جا حڪمران هڪ ٻئي پٺيان متجندا رهيا: 1030 ۽ 1186ع جي وچ ۾ ملتان گهڻو وقت اتان جي اسماعيلين جي هٿن ۾ رهيو، جيڪي گهڻو امڪان آهي تہ سومرا هئا ۽ نيٺ دهلي سرڪار جي ڪنٽرول هيٺ هليو ويو.

## مڪران

مڪران تي معاذن جي بادشاهي هئي، جيڪي 1078ع تائين غزنوين جا منصبدار رهيا.

### سومرن جون همعصر اسلامي رياستون

| نمبر | راڄ گهراڻو | عيسوي سن | تجزيو |
|---|---|---|---|
| .1 | عباسي | 749 - 1258 | بغداد تي سندن وَسُ نائين صديءَ ۾ ئي نہ هلندو هو، پر بادشاهيءَ جي دعويٰ ڪندا آيا. |
| .2 | الموحد | 1130 - 1269 | اتر آفريڪا ۽ اسپين ۾. هنن مذهب کي نئين سر جيارڻ جي تحريڪ جو بنياد وڌو. |
| .3 | الموراويد | 1056 - 1147 | مراڪش ۽ اسپين وغيره ۾. |
| .4 | ايوبي | 1169 - 1260 | مصر ۽ شام ۾. |
| .5 | بوواحدي | 932 - 1062 | ايران ۾. هي شيعا هئا، پر حڪومت عباسي خليفن جي نالي سان ڪندا هئا. |
| .6 | قرامطي | 894 کان 11 صديءَ جي پڇاڙيءَ تائين | اوڀر ۽ وچ عربستان ۾. هي اسماعيلي شيعا هئا. |
| .7 | فاطمي | 909 - 1171 | مصر ۾. هي اسماعيلي شيعا هئا. سندن خراسان، سنڌ ۽ ملتان سان لاڳاپا هئا. |
| .8 | ناصري | 1230 - 1492 | غرناط (اسپين) ۾. |
| .9 | غزنوي | 977 - 1186 | خراسان، افغانستان ۽ اتر پنجاب ۾. هي سني هئا. 1026 ۽ 1027ع ۾ سنڌ ۾ ڦر لٽ ڪيائون. ڪجھ سالن تائين سنڌ ڪان ڏل بہ اوڳاڙيائون. |
| .10 | غوري | 1217 | خراسان، افغانستان ۽ هندوستان ۾. هي سني هئا. |




## نقشو نمبر 19

ع1150:

اِدريسيءَ مطابق سنڌ ۽ ڀر پاسي وارا علائقا جديد نقشي تي




## نقشو نمبر 20

ع1154:

اِدريسيءَ مطابق سنڌ ۽ ڀر پاسي وارا علائقا

| | | | |
|---|---|---|---|
| .11 | گولڊن هورڊ (منگول) | 1226 - 1502 | ڏکڻ روس ۾. |
| .12 | حفصي | 1128 - 1574 | تيونس ۾. |
| .13 | حمّادي | 1015 - 1574 | اوڀر الجيريا ۾. |
| .14 | عِلخاني | 932 - 1165 | اصل ترڪستاني هئا. ڪاشغر ۾ زور ورتائون. 999ع ۾ وچ ايشيا (Transoxania) فتح ڪيائون، پر محمود اولهه سِنڪيانگ (چيني ترڪستان) تائين محدود ڪري ڇڏين. |
| .15 | المُوت جا اسماعيلي حسن بن صباح ۽ سندس مريدن جي اڳواڻيءَ ۾ | 1090 - 1256 | اتر ايران ۾. هي اسماعيلي شيعا هئا. 1200ع کانپوءِ هنن جو سنڌ ۽ پنجاب ۾ وڏو اثر هو. سنڌ، ملتان ۽ اتر هندوستان ۾ پنهنجا پرچارڪ موڪليندا هئا. |
| .16 | قارخاني | 992 - 1210 | وچ ايشيا (Transoxania) ۾. سندن دؤر ۾ سنڌ سان لاڳاپن بابت ڪا ڄاڻ ڪانهي. |
| .17 | قراڪويَنلو | 1380 - 1468 | آذربائيجان ۾. |
| .18 | خوارزم شاهه | 1077 - 1231 | عراق ۽ ايران ۾. جلال الدين خوارزم شاهه سيوهڻ ۾ ڦر لٽ ڪئي ۽ 1222 - 1224ع ۾ ديبل، پاري نگر ۽ سنڌ جا واهڻ وسنديون ڦريائين، لٽيائين ۽ ساڙيائين. |
| .19 | مملوڪ | 1250 - 1517 | مصر، شام ۽ حجاز ۾. |
| .20 | مرِيوِي | 1196 - 1465 | مراڪش ۾. |
| .21 | عثماني | 1281 - 1424 | ترڪيءَ ۾. |
| .22 | رسولي | 1229 - 1454 | يمن ۾. |
| .23 | صفري | 867 - 1495 | اوڀر ايران ۾. سومرن جي دؤر ۾ سندن سنڌ سان لاڳاپن بابت ڪا ڄاڻ ڪانهي. |
| .24 | سلجوق | 1038 - 1194 | عراق ۽ ايران ۾. سنڌ سان سندن لاڳاپن بابت ڪا ڄاڻ ڪانهي. |
| .25 | رم جا سلجوق | 1077 - 1307 | ڏکڻ ترڪيءَ ۾. |
| .26 | دهليءَ جا سلطان | 1206 - 1525 | اتر هندوستان ۾. سنڌ سان سندن لاڳاپن جو تفصيلي ذڪر ڌار ڏنل آهي. |
| .27 | زيدي امام | 860 - 1281 | يمن ۾. سندن سنڌ ۽ ملتان سان ناتا هئا. |
| .28 | زيري | 972 - 1148 | تيونس ۾ . |

## ايران ۽ وچ ايشيا

ايران تي 1149ع تائين غزنوين جو قبضو رهيو. ان کان پوءِ هڪ ٻئي پٺيان سلجوقن، خوارزم شاهن، سلغرين، هزارن ۽ غورين جو مٿس قبضو رهيو ۽ المُوت تي فدائين جو قبضو پڻ رهيو.

خراسان، خوارزم شاهن 1138ع ۾ سلجوقين کان کسيو ۽ کانئن وري 1173ع ۾ غورين کسيو.

## افغانستان

افغانستان ٻهريان ورهايل هيو: غور ۾ غوري هئا ۽ غزنيءَ ۾ غزنوي. 1173 ع کانپوءِ غورين سڄو افغانستان فتح ڪري ورتو. آفريڪا، يونوِچ سمنڊ ۽ اسپين سوڌو لڳ ڀڳ سيني مسلمان ملڪن جا راج ڏٺي مٿجي ويا.

## پنجاب ۽ سرحد صوبو

اتر پنجاب ۽ سرحد صوبو 1186ع تائين غزنوين جي حڪمرانيءَ هيٺ رهيا.

مٿي ڄاڻايل راج گهراڻن مان فاطمين، غزنوين، غورين، عِلخانن، المُوت جي اسماعيلين، خورازم شاهن، زيدي امامن ۽ دهليءَ جي سلطانن جا سنڌ سان واسطا هئا.

## سنڌ جي پر پاسن سان سومرن جا همعصر غير مسلم راج گهراڻا ۽ انهن جا سنڌ سان لاڳاپا

الف) چولڪايا (سولنگي): گجرات ۾ 998 - 1298ع ۽ ڪڇ ۾ 1000 - 1147ع.

ب) ڪڇ ۾ جاڙيجا سما: 1147 - 1948ع. سندن سنڌ سان لاڳاپن جو تفصيل ڌار ڏنل آهي.

ت) مالوا جا پرتيهارا: 960 - 1027ع.

سومرن جي آزاد رهڻ جو راز اهو هو تہ سندن دؤر ۾ هندوستان (علاءُ الدين کي ڇڏي) توڙي بغداد ۾ اهڙي ڪا مظبوط مرڪزي طاقت موجود نہ هئي جا کين ماري مچائي. اهو ننڍين ننڍين رياستن جو دؤر هو.

# سومرن جا همعصر (1011- 1351/52ع)

### عيسوي سن

1000، 1010، 1020، 1030، 1040، 1050، 1060، 1070، 1080، 1090، 1100، 1110، 1120، 1130، 1140، 1150، 1160، 1170، 1180، 1190، 1200، 1210، 1220، 1230، 1240، 1250، 1260، 1270، 1280، 1290، 1300، 1310، 1320، 1330، 1340، 1350، 1360

### سنڌ جا سومرا

| سنڌ جا سومرا |
|---|
| هٻاري 1011-854/55 |
| خفيف سومروا- 1026-1011 |
| سومار سومرو ؟ 1054/55-1026 |
| پونگر -1 1068/69-1054/55 |
| دودو -1 1092-1068/69 |
| زينب؟ تاري 1098-1092 |
| سَنگهار 1106/07-1098 |
| خفيف -II 1141/42-1106/07 |
| عمر-I 1180/81-1141/42 |
| دودو -II 1194/95-1180/81 |
| پونگر -II 1222-1194/95 |
| چنيسر —I 1228-1222 |
| گنهرو + 1236/37-1228 |
| چنيسر-I 1236-؟ (ڀيهر) |
| گنهرو-I (ڀيهر)1241/42-؟ |
| محمد تور 1256-1241/42 |
| گنهرو-II 1259-1256 |
| دودو -III 1273/74-1259 |
| طائي بن محمد دودو 1283/84-1273/74 |
| چنيسر -II 1300/01-1283/84 |
| پونگر -III 1315-1300/01 |
| خفيف -III 1332/33-1315 |
| دودو -IV، عمر-II، پونگر -IV 1350-1332/33 |
| جلا وطن همير دودو 1365/66-1351 |

### ڪڇ جا حڪمران

| ڪڇ جا حڪمران | | |
|---|---|---|
| گجرات جا سولنڪي يا چولڪايا 1147-1000 | | |
| لاکو ڄاڙيجو سمون 1175-1147 | | |
| رائيڌڻ سمون 1215-1175 | | |
| قطب الدين ايبڪ 1210-1200 | | |
| ڪنٿ ڪوٽ وڳڊ پرڳڻو | لاکياواڙا پرڳڻو | ٻاڙ اولهه ڪڇ |
| دادر ۽ سندس پونئير | | اجان |
| ؟ | اوٺو | هالار |
| ؟ | | ؟ |
| ؟ | ڳاها | ؟ |
| ؟ | ٻهڻ | |
| ؟ | ماڙو | ؟ |
| ؟ | ڪايو | ابڙو |
| ؟ | | |
| ؟ | اَمر | گاجان |
| | ؟ | |
| ؟ | ڀيم | راول |
| | | ڪنگهار |
| | | ؟ |
| | | ؟ |

### دهليءَ جا سلطان يا حاڪم

| دهليءَ جا سلطان يا حاڪم |
|---|
| وِڪرماراج 1163-1153 |
| اپراگنگيا ۽ پرٿوي راج-II 1168/69-1163 |
| سومسويرا 1177-1168/69 |
| پرٿوي راج III 1192-1177 |
| قطب الدين ايبڪ غوريءَ جي گورنر طور 1206-1192 |
| قطب الدين ايبڪ 1210-1206 |
| التتمش 1235-1210 |
| رڪن الدين 1236-1235 |
| رضيه سلطانه 1239-1236 |
| بهرام 1241-1239 |
| مسعود شاه 1246-1241 |
| ناصرالدين 1265-1246 |
| بلبن 1287-1265 |
| ڪيڪوباد 1290-1287 |
| جلال الدين خلجي 1295-1290 |
| علاءالدين 1315-1296 |
| مبارڪ شاه 1316-1315 |
| خسرو خان 1320-1316 |
| غياث الدين تغلق 1324-1320 |
| محمد تغلق 1351-1324 |
| فيروز تغلق 1388-1351 |

### عباسي خليفا

| عباسي خليفا |
|---|
| قادر 1031-991 |
| قائم 1075-1031 |
| مقتدي 1094-1075 |
| مستغيث 1118-1094 |
| مسترشِد 1135-1118 |
| راشد 1136-1135 |
| مڪتفي 1160-1136 |
| مستنجِد 1170-1160 |
| مستعدي 1180-1170 |
| ناصر 1225-1180 |
| ظاهر 1226-1225 |
| مستنصر 1242-1226 |
| معتصم 1258-1242 |
| هلاڪو عباسي خلافت جو انت آندو |

### فاطمي خليفا (مصر)

| فاطمي خليفا (مصر) |
|---|
| حڪم ابو علي منصور 1020-996 |
| ظاهر ابوالحسن علي 1035-1020 |
| مستنصر ابو تميم معاذ 1094-1035 |
| مستجالي ابو قاسم احمد 1094-1101 |
| امير ابو علي منصور 1130-1101 |
| حافظ ابوالمنصور اسماعيل 1149-1130 |
| ظافر ابوالمنصور اسماعيل 1154-1149 |
| ابوالقاسم عيسيٰ 1160-1154 |
| عابد ا بو محمد 1171-1160 |
| عبدالله 1195-1171 |

### گجرات جا حاڪم

| گجرات جا حاڪم |
|---|
| مولراج چولڪايا 1053-998 |
| چَمندراج چولڪايا 1068-1053 |
| دريا پراج چولڪايا 1080-1068 |
| ڀيم-1 چولڪايا 1122-1080 |
| ڪاڻا چولڪايا 1150-1122 |
| جَئسِمها سِدّاراج چولڪايا 1200-1150 |
| ڪمارپال چولڪايا 1229-1200 |
| اَجَئپال 1232-1229 |
| مولراج 1235-1232 |
| ڀيم-II چولڪيا 1298-1235 |
| تريڀوَنپال 1299-1298 |
| دهلي سلطانن جا گورنر 1397-1299 |

### وچ ايشيا ۽ افغانستان

| وچ ايشيا ۽ افغانستان |
|---|
| غزنوي 1186-962 |
| غوري 1215-1186 |
| خوارزم شاهه 1227-1215 |
| چغتائي 1242-1227 |
| ڪارا هلاگو 1247-1242 |
| يِسو منگول 1252-1247 |
| ڪارا هلاگو (ڀيهربحال) |
| اُرغانه خاتم 1261-1252 |
| اَلغو 1266-1261 |
| مبارڪ شاهه 1266 |
| براق خان 1270-1266 |
| نِڪپائي 1272-1270 |
| توڪا تيمور 1274-1272 |
| دعا خان 1306-1274 |
| ڪنجوق خان 1308-1306 |
| تليڪو 1309-1308 |
| ڪبڪ خان 1318-1309 |
| الجي ڪادي 1321-1318 |
| دعا تيمور 1322-1321 |
| ترمشيرين 1330-1322 |
| سنجار 1334-1330 |
| جِنڪشائي 1335-1334 |
| بزون 1339-1335 |
| ييشان تيمور 1340-1339 |
| علي 1341-1340 |
| محمد 1343-1342 |
| قاضن 1346-1343 |
| دانشمنديهه 1348-1346 |
| ويان ڪولي 1357-1348 |
| خانهه جنگي 1370-1358 |

### مالوا ۽ اولهه گجرات

| مالوا ۽ اولهه گجرات |
|---|
| وِجَئپال ۽ راجَئپال 1019-960 |
| ٽريلوچنپال 1027-1019 |
| گجرات جا چولڪايا 1299 تائين |
| دهلي سلطانن جا گورنر 1397-1299 |

### ملتان

| ملتان |
|---|
| شيخ حامد افغان 1005-986 |
| ابوالفتح داؤد 1005-1010 |
| محمود جو ڪو سردار 1010-1011 |
| محمود جو پٽ 1011-1030 |
| شيخ ابن سومار راجا بل 1042-1030 |
| محمود جو پوٽو حامي 1049-1042 |
| ممڪن آهي مقامي اسماعيلي يا سنڌ جا سومرا 1118-1049 |
| محمد بن 1118 |
| مقامي اسماعيلي يا سنڌ جا سومرا 1186-1118 |
| علي قرمخ 1186 |
| غورين جا گورنر 1186-1203 |
| مير داد حسن 1203-1206 |
| ناصرالدين قباچهه 1206-1210 |
| ناصرالدين قباچهه (آزاد) 1227-1210 |
| ملڪ ڪبير خان (عزالدين اياز) 1241-1227 |
| تاج الدين ابوبڪر اياز 1241-1244 |
| ڪِشلو خان 1244-1248 |
| قرلغ (منگول) 1248-1250 |
| ملڪ شير خان سَنڪر 1250-1251 |
| ڪِشلُو خان 1251-1257 |
| عزالدين بلبن 1257-1266 |
| شير خان 1266-1274 |
| شهزادو محمد 1284-1274 |
| ڪو سردار 1284-1288 |
| ملڪ علاءالدين فيروز 1288-1292 |
| ارڪلي خان 1292-1296 |
| نصرت خان 1295-1304 |
| غازي ملڪ 1304-1321 |
| محمد شاه 1321-1326 |
| ڪشلو خان 1325-1332 |
| عماد السرتيز 1332-1338 |
| تاج الدين 1333-1338 |
| بنرن آجا 1338-1341 |
| بهزاد خان 1341-1348 |
| عماد الملڪ 1343-1354 |
| تاتار خان 1359-1351 |

### مڪران

| مڪران |
|---|
| معاذن بن عيسيٰ بن معاذن ؟-1031 |
| عيسيٰ بن معاذن بن عيسيٰ بن معاذن ؟-1031 |
| عبدالعساڪر حسين بن معاذن بن عيسيٰ ؟-1076 |

ڪوئيٽا، لورالائي، ديره غازي خان ۽ سڄي اولهه بلوچستان تي منگولن جو قبضو هو. اهي ڏکڻ پنجاب تي هر سال حملا ڪندا رهندا هئا. سنڌن والار هيٺ سنڌوءَ جي اولاهين پاسي ڪاڏي پيتي جي شين جي ڪوٽ وارا پرڳڻا هوندا هئا. ماڻهو ڏکڻ پنجاب خالي ڪري چڪا هئا. صرف سنڌ وڃي بچي هئي، جتان منگولن کي اَنَ ۽ گوشت جو آسرو هو، تنهنڪري ڪين سومرن سان بهتر ناتا رکڻا پيا.

## فلسطين ۾ جهاد (Crusade)

1087ع ۾ پهريون پيرو روم جي پوپ (Pope) عيسائين ۾ جهاد جو جذبو اڀاريو. ان جو ڪارڻ يورپ جي ماڻهن جو دٻاءُ هو يا مذهبي جوش، الائي قرلٽ جي نيت. هن نيند جي سڄي يورپ پرپور موٽ ڏني، پر ان وقت ڏکڻ ايشيا جي اڪيلي جاندار رياست سنڌ ٻڌي اڻ ٻڌي ڪري ڇڏي. لاهور جا غزنوي به ڪجهه نه ڪري سگهيا.

## راجستان ۽ گجرات

گجراتي، راجستاني ۽ ڪڇي ذريعن ۾ هينين واقعن جو ذڪر آهي:

* جَئسِمهه سِداراج 1126 ۽ 1136ع جي وچ ڏاري سنڌراج کي شڪست ڏني. سنڌراج بابت رايو آهي ته اهو سومرن جو چڱو مڙس هو (بادشاهه نه). سومسِيرا ساڳيو قصو هيئن بيان ڪيو آهي ته سِداراج سنڌ جي بادشاهه کي شڪست ڏني ۽ قيد ڪيو. ميروتنگ وري بيان ڪري ٿو ته مليڇ راجا (سنڌ جو غير راجپوت بادشاهه) جا سفير آيا (شايد ان هلان جي وضاحت پڇڻ) پر ائين ٿو لڳي ته سداراج، سومري بادشاهه جي پلاند وٺڻ واري ارادي کي مائو ڪرڻ لاءِ سفيرن آڏو هام هنئي ته جيڪڏهن پلاند جي ڳالهه تي ته سمورا چولڪايا (سولنگي) ۽ ٻيا راجا سنڌس مدد ڪندا ۽ پاڻ به منهن ڏيڻ جو بندوبست ڪري ڇڏيو اٿائين. اها صورتحال ڏسي سفيرن سو ڪڙيون پاڪڙيون پيش ڪيون ۽ چپ چاپ پنهنجي ملڪ موٽي ويا. گنگولي وري چوي ٿو ته سنڌراج مالوا جو پرمار راجا هو. رئي (Ray) ڪيس منصوره جو هباري راڄ گهراڻي ڪان پوءِ وارو حاڪم (يعني سومرو) ٻڌائي ٿو. بهرحال سنڌراج جي سنڌي هجڻ جو امڪان وڌيڪ لڳي ٿو، ڇاڪاڻ ته سنڌ چولڪاين جي بادشاهيءَ جي اولهه پاسي دنگ تي هئي ۽ ٻنهي ملڪن ۾ دشمني ڇَمنداراج (1053 - 1086ع) جي دؤر کان وٺي هلندي ٿي آئي.
* لاکو، سنڌي جاڙيجو سمون هو. هن 1148ع ۾ ڪڇ جي ايرندي واري علائقي واڳڙ جي راڄڌاني ڪنٽ ڪوٽ تي وڃي قبضو ڪيو. اڳتي هلي لاکي جي پونيَرن سموري ڪڇ کي هڪ ڪري ۽ اتي لاڳيتو اٺ سو سال راڄ ڪيو، جيڪو جون 1948ع ۾ ختم ٿيو.
* 1215ع ۾ لاکي جاڙيجي جي مرڻ کانپوءِ پٽس رائيڌڻ ڪڇ جو حاڪم بڻيو. هن پنهنجي بادشاهي سڄي ڪڇ ۽ اترين ٻيٽن تائين وڌائي. لاڙ جا جت لڏي وڃي ڪڇ ۾ ويٺا، تن کي به ماري مچايائين.
* نگر پارڪر جي سومرن جو چڱو مڙس قُتُو سمورو ڪڇ فتح ڪندو وڃي پَدريسوَاڙي پهتو ۽ شهر تباهه ڪري 1178ع ڌاري نگر پارڪر موٽي آيو.
* پلاند ۾ سولنگي راجا ڀيم ديو -II (1178-1241ع) قُتوءَ تي لشڪر چاڙهيو، پر اهو پڄي ويو. هڪڙي ٻي راءِ اها به آهي ته ان دؤر ۾ ڪڇ تي سمن جي بادشاهي هئي ۽ ٿي سگهي ٿو ته قُتو مقامي ماڻهن جي بغاوت کي دٻائڻ لاءِ جاڙيجن جو ونگاري ٿي ويو هجي.

## ڇا شهاب الدين غوريءَ سنڌ فتح ڪئي يا ان تي بادشاهي ڪئي؟

ڏار ڏار ذريعن مان مليل هينين ڄاڻ مان اسان نتيجو ڪڍي سگهون ٿا ته شهاب الدين غوريءَ سنڌ يا ان جو بندر ديبل فتح نه ڪيو هيو:

* سلطان شهاب الدين غوري (معزالدين) بن سام محمد غوريءَ سندس وڏي ڀاءُ غياث الدين (569 - 599هه يا 1173 - 1202ع) جي دؤر ۾ 1175/76ع ۾ سنڌ تي قبضو ڪيو (هتي سنڌ جو مطلب ملتيون ڀاڳو آهي، جنهن جي راڄڌاني اُڇُ هو).
* هن ملتان ۽ اُڇَ جي نظرداري ڪرڻ ۽ اسماعيلين کي قبهه ڏيڻ لاءِ جنرل علي قرمخ کي مقرر ڪيو. ان وقت سنڌ ۽ ملتان جا حاڪم اسماعيلي هئا، جن کي ڪجهه تاريخدانن قرامطي به ڪوٺيو آهي.
* اها ڳالهه جڏهن اَلمُوت (فدائين جي جنت) جي حاڪم محمد بن علي تائين پهتي ته ان گجرات جي راجا ڀيم ديو سولنڪي– II (1178-1241ع) کي سنڌ (ملتيون ڀاڳو، علي قرمخ وارو) تي حملو ڪرڻ لاءِ چيو. چيو وڃي ٿو ته انهي جي نتيجي ۾ معزالدين غوريءَ 1179/80ع يا 575هه ۾ ديبل تي حملو ڪيو. حملي جو مقصد اهو هو ته ڀيم ديو سولنڪي (چولڪايا) سنڌ رستي نه اچي سگهي ۽ ايراني نارِ رستي ايندڙ فدائين جو لشڪر به ڀيم ديو تائين نه پهچي سگهي. پر ٿورو ئي پوءِ لکيل تاريخ طبقات ناصري محمد غوريءَ جي ديبل تي حملي واري هن قصي جي تصديق نه ٿي ڪري. ٻي ڳالهه اها ته ان وقت گجرات تي چولڪاين ۽ ڪڇ تي جاڙيجن جو راڄ هو، انهي صورتحال ۾ ديبل تي حملي جو اڪيلو دڳ وڃي ٿي بچيو سنڌو درياءُ -مطلب ته حملي کان اڳ ۾ پوري سنڌ فتح ڪرڻي پوي، سو ٿيو ڪونه.



نقشو نمبر 21
1236ع:
ڏکڻ ايشيا التتمش جي مرڻ مهل
MONGOL KHANATE
SHAHDOM OF KHAWARIZM
TIBET
NEPAL
SULTANATE OF DELHI
SOOMRAS AS VASSALS OF DELHI
PERSIAN SEA
CHAULKAYAS OF GUJARAT
JAREJAS
PARAMARAS
CHANDELAS
YADAVAS
KALACHURIS
KALINGAS (ORISSA)
KAKTTYAS
BALLALAS
HOYSALA
CHOLAS
PANDYAS
KABUL
GHAZNI
QANDHAR
PESHWAR
SIALKOT
NAGARKAR
KANGRA
KAFFURKOT
LAHORE
TULAMBA
FIRUZPUR
DIPALPUR
MULTAN
SIRHIND
SAMANA
SARSUTI
BHATNIR
KAITHAL
UCH
NISSAR
HANSI
PANIPAT
MEERUT
MURADABAD
ROHITAK
DELHI
BARAN
KOEL
BADAUN
BAKHAR
NAGAUR
SEHWAN
FARRUKH-ABAD
KANAUJ
AWADH
AJMER
RANTHAMBORE
JAUNPUR
AMARKOT
KALPI
KARA
BENARAS (KASI)
LAKHANOR
DEVKOT
EKDALA
GOUR
DAYBAL (Ruins)
LAHRI
CHITOR
GWALIAR
UJJAIN
BHILSA
MAHOBA
KALINTAR
PATNA
PATALIPATRA
GAUDE
LAKHNAWATI
GAYA
NADIA
SONAR GAON
HAMANA
SAT GAON
SUDKAWAN (CHITTAGONG)
ANHLWARA
AHMEDABAD
DHAR
BORODA
DABHOI
CAMBAY
JUNAGARH
SOHNATH
BROACH
SURAT
VALABHI
THANA
DAULATABAD (DEYOGIRI)
CHAUL
POONA
KONDANA
BIDAR
GULBARGA
WARANGAL
RAJHMUNDRY
DABHOL
SAGAR
RAICHUR
GUATUR
MUDGAL
KURNOOL
SANDABUR (GOA)
VIJAYANAGARA
HINAWR
HOSADURG
IANJARUR
DVARASAMUDRA
KAMPILI
CONJEEVERAM
CALICUT
KUNJAKARI
MODURAI
QUILON
N
SCALE
0 50 100 150 200 250 300 350 400 MILES
INDEX
1. PRESENT PROVINCIAL BOUNDARIES OF INDIA AND PAKISTAN
2. BOUNDARY OF DELHI SULTANATE
3. VASSAL STATES
4. INDEPENDENT KINGDOMS
ORISSA
Bulgaria
BYZANTINES
Trapezunt
SALDJUKS
Armenia
Cyprus
Jerusalem
AYYUBIDS
ASHRAF
ABBASID CALIPHATE
KHWARIZMSHAHS
Karakhitai
SULTANATE OF DELHI
SOOMRAS
Kingdoms
1212
1220-25
1206
1216
1260
1210
1258
Note:
Sindh was not part of Delhi Empire in 1220 AD.
نقشو نمبر 22
1220ع:
خوارزم شاهن جي سلطنت
۽ منگولن جي ڪاهن جا سن
1206 Khwarizmshah's Control
Chengiz Khans expeditions
Hulagu Khans expeditions

باب اٺون

# سنڌ ۾ دهلي سلطنت جا لاڳاپا

## (1206 _ 1333ع)

دهلي سلطنت 1206ع ۾ وجود ۾ آئي. سومرن ۽ دهلي سرڪار جي وچ ۾ ٿيل ويڙهه جي ڪجهه واقعن جو تفصيل هن ريت آهي:

* سلطان قطب الدين ايبڪ جي هڪڙي جنرل ناصرالدين قباچه 1206ع ۾ ملتان ۽ اُچُ، ۽ 1210ع ۾ سيوهڻ فتح ڪري اُچَ کي پنهنجي راڄڌاني بڻائي ڇڏيو، پر لاڙ ۾ سومرن جي بادشاهي برقرار رهي.

* 1221ع ۾ جلال الدين خوارزم شاهه سنڌوءَ جي ساڄي ڪَپَ تي چنگيز خان هٿان شڪست کائي، درياءُ ٽپي پڳو ۽ التتمش ۽ قباچه کان وچي مدد گهريائين، پر ٻنهي کيس جواب ڏنو. هن لاهور پهچي پنهنجن ڇڙوڇڙ ٿيل فوجين مان ڏهه هزار کن سپاهه گڏ ڪري، لوٽياني ڪاٽين واري علائقي جي کوکرن کي شڪست ڏني ۽ قباچه جي ويري حاڪم راءِ کوکر سنگين جي ڌيءُ سان پرڻو ڪيو. اتان ست هزار ماڻهن جو لشڪر قباچه جي پٺيان روانو ڪيائين، جن قباچه جي ويهه هزار ماڻهن جي لشڪر کي اُچَ ويجهو شڪست ڏني. قباچه ڀاڄ کاڌي ۽ اچي بکر جي قلعي ۾ لڪو. جلال الدين جو ازبڪ جنرل سندس پيڇو ڪندو بکر اچي پهتو ۽ سندس ڪجهه سپاهي گرفتار ڪري ورتائين. قباچه پاڻ بچائي ملتان طرف کسڪي ويو. ان وچ ۾ شاهه پاڻ بہ اتي پهچي اچي خيما کوڙيا. شاهه قباچه ڏانهن ايلچي موڪليو تہ چنگيز سان سنڌوءَ تي جنگ دؤران ملڪ امين جو پٽ ۽ ڌيءُ بچي نڪتا هئا، سي موٽائي ڏي. قباچه اهي موٽائي ڏنا ۽ شاهه کي درخواست ڪيائين تہ اهو وسنديون ۽ واهڻ نہ اجاڙي . قباچه اڳتي هلي شاهه جي دِل نہ پري، تنهن تان ڪاوڙجي شاهه اُچَ تي 1223/24ع ۾ حملو ڪيو ۽ شهر کي باهه ڏئي ساڙيائين. شاهه سيوهڻ تي بہ ڪاهه ڪئي، اتان جي گورنر فخر سالاريءَ هٿيار ڦٽا ڪري خير گهريو، جيڪو شاهه مڃيو. شاهه اتان ديبل جو رخ ڪيو ۽ دڳ ويندي سڄي سنڌ پيليندو، ڦريندو ۽ ساڙيندو ويو. چون ٿا تہ هن پاري نگر ۽ ڏرميلا کي بہ ساڙيو.

* 1222/23ع ۾ چنگيز خان پنهنجي پٽ اڪتائي (چغتائي) کي غور موڪليو تہ جيئن هو جلال الدين کي غور ۾ گهڙڻ نہ ڏئي، پر جلال الدين 1224ع ۾ عراق پهچي ويو. اڪتائي بولان لڪ کان ۽ سنڌ جي وچان ٿيندو واپس موٽيو ۽ رهيو کهيو سڀ ڪجهه ناس ڪندو ويو.

* 1224ع ۾ سنڌ جو حاڪم چنيسر (جُويني مطابق چنيتر) جلال الدين کي منهن نہ ڏئي سگهيو ۽ ديبل وٽان ٻيڙيءَ ۾ چڙهي سمنڊ ۾ هليو ويو. ديبل جي قتل ماڳ تان انهي ڳالهه جا چٽا ثبوت مليا آهن تہ جلال الدين ديبل کي ڦريو، لٽيو، ساڙيو ۽ ٻيڙين ۾ چڙهي عراق هليو ويو. جلال الدين جو جنرل، ملڪ خِلج خان، پنهنجن قبيلن سان گڏ سيوهڻ ۾ ئي رهجي پيو. اهي خلجي ترڪ هئا ۽ خوارزم شاهي سلطنت جي صوبي غزنيءَ ۾ آباد هئا. اتي جڏهن منگولن جو قبضو ٿي ويو تہ هي اتان سنڌ ڏانهن پهچي آيا. سلطان خوارزم شاهه ڪجهه مهينا سيوهڻ ۾ ترسيو هو، ان دؤران هنن سيوهڻ ۾ اچي پناهه ورتي. ملڪ خانان سِوستان (سيوهڻ) جا ڪجهه پرڳڻا والاري ورتا. ناصرالدين قباچه ساڻس جنگ جوٽي ۽ ملڪ مارجي ويو. رهيا کهيا خلجي دهليءَ پهچي ويا ۽ قباچه جي ويري التتمش وٽ وچي پناهه ورتائون. التتمش خلجين جي اڙ وٺي قباچه کان دِل گهري، قباچه نهڪر ڪئي ۽ التتمش مٿس 1228ع ۾ حملو ڪيو. قباچه پنهنجي وزير عين الملڪ جي نگرانيءَ ۾ پنهنجو سڄو خزانو ۽ قيمتي سامان اُچَ مان بکر جي قلعي ڏانهن ڪٽائي آيو ۽ اتي قلعي بند ٿي ويهي رهيو. التتمش اُچَ تي قبضو ڪري، پنهنجي وزير نظام الملڪ محمد بن اسد کي بکر جي قلعي تي ڪڙو چاڙهڻ لاءِ موڪليو. نظام الملڪ اتي پهتو تہ قباچه بکر واري قلعي تان سنڌو درياءَ ۾ ٽِپو ڏئي آپگهات ڪري ڇڏيو. وزير، قباچه جو خزانو ۽ سمورو قيمتي سامان التتمش ڏانهن روانو ڪيو ۽ پنهنجن جنرلن کي ديبل تائين سڄي سنڌ فتح ڪرڻ لاءِ

## نقشو نمبر 23

# 1287ع
# ڏکڻ ايشيا بلبن جي مرڻ مهل

نوٽ:
جيئن تہ سنڌو ماٿر جي پرڳڻن تي قابض منگول لاهور، ملتان ۽ اُچ تي هر سال کاهون ڪندا رهندا هئا، سو دهلي سلطنت پنجاب جي ڀرواري مان هٽ ڪري وئي ۽ دهليءَ جي سلطانن رڳو منگولن کي انهن ٽن شهرن ۾ گهڙڻ کان روڪڻ لاءِ اتي چانوڻيون ٺاهي ڇڏيون هيون. اُچ شهر سلطنت جي ڏاکڻي سرحدي چوڪي بڻجي ويو ۽ سنڌ آزاد ٿي وئي. سنڌ ٿي سگهي ٿو تہ منگولن کي کاڌو ۽ ٻيو سِيڌو سامان پهچائيندي هجي.



موڪليائين. قباچہ ملتان ۽ اُچَ تي ٻاويھ سال حڪومت ڪئي. ڪانئس پوءِ التتمش پنهنجي گورنر جو هيڊڪوارٽر اُچَ مان ڪٽي بکر آندو.

* قباچہ جي شڪست ۽ موت کان پوءِ لاڙ ۽ ديبل جي حاڪم چنيسر سومري-I التتمش آڏو هٿيار ڦٽا ڪيا - گهٽو ڪري بهاءُ الدين ذڪريا ملتان واري جي وچ ۾ پوڻ تي. چنيسر-I نظام الملڪ جنيديءَ سان گڏجي دهليءَ ويو ۽ اتي التتمش کيس منصبداري آڇي، جيڪا قبوليائين. اهو پهريون ڀيرو هو جڏهن سومرا دهليءَ جا منصبدار بڻيا.

* اپريل 1236ع ۾، التتمش جي مرڻ کانپوءِ، چنيسر ٻيهر نہ رڳو پنهنجي سموري پراڻي علائقي پر خضدار ۽ جهالاوان سوڌو بلوچستان جي علائقن جو بہ پاڻ وهيٽو بادشاهہ ٿي ويو. انهي کان پوءِ، خلجي دؤر جي ويهن سالن جي ٿورڙي عرصي کي ڇڏي، سومرن جي دؤر جي پڇاڙيءَ تائين اها ئي صورتحال برقرار رهي.

* 1295ع ۾ خلجي سلطان، جلال الدين جي ڀائٽئي علاءُ الدين، سلطان کي قتل ڪري ۽ سندس تخت تي زوريءَ قبضو ڪيو. علاءُ الدين جي جنرل ظفر خان 1297/98ع ۾ سنڌ کي زير ڪيو ۽ چنيسر-II کي علاءُ الدين خلجيءَ جو منصبدار بڻايو. سومرا 1317 يا 1320ع تائين خلجين جا منصبدار ٿي رهيا.

* خسرو خان مالوا مان قيد ٿي آيل هندو غلام هو. اهو اسلام قبولي مسلمان ٿيو ۽ دکن جي مڙني صوبن جي گورنر جي عهدي تائين پهتو. 1320ع (720 هه) ۾ انهي سلطان قطب الدين مبارڪ شاهہ خلجيءَ کي مارائي، پئي ڏينهن سلطان ناصرالدين جو لقب ڌاري پنهنجي بادشاهيءَ جو اعلان ڪري ڇڏيو. ملڪ غازي (تغلق) پنهنجي ذاتي سيڪريٽريءَ کان دهلي سرڪار جي مختلف گورنرن ڏانهن سلطان جي موت جو پلاند وٺڻ ۾ سندس مدد ڪرڻ لاءِ خط لکرايا. لاڙ جي سومرن ڏانهن ڪو خط نہ لکيو ويو. تنهن جو مطلب آهي تہ سومرا پنهنجي بادشاهيءَ جا مالڪ پاڻ هئا. ملڪ غازيءَ ملتان ۽ سيوهڻ کان گهوڙا ۽ ڏل ڪٽي ويندڙ قافلو ڦريو ۽ اها دولت خسرو خان کي شڪست ڏيڻ تي خرچ ڪيائين. سپاهين کي ٻن سالن جي پگهار اڳواٽ ڏنائين. سندس ڪاميابيءَ ۾ خاص طور ملتان ۽ اتر سنڌ جي فوجين جو وڏو ڪردار هو. خسرو خان جي شڪست کان پوءِ ملڪ غازي (تغلق) غياث الدين تغلق ڪوٺائي دهليءَ جي تخت جو والي بڻيو.

* 1315ع ۾ علاءُ الدين جي موت کانپوءِ افراتفري واريون حالتون پيدا ٿي ويون. نتيجي ۾ تاريخ پاڻ دهرايو: پراهين رياستن دهليءَ جي اطاعت ڪرڻ ڇڏي ڏني، تلوار جي نوڪ ڪانسواءِ ڏل ڏيڻ بند ڪري ڇڏيائون ۽ ڪن تہ بنهہ آزاديءَ جو اعلان ڪري ڇڏيو.

* 1325ع ۾ دهليءَ جي سلطان غياث الدين تغلق کي سندس پٽ محمد بن تغلق قتل ڪرائي پاڻ تخت سنڀاليو.

* 1337ع ۾ سلطان محمد بن تغلق پنهنجي ماتحتن کي بغاوت جون ڏمڪيون ڏيڻ جي سزا ڏني: هن دهلي شهر مڪمل خالي ڪرائي، سيني دهلي واسين کي 800 ڪلوميٽر (500 ميل) ڏکڻ ۾ دولت آباد ڏانهن زوريءَ لڏايو ۽ اتي نئين راڄڌاني وجي اڏيائين. سلطنت ۾ هنڌين ماڳين بغاوتون شروع ٿي ويون. وچولي سنڌ جي شهر سيوهڻ ۾ ٿيل بغاوت 1333ع ۾ دٻجي وئي، پر ويڙهہ چاليهن واري ڏهاڪي ۾ بہ هلندي رهي، نيٺ 1351ع ۾ محمد تغلق سنڌ تي ڪاهہ ڪئي ۽ نتيجي ۾ دهليءَ کي وڏو نقصان ڪٽڻو پيو.

* دهلي سلطنت وٽ جنگي ٻيڙين جو وڏو قافلو هوندو هو. سندن بحري فوج سنڌو درياءَ جي بندرن بکر (سکر- روهڙي)، سيوهڻ ۽ لاڙي بندر تي رکي رکي قبضو اچي ڪندي هئي، پر سنڌ جون ٻهراڙيون سندن وَس کان ٻاهر هونديون هيون.

دهلي سلطنت کان اڳ واري سومرا دؤر ۾ ٿانون تي چٽجندڙ پکي



100. پنيور مان لڌل پکي چٽيل پڳل ٿانوَ. (پاڪستان آرڪيالاجي نمبر 5، 1968).

## نقشو نمبر 24

### 1315ع:
## ڏکڻ ايشيا علاءُالدين جي مرڻ مهل

**نوٽ:**
ڪڇ جي پڪ ناهي تہ بلڪل آزاد هو يا اڌ گابرو. جيڪڏهن ڪڇ ڏن ڀَرو ملڪ ٿي ويو هوندو تڏهن بہ ڪجي ڏن ڀرڻ جهڙا ڪو نہ هوندا، ڇاڪاڻ تہ بنهہ غريب ملڪ هو، خاص طور رڻ ڪڇ جي گذريل صديءَ ۾ سڪي وڃڻ ڪان پوءِ.




101. علاءُ الدين جي تلوار.

### باب نائون

# سنڌ _ ملتان لاڳاپا

519 ق-م ۾ جڏهن دارا-I سنڌ کي پنهنجي شهنشاهت ۾ شامل ڪيو انوقت سنڌ ملتان تائين هئي. تنهن وقت ڪان وٺي سنڌ ۽ ملتان وچ ۾ لاڳاپن جو وچور هيٺ ڏنل مختصر واقعن مان ملي ٿو:

* 326 ق-م ايندي سنڌ ننڍين ننڍين بادشاهتن ۾ ورهائجي چڪي هئي، جن جا نالا هي هئا: مالوئي (ملتان)، آڪزيڊريڪنس (بهاولپور)، موسِيڪينَس (اُڇُ الور ۽ سِبي)، سامبَس (سيوهڻ، لاڙڪاڻو ۽ ڪاڇو)، آڪزِيڪينَس (خيرپور، نوشهرو فيروز ۽ نوابشاهه)، موئيرَس-I (سانگهڙ ۽ ميرپورخاص)، موئيرَس-II (حيدرآباد، مٽياري، ٽنڊو محمد خان، بدين ۽ ٺٽو)، اَرابِتائِي (ڪوهستان ۽ ڪراچي) ۽ اورِيَنتائي (لسٻيلو ۽ خضدار). اهي 325 ق-م ڪان وٺي جهڙوڪر سنڌ جا پرڳڻا هئا. ڪجھ وقت اڳي تائين سنڌن دنگن ۾ ڦير ڦار ايندي رهي، ڪي ننڍا پرڳڻا وڏن ۾ ملي ويا ۽ نيٺ سنڌ لڪيءَ ڪان هيٺ لاڙ، سيوهڻ ڪان لاڙڪاڻي تائين وچولي ۽ الور ڪان رحيم يار خان، بهاولپور ۽ ملتان تائين اتر ڪوٺجڻ لڳي.
* باختري يونانين (Bactrian)، پارٿين (Parthian) ، سِٿين (Scythian)، ڪشنَن (Kushan) ، ساسانين ۽ وهلِيڪَن (وليڪن) جي دؤر ۾ سنڌ جا دنگ ساڳيا مٿي ڄاڻايل ئي هئا.
* راءِ سَهاسِي-II پنهنجي بادشاهي پنجگور ۽ ڪيچ (مڪران پرڳڻي) تائين وڌائي هئي.
* 641ع ۾ راءِ سهاسيءَ پنهنجي مائٽ ملڪ ٻاجهارا کي ملتان جو گورنر مقرر ڪيوهو. راءِ سهاسيءَ ڪانپوءِ چَچَ تخت سنڀاليو. انهي ملڪ ٻاجهارا جي پٽ کي شڪست ڏئي ملتان کي سنڌ سان ملائي ڇڏيو. ان ڪان پوءِ سڄي برهمڻ دؤر ۾ ملتان سنڌ جو حصو رهيو ۽ اتان جو گورنر هندو هوندو هو.
* محمد بن قاسم، ڏاهر کي شڪست ڏئي، ماري ۽ ملتان ڏانهن ڪاهيو. ڏاهر جي ڀاءُ چندر جو پٽ ڪورسيه اتان جو حاڪم هو. ڪورسيه هار ڪاڌي ۽ ڪشمير ڀڄي ويو. رپورٽن مطابق 714ع ۾ ملتان جي سورج مندر مان فاتحن کي وڏو مال هٿ لڳو، جنهن ۾ ٻه سو ٽيهه مڻ سون ۽ هيرن جواهرن سان ڀريل چاليهه مَٽَ شامل هئا.
* اتر سنڌ يعني الور ڪان ملتان تائين گهٽائي هندن جي ۽ الور ڪان هيٺ ٻوڌين جي هوندي هئي.
* ملتان 879ع ڪان (؟) تائين سنڌ جي عرب گورنرن جي هٿ هيٺ رهيو. عمر بن عبدالعزيز هباريءَ هٿان سنڌ جي آخري عرب گورنر جو تختو اونڌو ٿيڻ ڪان ستت پوءِ 893ع ۾ ملتان ۾ بنو سامہ پنهنجي بادشاهي قائم ڪئي ۽ والستان (سِبي)، اُڇ ۽ اتر سنڌ ٻَهارين جي حوالي ڪري ڇڏيائون. ٻَهارين جو راڄ 1010ع تائين هليو. اهي سنڌ جي هبارين جا مائٽ نہ هئا.
* 980/81ع ڪان ستت پوءِ اسماعيلين جالام جي اڳواڻيءَ ۾ ملتان تي غلبو حاصل ڪيو. هنن هندن جو سورج مندر ۽ سنين جي مسجد ڊٺائي ۽ پنهنجي اسماعيلي مسجد اڏائي ڇڏي. هي فاطمين جي نالي سان خطبو پڙهندا هئا. سنڌن حاڪم ابوالفتح دائود بن نصر کي محمود غزنويءَ 1005ع ۾ شڪست ڏني ۽ وري ٻيهر 1010ع ۾ شڪست ڏئي سندس سمورو علائقو پنهنجي بادشاهيءَ ۾ ملائي ڇڏيائين. محمود جي مرڻ ڪان ٿورو پوءِ اسماعيلين وري ملتان تي پنهنجي حڪومت قائم ڪري ورتي. اٽڪل ڏيڍ صدي ڪن پوءِ محمد شهاب الدين غوريءَ ڪين ٻنهِ چٽي ڇڏيو. غوريءَ اُڇَ تي بہ قبضو ڪيو. اڳتي هلي اُڇ ۾ دهلي سلطنت جي فوجي ڇانوڻي ٺهي وئي. غوريءَ جي گورنر امير دائود اعليٰ سرڪاري عهدن تان اسماعيلين کي هٽائي، اتي سني عملدار مقرر ڪري، اسماعيلين جي صحيح نموني ڇيلهه ڀڃي ڇڏي. 1206 ڪان 1228ع تائين ملتان ۽ اُڇَ تي قباچہ جو راڄ هو. هن بکر تي بہ قبضو ڪري ورتو هو ۽ سومرن وٽ سيوهڻ ڪان عربي سمنڊ تائين وارو علائقو وڃي بچو هو.
* 1222 ڪان 1228 تائين ملتان، اُڇ، بکر، سيوهڻ ۽ ديبل وڏي مصيبت هيٺ رهيا: جلال الدين خوارزم شاهہ قباچہ ڪان ڳري ڏِل اوڳاڙي، ڪيس ٻنهِ ڪمزور ڪري ڇڏيو ۽ ڪيترائي شهر ڦري ساڙي ڇڏيائين: ان ڪان پوءِ توربئي توڪشن منگول ملتان تي ڪاهہ ڪئي ۽ ڪڙو چاڙهيو: اڪتائي سڄي سنڌ کي برباد ڪيو: ۽ آخر ۾ التتمش، 1228ع ۾ قباچہ جي موت ڪان پوءِ، چنيسر کي

# سومرا ۽ُ سندن همعصر ملتان جا حاڪم (893 _ 1365ع)

| حڪمران جو نالو | عيسوي سال |
|---|---|
| محمد بن قاسم بن منبع سامه | 893 - ؟ |
| اسد بن محمد بن قاسم | ؟ - ؟ |
| ابو لهب محمد بن اسد | 986 - 970 |
| شيخ حامد | 1005 - 986 |
| ابوالفتح دائود | 1010 - 1005 |
| محمود جو گورنر | ؟ - 1011 |
| محمود غزنويءَ جو پٽ | 1030 - 1011 |
| ؟؟ | |
| **سومرا** | |
| شيخ ابن سومار - راجا بل | 1042 - 1030 |
| حامي - محمود غزنويءَ جو پوٽو | 1049 - 1042 |
| علي بن راجا بل (راجپال) | 1049 |
| اتان جا اسماعيلي يا سنڌ جا سومرا | 1118 - 1049 |
| محمد بن ؟ | 1118 |
| اتان جا اسماعيلي يا سومرا | 1186 - 1118 |
| **غوري** | |
| علي قرمخ (غورين جو گورنر) | 1186 |
| امير دائود حسن (گورنر) | 1203 - 1186 |
| مير داد حسن | 1206 - 1203 |
| **دهلي سلطنت پاران مقرر ڪيل ملتان جا گورنر** | |
| ناصرالدين قباچه (قطب الدين ايبڪ جو گورنر) | 1210 - 1206 |
| ناصرالدين قباچه (آزاد) | 1227 - 1210 |
| ملڪ ڪبير خان (عزالدين اياز) | 1239 - 1227 |
| ملڪ اختيارالدين قراقش | 1239 - 1239 |
| ملڪ ڪبير خان (عزالدين اياز) پيهر | 1241 - 1239 |
| تاج الدين ابو بڪر اياز (ڪبير خان جو پٽ) | 1244 - 1241 |
| ملڪ ڪشلو خان | 1248 - 1244 |
| قرلغ (منگول) | 1250 - 1248 |
| ملڪ شير خان سنڪر | 1251 - 1250 |
| ڪشلو خان (1257 ۾ آزاد) | 1257 - 1251 |
| بلبن | 1266 - 1257 |
| شير خان | 1274 - 1266 |
| محمد بن بلبن | 1284 - 1274 |
| بلبن جو ڪو امير | 1288 - 1284 |
| ملڪ علاءُالدين فيروز | 1292 - 1288 |
| ارڪلي خان | 1295 - 1292 |
| نصرت خان (علاءُالدين جو جنرل، جنهن سومرن کان سنڌ فتح ڪري ڪين منصبدار بڻايو.) | 1304 - 1295 |
| غازي ملڪ | 1321 - 1304 |
| محمد شاهه | 1325 - 1321 |
| ڪشلو خان | 1332 - 1325 |
| عمادالسرتيز | 1333 - 1332 |
| تاج الدين ؟ (قوام الملڪ) | 1338 - 1333 |
| بنرن آجا | 1341 - 1338 |
| بهزاد خان | 1343 - 1341 |
| عمادالملڪ | 1351 - 1343 |
| تاتار خان | 1359 - 1351 |
| عين الملڪ ماهرو (اُچ جو گورنر) | 1359 - 1351 |
| عين الملڪ ماهرو (ملتان جو گورنر) | 1364 - 1359 |

پاڻ سان گڏ دهليءَ وٺي ويو. 1228ع کان اُچ ۽ ملتان دهلي سرڪار ۾ شامل ٿي ويا ۽ باقي سنڌ تي سومرا منصبدار ٿي حڪومت ڪرڻ لڳا، پر بکر سومرن واري سنڌ ۾ شامل ٿي ويو، ڇاڪاڻ تہ منگولن جي ڌڙاڌڙ حملن جي ڪري ڏکڻ پنجاب دهلي سرڪار جي وس کان ٻاهر ٿي ويو هو.

* 1239 ۽ 1266ع جي وچ ۾ ملتان جا گهڻ ۾ گهڻ نو گورنر بدليا ۽ هڪڙو ڀيرو مٿس منگولن بہ قبضو ڪيو. هڪڙي گورنر آزاديءَ جو اعلان بہ ڪيو. ملتان ۾ انهي افراتفريءَ سان سومرن کي فائدو ٿيو؛ اهي اُچ کان هيٺ سڄي سنڌ تي آزاديءَ سان راڄ ڪندا رهيا.

**لاڙائو (رولُو) سنڌي**



102. سنڌ جي ڪنهن لاڙائو قبيلي جي نوجوان پرڻيل ڇوڪرين کي پراڻي زماني کان هليا ايندڙ ويس ۽ ڳهہ (جيڪي چوڏهين صديءَ ۾ هلندا هئا) پاتل آهن ۽ چوڙين سان سڄيون ٻانهون ڍڪيل اٿن. هي مايون ڪو ڳرو ڪم ڪونہ ڪنديون آهن، تنهنڪري ٻنهي ٻانهن ۾ چوڙيون پائينديون آهن. ڪنواريون ڇوڪريون چوڙيون نہ پائينديون آهن، ڇو تہ سندن رواج مطابق عورت چوڙيون پرڻجڻ وقت مڙس جون پائيندي آهي. ٻانئجي ٿو تہ هي ويس ۽ ڳهہ ڪنهن بہ ٻئي دؤر جي ڀيٽ ۾ سومرا دؤر سان وڌيڪ ملن ٿا ۽ اڄ بہ سنڌ ۾ عام هلن ٿا. (خورشيد قائمخاني ”نوميڊڪ ٽرائيبس آف سنڌ“).




نقشو نمبر 25  1227ع: چنگيز خان جي پهرين منگول سلطنت

باب ڏهون

# منگول شهنشاهت ۽ سنڌ

## (1222_1351ع)

تيرهين ۽ چوڏهين صدين دؤران سنڌ جي تاريخ ۾ منگولن جو وڏو ڪردار رهيو، پر اڄ تائين ان جو تمام گهٽ ادراڪ ڪيو ويو آهي. منگول سڄريل دنيا لاءِ عذاب تي پيدا ٿيا هئا، پر اچوڪي سنڌ جون سرحدون سندن عتاب کان گهٽي قدر محفوظ رهيون. سندن ڪجھ حملن جو سنڌ تي اٽڪلو اثر پيو، تن جو ذڪر هيٺ ڏجي ٿو:

* منگول قبائلي سردار تِموجَن (لوهار) اٺتيهن سالن جي ڄمار ۾ 1197ع ۾ چنگيز (ت. 105) يعني شهنشاهه ٿي ويو.
* 900ع کان وٺي هلي ايندڙ سڪار جي مند دنيا جي گهڻن حصن ۾ 1200ع ۾ پڄاڻيءَ تي پهتي ۽ سنڌ ۾ 1250ع تائين هلي. وچ ايشيا ۽ منگوليا ۾ ڏڪار پنجويهه سال اڳ ۾ منهن ڪڍي چڪو هو، تنهنڪري اتان جا ماڻهو ويران پوئا ۽ سڪل چراگاهه ڇڏي وسندڙ زرعي علائقن ڏانهن لڏڻ لڳا.
* وچ ايشيا جي ماڻهن ۾ آيل اها هلچل ئي 1173 کان 1186ع تائين پنجاب ۽ دهليءَ تي غورين جي ڪاهن ۽ 1206ع ۾ دهلي سلطنت جي بنياد جو ڪارڻ بڻي.
* 1206ع ايندي ايندي چنگيز خان سڄي دنيا فتح ڪرڻ جا سانباها ڪري چڪو هو.
* 1211 ۽ 1215ع جي وچ دؤران منگولن چِن بادشاهت برباد ڪري ڇڏي ۽ چيني انجنيئرن جي حاصل ڪيل توبخاني جي مهارت، سگنل سسٽم ۽ ڪڙو چاڙهڻ جو هنر پنهنجي ايندڙ جنگين ۾ ڪتب آندائون.
* ان ڪانپوءِ منگول اتر چين کان ڪاري سمنڊ (Black Sea) تائين پکڙيل خوارزم شاهه جي شهنشاهت تي اچي ٽٽا ۽ 1218ع ۾ ايران تي قبضو ڪري ورتائون.
* 1221ع (618 هه) ۾ جلال الدين خوارزم شاهه اٽڪ ويجهو سنڌوءَ جي ساڄي ڪپ تي چنگيز خان هٿان هار کائي، وڏي همت ڪري گهوڙي جي پٺيءَ تي ويٺي ئي 100 فوٽ مٿاهينءَ تان سنڌو درياءَ ۾ ٽپو ڏنو ۽ تري ٻئي ڪپ تي اچي پهتو. سندس ڪارنامن جو تفصيل اسان باب انين ۾ ڏئي چڪا آهيون.
* رپورٽن مطابق شاهه ديبل شهر کي ساڙيو ۽ اتي موجود مندر جي جاءِ تي مسجد تعمير ڪرائي، پر ديبل جي قتل ماڳ مان اهڙا ڪي ثبوت نہ مليا آهن. خاصي خان نالي سندس جنرل نهروالا (نهرواڙا يا اَنهلواڙا يا پٽن) تي حملو ڪيو ۽ ڪوڙ سارا اُت پنهنجي قبضي ۾ ڪيائين. ان لشڪر ڪشيءَ دؤران سنڌ جا لڳ ڀڳ سيئي شهر، واهڻ ۽ وسنديون ساڙي رک ڪيائين. ديبل جي آثارن مان ان جي شاهه هٿان سڙڻ جا چٽا ثبوت مليا آهن. ديبل فتح ٿيڻ کان پوءِ اتي موجود شِو جو مندر ڊاهي ۽ ان جي جاءِ تي انين صديءَ ۾ مسجد جوڙائي وئي هئي. ٿي سگهي ٿو تہ شاهه انهي مسجد جي مرمت ڪرائي هجي، ان کي وڏايو هجي يا ڊهرائي نئين سنئين تعمير ڪرايو هجي ۽ ائين بہ ٿي سگهي ٿو تہ سندس پيچو ڪندڙ جگتائي يا اڪتائي مسجد کي وري ڊهرائي ڇڏيو هجي. پاري نگر جي تباهيءَ جو ثبوت پڻ موجود آهي ۽ ڏرميلا بہ ٿي سگهي ٿو تہ انهن ئي ڏينهن ۾ سڙيو هجي.
* 1222/23ع (20/ 619هه) ۾ سلطان جلال الدين خوارزم شاهه منگبرنيءَ کي ايران وڃڻ کان روڪڻ لاءِ چنگيز خان پنهنجي پٽ اڪتائي (جگتائي يا چغتائي) کي غور موڪليو. اڪتائي پنهنجي لشڪر کي فيروز ڪوهه ۽ غزنيءَ جي وچ تي ترسايو ۽ ڪجھ جٿا ڪيچ (مڪران) ۽ سنڌ کي تهس نهس ڪرڻ لاءِ موڪليائين. جڏهن ڪيس خوارزم شاهه جي ديبل کان سمنڊ وسيلي عراق هليو وڃڻ جي خبر پئي تہ هو سيوهڻ ۽ بکر کان ٿيندو بولان لڪ وڃي پهتو ۽ واٽ ۾ ايندڙ سنڌ جي هر شيءِ کي ناس ڪندو ويو.
* 1227ع ۾ چنگيز خان جي مرڻ تي پٽن سندس شهنشاهت ورهائي کنئي ۽ پيءُ جي والار وڌائڻ (قبضاگيري) واري پَرِ جاري رکيائون.
* 1241ع تائين منگول اولهه ۾ پولينڊ ۽ هنگريءَ تائين وڃي پهتا ۽ لڳ ڀڳ سڄو اوڀر روس سندن والار هيٺ اچي چڪو هو. 1237ع کان وٺي انهن بارود استعمال ڪرڻ شروع ڪري ڏنو هو.



نقشو نمبر 26
1239 _ 1310ع:
منگول سلطنت ۽ ڏکڻ ايشيا
نوٽ:
منگول ڪوئيٽا، ڊيره اسماعيل خان ۽ پشاور وارن علائقن تي قبصو ڪري چڪا هئا. اچ ۽ ملتان تي هر سال ڪاهون ڪندا رهندا هئا. دهلي سلطنت پنجاب جي گهڻي حصي تان هٿ ڪڻي ويئي هئي. انهي ڳالهه سومرن کي 1239 کان 1297ع تائين آزادي ماڻڻ جو وجهه ڏنو جڏهن وري علاءُالدين اچي کين زير ڪيو.
KHANATE OF GOLDEN HORDE
CHAGATAI KHANATE
EMPIRE OF GREAT ( KUBLAI ) KHAN
I. L. KHAN'S EMPIRE
SUNG EMPIRE
SULTANATE OF DELHI
HINDU STATES
MIENTHAIS
BURMA
PEGU
DVARA VATI
EMPIRE OF THE KHMER
ANNAM
CHAMRA
NAMELUKE EMPIRE
ARABIA
MEDITERRANEAN SEA
BLACK SEA
CASPIAN SEA
ARAL
PERSIAN GULF
RED SEA
ARABIAN SEA
BAY OF BEGNAL
INDIAN OCEAN
PACIFIC OCEAN
Budda
Roma
Mohi
Cracow
Vilna
Kiev
Ryazan
Kazan
Kalka
Kaffa
New Sarai
Astrakhan
Old Sarai
Tabris
Aleppo
Damascus
Jerusalem
Ain Jalut
Cairo
Mosul
Baghdad
Chiva
Buchara
Tashkent
Samarkand
Merv
Herat
Istahan
Shiras
Kerman
Medina
Mecca
Kashgar
Jarkand
Khotan
Peshawar
Kabul
Multan
Lahore
Delhi
Agra
Sibi
Sehwan
Alore
Amarkot
Debal
Tharri
Patna
Jabalpur
Bombay
Poona
Calicut
Madura
Lhasa
Chittagong
Pagan
Yunaning
Hanoi
Canton
Peking
Kaifeng
Nanking
Hang chow
1243
1223
1395
1236
1219
1211
1215
1221
1258
1260
1220
1297
1327
1277
1288
1257
1258
1285-88
1283
1287
1273-74 AND 1281
Expedition to Java 1292-93
N
SCALE
0 200 400 600 800 1000 1200 KILOMETRES
INDEX
1. ROUTES OF CAMPAIGNS UNDER CHENGIZ KHAN.
2. ROUTES OF CAMPAIGNS OF HIS SUCCESSORS.....
3. BORDER OF GREAT (KUBLAI) KHAN.....................
4. BORDER OF CHAGATAI KHANATE.........................
5. BORDER OF IL-KHAN'S EMPIRE..............................
6. BORDER OF KHANATE OF GOLDEN HORDE............
7. BORDER OF SINDH...............................................
8. TOWNS OF 12TH CENTURY......................................
9. INDEPENDENT STATES........................................ MIENTHAIS

ڪين بارود جي چاڻ چينين وٽان پئي هئي، جن اهو 1067ع ۾ ايجاد ڪيو هو ۽ ان تي لاڳيتو سرڪاري هڪ هٽي رکيو ٿي آيا.

* 1256ع ۾ چين واري قبلائي خان جي ڀاءُ هلاڪو المُوت تي قبضو ڪري اسماعيلين کي وڏو نقصان رسايو.
* 1258ع ۾ منگولن هِليگو (هلاڪو) جي اڳواڻيءَ ۾ بغداد فتح ڪيو. آخري عباسي خليفي کي ماري ۽ بغداد کي باهه ڏئي ساڙيائون. ساڳئي سال قبلائي خان چين فتح ڪيو.
* منگولن جي انهي شروعاتي سلطنت جو 1336ع انت ٿيو، پر تيستائين سڌريل مفتوحن سان رلي ملي وڃڻ ڪري منجهن اسلامي رنگ اچي چڪو هو.
* سنڌ وارا منگولن کي تاتاري سڏيندا هئا. پنجاب ۾ سنڌوءَ جو اولاهون پاسو، سرحد صوبو ۽ اتر بلوچستان سندن قبضي ۾ هئا.
* هنن ڪوئيٽا جي ڀيلن ۽ زيارت جي ٽڪرين وارا صنوبر (Juniper) جا وڻ تباهه ڪري ڇڏيا. هي بولان ۽ گومل لڪن ڪان ايندا هئا. خيبر لڪ کانئن گهڻو پوءِ جي ڳالهه آهي.
* منگول 1221 کان 1298ع تائين دهليءَ تي هرسال حملو ڪندا رهيا. دهليءَ جي علائقن تي اهم حملا 1221، 1241، 1246، 1260، 1291، 1298، 1304، 1346 ۽ 1351ع ۾ ڪيائون. سندن 1358، 1399، 1429، 1520 ۽ 1524ع وارن حملن وقت سنڌ ۾ سمن جي حڪومت هئي. سندن اڳرائي روڪڻ لاءِ دهلي سلطنت اُچ، ملتان، لاهور ۽ ٻين وڏن شهرن ۾ مضبوط فوجي ڇانوڻيون ناهي ڇڏيون هيون، پر هو ڀهراڙين جو ٻيڙو ٻوڙي ڇڏيندا هئا. تنهن ڪري سڄو ڏکڻ پنجاب خالي ٿي ويو. ڪجهه ماڻهو اتر سنڌ ۽ ڪجهه ڏکڻ ايشائي وڏي ريگستان (Sindh- Rajasthan desert) ڏانهن لڏي ويا.
* اتر سنڌ (ملتان ۽ بهاولپور) جا ڪجهه قبيلا اولهه طرف ڌڪبا ڌڪبا عراق ۽ ترڪيءَ کان ٿيندا يورپ تائين وڃي پهتا، جتي اهي پنهنجي بنهه ڌار سڃاڻپ ناهي جپسي يا رولو ڪوئجڻ لڳا.
* جپسين جي ٻوليءَ جا گهڻي ڀاڱي لفظ سرائڪي، پنجابي ۽ سنڌي ٻولين وارا آهن. سندن موسيقي سنڌي موسيقيءَ سان ملي ٿي ۽ شادي وهانوَ ۾ ساڳيا سنڌ ۽ ڏکڻ پنجاب وارا سِهرا ۽ لاڏا ڳائيندا آهن.
* جيئن تہ 1237 ۽ 1295 جي وچ تي دهلي سلطنت اُچ کان ڏاکڻيان علائقا پنهنجي وَس هيٺ نہ رکي سگهي، سو رحيم يار خان شهر کان هيٺ ويندي سمنڊ تائين سڄي سنڌ آزاد هئي ۽ مٿس سومرن جو راڄ هو. ان کان پوءِ وري سنڌ 1297ع ۾ دهليءَ آڏو سِيس نوايو.
* 1351ع ۾ محمد تغلق منگولن کان سنڌ تي حملي ۾ مدد گهري. هن تي ڌار بحث ٿيل آهي.
* منگولن جي دهليءَ تي حملن مان سنڌ کي وقتي طور فائدو رسيو، جيتوڻيڪ ملتان کان ڪشمور تائين وارو علائقو سنڌ کان سدائين لاءِ ڇڄي ويو.
* منگول شروع ۾ بولان ۽ گومل لڪن کان سڌو دهلي سلطنت جي علائقي ڏکڻ پنجاب تي حملا ڪندا هئا جيڪو، اتر سنڌ سوڌو، ڪجهه وقت اڳ قباچہ فتح ڪيو هو. هنن حملن جي ڪري دهليءَ جي سنڌ تي پڪڙ ڍري ٿي وئي.
* سومرن جا منگولن سان سٺا ناتا هئا، ڇو تہ منگولن جي والار هيٺ ڪاڏي پيتي جي شين جي اٽاٽ وارا علائقا هئا ۽ سنڌ کين اهي شيون تڏهن ئي پهچائي ٿي سگهي جڏهن اتي امن امان هجي. اهڙيءَ ريت سنڌ پنهنجي آزادي برقرار رکندي آئي ۽ وري جڏهن علاءُ الدين منگولن کان ڏاڍو ٿي ويو تہ سنڌ بہ 1297ع ۾ آڻ مڃي. مطلب تہ سومرن سنڌ تي 1237 يا دير ۾ دير 1241 کان 1297ع تائين آزاديءَ سان راڄ ڪيو. 1300ع ڌاري منگولن جي طاقت گهٽجڻ لڳي؛ سندن سلطنت پُرڻ لڳي ۽ سنت ئي علاءُ الدين خلجيءَ جنگ ۾ سندن پندرهن هزار ماڻهو هاٿين جي پيرن هيٺان لتاڙائي مارايا.



**ڀنڀور (ديبل) جو انت**

103. چنگيز جي اڳواڻيءَ ۾ منگولن جي زور وٺڻ جو سنئون سڌو نتيجو اهو ٿيو تہ خوارزم شاهه دولت گڏ ڪري پنهنجي سلطنت موٽائڻ لاءِ ڀنڀور ۾ بہ ڦرمار ڪئي. هيءَ تصوير ٻڌائي ٿي تہ ڀنڀور جي گهٽي گهٽيءَ ۾ ويڙهه ٿي هئي ۽ هي ماڻهو زهريلو تير ٿونٽ ۾ لڳڻ سان گهٽيءَ ۾ مئو هو. ماڻهن جي وڏي انگ جي گهٽين ۾ مارجڻ ۽ پورجڻ مان ظاهر ٿئي ٿو تہ شهر جو اُمالَڪَ لڳ ڪانڌاريندڙ انت ٿيو هو ۽ اهو آثارن مان ثابت ٿي چڪو آهي. (ايف اي خان، ڀنڀور، ڊِي جِي اي).

# پاڪستان ۾ اتر هندوستان ۾ منگولن جو ڏهڪاءُ



104



105

106





107



108



109

104. چنگيز خان اطاعت قبول ڪندي.
105. چنگيز خان جي تصوير . (پي اِي ڊبليو).
106. منگولن پاران ڊوڙائي ڪڍيل وچ ايشيا جا شهزادا بلبن جي دربار ۾. (او يو پي. اي شارٽ هسٽري آف پاڪستان. جي. حسين، 1981).
107. منگول گهوڙيسوار تيرن ڀريل مياڻ سان. (ٽي ڊبليو ايڇ).
108. منگولن جو تمبو: سنهڙن ڇڄن سان ٺهيل، ڍاهڻ ۽ کوڙڻ ۾ سولو ۽ کڻڻ ۾ هلڪو. (اي ايل اي).
109. هٿين ويڙهه لاءِ منگولن جو لوهي ٽوپلو، منهن جو بچاءُ ڪندڙ زنجيرون، ڍال ۽ کهاڙي. (اي ايل اي).

# منگولن جي فتحن سان لاڳاپيل اهم واقعن جي سن وار ترتيب

| نمبر | عيسوي سن | واقعو |
|---|---|---|
| .1 | 1214 | چنگيز خان بيجنگ تي قبضو ڪري ورتو. |
| .2 | 1216 | چنگيز خان ويجهي اوڀر (ترڪي ۽ ان جي آسپاس وارا ملڪ) تي حملو ڪيو ۽ اتان جو آبپاشي نظام ناس ڪري ڇڏيائين. |
| .3 | 1220 - 1218 | چنگيز خان ايران فتح ڪيو. |
| .4 | 1219 | چنگيز خان جي منگولن بخارا تي قبضو ڪيو. |
| .5 | 1221 | چنگيز خان سمرقند ۾ قرلٽ ڪئي. |
| .6 | 1225 - 1221 | منگول دهلي سلطنت جي علائقن ۾ گهڙيا. |
| .7 | 1222 | چنگيز خان روس تي ڪاهه ڪئي. |
| .8 | 1227 | چنگيز خان پنجهٺ سالن جي ڄمار ۾ مري ويو. |
| .9 | 1229 | منگول اڳواڻ اوگدائي (جڳتائي يا چغتائي يا اڪتائي) کي خانِ اعظم چونڊيائون. |
| .10 | 1231 | منگولن ڪوريا تي ڪاهه ڪئي. |
| .11 | 1238 | منگولن ماسڪو تي قبضو ڪيو. |
| .12 | 1240 | منگولن ڪِيف (Kiev) تي قبضو ڪيو ۽ روسين کان ڏل اوڳاڙيائون. |
| .13 | 1256 | قبلائي خان جي ڀاءُ هلاڪوءَ ايراني فدائين کي ڀارو ڦيري ڇڏيو. |
| .14 | 1258 | منگولن بغداد تي قبضو ڪري عباسي خلافت جو انت آندو ۽ قبلائي خان چين فتح ڪيو. |
| .15 | 1260 | مملوڪن عين جالوت (فلسطين) ۾ منگولن کي زبردست ڦيھ ڏني. |
| .16 | 1267 | چنگيز خان جي پوٽي قبلائي خان چين جي يووَان راڄ گهراڻي جو پايو وڌو. |
| .17 | 1304 | سلطان علاءُ الدين خلجيءَ منگولن کي شڪست ڏئي، سندن پندرهن هزار فوجي مارايا. |

**منگولن جي دشمن تي ڪاهه**



110. منگولن جو ڀڄندي ڀڄندي اُمالڪَ پوئتي منهن ورائي دشمن تي حملو ڪرڻ: منگول گهوڙيسوار گهٽو ڪري اها چال هلندا هئا. رشيدالدين جي ورلڊ هسٽري تان ورتل. (ٽي ڊبليو ايڇ).

**نقشو نمبر 27**

3000 ق۔ م کان 1300ع:

**بروهين جو سنڌ ڏانهن لڏي اچڻ**






111. چوڪنڊي نموني جي قبر.




**نقشو نمبر 28**

**تيرهين کان سورهين صديون:**

**سنڌ ۽ بلوچستان ۾ چوڪنڊي مقبرن وارا مکيہ ماڳ**

باب يارهون

# بروهين جي سنڌ ڏانهن لڏ پلاڻ ۽ ڄڀسِين (لاڏائن يا رولن) جي پاڄُڙ

## بروهين جي لڏ پلاڻ

بلوچستان جي بلوچ ڪوناڻ وارن ۾ اڌ ڪان وڌيڪ بروهي آهن، جيڪي يُورال ڊِنيءِ جي ڏاکڻين علائقن ڪان 3،000 ق-م ڌاري بلوچستان ۽ ڏکڻ اولهه افغانستان ڏانهن لڏي آيا. ساڻن گڏ بلوچستان جي دنگ وارن افغانستان ۽ ايران جي علائقن جا ٻيا قبيلا پڻ لڏي بلوچستان ايندا رهيا. بلوچستان جا ڪافي با اثر گهراڻا جهڙوڪ زهري، بزنجا، رئيساڻي، مينگل، رستمزئي، ستڪزئي، سرپاڙا، لهڙي، ماناشاهي، بنگلزئي، لانگوَ، شاهاڻي، نيچاري، هارڻي، پندراڻي، سجالي ۽ ماماساني بروهين جا پاڙا آهن ۽ ان ڪان سواءِ بلوچستان ۾ رهندڙ ڪوڙ سارا ٻيا غير بلوچ به بلوچ ڪوٺائيندا آهن. بروهي، بلوچستان ڪان وڌيڪ افغانستان ۾ رهن ٿا. اتي اهي شوروَڪ ۽ چَخَنسر جي وچ تي هيڏي هوڏي لڏيندا وتندا آهن. ايران ۾ سندن ٽاڪ افغانستان-پاڪستان دنگ تي سبزوار ڪان بيمپور تائين آهن. هي ترڪمينيا جي ڏاکڻين علائقن ۾ به رهن ٿا. بلوچستان جا علائقا جهلاوان، سراوان ۽ قلات سندن خاص ڳڙهه آهن، پر هي ٻين علائقن ۾ به هرهنڌ پکڙيل آهن.

هنن قبيلن جا پاڻ ۾ ڪي رت جا رشتا ڪونهن، پر حالتن پٽاندڙ وڻ وڻ جي ڪاٺي ۽ پانت پانت جون ٻوليون ڳالهائيندڙ ماڻهن انتظامي، معاشي، سياسي ۽ جنگي مفادن تحت پاڻ ۾ هڪ ٿي ڏڙا ٺاهيا، جن هوريان هوريان بروهين جي پاڙن جو روپ ڌاري ورتو.

بروهي اصل ۾ دراوڙ هئا ۽ سندن وطن يُورال ڊِنيءِ ۽ اڄوڪي دوشنبي ۽ لينن آباد جي وچ وارو پرڳڻو هو. هنن جو پهريون ٽولو 3،000 ق-م ۾ مُولا لڪ اُڪري قلات ۾ اچي آباد ٿيو هو. سندن لڏ پلاڻ وارو نقشو ٻڌائي ٿو ته پوءِ ايندڙ ٻيا وري گومل لڪ اُڪري اوير ۽ ڏکڻ هندوستان ڏانهن هلندا ويا. بروهي جيئن ته گهڻو وقت اڳي دراوڙن ڪان ڇڄي ويا هئا، تنهنڪري سندن ٻوليءَ جي اوسر به ٻين دراوڙي ٻولين ڪان بنهه ڌار پنهنجي منهن ٿيندي رهي ۽ هينئر هيءَ ٻولي هندوستان جي ٻين دراوڙي ٻولين سان ورلي ڪٿي ڪو ميل کائي ٿي.

بروهين جي سنڌ ڏانهن لڏپلاڻ صدين ڪان هلندي اچي. سندن گذر سفر گهڻو ڪري چوپائي مال، ٻڪرين ۽ رڍن جي ڌڻن تي هوندو هو. هرسال سياري جي مند ۾ جڏهن سنڌ جي دنگ ويجهو ٽاڪرو علائقن ۾ مال لاءِ گاهه جي اٽاٽ ٿيندي هئي ته هي پنهنجا ڌڻ ڪاهي، ڳڙهي خيري ڪان سيوهڻ تائين، سنڌوءَ جي ساڄي پاسي وارن علائقن ڏانهن هليا ايندا هئا ۽ نومبر ڪان فيبروريءَ تائين چار مهينا اتي مال چاريندا هئا. ان وچ ۾ جنوري ڪان مارچ تائين سياري جي مينهن تي نوان گاهه ڦٽندا هئا ته بروهي به جتان جا هوندا هئا اوڏانهن موٽي ويندا هئا. بروهي غريب هوندا هئا، پر ايماندار هوندا هئا. آڪٽوبر جي پڇاڙيءَ ۽ نومبر ۾ سڳداسي چانورن جو لاڻيءَ (پورهئي جو اجورو) تي لابارو ڪندا هئا، پنهنجا ڏاند ڪِيٽين ۾ جوٽي ٻنيون سڌيون ڪندا هئا ۽ اهڙي قسم جا ٻيا ڪوڙ ڏکيا پورهيا ڪندا هئا. انهن ڏينهن ۾ سنڌ ۾ سڱن جي ڏي وٺ يا بَدي جو سلسلو عام هو. جنهن وٽ ڏيڻ لاءِ سڱ نه هوندو هو اهو ٽَڪا ڀريندو هو. سنڌين جو نياٽي ٻارن تي ڏيان گهٽ هوندو هو، سو گهڻيون ڇوڪريون ننڍڙي هوندي ئي مري وينديون هيون، تنهنڪري سنڌ ۾ سڱن جي ڪوٽ هوندي هئي. بروهي وري اهو سوچي ته سندن نياڻيون سکيون ٿينديون، پنهنجون نياڻيون سنڌين ۾ مُلهه تي پرڻائي ڏيندا هئا. سنڌي سماج ۾ ڏاڏي پوٽِي يا ٽَڪن ڳَڌي زال هڪجهڙيون ئي ليکبيون آهن. هن ريت انهن بروهڻين مائن وسيلي ڪوڙ سارا بروهڪا انڌَ ويساهه سنڌي سماج ۾ اچي ويا. بروهي سنڌ ۾ هرسال ايتريون ته ڇوڪريون وڪڻندا هئا، جو سنڌي اڄ تائين بروهين کي ماما ڪوٺيندا اچن.

بِري پنهنجي ڪتاب "لائف هسٽري آف بروهي" ۾ بروهين جي جن ريتن، رسمن، رواجن ۽ انڌَ ويساهن جو ذڪر ڪيو آهي، سي سنڌ جي ڳڙهي خيري ڪان سيوهڻ تائين وارن علائقن ۾ اڄ به جيئن جو تيئن رائج آهن. ظاهر آهي ته ائين بروهين جي صدين ڪان هرسال اچ وڃ جي ڪري ئي ٿيو. ان هوندي به تيرهين صديءَ ڪان اڳ بروهي ڪڏهن به وڏي انگ ۾ لڏي سنڌ ۾ اچي مستقل آباد ڪونه ٿيا هئا.

تيرهين صديءَ ۾ منگول وچ ايشيا، افغانستان ۽ بلوچستان تي

## بادشاهہ فاتح ۽ گهوڙيسوار

گهوڙي تي چڙهيل بادشاهن، فاتحن ۽ گهوڙيسوارن جون تصويرون ٺاهڻ جو رواج گذريل 2500 سالن کان هليو پيو اچي. اها انهن کي نروار جوڌو ظاهر ڪرڻ جي ڪوشش هوندي هئي. انهي جي ابتڙ گهوڙي تي سوار التتمش کي پاڻ ۾ پرپور ويساهہ رکندڙ ۽ اٽموٽ ڪري ڏيکاريو ويو آهي.

112



113



114



115



116



117



112. گهوڙي تي چڙهيل پارٿي، جنهن جو گهوڙو اڳتي پيو وڃي ۽ پاڻ تير پوئتي پيو هلائي: هيءَ جنگي چال پارٿين جي پنهنجي ايجاد هئي. گهوڙن تي چڙهي ويڙهہ ڪرڻ جي ڏانءَ ۾ هي هڪ انقلاب هو. (پِي اِي ڊبليو).

113. پاڻ ۾ ويساهيندڙ ۽ اٽموٽ التتمش گهوڙي تي چڙهيل. (پي اِي ڊبليو).

114. منگول گهوڙيسوار پولو راند کيڏندي. (اِي ايل اي).

115. نيپولين گهوڙي تي چڙهيل. (ٽي ڊبليو ايچ).

116. هڪڙو ڏنار گهوڙي تي چڙهيل. (اِي ايل اي).

117. سڪندر گهوڙي تي چڙهيل. (ڪ ڊ س).

قابض ٿي ويا هئا. اهي سڪين ستابن ماڻهن جي گهرن تي قبضا ڪري ۽ انهن جو مال ملڪيت ڦٻائي ونندا هئا. منگولن زيارت ماٽريءَ ۾ صنوبر (Juniper) جي ٻيلن ڪي ٻاهيون ڏئي ساڙيو - هاڻي اتي صنوبر جو ڪو ٻه وڻ ست سو سالن کان وڌيڪ پراڻو ڪونهي. بروهي منگولن جي ڀَوَ کان سنڌ ڏانهن ڀڄي آيا. ملتان ۽ اُچ تي منگولن جي هر سال ڪاهن اتان جي ٻهراڙين جي ماڻهن کي لڏڻ تي مجبور ڪيو. ڏکڻ پنجاب جي سرائڪي ڳالهائيندڙ کوڙ ذاتين جا ماڻهو سنڌ ڏانهن لڏي آيا. اهي ذاتيون جيڪب آباد ضلعي جا جتوئي، بليدي ۽ ڪورائي بلوچ آهن. انهن جو بروهين سان ڪو تعلق ڪونهي.

چانڊين بلوچن جو نالو پهريون ڀيرو 1616ع ڌاري پڌڻ ۾ اچي ٿو، جڏهن شمشير خان ٺٽي جو گورنر هو. ڪجھ چئي نہ ٿو سگهجي تہ اهي سنڌ ۾ ڪڏهن اچي آباد ٿيا هئا. محال ڪوهستان جي نومڙين بابت پڻ ساڳيو حال آهي. اهي هاڻي بلوچ ڪونائيندا ٿا، جڏهن تہ سترهين صديءَ ۾ سمن جو هڪڙو پاڙو ڪوٺبا هئا. ڪلمتين ۽ جوکين بابت پهريون ڀيرو 1650ع ڪانپوءِ اورنگزيب جي ملتان جي گورنريءَ دؤران پڌڻ ۾ اچي ٿو. چانڊيا رنگ آڌار هڪڙا ”ڪارا“ ۽ ٻيا ”پورا“ ڪوٺبا هئا. 1635ع ڌاري چانڊين جو ست سو پيادن سپاهين ۽ ٽي سو گهوڙن جو لشڪر هوندو هو. نوحاڻي بلوچ نئينگ ويجهو ٻن چشمن تي ٻني ڪندا هئا. هاڻي اهي چشما سيدن جي ملڪيت آهن.

بلوچ ذاتيون مگسي، لاشاري، رند، ديناري، ڊومڪي، ڪلوهر ۽ بليدي جيڪب آباد ضلعي ۾، ۽ چانڊيا خيرپورناٿن شاه، جوهي ۽ سيوهڻ تعلقن ۾ آباد هئا. ڏلَ ۽ ٻَبَر بہ پاڻ کي بلوچ چورائيندا هئا ۽ سترهين صديءَ ۾ هاڻوڪي ڪوٽڙي تعلقي ۾ رهندا هئا.

لڳي ائين ٿو تہ هنن ذاتين جا گهڻي ڀاڱي ماڻهو تيرهين صديءَ ۾ منگولن جي ڀَوَ کان سنڌ ۾ اچي ويٺا. اهي ڏار ڏار ٻوليون ڳالهائيندا هئا؛ ڏکڻ پنجاب وارا سرائڪي ۽ بلوچستان وارا بلوچي يا بروهڪي ڳالهائيندا هئا ۽ انهن جا پاڻ ۾ رت جا رشتا بہ نہ هئا. هن باري ۾ تفصيلي بحث ليکڪ جي ڪتاب ”سنڌ جي جاگيرداريءَ خلاف جدوجهد“ ۾ ڏنل آهي.

سنڌ ۽ ايران - افغانستان جي علائقن سان پنج هزار سالن کان لاڳاپا رهڻ ڪري هاڻي بروهي نالي ماتر بہ دراوڙ نہ ٿا لڳن.

## يونانچ سمنڊ (Mediterranean) جي پر وارن يورپي ملڪن جا ڄپسي يا رولُو (102)

اٺويهين صديءَ ۾ جپسي ٻوليءَ ۽ منجهس اڪرن جي ڀنڊار بابت اڀياس ٿيو، جنهن مان خبر پئي تہ سنڌن ٻوليءَ ۾ پنجابي، سنڌي ۽ سرائڪي لفظ شامل آهن. سنڌن ڳائڻ وڄائڻ خاص ڪري شادي وهانوَ جي لاڏن، سهرن ۽ ڳيچن جي اڀياس مان پتو پيو تہ اهي لڳ ڀڳ ساڳيا ئي سنڌ ۽ ڏکڻ پنجاب وارا گيت آهن. ان ڳالهہ جو مشاهدو ليکڪ پنهنجي سر پاڻ بہ ڪيو آهي. جپسين جي اصل وطن بابت يورپي محققن جي وڌيڪ تحقيق ۾ اها ڳالهہ سامهون آئي تہ تيرهين صديءَ ۾ منگول لڳ ڀڳ هرسال دهلي سرڪار جي علائقن تي ڪاهون ڪندا هئا. سندن هلان روڪڻ لاءِ دهليءَ جون ملتان ۽ اُچَ ۾ فوجي ڇانوڻيون هيون، پر هو ٻهراڙين ۾ ڇيڙهہ بہ نہ ڇڏيندا هئا. ان ڪري سڄي اڻ ورهايل پنجاب جا رهواسي پنهنجا اباڻا ڪک ڇڏي ٻين پاسن ڏانهن هليا ويا؛ ڪجھ ماڻهن ڏکڻ ۾ سنڌ طرف رخ ڪيو، ٻين دهليءَ جي ويجهن يا اوڀارين علائقن طرف ۽ ڪجھ وري اولهہ طرف ڏِڪجي ڏِڪجي يورپ وڃي ڪنيو، جتي مزدوري مڙي، چوري چڪاري ۽ هلڪا ڦلڪا ڌوهہ ڪري پيٽ پالڻ لڳا. يورپي کانئن نفرت ڪندا هئا، تنهنڪري اهي اتان جي رولو مخلوق ٿي ويا. هاڻي ان ڳالهہ جي پڪ ٿي چڪي آهي تہ سندن اباڻو وطن سنڌو درياءَ جي اوپر وارا سرائڪي علائقا آهن.

ڪجھ بلوچ قبيلا پنهنجي مُئن جون الڳ نموني قبرون جوڙيندا آهن، جيڪي چوڪنڊي قبرون (ت.111 ۽ 325) ڪوٺبيون آهن. بلوچن جي تيرهين صديءَ ۾ سنڌ لڏي اچڻ جو مطلب آهي تہ قبرن جي هن طريقي اڏاوت تڏهن کان شروع ٿي. ان نموني جي قبر جي تصوير ڏنل آهي. هن طريقي جي اڏاوت سمن ۽ مغلن جي دؤر ۾ پندرهين ۽ سورهين صدين دؤران اوج ماڻيو.






118. سمجهيو وڃي ٿو تہ ٽانون ٺاهڻ لاءِ ٺڪر جا سانچا اسلام کان اڳي جا آهن. پر جيئن تہ سومرن جي دؤر ۾ پڻ اهڙا نمونا ڏسڻ ۾ آيا آهن، تنهنڪري هي هنر سومرن جي جُڳ سان جڙيل ٿو. (پاڪستان آرڪيالاجي نمبر 1، 1964).



نقشو نمبر 29
1333ع
ابنِ بطوطہ جو سنڌ ۽ ملتان ڏانهن گس
Gomal R.
Kundar R.
Fort Sandeman
D.I. Khan
Chenab River
Jhelum River
Jhang
Okara
Zhob River
Sangarh R.
Ravi River
TO DELHI
Sehan R.
Lorali R.
Mekhtar
Khanewal
Multan
Shal Quetta
Khost R.
Kamar R.
Beji R.
Rukhni
D.G. Khan
Sutlej River
Mastung
Barkhan
Sibi
Chakar R.
Shirinab R.
Lahri R.
Kahan
Bahawalpur
Uch
Hakra River
Chhatr R.
Kalat
Panch R.
Bolan R.
Nari River
Dera Bugti
INDUS RIVER
Rahimyar Khan
Jacobabad
Ubauro
Solnda R.
Badra R.
Mula R.
Karkh R.
Sain R.
Mathelo
Branch
Bakhar
Rohri
Larkana
Janani
Babarlu
Hakra River
Gaj River
Western
RIVER
Darbelo
Dadu
Thul Mir Rukan (Ruins)
Sehwan
Manchhar Lake
INDUS
Khanpro R.
Windar Dora
Baran R.
Hab River
Mansura (Ruins)
Hakra River
Mirpur Khas
Nasarpur
Hyderabad (Nerunkot)
Amarkot
Malir R.
Kalri Lake
Tharri (Ruins)
Chachro
Karachi
DEBAL (Ruins)
Jun
Mithi
Virawah
Lahri Bandar
Shah Kapur (Ruins)
Rahim-ki-Bazar
Nagarparkar
RANN OF CUTCH
ARABIAN SEA
JAREJA SAMMAS KUTCH
INDIA
N
INDEX
1. PRESENT BOUNDARY OF SINDH
2. PRESENT COURSE OF INDUS
3. OLD COURSE OF INDUS IN 1333 AD.
4. WESTERN BRANCH OF INDUS AND HAKRA RIVER
5. IBN BATTUTTA'S ROUTES
6. MODERN TOWNS
Hyderabad
7. OLD TOWNS IN EXISTENCE IN 1333 AD.
67
68
69
70
71
72
73
24
25
26
27
28
29
30
31

باب ٻارهون

# ابنِ بطوطہ جو سنڌ جو سفر
# (1333ع)

## ان دؤر ۾ سنڌ جي تاريخي جاگرافي

انهن ڏينهن ۾ سنڌو درياءَ اترين سنڌ جي گهٽي حصي ۾ هاٽوڪي وهڪري کان اٽڪل تيرهن کان سورهن ڪلوميٽر اوپر ۾ اٻاوڙي ۽ ماٿيلي جي بلڪل پرسان اٽڪل ڏهه ڪلوميٽر ڪن پنڌ تي وهندو هو ۽ اهي شهر ڪچي ۾ هوندا هئا. هاٽوڪي گهوتڪي شهر واري جاءِ وچ سِير ۾ هوندي هئي. درياءَ جو اهو وهڪرو اڳتي ڏنل نقشي ۾ ڏيکاريل آهي.

هيٺ درياءَ بکر، درٻيلي، اڏيري لال، نصرپور، شيخ پرڪئي ۽ ٺٽڻي محمد خان کان ٿيندو وهندو هو. اهي شهر تنهن زماني ۾ درياءَ جي ڪناري آباد مکيه شهر هوندا هئا. لاڙي بندر ڪلري واهڻ جي ڪَڙَ سان هوندو هو. تنهن زماني ۾ ڪلري ئي اصل درياءَ هوندو هو. درياءَ ٺريءَ کي ڇڏي ويو هو ۽ اهو شهر اجڙي چڪو هو. جُونِ شهر نئين واهڻ جي ڪَڙَ تي هو. سومرن جو اڳوٽو راڄڌاني شهر شاهه ڪپور ڪنڊر بنجي چڪو هو. الور، برهمڻ آباد-منصوره ۽ بائضا (ڪاهوجودڙو يا ڍاليا) اڳي ئي اجڙي چڪا هئا ۽ ساڳيو ئي حال نل مير رڪڻ جو هو. هاٽوڪو عمر ڪوٽ گهٽي عرصي تائين هندو راڻي اَمر جي نالي سان اَمر ڪوٽ ڪوٺبو رهيو. ريگستان جا شهر نڪني (نگرپارڪر)، ويراواهه، ڇاڇرو، مٺي، ڏيپلو ۽ رهمڪي بازار تڏهن بہ اڄ وانگر وسندڙ هئا. اسلام ڪوٽ شهر ايترو پراڻو ڪونهي، پر تن ڏينهن ۾ موجود هو. ڏمبرلو ڍڳهڙي شهر جي اوپر ۾ ٿر جي ريگستان جي دنگ تي هو. ٿي سگهي ٿو تہ اهو نئين ڪوٽ جي پر ۾ فضل ڀنبرو هجي يا پاڻ نئون ڪوٽ هجي. سيوهڻ شهر ساڳيءَ جاءِ تي، ان وقت جي درياءَ کان ڪجهه ميلن جي پنڌ تي اولهہ ۾ هو، پر ٻارهو وهندڙ اڙل واهه وسيلي درياءَ سان ڳنڍيل هوندو هو. اهو ئي ڪارڻ هو جو لاڙي بندر کان موٽ تي ابن بطوط سيوهڻ نہ ويو.

ٿر جي ريگستان وانگر ڪوهستان ۾ بہ شهر ۽ وسنديون هيون، جيڪي اڄ ايڪيهين صديءَ ۾ بہ موجود آهن. واهي پانڌي، لڪي، بوبڪ، نئينگ، ڪرچات، پوکران، عارب جو ٿاٽو، ٿاٽو بولا خان، آمري، سن، اويس قرني، ٻداپور، انڙپور، جهنگڙي، سري سنگهہ ۽ مول وغيره انهن شهرن مان ڪجهه هئا. ڪينجهر، منڇر، مڪي ۽ ڪلري وڏيون ڍنڍيون هونديون هيون. شاهه حسڻ، بوبڪن ۽ جهمپير ڪي هنن ڍنڍن جي وڏي ٽيڪ هوندي هئي. ڪراچي شهر تن ڏينهن ۾ ڪرائوشي يا ڪرائوشتي ڪوٺبو هو. ٺٽو يا تہ هو ئي ڪو نہ يا جي هو تہ بنهہ ننڍڙو شهر هو ۽ ڪنهن ڳُٽپ ۾ نہ هو يا ائين بہ ٿي سگهي ٿو تہ درياءَ جي ويجهو نہ هجي. نوان شهر جهڙوڪ جوٽاڻي، اٻاوڙو، ٻبرلو، درٻيلو ۽ جُونِ نون وهڪرن تي آباد ٿيا هئا. لاڙي بندر جو نالو پهريون ڀيرو ديبل جي خوارزم شاهه هٿان 1223/24ع ڌاري تباهيءَ کان پوءِ اچي ٿو. ديبل شهر وري ڀيهر اسري نہ سگهيو، ڇاڪاڻ تہ سنت ئي پوءِ درياءَ پنهنجو ان وقت وارو ڪلريءَ وارو وهڪرو ڇڏي ويو.

ڍيلتا جو منڍ ٺٽڻي محمد خان ۽ بلڙيءَ جي وچ تي هو. انهي کان هيٺ سنڌو گهڻن واهڻن ۾ ورهائجي ٿي ويو. انهن واهڻن مان هڪڙو هاٽوڪي ڦليلي واهه جي پر وارو بہ هو، جيڪو ٺٽڻي محمد خان جي ڏکڻ ۾ ساڳئي ئي هنڌان وهندو هو. هنن واهڻن جي ڪنارن سان ڪوڙ ساريون وسنديون 1758ع تائين آباد هيون. هن سال درياءَ پنهنجو وهڪرو مٽايو ۽ هاٽوڪي وهڪري تي وهڻ لڳو. انهن وسندين جو تفصيل باب پندرهين ۾ ڏنل نقشي ۾ ڏنل آهي.

## ابنِ بطوطہ جي سنڌ مان لنگهہ جو ڏگ

مشهور سيلاني ابنِ بطوط 1304ع ۾ مراڪش ۾ ڄائو. انهي پنهنجو ٽيٽيهن سالن جو دنيا جو سفر 1324ع ۾ شروع ڪيو ۽ اتر آفريڪا، عربستان، ايران، لونت ۽ قسطنطنيہ گهمندو نون سالن کانپوءِ 1333ع ۾ سنڌ پهتو. سنڌ اچڻ لاءِ هي ڪيسپين ڍنڍ جي اتر ۾ السارا ۽ سراچوق، خوارزم، المُوت، بخارا، سمرقند، ڪش، ترمذ، بلخ، انادرب، پروان، ڪابل، غزني ۽ گومل لڪ کان ٿيندو بلوچستان ۾ داخل ٿيو. هتان هي قافلن جي اچ وچ وارو ڏگ پڪڙي هاٽوڪي

**نقشو نمبر 30**

1894/95ع

## نصيرآباد تعلقي جي نقشي ۾ جوٽاٽيءَ جو ماڳ










**جوٽاٽي انسپيڪشن بنگلو**

119. جوٽاٽي انسپيڪشن بنگلي ۾ نوڪرن جي رهائش ۽ گهوڙن جي ڪڙهه وغيره. (ع س).

120. جوٽاٽي انسپيڪشن بنگلي ۾ ڪوٺي تي مٿي چڙهي سمهڻ لاءِ ڏاڪڻ. (ع س).

شهر زوب (فورٽ سنڊيمن) مختار، بارڪان ۽ ديره بگٽيءَ کان ٿيندو سنڌ جي ضلعي جيڪب آباد جي تعلقي ٺل ۾ اچي پهتو. هتان هن سنڌو درياءَ جي اولاهين شاخ ورتي، جنهن جي ڪَڙَ تي آباد وارهه شهر کان ٻه ڪلوميٽر اولهه ۾ ديهه جوٽاٽيءَ ۾ سومرن جو شهر ”جوٽاٽي“ آباد هو. هن شهر جا آثار جوٽاٽي انسپيڪشن بنگلي (ت.119-120) ويجهو هينئر به موجود آهن. ٻن ڏينهن جو سفر ڪري منڇر ڍنڍ ۽ اڙل واهه کان ٿيندو سيوهڻ پهتو. سيوهڻ به سنڌو درياءَ جي ساڳي شاخ جي اولهه ۾ هو ۽ اڙل واهه وسيلي درياءَ سان ڳنڍيل هو. اتان به درياءَ جي ساڳي شاخ وٺي سکرنڊ ويجهو اصل درياءَ ۾ اچي پيو. تنهن کانپوءِ ڏکڻ ۾ نصرپور جي پر مان لنگهي لاڙي بندر وڃي پهتو. نصرپور شهر تڏهن هو، پر ڪنهن ٻئي نالي سان ڪوٺبو هو. ابن بطوطه سيوهڻ ويجهو ٻر پٽ جي ڳالهه ڪئي آهي. ٿي سگهي ٿو ته سيوهڻ جي ڏکڻ واري علائقي جي ڳالهه ڪئي هجيس، جتي ٻبرن کان سواءِ ڪجهه نه ٿيندو هو. اڙل تي به رڳو هنداڻا (چانهان) پوکيندا هئا. باقي سيوهڻ جي اتر ۽ اولهه ۾ ساوڪ ئي ساوڪ هئي.

## ابنِ بطوطه جي موٽ

ابنِ بطوطه لاڙي بندر ۾ پنج ڏينهن رهي اتان موٽيو ۽ دهليءَ جو دڳ ورتائين. موٽ مهل هو نصرپور، اڏيرو لال، دربيلو، بکر ۽ اُچ کان ٿيندو ملتان ۽ اتان اجوداهان (هاڪوڪي پاڪ پٽڻ)، ابوهر، سرسوتي ۽ ڪانسيءَ رستي دهليءَ هليو ويو.

## ابنِ بطوطه جا سنڌ بابت ويچار

سنڌ بابت سندس مشاهدن جا وچور هن ريت آهن:

* بکر ۾ سندس ملاقات هڪ قانوندان امام صدرالدين الحنفي، اتان جي قاضي ابو حنيفه ۽ شيراز جي الهه لوڪ فقير شيخ شمس الدين محمد سان ٿي. هن خواجا خضر جي مقبري جو ذڪر نه ڪيو آهي، حالانڪ سيوهڻ ۾ عثمان مرونديءَ جي درگاهه جي ڳالهه ڪئي اٿس. هيءَ درگاهه گهڻو ڪري فيروز شاهه تغلق 1356ع ۾ نئين سر اڏائي هئي.
* لاڙي بندر کان ستن ميلن جي پنڌ تي هڪڙو اجڙيل شهر ڏٺائين، جتي ڪا ننڍل قَتل جاءِ ۽ ماڻهن ۽ جانورن جا بوتا هئا (امڪان آهي ته هندن جو مندر هوندو). اهو ماڳ لاڙيءَ جي قتل ماڳ (دڙي) کان اتر اوڀر ۾ تيرهن ڪلوميٽرن تي آهي ۽ هاڻي ان جي سڃاڻپ مورا ماڙيءَ طور ٿي آهي، پر حقيقت ۾ هي اجا ڪو آڳاٽو شهر هو.
* هي بکر کان اُچ ويو. اتان جي گورنر شريف جلال الدين خلجيءَ کيس ڪجهه مهينن لاءِ ترسائي ڇڏيو ۽ ڪجهه ڳوٺن جي آمدني سندس حوالي ڪري ڇڏي. هتان کيس پنج هزار دينار اڳڙيا.
* اُچ کان ملتان ويو ۽ اتان پوءِ دهليءَ پهتو.
* ان زماني ۾ ٺپالي ماڻهو (ت. 125) ۽ گهوڙا ٺپال پڄائيندا هئا. سومرن جو وڏو ۽ سهڻو شهر جوٽاٽي سنڌوءَ جي اولاهين شاخ (وارهه وهڪري) تي آباد هو. سنڌ ۾ گهڙڻ کان پوءِ هن شهر تائين پهچڻ ۾ کيس ٻيڙيءَ وسيلي ٻه ڏينهن لڳا هئا.
* سومرن جو وُنڙ نالي هڪڙو امير هو (ڄام اُنڙ - سومرن ۽ سمن جو گڏيل چڱو مڙس)، سو تغلقن جو عملدار هو.
* سيوهڻ وڏو شهر هو، ان جي ويجهو اوڏو سچ هوندي هئي ۽ رڳو ٻبرن جا وڻ هئا. اڙل واهه جي پاسن سان چانهان (هنداڻا) ٿيندا هئا. ماڻهو جور ۽ مٽر کائيندا هئا. مڇي (منڇر، ڪينجهر، ڪلري، چوٽياري، ڊرگهه ۽ سنڌوءَ جي ٻين ڍنڍن مان) ۽ کير (ماهيو -ماڻهو درياءَ ۽ منڇر ڍنڍ جي ڪنارن ۽ پوک جي آڏار مينهون ڌاريندا هئا ) ڄام ٿيندا هئا. ماڻهو ڳوهه جو گوشت کائيندا هئا (باگڙي سچ به ڳوهه، سيڙهه، گدڙ ۽ جهنگ ٻلي وغيره جو گوشت کائيندا هئا ۽ هينئر به کائين ٿا، پر ڪجهه ماڻهو ڳوهه سان ملندڙ جلندڙ گِلوئي (ت. 263) نالي ريڙهاڪ جانور (reptile) کائيندا هئا، جنهن کي پڻ ابنِ بطوطه غلطيءَ مان ڳوهه ڪوٺيو آهي). گلوئي هاڻي سيوهڻ جي پر وارن علائقن مان ختم ٿي وئي آهي، پر ميٽنگ کان ڏاٻيجي ريلوي اسٽيشن تائين عام آهي.
* سيوهڻ ۾ دهلي سرڪار جي عملدارن ڄام انڙ ۽ قيصر رومي ٻنهي گڏجي بغاوت ڪئي، تازو خزانچيءَ مان وڏي گورنر ٽيل ملڪ رتن کي قتل ڪيائون ۽ خزاني مان ٻارهن لک دينار ڦري ورتائون. ماڻهن ڄام انڙ کي ملڪ فيروز جو لقب ڏئي اتر سنڌ جو حاڪم بڻائي ڇڏيو. جڏهن اها خبر ملتان پهتي ته اتان جي گورنر سرتيز، سيوهڻ تي ڪڙو اچي چاڙهيو. ڄام انڙ اتان ڪسڪي وڃي پنهنجي قوم وارن وٽ لڪو ۽ سيوهاڻين پنجيتالهن ڏينهن کانپوءِ ڪجهه شرطن تي هٿيار ڦٽا ڪيا. سرتيز پنهنجي واعدي تان ڦري ويو. قيصر ۽ سندس ماڻهن جون سسيون وڍيون ويون. ڪن ماڻهن کي اڌ مان وڍيو ويو. ڪن جون جيئري کلون لاهي، ٻُهه سان ڀري ڪوٽ تي ٽنگيون ويون. ايترا ته لاش ٿيا جو ڪوٽ جون پتيون ذري گهٽ ڍڪجي ويون. سسيون وچ شهر ۾ گڏ ڪيائون ته وڏو ڍِڳ ٿي ويو.



نقشو نمبر 31
1335ع
محمد بن تغلق جي سلطنت
KABUL
GHAZNI
PESHAWAR
KANDHAR
KASHMIR
KALANAU
SHAL
SIBI
MULTAN
OUCH
ALORE
BAKHAR
SEHWAN
BELA
SOOMRAS
AMARKOT
LAHRI BANDAR
NAGAR
KUTCH
NAGAUR
AJMER
SIWARA
DALOR
ABU
ANHILWARA
GUJARAT
CAMBAY
GIRNAR
DELHI
MALHURA
OKOL
BUDAUN
OUDH
KANAUJ
GAWALIOR
KALINJAR
KARA
KASHI
PUTNA
LAKHNAUTI
BIHAR
MALWA
BHILSA
UJJAIN
DHAR
DASAHI
MANDU
ASIRGARH
ILLICHPUR
DEOGIR
DAMAN
SATGAON
JAJNGAR
PURI
THANA
POONA
CHAUL
SINGHYARH
KALYANI
BIDAR
GULBARGA
TELINGANA
RAJAMUNDRY
DABHOL
RALCHUR
SANDABUR (GOA)
MANJARUR (MANGAIORE)
DVARA
SAMUDRA
KANPIL
MALABAR
MABAR
JURFATTAN (CANNANORE)
CALICUT
MADURA
KOLLAM (QUILON)
CEYLON
PERSIAN SEA
BAY OF BENGAL
INDIAN OCEAN
RIVER JHELUM
RIVER CHENAB
RIVER RAVI
RIVER BEAS
RIVER SUTLEJ
RIVER JUMNA
RIVER GANGES
RIVER BRAHMAPUTRA
RIVER GOGRA
RIVER GUNTI
RIVER CHAMBAL
RIVER NERBUDDA
RIVER TAPTI
RIVER GODAVARI
RIVER KRISHNA
RIVER TUNGABHADRA
R. KAVERI
N
SCALE
0 50 100 150 200 250 300 350 400 Miles
INDEX
1. BOUNDARY OF MUHAMMAD BIN TUGHLAQ'S EMPIRE
2. INDEPENDENT KINGDOMS
3. TOWNS OF 14TH CENTURY
4. COURSES OF RIVERS IN 14TH CENTURY
5. PRESENT COURSE OF RIVER INDUS IN SINDH
6. INTERNATIONAL BOUNDARY OF INDIA & PAKISTAN.

* لاڙيءَ ويندي ساٽس سفر ۾ خراسان جو قانوندان ۽ لاڙي بندر جو نامزد گورنر علاءُ الملڪ گڏ هو، جيڪو سرتيز جي مدد لاءِ آيو هو. لاڙيءَ تائين پهچڻ ۾ کين پنج ڏينهن لڳا. سنڌ جي هن بندر تي يمني، ايراني ۽ عرب واپاري ۽ سيلاني ايندا رهندا هئا. هتي ٻاهران آيل مال تي هر سال سٺ لک چانديءَ جا دينار ٽيڪس اڳرندو هو، جنهن جو پنج سيڪڙو گورنر جهليندو هو ۽ باقي رقم شاهي خزاني ۾ ويندي هئي. ٽيڪس جو هي ڪاٿو صحيح نه ٿو لڳي. عرب واپارين ذريعي سنڌ جي ڇُريل ڪپڙي جو ڏيساور ۾ واپار 1200- 1500ع دؤران پنهنجي اوج تي هو. هن دؤر ۾ سنڌ مان ڪپڙو پراڻن گراهڪ ملڪن جهڙوڪ ايران، وچ اوڀر ۽ يورپ سان گڏوگڏ آفريڪا جي ساموندي پٽيءَ وارن ملڪن ڏانهن به وڃڻ لڳو هو.
* سيوهڻ ۾ ايڏي ته گرمي پوندي هئي جو ماڻهو جسم کي نارڻ لاءِ ڪپڙي جون چادرون پڇائي ويڙهيندا هئا ۽ اهي سڪي ويندي هيون ته وري پڇائيندا هئا.
* ابنِ بطوط جي ويچارن ۾ جهول اهو آهي ته هن علائقي، اتان جي ماڻهن، پيداوار، ڏنڌن ۽ سماجي قدرن وغيره تي ڌيان نه ڏنو آهي. سندس لکڻين مان تاريخي جاگرافي جهڙوڪ گلن، ٻوٽن ۽ جيتن جڻين وغيره بابت ڄاڻ بنهه گهٽ ملي ٿي. حالانڪ ڪيس ملتان تائين پڄندي پڄندي سنڌ ۾ اٽڪل اٺ مهينا ڪن لڳا هوندا.
* ابنِ بطوط درياءَ جي وچ تي هڪڙي ٻيٽ جي ڳالهه ڪئي آهي، جنهن تي ڪِشلو خان جي اوطاق هوندي هئي. ٿي سگهي ٿو ته اهو ٻيٽ سکر جي پر وارن تانگهن وانگر پائجي يا لڙهي ويو هجي. سترهين صديءَ جي شروع ۾ ڇهنبدار پٿرن وارا اهي تانگها مهاڻن جي ٻيڙين لاءِ هر وقت خطرو بڻيل هوندا هئا.
* ابنِ بطوط جا ڪاغذ پَٽَ وڃائجي به ويا هئا. ٿي سگهي ٿو ته پوءِ جيڪي ڪجهه ياد رهيو هجيس سو ئي لکيو هجيس.

**تغلق، سنڌن ٽپال سرشتو ۽ ابنِ بطوط**







121. محمد تغلق: (و. 1351ع سونڊا وٽ). (رضا لائبريري رامپور).
121. فيروز شاهه تغلق: (1351ع ۾ سونڊا وٽ تاج ڌٽي ٿيو). (رضا لائبريري رامپور).
122. ياڙيتو گهوڙيسوار: فلورينس ۾ لڳل مجسمو. (اِي ايل اي).
123. ابنِ بطوط. (پي اِي ڊبليو).
124. ٽپالي: ابنِ بطوط ٽپالين جو ذڪر ڪيو آهي ۽ بارٽل فريئر پڻ ٽپالي ڪم آندا. (ڊيو آرٽ، سيوهڻ).



نقشو نمبر 32
1351ع
ڏکڻ ايشيا محمد تغلق
جي مرڻ مهل
نوٽ:
سومرا هوندئن ته ڄام انڙ جي 1333ع ۾ بغاوت ۽ سيوهڻ تي قبضي کان وٺي آزاد ٿي هئا، پر 1348ع تائين اهي بلڪل آزاد ٿي چڪا هئا ۽ محمد تغلق کي کين زير ڪرڻ لاءِ سنڌ تي ڪاهه ڪرڻي پئي، جيڪا سندس سونڊا ويجهو مري پوڻ ڪري ناڪام ٿي. ان کان پوءِ سنڌ تي سما 17 سالن تائين آزاد راڄ ڪندا رهيا ۽ رڪي رڪي دهلي سلطنت جي علائقن تي ڪاهون ڪندا رهيا.
TRANS- OXIANA
CHINA
AFGHANISTAN
KASHMIR
TIBET
MONGOLS
KABUL
PESHAWAR
GHAZNI
SRINAGAR
SIALKOT
BHERA
KANDHAR
KANGARA
LAHORE
JALANDAR
MULTAN
PAKPATTAN
SIBI
KALAT
UCH
HISAR
AMARAHA
TIRHUT
DEHLI
BAKHAR
ROHRI
BADAUN
NAGAUR
MATHURA
AGRA
JAISALMER
MERTA
AJMER
LUCKNOW
SEHWAN
SOOMRAS
GWALIOR
KALPI
INDEPENDENT
THARRI
AMARKOT
JANPUR
PATNA
JALOR
DEBAL
CHITTOR
RAJMAHAL
GAYA
ABU
TUGHLAQ EMPIRE
BENGAL
BHILSA
INDEPENDENT
NADIA
SONARGAON
UJJAIN
JABALPUR
CAMBAY
DHAR
SORATH
SOMNATH
CHITTAGONG
NAVASARI
DIU
ORISSA
DAMAN
PERSIAN SEA
BAHAMANI KINGDOM (1347)
THANA
BOMBAY
CHAUL
POONA
DABHOL
BIDAR
WARANGAL
INDEPENDENT
GULBARGA
RAJAMUNDRY
BAY OF BEGNAL
RAICHUR
GOA
VIJAYANAGER
N
VIJAYANAGAR EMPIRE (1336)
KAMPIL
MALABAR (1335)
CALICUT
TANJORE
MADURA
SCALE
100 0 100 200 300 400 500 KILOMETRES
HOYASALAS
CEYLON
INDIAN OCEAN
INDEX
1. PRESENT INTERNATIONAL BOUNDARIES
2. PRESENT PROVINCIAL BOUNDARIES
3. BOUNDARY OF TUGHLAQ'S EMPIRE
4. INDEPENDENT TERRITORIES
5. COURSE OF INDUS IN 1351 AD.
6. TOWNS IN 1351 AD.
65 70 75 80 85 90
35 30 25 20 15 10

باب تيرهون

# محمد تغلق جون سنڌ تي ڪاهون

## طغيءَ جي بغاوت ۽ محمد تغلق جي سنڌ تي ڪاهه (1351ع)

محمد تغلق (ت. 121) جي سنڌ تي ڪاهڻ جو ڪارڻ سندس ئي اهلڪار طغيءَ جو گجرات ۾ بغاوت ڪرڻ ۽ پڇي پڇي نيٺ سنڌ ۾ اچي سومرن وٽ ٺٽي ۾ پناهه وٺڻ هو. طغي اصل ۾ هڪ موچي ۽ غلام هو، ترقي ڪندو سٺن عهدن تي پهتو هو ۽ جڏهن ڪيس ڪنهن خاص ڪم سان گجرات اماڻيو ويو ته اتي هن 1347ع ۾ قتلغ خان سان بِٽ ٿي پنهنجي ئي محسن محمد تغلق خلاف بغاوت ڪئي.

دهلي سرڪار خلاف بغاوتون سلطنت جي مختلف حصن ۾ اٽڪل پندرهن سالن کان شروع هيون. وچولي سنڌ يا سيوهڻ ۾ جام انڙ، ملبار ۾ جلال الدين احسن، لاهور ۾ حلجم، دولت پور ۾ ملڪ هوشند، ملتان ۾ شاهو افغان، سانم ۾ هندو راجائن، بنگال ۾ سمانا ڪيٿل، خرم ۽ فخرالدين سيني 1333 ۽ 1338ع جي وچ ۾ بغاوت ڪئي. تن ڏينهن ۾ تيليگو، تالنگانا، ٿانڊي ۽ مندالم ۾ به بغاوتون ٿيون. 1347ع ۾ طغي ڪاڊِيءَ جي جنگ هارائي ڪڇ پڇي ويو. ڪڇ تي 1148ع کان وني سنڌ مان ويَل جاڙيجن سمن جو راڄ هو. انهن علاءُ الدين خلجيءَ جي اطاعت قبولي هئي، پر 1315ع ۾ انهي جي مرڻ شرط ئي ٻيهر آزاديءَ جو اعلان ڪري ڇڏيائون. سندن سنڌ ۾ سومرن توڙي سمن سان سنا ناتا هئا ۽ اهي پڻ ٻن صدين کان وني ساٿن سڌ ۾ ساٿي ٿيندا تي آيا. جام انڙ، جيڪو امڪان آهي ته سمن ۽ سومرن ٻنهي جو گڏيل اڳواڻ هو، تنهن 1333ع ۾ دهليءَ خلاف بغاوت ڪئي هئي. طغيءَ کي سومرن وٽ ٺٽي پهچڻ ۾ ڪڇ جي جاڙيجن مدد ڪئي.

1335 ۽ 1351ع جا نقشا پيٽي ڏسڻ سان تغلق سلطنت جي تاريخ جي مرڪز ڏِڪار طاقتن جي اثر هيٺ ڏورانهان پر ڳٽا وڃائڻ جو پتو پوي ٿو. سندن ڪنٽرول هيٺ اڌ علائقو مس وڃي بچو. 1206ع ۾ وجود وٺڻ سان ئي دهلي سلطنت ٻاهران منگولن ۽ اندران سڪار جي 1200ع ۾ ختم ٿيڻ ۽ زرعي اپت گهٽجڻ جي دٻائن هيٺ رهي. سنڌ پرڳٽي تي ڏڪار جو اثر ٻنهه گهٽ پيو. اتي سوڪهڙو ايڏو سخت نه هو، ڇاڪاڻ ته اتي پوڪ لاءِ پاڻي پهچائڻ جو بهترين ذريعو سنڌو درياءُ موجود هو.

## محمد تغلق جي ڪاهه جو گس

طغي گونڊل کان سڪيءَ رستي ڪنٺ ڪوٽ، لکپت، جاتي ۽ سجاول کان ٺٽي وڃي رسيو. پر محمد تغلق ساڳئي رستي سان وڃي نه ٿي سگهيو، ڇو ته سامهون جاڙيجن جي اڙ هئس. وري ڪڇ جو علائقو هو ٿوٽ ۽ ويران، وسنهن به ڇدي پاڊي، سو اتي لشڪر جي چرپر ڏکي هئي ۽ مٿان ڪا خبر ڪانه ته ڪڇي ڪيڏي مهل ڪٿان اچي ڪڙڪن. سنڌ ۾ گهڙڻ وارين جاين جي آمهون سامهون اٽڪل پنجيتاليهه ڪلوميٽر ويڪرو رڻ ڪڇ چوماسي کان اڳ ۾ اونهاري جي مهينن کي ڇڏي سدائين ڏٻڻ لڳو پيو هوندو هو ۽ چوماسي کان پوءِ ڊيڊ جو روپ ڌاري وٺندو هو، تنهنڪري محمد تغلق کي ڪئمبي کان اسوال، ڊاڊي، پٽن، گرنار، گونڊل، نڪني (نگرپارڪر) مٺي، ڏمبرلو (ڏرميلا يا نئون ڪوٽ يا فضل پنيرو)، ڊگهڙي ۽ نصرپور کان پوءِ درياءَ جي ڪَڙَ وني ٺٽو محمد خان، ملاڪاتيار ۽ سونڊا وارو ڏکيو ۽ پيوائتو رستو وٺڻو پيو.

## محمد تغلق جو موت

محمد تغلق ٺٽي تي حملو ڪرڻ کان اڳ ۾ ئي سونڊا ويجهو مري ويو. گهڻو امڪان آهي ته ڪيس زهر ڏنو ويو هو. هن نصرپور وارو ڊگهو وڪڙ ان ڪري ڪيو جو ڊپ هئس ته مٿان سنڌو درياءَ ۾ منگولن جا فوجي جٿا ۽ ٻيڙيون هجن. سندس مدد لاءِ ايندڙ لشڪر ٻکر، سيوهڻ ۽ نصرپور شهر پڪ فتح ڪيا هوندا، تڏهن ئي ته فيروز شاهه انهن هنڌن تي پنهنجا گورنر مقرر ڪيا. سنڌو درياءَ رستي ايندڙ ٻيڙين جي قافلي کي پڪ سنڌي ۽ ڪڇي ساموئڊين ناس ڪري



نقشو نمبر 33
1351ع
طغيءَ جي سنڌ ڏانهن ياچ ۽
محمد تغلق جي ڪاهہ
نوٽ:
طغيءَ وڇو واڙي ويجهي پنڌ واري واٽ ورتي ڇاڪاڻ تہ ساڻس ڪڇ جي جاڙيجن سمن ۽ سنڌ جي سومرن جو ساٿ هو. محمد تغلق کي ڪڇ کان ٿارو ڪري سومرن جي ملڪ تي رڻ رستي سڌو اچڻو پيو. رڻ ڪڇ تن ڏينهن ۾ سڪل هو. فيروز تغلق سنڌ تي سندس ٻين ڪاهہ ۾ ساڳي واٽ ورتي. محمود غزنويءَ سومنات کان سنڌ ايندي واٽ تي ڪنٿ ڪوٽ ۾ ٻرلٽ ڪئي، پر ڪنٿ ڪوٽ کان اڳتي هن ٿڌهوڪي ساموندي نارِ ۽ هاٿوڪي رڻ ڪڇ کان ٿارو ڪري ٿر وارو ڊگ ورتو. ٿنهي جو ٿر جي رڻ ۾ تمام گهڻو نقصان ٿيو.
68
70
72
74
76
28
26
24
22
20
SAMMA COUNTRY
SAMMA
SAMMA COUNTRY
Mathelo
Bakhar
Alore (Ruins)
Alore (Ruins)
Kandiaro
Sehwan
Brahmanabad (Mansura) Ruins
SOOMRA
COUNTRY
Jhim (Jhimpir)
Nasrpur
Umarkot
Digri
Dambherlo
Debal (Ruins)
Sonda
Thatta
Sujawal
Mithi
Pirpatho
Islamkot
Diplo
Jati
Abu
FROM DELHI
RANN OF KUTCH
Patan
PERSIAN SEA
JAREJA KUTCH COUNTRY
SAMMA
Kanthkot
BROACH
Gondal
Cambay
KATHIAWAR
Broach
Girnar
KHANDESH
Somnath
SCALE
0 50 100 150 MILES
INDEX
1. TOWNS OF 14TH CENTURY
2. COURSE OF INDUS IN 14TH CENTURY
3. DRY BED OF HAKRA
4. PRESENT COURSE OF INDUS
5. MUHAMMAD TUGHLAQ'S ROUTE
6. TAGHI'S ROUTE
7. PRESENT PROVINCIAL BOUNDARY
8. INTERNATIONAL BOUNDARY
N
Ghatisagan
Deogir

ڇڏيو هوندو. ان ڪارڻ ئي سندس وارث فيروز شاهه کي دهليءَ موٽڻ لاءِ سونڊا کان هاٽوڪي ٺٽدي محمد خان، نيرون ڪوٽ، نصرپور، هالاڪنڊي ۽ سيوهڻ وارو سڪيءَ جو رستو وٺڻو پيو. انهن شهرن مان، سواءِ پوين ٽن جي، ٻيا سنڌو درياءَ جي ڪناري تي نه هئا. فيروز ٺٽدي محمد خان تائين درياءَ جي ڪَڙَ ڏئي ويو، ڇاڪاڻ ته سڪيءَ رستي سڌو نيرون ڪوٽ تائين واٽ تي پاڻي بنهه ڪو نه هو. پڪ ناهي ته نيرون ڪوٽ هاٽوڪو حيدرآباد آهي يا نه. گهڻو گمان آهي ته اها گنجي ٽڪر جي ڏکڻ ۽ ٺٽدي محمد خان جي اتر ۾ ڪا وسندي هئي.

## سومرن جو شاهي لشڪر کي ڦرڻ

امير فرغان تغلقن جي مدد لاءِ منگول فوجي جٿا علطون بهادر جي اڳواڻيءَ ۾ موڪليا هئا، پر محمد تغلق جي مرڻ تي اهي تغلقن کان ڦري سومرن سان ملي ويا ۽ ڪراچي-حيدرآباد نيشنل هاءِ وي سان ڪراچيءَ کان 140 ۽ 143 ڪلوميٽرن جي وچ تي شاهي قافلي کي ڦريائون. فيروز شاهه انهي جاءِ تي سلطان بڻيو هو. فيروز دهليءَ ڏانهن موٽندي محمد تغلق کي سيوهڻ ۾ امانت ڪري پوريو. 1356ع ڌاري اتان لاش دهليءَ ۾ دفنائڻ لاءِ نيو ويو ۽ گهڻو ڪري سندس پيءُ جي پير ۾ اهڙو تڙ تڪڙ ۾ پوريائونس جو ڪانئن قبر تي ڪتبو لڳائڻ به وسري ويو.

محمد تغلق سنڌ تي حملو گجرات واري پاسي کان ڪيو. پويان 1351ع ۾ سندس مدد لاءِ دهليءَ مان لشڪر ۽ ٻيڙيون پئي آيا، جن ٺٽي ويندي واٽ تي بکر، سيوهڻ ۽ نصرپور تي قبضو ڪري ورتو، پر ساڳئي ئي سال سمن ۽ سومرن ڪانئن اهي شهر ڇڏائي ورتا.

بکر والارڻ ڪانپوءِ سومرن پڪ سبي-ڪڇي جي پَٽَن تي بولان لڪ تائين والار ڪئي هوندي، ڇاڪاڻ ته سبي وهليڪن (وليڪن) جي دؤر (چوٿين صدي عيسوي) کان وٺي بلڪ ان کان به اڳي سنڌ جو حصو هئي. سبي اڳتي هلي بکر سرڪار جو حصو ٿي ۽ 1740ع ۾ نادر شاهه سنڌ مان ڇني خان آف قلات کي ڏئي ڇڏي.

سومرن جي دؤر جي اڏاوتن جا نمونا







126. ٺٽي جو گهر، جنهن جي پٽين ۾ ڪاٺ جون پٽيون لڳل آهن: پٽيون ڏسجي رهيون آهن. (ايم ايچ پي).
127. زندهه پير جي مقبري جو ڪاٺ جو در. (ڪزنس).
128. ٺٽي ۾ پٽين ۾ ڪاٺ جون پٽيون لڳل گهڻ ماڙ عمارت: عمارت جي مٿان منگهه ٺهيل آهي. (ع س).


نقشو نمبر 34
ڏکڻ سنڌ ۾ سومرن ۽ سمن
جا اجڙيل شهر
SCALE
Miles 5 4 3 2 1 0 5 10 15 Miles
INDEX
PREHISTORIC SITES
MEDIEVAL SITES
CARVED STONE GRAVES
FORTS
MODERN TOWNS
ARABIAN SEA
INDUS
TANDO ALLAHYAR
KOTRI
HYDERABAD
MILESTONE 101
SUDHERANJO DARO
SAIDPUR RAVES
TANDO MUHAMMAD KHAN
DIGRI
JURKHUNJO-KOT
DABRIJO-DARO
THARRI
SANGRANJO-MUQAM
AMRIWARJO-DARO
ABDULLAH SHAHJO-DARO
MATLI
MORJO-DARO
JHERRUK GRAVES
BUDH-JO-TAKAR
KAFIR KOT
FATEH BAGH-i
FATEH BAGH ii
GOTH HASAN ALI
DHANDIJO-DARO
FATEH BAGH GRAVES
TANDO GHULAM HAIDERJO-DARO
BALUCH TOMBS
KHAWJAJO-DARO
ALLAHDINO
HAJI ALLAHDINO GRAVES
JUNJO-DARO
SHAH MAHMOODJO-DARO
SONDA GRAVES
ORANGI
GHARO BHIRO
GHAROJO-DARO
LASHARIJO-DARO
DAND-KO-KHANJO-DARO
SHAH USMANJO-DARO
JUMO JAKHROJO-DARO
KOT BAMBHANJO-DARO
TULJO-DARO
TALIB SHAHJO-DARO
KARACHI
CHAUKHANDI TOMBS
BULRIJO-DARO
MUHMUDANIJO-DARO
ISMAIL SHAHJO-DARO
NAUKOT
THAROJO-DARO
MIRPURJO-DARO
JHAKARI
KARID
AMRIJO-DARO
DABEJI
LAL CHATTO
SATTIOJO-DARO
DEH KHANDERJO-DARO
WASI PIR MISRIJO-DARO
HATRIJO-DARO
MECCACEJO-DARO
OTANJO-DARO
THAL BANGAR
GHARO
KARIM BAKHJO-DARO
DEH KHARCHJO-DARO
SHAH GHURIOJO-DARO
TATTA
RAHUNJO-DARO
MIRPUR BATHORO
IBRAHIM SHAHJO-DARO
GUJO GRAVES
KAKEJO-DARO
JHAKANJO-DARO
THARR HILLS GUJO
KALAN KOT
HAJI KHAMISO CHANDIOJO-DARO
DILHARDIJO-DARO
MANGRIAJO-DARO
SHAH HUSSAIN
DEH SEMANIJO-DARO
SHAH HUSSAIN GRAVES
MIRZAJO-DARO
ASELIJO-DARO
BADIN
GOTH RAJ MALAK
BULEH SHAHJO-DARO
OLD BADIN
KHIRUN KOT
SUJAWAL
SHAH KAPOOR
SHAH KAPOOR GRAVES
PANO LUNDKIJO-DARO
NODO BARAN
MARI WASSAYO
PIR PATHO
PIR PATHO GRAVES
MALHIANJO-DARO
RARRI
KOHALJO-DARO
RAND KOT
KUREE KOT
RAND KOT GRAVES
VARJO-DARO
NANDA KOT
NIND KOT
KOTRI ALLAHRAKHIO SHAH
ROOPA MARI
UDEROLAL
JATI
ABHAN SHAH GRAVES
RAHIMKI BAZAR
KANJAR KOT
SONDA BANDAR
WAGOJO KOT
MIRAN BILOCH BRAMMANI
KETI BANDAR
GOTH NAKA
SHAH BANDAR
GOTH FAZAL KHAN

### باب چوڏهون

# سومرن جي دؤر ۾ سنڌ جي تاريخي جاگرافي

سومرا دؤر جي ساڍين ٽن صدين دؤران سنڌ جي جاگرافيائي بيهڪ ۽ ان ۾ آيل تبديلين جو منظر هيٺ ڏجي ٿو، جنهن جي ٺاهڻ ڊاهڻ ۾ مکيه ڪردار سنڌو درياءَ نڀايو.

* سنڌو درياءَ جي وهڪري ۾ هڪڙو وڏو ڦيرو 1100- 1200ع ۾ بکر گارج ۾ آيو، پر درياءَ جو ڪجھ پاڻي اڃا بہ سنڌ ڍوري، رڪ ۽ لوهاڻي ڍوري مان وهندو هو. بکر وٽان درياءُ 1250ع ڌاري پرجي وهيو. شايد 1250ع ۾ هڪڙو واهڙ الور گارج مان بہ وهندو هو.
* رڻ ڪڇ، جيڪو انهن ڏينهن ۾ سنڌ نارِ (Gulf of Sindh) ڪوٺبو هو ۽ ڪڇ کي اتر، اوڀر ۽ اولھ ٽنهي پاسن کان ڦريل هوندو هو، اتي ۽ ڪڇ ۾ گهٽي ڌرتي ڌوڏ جي ڪري نار جو تر مٿي کڄندو ويو ۽ اها اکرڻ ۾ ڏکي ۽ بي پروسي ٿي پئي. رڻ ڪڇ تي اهو نالو اليگزينڊر برنس رکيو. انهي ئي 1830ع ۾ هن جو پهريون پيرائتو نقشو ٺاهيو. سکار (900- 1200ع) جي پڄاڻيءَ سان دريائن ۾ پاڻي گهٽجڻ لڳو ۽ آبي ذخيرن ۾ بہ ڦيرا آيا. ان جو اثر رڻ ڪڇ جي پاڻيءَ تي بہ پيو. هاڪڙي ۾ ستلج ۽ سنڌوءَ جي ڇڙ جو پاڻي اچڻ گهٽجي ويو ۽ اهو نيٺ سڪي ويو. سنڌ، ڪاٺياواڙ ۽ گجرات سان هزارن سالن کان پاڻيءَ وسيلي ڳنڍيل ڪڇ، انهن کان ڪٽجي ويو. ڪڇ، ڪاٺياواڙ ۽ گجرات تان سنڌ جو اثر، جيڪو سنڌو سڀيتا کان اڳ ۽ پوءِ وارن شهرن مان چٽو جهلڪي ٿو، گهٽو گهٽجي ويو. ان هوندي بہ هنن علائقن جي غريب ۽ وچولي طبقي جي ماڻهن جا پاڻ ۾ ناتا جيئن جو تيئن برقرار رهيا ۽ موسمي لڏپلاڻ ۽ واپار 1965ع واري هندوستان-پاڪستان جنگ تائين هلندا رهيا. ڪڇي ٻولي پنهنجي سر سنڌيءَ جو هڪڙو لهجو آهي. ڪاٺياواڙ ۾ ڪوڙ ماڻهو ڪڇي ۽ ميمڻي لهجا ڳالهائين ٿا.
* 1223/24ع ۾ خوارزم شاھ جي بربريت ۽ مال دولت لاءِ گهٽي گهٽيءَ ۾ ڇتي ويڙھ ڪانپوءِ شهر کي باھ ڏيڻ سان ڀنڀور (ديبل) شهر جو اُمالَڪَ انت ٿيو. آثارن جي کوٽائيءَ مان هن ڳالھ جا چٽا ثبوت مليا آهن.
* 512 ق-م ۾ وسيل شهر پاري نگر 1222 ۽ 1224ع جي وچ ڌاري سڙي تباھ ٿيو. هڪ اندازي مطابق انهي کي بہ خوارزم شاھ ڦريو لٽيو ۽ باھ ڏني. هي هڪ بندر هو ۽ سنڌ نارِ وسيلي اتي پهچڻ سولو هو.
* سومرن پنهنجي راڄڌاني 1241- 1246ع ۾ ٺريءَ مان مٿائي، جاتيءَ کان اٺ ڪلوميٽر اتر ۾ سنڌوءَ مان تازي نڪتل واهڙ گونگڙي جي ڪَڙَ تي آباد شهر، محمد ٽور يا شاھ ڪپور آندي. ڪارڻ اهو هو تہ سنڌو درياءُ ٺريءَ کان پري اولھ طرف هليو ويو هو. سومرن پنهنجي پراڻي راڄڌاني برهمڻ آباد يا منصوره جي 1026ع ۾ محمود غزنويءَ هٿان سڙڻ کان پوءِ ٺريءَ کي سنڌ جي راڄڌاني بڻايو هو.
* آبي ذخيرن ۾ هن ڦيرقار دؤران هاڻوڪي شهر نصرپور واري هنڌ تي هڪڙو نئون شهر وَسيو، تنهن تي فيروز شاھ سو سالن ڪانپوءِ موجودھ نالو اڇي رکيو.
* سومرا 1317- 1320ع (717- 720 ھ) ۾ پنهنجي راڄڌاني ٺٽي ڏانهن کڻي ويا. ساڳئي ئي وقت، علاءُ الدين جي جنرلن جو سنڌ کي ويھ سال اڳ پارايل، دهليءَ جي غلاميءَ وارو ڳار بہ ڳچيءَ مان لاهي ڦٽو ڪيائون.
* لڳي ٿو تہ سنڌو درياءَ 1300- 1340ع دؤران بہ وهڪرو مٽايو. درياءُ ٺٽي جي اتر ۾ ڪلريءَ مان وهڻ لڳو ۽ ڏکڻ مان وهندڙ بگهاڙ ۾ پاڻي گهٽجي ويو. اٺويهين صديءَ ۾ درياءَ ٺٽي جي سورهن کان ويھ ڪلوميٽر اوڀر ۾ جهوڪ ۽ بلڙيءَ جي وچ تي ورهائجي ڊيلٽا ٺاهي. ريڻ يا ريٽي جيئن جو تيئن وهندي رهي، پر گونگڙو، جنهن تي سومرن جو راڄڌاني شهر ٽُور هو، انهي ۾ لڳي ٿو تہ پاڻي گهٽو گهٽجي ويو ۽ نتيجي ۾ ٽُور شهر اجڙي ويو.




نقشو نمبر 35

3000 ق.م کان هينئر تائين

سنڌو درياءَ جا سکر ويجهو وهڪرا

۽ چار مختلف گارجون







نقشو نمبر 36

سکر ۽ روهڙيءَ ويجهو بيٽ

نقشو نمبر 37

سکر ۽ هاٽوکو وايو منڊل



129. سکر گارج ۾ خواجه خضر بيٽ.



130. سکر گارج ۾ ساڌ بيلو

* بکر گارج کان هيٺ وچولي سنڌ ۾ درياءُ اچوکي وهڪري کان اٽڪل پنجويهه ڪلوميٽر اوڀر ۾ وهندو هو. 1351ع ۾ فيروز تغلق هن وهڪري تي آباد شهر جو نالو مٽائي نصرپور رکيو.
* 1333ع کان ٿورو اڳ درياءُ وهڪرو مٽايو ۽ گهارو چاڙهه کي ڇڏي ويو ته ماٺهو ديبل شهر کي ڇڏي ويا. ڪلريءَ جي ڪَنَ تي لاڙيءَ نالي نئون بندر آباد ٿيو. اوڀر ۾ اولهه پراڻ کي به درياءُ سدائين لاءِ ڇڏي ويو.
* 1333ع ڌاري بکر شهر درياءَ جي وچ تي اچي ٻيٽ بڻجي ويو. انهي کان اڳ اهو سکر واري پاسي سکيءَ سان ڳنڍيل هوندو هو. هتي موجود ٻيا ٽي ٻيٽ گذريل ٻن صدين ۾ ٺهيا هئا.
* ان کان اڳ ۾ 1330-1350 ع دؤران سنڌو درياءَ جي وهڪري ۾ وڏو ڦيرو آيو؛ درياءُ اولهه پراڻ کي ڇڏي ويو، ڪلري مکيه وهڪرو بڻجي ويو، لاڙ ۾ بگهاڙ جي اهميت گهٽجي وئي، ٺٽو شهر آباد ٿيو، گونگڙي جو زوال ٿيو ۽ ساڳيو ئي حال مٽائنس آباد سومرن جي راڄڌاني شهر محمد ٺور جو ٿيو.
* پاري نگر جي اجڙڻ سان اتان جي واپاري برادري 1338ع ۾ پوڏيسر ۽ اتان پوءِ چامر نگر لڏي وئي.
* ساموئي شهر 1300 ۽ 1340ع جي وچ تي آباد ٿيو، نه کي محمد ٺور جي ڦٽڻ کانپوءِ 1373/74ع (775 هه) ۾، جيئن تحفته الڪرام ۾ ڄاڻايل آهي. ٽي سگهي ٿو ته سمن ٺٽي جي ٻاهران ساموئي نالي ننڍڙو شهر سومرن وٽ ڪم ڪندڙ پنهنجن ڇگن مڙسن جي رهڻ لاءِ اڏيو هجي.
* 1300ع ڌاري سنڌو درياءَ جي اولاهين واهڙ يا الهندي ناري کي ايندڙ ست سو سالن لاءِ گهٽي اهميت حاصل ٿي وئي؛ منڇهس پاٽي وڏيو ۽ ٻارهوئي وهڻ لڳو، جنهن ڪري جيڪب آباد، شڪارپور، لاڙڪاڻو، قمبر ۽ دادو ضلعا سکيا ستابا ٿي ويا ۽ ايندڙ ساڍا ڇهه سو سالن تائين اهڙي اهميت حاصل ڪيائون جهڙي اڳي ڪڏهن نه هئن. هي واهڙ گبوءَ جي مٽان نڪرندو هو ۽ هيٺ ٿلٽيءَ وٽ اچي اصل درياءَ ۾ پوندو هو.
* هن واهڙ جي ڪناري تي وارهه کان الهندي پاسي نصير آباد تعلقي ۾ سومرن جوٽاٽي نالي سهڻو شهر اڏيو هو، جيڪو ابن بطوطه 1333ع ۾ اچي ڏٺو. ان نالي سان انسپيڪشن بنگلو (ت. 119-120) ۽ ڦٽل ماڳ (دڙو) اڄ به موجود آهن. پراڻو واهڙ اڳ ۾ گهاڙ واهه سان هڪ ٿي ويو هو ۽ هاڻي وارهه واهه تي دڙي جي اولهه ۾ وهي ٿو.
* لاڙ ۾ سومرن جون ڪوڙ وسنديون هيون، جيڪي ڪلهوڙن جي دؤر تائين آباد رهيون. اهي نقشي نمبر 34 ۾ ڏيکاريل آهن. هي سيئي وسنديون سنڌو درياءَ ۽ ان جي واهڙن تي وسيل آهن ۽ گمان آهي ته هاٿي يا ڪجهه ڏينهن پڇاڻان هي وسنديون ڊهي اتي نوان شهر اڏجي ويندا، پوک ٿيندي يا قبرستان ٺهي ويندا. ايندڙ صفحي تي ڏنل ٽيبل ۾ انهن جي لسٽ به ڏنل آهي. ايندڙ ٻن بابن ۾ ڏنل نقشا هوائي فوٽوگرافيءَ آڌار ٺاهيل آهن. انهن جي مدد سان درياءَ جي وهڪرن کي هنن ماڳن سان جوڙڻ، درياءَ ۽ ان جي واهڙن جي وهڪرن ۾ ڦيرن ۽ هنن ماڳن جي 1000 ۽ 1500ع جي وچ تي ڦٽڻ جا ڪارڻ ڳولڻ ۾ آساني پيدا ٿي آهي. ڊيلٽا کان مٿي جي پيٽ ۾ ڊيلٽا کان هيٺ تبديليون وڏيڪ ۽ جهٽ جهٽ ٿينديون هيون. ان ڪري اتر ۽ وچولي سنڌ جا شهر ايترو جهٽ نه اجڙندا هئا.

## سومرن جا راڄڌاني شهر

سومرن جي هينين چئن راڄڌاني شهرن جون ثابتيون ملن ٿيون:

i. منصوره يا برهمڻ آباد؛ 1011 کان 1026ع تائين. هي شهر محمود غزنويءَ هٿان سڙي رک ٿيو ۽ ٻيهر آباد نه ٿيو.

ii. نري؛ 1026 کان 1241 ۽ 1246ع جي وچ تي. هي شهر ماتليءَ کان چوڏهن ڪلوميٽر اوڀر ۾ پراڻ جي ڪڙ تي هو ۽ جڏهن پراڻ ڪانئس پري وڃي وهڻ لڳو ته هي شهر اجڙي ويو.

iii. مهاتم ٺور يا محمد ٺور يا شاهه ڪپور؛ 1241 ۽ 1246 جي وچ کان 1317- 1320ع تائين. هي شهر ميرپور بٺوري کان سورهن ڪلوميٽر ڏکڻ ۽ جاتيءَ کان اٺ ڪلوميٽر اتر ۾ گونگڙي جي ڪَنَ تي آباد هو.

iv. ٺٽو؛ 1317 ۽ 1320ع جي وچ ڌاري کان وٺي 1351ع ۾ سومرن جي حڪومت جي انت تائين.

هينيان شهر ٽي سگهي ٿو ته فوجي يا ڪسٽم چوڪيون هجن:

* وِڳهه ڪوٽ يا وجئه ڪوٽ يا وِگهوڪوٽ يا وَگوجوڪوٽ يا وِگهيا ڪوٽ؛ هي رهمڪي بازار ويجهو پڏر ۽ پراڻ جي ٻيل تي هندوستان ۾ آهي. گجرات جا ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ رستي حملا روڪڻ لاءِ فوجي يا ڪسٽم چوڪي يا ٺئي ٿي سگهي ٿو. هي ماڳ موهن جي دڙي جيترو پراڻو ۽ سنڌو سڀيتا جُڳ جو آهي.
* ديول ڪوٽ يا ديبل ڪوٽ؛ پير پٺي ويجهو ڪلريءَ جي ڪپ تي هيءَ فوجي چوڪي، ٺٽي جي راڄڌاني ٿيڻ يا ان کان ٿورو

# لاڙ ۾ سومرن جا اجڙيل شهر

| سيريل نمبر | ماڳ جو نالو | تعلقو | سيريل نمبر | ماڳ جو نالو | تعلقو |
|---|---|---|---|---|---|
| 1. | ڀنڀور | ميرپور ساڪرو | 48. | ٻُلڙي جو دڙو | ٽنڊو محمد خان |
| 2. | ڳوٺ راڄ ملڪ | ميرپور ساڪرو | 49. | ڊنڊي جو دڙو | ٽنڊو محمد خان |
| 3. | راڻو ڪوٽ | ميرپور ساڪرو | 50. | شاهه عثمان جو دڙو | ٽنڊو محمد خان |
| 4. | شاهه حسين مقام | ٺٽو | 51. | گهاري جو دڙو | ٽنڊو محمد خان |
| 5. | پير پٺو | گهوڙا ٻاري | 52. | شاهه محمود جو دڙو | ٽنڊو محمد خان |
| 6. | پير پٺو مقام | گهوڙا ٻاري | 53. | خواجه جو دڙو | ٽنڊو محمد خان |
| 7. | ٻُڌ جو ٽڪر | ٽنڊو محمد خان | 54. | سيدپور مقام | ٽنڊو محمد خان |
| 8. | نودو ٻارڻ | سجاول | 55. | سڏيرن جو دڙو | ٽنڊو محمد خان |
| 9. | اُين شاهه مقام | شاهه بندر | 56. | ٿري | ماتلي |
| 10. | شاهه ڪپور | جاتي | 57. | جُرڪن جو دڙو | ماتلي |
| 11. | رَڙي | جاتي | 58. | عبدالله شاهه جو دڙو | ماتلي |
| 12. | نند ڪوٽ | جاتي | 59. | ڏاڀڙي جو دڙو | ماتلي |
| 13. | نندا ڪوٽ | جاتي | 60. | آمري وار جو دڙو | ماتلي |
| 14. | ديهه سمن جو دڙو | ميرپور بٺورو | 61. | سنگراٽي مقام | ماتلي |
| 15. | حاجي خميسي چانڊئي جو دڙو | ميرپور بٺورو | 62. | مور جو دڙو | ماتلي |
| 16. | ٻُلي شاهه جو دڙو | ميرپور بٺورو | 63. | ٽل بنگار | ٽنڊو باگو |
| 17. | ميرپور جو دڙو | ٺٽو | 64. | وسي پير مصري جو دڙو | ٽنڊو باگو |
| 18. | سَتِين جو دڙو | ميرپور بٺورو | 65. | اوٺن جو دڙو | بدين |
| 19. | هٽڙي جو دڙو | ميرپور بٺورو | 66. | شاهه گهُريو جو دڙو | بدين |
| 20. | ڪريم ٻَڪُو جو دڙو | ميرپور بٺورو | 67. | ابراهيم شاهه جو دڙو | بدين |
| 21. | راهُن جو دڙو | ميرپور بٺورو | 68. | پراٽي بدين | بدين |
| 22. | مَڪاسِي جو دڙو | ميرپور بٺورو | 69. | مالهين جو دڙو | بدين |
| 23. | لال ڇَتو | ٽنڊو محمد خان | 70. | ڪوهل جو دڙو | بدين |
| 24. | جُونَ جو دڙو | ٽنڊو محمد خان | 71. | ور جو دڙو | بدين |
| 25. | ٽنڊي غلام حيدر جو دڙو | ٽنڊو محمد خان | 72. | رُوپا ماڙي | بدين |
| 26. | لاشاري جو دڙو | ٽنڊو محمد خان | 73. | پَنو لُنڊڪي جو دڙو | بدين |
| 27. | داڻو ڪو خان جو دڙو | ٽنڊو محمد خان | 74. | ڪوري ڪوٽ | بدين |
| 28. | جُمعي جَکري جو دڙو | ٽنڊو محمد خان | 75. | ڪنجر ڪوٽ | ڏيپلو |
| 29. | طالب شاهه جو دڙو | ٽنڊو محمد خان | 76. | رهمڪي بازار | ڏيپلو |
| 30. | تل جو دڙو | ٽنڊو محمد خان | 77. | نئون ڪوٽ | |
| 31. | محموداٽي جو دڙو | ٽنڊو محمد خان | 78. | ڳاڙهو ڀڙو | |
| 32. | ٺاري جو دڙو | ٽنڊو محمد خان | 79. | حاجي الهه ڏنو مقام | ملير |
| 33. | اسماعيل شاهه جو دڙو | ٽنڊو محمد خان | 80. | بلوچن جا مقبرا | ملير |
| 34. | آمري جو دڙو | ٽنڊو محمد خان | 81. | وڳهه ڪوٽ / وگوجو ڪوٽ | ضلع ڪڇ (هندوستان) |
| 35. | ماڙي وَسايو | گولاڙچي | 82. | برهمڻ آباد — منصوره | ٽنڊو آدم |
| 36. | ڪيرين ڪوٽ | گولاڙچي | 83. | الور | روهڙي |
| 37. | ڪاڪي جو دڙو | ٽنڊو محمد خان | 84. | ساموئي | ٺٽو |
| 38. | دِلهَردِي جو دڙو | ٽنڊو محمد خان | 85. | لاڙي بندر | ميرپور ساڪرو |
| 39. | مرزا جو دڙو | ٽنڊو محمد خان | 86. | ڏامراهو | واره ه |
| 40. | اسيلي جو دڙو | ٽنڊو محمد خان | 87. | ٿل مير رڪڻ | مورو |
| 41. | مصري شاهه جو دڙو | ٽنڊو محمد خان | 88. | جوٽاٽي | نصير آباد |
| 42. | مگرين جو دڙو | ٽنڊو محمد خان | 89. | باغبان | دادو |
| 43. | جَهڪاٽين جو دڙو | ٽنڊو محمد خان | 90. | ڏيپر گهانگهرو | شهدادپور |
| 44. | ديهه خرچ جو دڙو | ٽنڊو محمد خان | 91. | ڪاهو جو دڙو | ميرپورخاص |
| 45. | ديهه ڪنڊر جو دڙو | ٽنڊو محمد خان | 92. | راڻو ڀڙو | |
| 46. | جهڪڙي (معجوبن جو دڙو) | ٽنڊو محمد خان | 93. | گجو | ڀاڻ |
| 47. | ڪوٽ ٻانيڻ جو دڙو | ٽنڊو محمد خان | 94. | لوهاراٽي | |

اڳ اڏي وئي هئي.

* روپا ماڙي: بدين کان ٽيتاليهه ڪلوميٽر ڏکڻ ۾ ريڻ نديءَ جي ڪَڙَ سان روپا راڻيءَ جو محل ڪوٺجي ٿي. هيءَ به سرحدي فوجي چوڪي ٿي سگهي ٿي.

هي سڀ شهر سنڌو درياءَ يا ان جي واهڙن اوپر پراڻ، اولهه پراڻ ۽ ريڻ ندي وغيره جي وهڪرا متائڻ سبب ڦٽندا ويا. ڌرتي ڌڏڻ جو اثر بدين ۽ جاتيءَ کان ڏاکڻين وسندين تي ته ٿي سگهي ٿو، پر اترين علائقن وارين وسندين تي نه.

* تاريخ ۾ ڪٿي ذڪر ڪونهي ته امر ڪوٽ شهر سومرن جي راڄڌاني هو، پر لوڪ ڪٿائن ۾ آهي. هڪڙي راءِ آهي ته امر ڪوٽ، سوڍن جي پاڙي پرمارن مان، راڻي امر سنگهه 336ع ۾ ٺهرايو. ٻي راءِ آهي ته سومرا حاڪم عربي نه پر ديسي سنڌي نالا رکندا هئا، عمر سومري جو اصل نالو امر يا امرو وغيره هوندو ۽ انهي اهو ڪوٽ نئين راڄڌانيءَ طور ٺهرايو هوندو. اڃا هڪڙي ٻي راءِ آهي ته موجوده ڪوٽ ڪلهوڙن جو ٺهرايل آهي، حالانڪ اهو يارهين يا ٻارهين صديءَ ۾ به موجود هو. اصل حقيقت ڇا آهي اهو ڄاڻڻ لاءِ پراڻن آثارن جي اڀياس جي اڄ تائين ڪا ڪوشش نه ٿي آهي.

## سومرن جا اجڙيل شهر

اڳ ٻڌائي چڪا آهيون ته لاڙ ۾ سومرن جا ڪوڙ شهر سنڌو درياءَ جي وهڪرن متائڻ سبب اجڙي ويا هئا ۽ ڪجهه 1758ع ڪانپوءِ اجڙيا، جڏهن درياءَ پنهنجو هالن جي اتر کان شهدادپور، اڏيري لال، نصرپور، شيخ پرڪٽي، ٽنڊي محمد خان، ماتلي، تلهار، بدين، ڪيڻ، لواري، رهمڪي بازار، سنڌڙي ۽ ڪوري ڇاڙهه (Kori Creek) وارو پراڻو وهڪرو ڇڏي حيدرآباد جي اولهه کان ڪيٽي بندر واري هاٽوڪي وهڪري تي وهڻ لڳو. ڪوٽڙي بئراج جي ڪمانڊ ايريا جون ٻنيون پاڻي پهچ (آبپاشيءَ) لاءِ سڌيون ڪندي ليڪ سوين پراڻا ماڳ ڊُٺا ۽ آرڪيالاجي کاتي جي ڊاڪٽر ايف اي خان کي ٻڌايا، جنهن انهن جي سروي ڪرائي پر کوٽائي نه ڪرايائين. آرڪيالاجي کاتي اڄ تائين وڌيڪ ڪجهه ناهي ڪيو ۽ لالچي زميندار پراڻن ماڳن کي ميساري اتي پوک ڪري رهيا آهن. سامهون واري صفحي تي ڏنل ٽيبل ۾ انهن ماڳن جي لسٽ آهي. اهي آرڪيالاجي کاتي جي ناهيل نقشي ۽ نقشي نمبر 1 ۽ 2 "سومرن- سمن جا شهر" ۾ به ڏيکاريل آهن.

ڊاڪٽر پروفيسر مختار قاضي (ذاتي لکپڙهه) ٻڌ مت وارن جا اسٽوپا ڪجهه اتر سنڌ ۽ ٿورا لاڙ ۾ ڳولي لڌا آهن. تن ۾ اروڙ، ٻڌ جو دڙو، ٻنورو، ڇانهون دڙو، ڳچو، گل محمد ڄامڙو، جهراڙ، ڪافر ڪوٽ، ڪيجراڙي، ليلا جو آڻ، ماڙي سبارا (نوابشاهه ضلعي ۾ )، مصري شاهه، نسوئي جو دڙو، قاسم ڪيريو، سراج جي ٽڪري، ٿرڙي، دير شاندا ۽ وڃٽوٽ شامل آهن. هي سڀ سومرن جي اوائلي دؤر ۾ موجود هئا.

## ڳهرن جي اڏاوت

ڳهرن جون چٽيون وَرَن (ڪامن)، پَٽين ۽ ٽيهه سينٽي ميٽر چورس پڪل سرن سان ڍڪبيون هيون. هاٽي ورن ۽ پٽين جي جاءِ تي لوها گرڊر ۽ ٽيئر (T-iron) پون ٿا. چيڪي مٽيءَ مان چوڪيون سرون ڪالبن سان وجهي، تکن ۽ چهنبدار اوزارن سان سهڻيون جاميٽريائي ڊزائنون اکيري، مٿن گل بوٽا ناهي ۽ پوءِ ڪوري يا ٻني ۾ باهه تي پچائيون هيون. هي هنر پنهنجي ليکي نروار ۽ ڳهر سينگار ۾ اکيريل پٽرن جي جاءِ والاريندو هو. هن نواڻ جو ڪارڻ پٽرن جو پري هجڻ ۽ آٽڻ ۾ ڏکيائي هو. هي چوڪيون سرون ڳهر سينگار ڪاريگريءَ جو بهترين شاهڪار آهن. اهڙيون چوڪيون سرون ڇهين ۽ ستين صدين ۾ استعمال ٿيون ۽ ساڳيو هنر سومرن جي دؤر ۾ به هلندو ڏسجي ٿو. ڪزنس هنن کي 'ڪورِيَل سِرون' (Cut Bricks) ڪوٺيو آهي. ڪجهه نمونا تصويري سمجهاڻين ۾ ڏيکاريل آهن.

## برهمڻ آباد _ منصوره جو ماڳ

هوائي فوٽوگرافن ۾ برهمڻ آباد - منصوره جو ماڳ پڌرو ڏسجي ٿو ۽ نائين ۽ ڏهين صدين وارن وچين جڳ جي سيلانين جي ڏنل احوال سان به ملي ٿو. سيلانين هن کي ٻيٽ ٻڌايو آهي، پر اڃا اهڙي ڪا ثابتي ناهي ملي. نقشي نمبر 5 ۾ منصوره جي ڦٽل ماڳ جي ساڄي پاسي واري ٿلهي ليڪ سڪل درياءُ هاڪڙو- سرسوتي آهي، جيڪو رڳو ٻوڏ وارن ڏينهن ۾ سنڌو ۽ ستلج جي چڙ جي پاڻيءَ تي وهندو هو ۽ ڪڏهن ڪٿان ته ڪڏهن ڪٿان سنڌوءَ ۾ وڃي پوندو هو. هي چوڙ ۽ وهڪرا نقشي ۾ ڏيکاريل آهن. ٻيل (confluence) وارن هنڌن تي مهينو کن سنڌوءَ ۾ ساڄي پاسي پاڻيءَ جو زور وڌي ويندو هو، جنهنڪري انهي پاسي ٻيل کان ٿورو مٿان ڪو واهڙ نڪري پوندو هو ۽ اهو ٻيل کان به ٿي ميل هيٺ وري درياءَ ۾ وڃي پوندو هو.

ڪڏهن وري ائين به ٿيندو هو جو هاڪڙو اوپر طرف هليو ويندو هو، پر پوندو وري به سنڌوءَ ۾ اچي هو. هاڪڙي جا ڪجهه اهڙا وهڪرا به نقشي ۾ ڏسي سگهجن ٿا. چوڙن جا ڪوڙ نشان ٻيٽن ويجهو

## نقشو نمبر 38

**ڪزنس جو ٺاهيل برهمڻ آباد ـ منصوره ۽ پرپاسن جو نقشو: مختلف ماهرن پاران ڪيل سڃاڻپن سان.**




COUSEN'S MAP OF BRAHMANABAD - MANSURA WITH HIS ORIGINAL NOMENCLATURE (1922) AND ADDITIONAL RUINED SITES AND COURSES OF RIVER BASED ON AERIAL PHOTOGRAPHS SUPERIMPOSED BY M.H. PANHWAR (1983)

131



132



133



**عاج جون شيون، مرداڻيون ۽ زنانيون مورتيون**

131. پنيور مان لڌل عاج جون شيون.

132. پنيور مان لڌل زناني مورتي: ڪاريگريءَ جو بهترين نمونو.

ڏسجن ٿا. جيڪي ٿهندا ڊهندا ٿي رهيا. هر پيري ٻيل جي جاءِ ٻي هوندي هئي. پر ائين جو سنڌو توڙي هاڪڙو پلي ڪجهه ميل پري وهندا هجن ته به برهمڻ آباد- منصوره تائين پاڻي سولائيءَ سان پهچي ويندو هو. لڳي ٿو ته هاڪڙو آڳاٽي دؤر 400 ق-م ڌاري لاڳيتو برهمڻ آباد شهر جي پر ۾ وهندو هو. جڏهن پهريون پيرو سنسڪرت وياڪرڻ پارڪو پاڻيني هن شهر جي ڳالهه برهمڻڪا ڪوني ڪئي آهي. ائين ڪان تيرهين صديءَ وارن سڪار جي ڏينهن ۾ ٿي سگهي ٿو هاڪڙي ۾ سنڌو ۽ ستلج جي چڙ جو پاڻي چگڙي وقت تائين ايندو رهندو هجي.

## برهمڻ آباد_ منصوره جي سڃاڻپ

جمڙائو واهه جي ڪاٻي پاسي سان هن پراڻي ماڳ بابت خيال آهي ته اهو 400 ق-م کان بهمڻڪا، پٽالا، مناگر، برهمو، ڊيميتريس، برهمڻوا، برهمڻ آباد، دلوراءِ، منصوره، ٻانيڻوا، ٻانيڻا وغيره نالن سان آباد رهيو آهي. مٿس تحقيق ڪندڙن مان بيلاسس ۽ رچرڊسن (1854) جي راءِ ۾ هي ماڳ برهمڻ آباد آهي ۽ اليگزينڊر ڪننگهم (1871) جي راءِ به ساڳي آهي. ليمبرڪ جي راءِ ۾ اهو ماڳ برهمڻ آباد- منصوره آهي. ايف اي خان (1967) هن کي صرف منصوره ڪوٺيو. پر حليم (1978) پراڻن راين ۽ نئين کوٽائيءَ آثار نتيجو ڪڍيو ته اهو برهمڻ آباد- منصوره آهي ۽ اهو به ته مسجد جو آذان وارو منارو ٻڌ جي اسٽوپا (ت. 398) تي ٺهيل آهي. هن راءِ کان پوءِ هن ماڳ جي سڃاڻپ ايڏي ته تڪراري ۽ سياسي بڻيل آهي جو پراڻن آثارن جا پارکو (آرڪيالاجسٽ) به ڪا راءِ ڏيندي لهرائين ٿا.

اڳ ۾ ڪجهه ٻين ماڻهن جون رپورٽون، جيڪي آرڪيالاجسٽ نه هئا، پڻ اهڙيون ئي تڪراري آهن. مثال طور: جيمس رينل (1778) راءِ ڏني ته اهو پٽالا يا برهمڻ آباد هو، پر هي نقشن ناهڻ جو ماهر هو ۽ ڪڏهن سنڌ ۾ ڪونه آيو هو. اليگزينڊر برنس (1834) به رينل سان سهمت ٿيو. هينري ايليٽ (1853) هن ماڳ کي برهمڻ آباد، راورٽي (1892) منصوره ۽ خداداد خان (1900) ٻانيڻوا، ٻانيڻا ۽ برهمڻ آباد ڪوٺيو. انهن سڀني کان وڌيڪ تڪراري وري هيگ (1884) ٿيو. هي سنڌ ۾ ٽيويهه سال سروي ۽ سيٽلمينٽ جو ڊائريڪٽر رهيو ۽ هتان جي ڪافي پراڻن ماڳن جو اڀياس ڪري، انهن کي مختلف نالا ڏنائين. انهي هن ماڳ کي منصوره ۽ ڏيپر گهانگهري کي برهمڻ آباد ڪوٺيو. هن پنهنجي پاران ٻين ڦٽل ماڳن (دڙن) کي به ڏهاٽي، ساوندي ۽ مٿل نالا ڏنا. ڊاڪٽر اين اي بلوچ مختلف ڦٽل ماڳن کي لڳ ڀڳ ساڳيا هيگ وارا نالا ڏنا آهن. پر پراڻن آثارن جي ڪنهن پارکوءَ هنن ماڳن مان ڪنهن هڪ جي به کوٽائي نه ڪئي آهي.

ڪجهه تاريخدانن ته مونجهارو وڌيڪ وڌائي ڇڏيو آهي. اهي وري لوڪ ڪٿائن واري دلوراءِ کي سچو پچو سومرو بادشاهه سمجهن ٿا ۽ چون ٿا ته ان تي الله جو قهر نازل ٿيو، ڌرتي ڌڏي ۽ شهر غرق ٿيو ويو. اهي ان ڳالهه ۾ به ويساهه رکن ٿا ته هڪڙي وڻجاري سيف الملوڪ رات جي پيٽ ۾ درياءَ جو پاڻي هاڪڙي مان ڦيرائي هاٽوڪي وهڪري تي وهائي ڇڏيو ۽ دلوراءِ جو راڄڌاني شهر الور ڦٽي ويو. اڃا وڌيڪ مونجهارو ڏهين کان پندرهين صدين جي، گستاسپ کي دارا-ا ۽ سندس پوٽي ارتگزرزز کي بهمڻ سان ملائيندڙ، فارسي شاعرن ۽ تاريخدانن پيدا ڪيو. دارا ۽ ارتگزرزز جي وهم گمان ۾ به نه هوندو ته چوڏهن سو سالن کان پوءِ ماڻهو ڪين هنن نالن سان ڪوٺيندا. انهن ڳالهين جي آڌار تي راورٽي سمجهيو ته برهمڻ آباد شهر پنجين صدي ق-م ۾ بهمڻ وسايو هوندو. بيلاسس تر جي ڪهاڻين تي اعتبار ڪيو ته ٻانيڻن جو ٺل ئي برهمڻ آباد هو، ڏيڍ ميل پنڌ تي آخري بادشاهه دلوراءِ جو گهر هو ۽ سندس وزير جو گهر پنج ميل اوپر طرف ڏيپر گهانگهري ۾ هو.

هينري ڪزنس جي 1908/09ع واري رپورٽ جو تت به نظر انداز ڪرڻ جوڳو ناهي. هو چوي ٿو ته ”جيتوڻيڪ هن ماڳ جي کوٽائي دلچسپ آهي، پر مٿانئس ايندڙ لاڳت جيتري دلچسپ به ناهي ۽ نه ئي هن سال دؤران کوٽائيءِ مان ڪا اهم حاصلات ٿي آهي، سواءِ ان حقيقت جي پڪ ٿيڻ جي ته هي هندن جي ڦٽل شهر (برهمڻ آباد) جي مٿان وسيل مسلمانن جو شهر (منصوره) آهي“.

هتي هڪڙو چارٽ ڏجي ٿو جنهن ۾ ڪجهه ليکڪن پاران ڪيل ڏار ڏار پراڻن ماڳن جي سڃاڻپ ڏنل آهي.

## منصوره

سنسڪرت وياڪرڻ پارکو پاڻينيءَ چوٿين صدي ق-م جي برهمڻڪا نالي شهر جو ذڪر ڪيو آهي. اهو سنڌوءَ جي ڪاٻي ڪَڙَ تي ساڳئي نالي واري پرڳڻي، جنهن ۾ سموري وچولي سنڌ اچي ٿي وئي، جي راڄڌاني هو. ساسانين سنڌ فتح ڪري، مٿس 183 کان 256ع تائين واري راڄ دؤران، هن شهر جو نالو مٽائي برهمڻ آباد رکيو هوندو ۽ سنڌ جي اموي گورنرن وري مٽائي منصوره ڪري ڇڏيو هوندو. هن قلعي بند شهر کي چار در هئا: بابِ توران (اولهه)، بابِ بحر (ڏکڻ)، بابِ سندان (اوپر) ۽ بابِ ملتان (اتر) ۾. هي اٽڪل

# مختلف ليک?ن پاران برهم? آباد منصوره ? ?ر پاسي وارن ما?ن

ي س?ا?پ

| نمبر | ما? | جيمس رينِل 1778 | م? مَر?و 1833 | ليکزين?ر برنس 1834 | هينري ايلي? 1853 | بيلاسِس ? رچر?سن 1854 | ليکزين?ر ??????? 1871 | مس?ر هيگ 1884 | راور?ي 1892 | خان خاداد خان 1900 | ????? 1922 | نبي‌بخش بلوچ ? 1954 1964 چچنامه ????? ????? ???? ? | ليمبر? 1964 | ايف اي خان 1967 | حليم 1978 |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| 1 | 2 | 3 | 4 | 5 | 6 | 7 | 8 | 9 | 10 | 11 | 12 | 13 | 14 | 15 | 16 |
| .1 | ???? جو برهم? آباد - منصوره | پ?الا يا برهم? آباد | - | پ?الايا برهم? آباد | برهم? آباد | برهم? آباد يا ?ان?? ?ا ?? | منصوره | منصوره | منصوره | ??? ?? ???? يا برهم? آباد | برهم? آباد منصوره | منصوره | برهم? آباد -منصوره | منصوره | برهم? آباد - منصوره |
| .2 | ??????? ? | - | پ?الا يا برهم? آباد | - | - | - | - | برهم? آباد | - | - | پ?الا، سواندي | برهم? آباد | سواندي؟ نوبهار اس?وپا | - | - |
| .3 | دلوراءِ (برهم? آباد جي?ک? ?) | - | - | - | - | - | برهم? آباد | دولور | برهم? آباد | - | - | دلور | - | - | - |
| .4 | شاهه علي ميتلو (??? ????? | - | - | - | - | - | - | م?ل | - | - | - | - | مس?ل | - | - |
| .5 | علي ميتلو (اَريون د?و) دلوراءِ جو ??و به ?? ???? | - | - | - | - | - | - | - | - | - | - | - | سواندي | - | - |
| .6 | دفاني | - | - | - | - | - | - | سمادي | - | - | دفاني | محفوظه ؟ دفاني | - | - | - |
| .7 | برهم? آباد جي ?ر ? کن?ر | - | - | - | - | - | - | دماتي | - | - | محفوظه | دفاني | - | - | - |
| .8 | ??????? ?? جي وچ مان درياءَ جو پرا?و پي? | - | - | - | - | - | - | جوالي | - | - | - | جوالي | جواري؟ نو وهار؟ سواندي؟ | - | - |
| .9 | برهم? آباد جي ?? ???? ? ?? و?لي علائقو يا اصل ? ان جو حصو | - | - | - | - | - | - | - | - | - | - | محفوظه | محفوظه | - | - |
| .10 | برهم? آباد جي او?ر ? درياءَ جو پي? | - | - | - | - | - | - | - | - | - | - | - | مانجهل؟ وو?تيا؟ | - | - |
| .11 | برهم? آباد جي اولهه ? درياءَ جو پي? | - | - | - | - | - | - | - | - | - | - | - | مانجهل؟ وو?تيا؟ | - | - |
| .12 | جَري?ي برهم? آباد کان اتر او?ر ??????2 ? برهم? آباد جي وچان لنگهند? درياءَ جي سا?ي ? ???? ????? ???? "محفوظه" | - | - | - | - | - | - | - | - | - | - | ديهه جري?ي جلواري وه?ري جي????? برهم? آباد کان 10 ???? ??? ?? ? ???? ??? گهلگهري وچان لنگهند? وه?ري تي آهي | - | - | - |

ڇهه سو پنجاسي ايڪڙن تي پکڙيل هو ۽ قلعي جو ڇوڙاري ڦيرو چار ميل ڪن هو. قلعو ٻاهران پڪ سرائون ۽ اندران ڪچ سرائون گاري سان اڏيل هو ۽ منجهس گولائيءَ تي برج هئا. هڪڙو لنگهه اوڀر ۾ درياءَ ڏانهن ڪلندو هئس ۽ اولاهين در ذريعي ملڪ جي ٻين شهرن ڏانهن ويندڙ رستن سان ڳنڊيل هو. قلعي جي پکيڙ 1375 x 2750 ميٽر ۽ ٻڌ اسٽوپا وٽ وڌ ۾ وڌ اوچائي هاٿوڪي ٻاهرين تر کان يارهن ميٽر مٿي هئس. ٻاهريون تر به گذريل هزار سالن ۾ چار فوٽ مٿي ٿيو آهي. قلعي جو اندريون حصو شهر جو وچ ۽ سرڪاري اهلڪارن لاءِ هو، پر ٻڌا قلعي کان ٻاهر به پکڙيل آهن. هن شهر جا رستا ويڪرا هئا ۽ منجهس هنڌين ماڳين سرڪاري ۽ خانگي جايون هيون. قلعي جي رهاڪن جي ضرورت جون سڀ شيون ٻاهرين آبادي مهيا ڪندي هئي. اڏاوت جا ڪجهه عجيب پهلو هي هئا:

* منصوره- برهمڻ آباد جي مسجد جي ماپ 45.7 ميٽر اتر- ڏکڻ ۽ 76 ميٽر اولهه- اوڀر هئي، ٻاهرين پٽ 1.8 ميٽر ٿلهي هئس، 45.7 X22 ميٽر اولاهون پاسو ڍڪيل هئس ۽ اوڀاريون 20.75 ميٽر ڀاڱو کليو اڱڻ هئس. هن ۾ محراب ٺهيل ڪو نه هو. عمارت قبلي کان 23 ڊگريون ڦريل آهي، جنهن سان سندس مسجد هجڻ بابت شڪ پيدا ٿئي ٿو. ٿي سگهي ٿو ته اها ڪا اهم سرڪاري عمارت هجي. پٽ ڪي اندران ڪوري هڪڙو محراب ناهيو ويو آهي، سو اڏاوت کان پوءِ جو ٿو لڳي.
* چن جي پٽر جو گارو اڏاوتن ۾ عام استعمال ٿيندو هو، پر هن ۾ ڪچين سرن جي اوساري مٽيءَ جي راڳڙيءَ سان ٿيل آهي.
* استعمال ٿيل سرون سنهيون، پر هاٿوڪين سرن کان ڊگهيون ۽ ويڪريون هيون.
* گهٽين ۾ پنڌڙين لاءِ ٺهيل رستن ۾ سرون پاسيريون استعمال ٿيل هيون.
* شهر جو گندو پاڻي ٻاهر نيڪال ڪيو ويندو هو. نالين جي ڇتين جو وچ مٿي ۽ پاسا لاهونديءَ وارا هئا ۽ سرون گهٽي ڀاڱي پاسيريون اڙهل هيون. سنڌ ۾، موهن جي دڙي کانپوءِ، گندي پاڻيءَ جي نيڪال جي بندوبست وارو هي ٻيو شهر هو.
* گهٽين ۽ گهرن ۾ هيٺان پاسيرين سرن جو تهه ۽ مٿان چوڪيون سرون وڇايل هيون.
* ڏاڪڻين ۾ به سرون پاسيريون لڳل هيون.
* رڪ جا ڪارخانا قلعي جي اندر هئا. ٿي سگهي ٿو ته ائين هبارين جي پڇاڙڪن ڏينهن ۾ ٿيو هجي، جڏهن سندن حڪومت ڪمزور ٿي وئي هجي.
* رڱيل ڪنڀارڪن ٿانون تي جاميٽريائي ڊزائنون، گل، پکي ۽ جانور ڇاپيل آهن. جانورن ۾ اٺ گهڻو ڇاپيل آهي: ڪٿي هڪ ته ڪٿي ٻن ٿوهن وارو. تنهن جو مطلب آهي ته يارهين صديءَ ۾ سنڌ ۾ ٻن ٿوهن وارو اٺ هو. ٻدڪون، هرڻ ۽ گهٽا به ڇاپيل آهن. گولڙا ۽ ٺپڪا به ڏاڍي مهارت سان ٺپيل آهن.
* ٻاويهه انچ گولائيءَ واريون وڏيون ڪٽ (Bronze)جون ٿالهيون (ت. 403، 404)، جن تي عربيءَ ۾ ڪجهه لکيل آهي ۽ مٿئين پاسي کان پوت جهڙي شڪل جڙيل اٿن، تن کي در ڪڙڪائڻا چون ٿا ۽ شايد ٻيڙين ۾ لڳل هئا، سي مٿان گهنڊ هجن ۽ ٻٽ به ٿي سگهن ٿا. روزاني استعمال جي هر شيءِ جي پيداوار جا ڌار ڌار علائقا مخصوص هئا. پنيور وانگر منصوره ۾ به عاج، ڪنڀارڪا ٿانو، مٽيا، سڪا ۽ شيشي جا ٿانو ٺهندا هئا.

## پنيور

هينئر پنيور سمنڊ کان پنجٽيهه ڪلوميٽر پري آهي، پر تيرهين صديءَ ۾ اهو سمنڊ کان رڳو ويهه ڪلوميٽر پري هو. 324 ق-م ۾، سڪندر اعظم جي ٻيڙن جي لنگر وقت، هي شهر بلڪل سمنڊ ڪناري يا ميل به ڪن پري سنڌوءَ جي واهڙ ڪلريءَ جي ڪَڙَ سان هو. پراڻو قلعو عربن جي فتح کان گهڻو اڳ جو هو، پر ان جي وقت بوقت مرمت ٿيندي رهي هئي. اڏاوتن توڙي گهرن ۾ ويجهين ٽڪرين جو پٿر ڪتب ايندو هو، پر تنهن هوندي به غريباڻا گهر ۽ قلعي جو اندريون پاسو ڪچين سرن جا ٺهيل هئا. شهر لڳ ڀڳ پنجونجاهه ايڪڙن ۾ پکڙيل آهي. اڄ تائين صرف ڏهه سيڪڙو ڀاڱي جي کوٽائي ٿي آهي، تنهنڪري عام ماڻهوءَ جي زندگي اڃا به هڪ راز آهي. قلعي کي ٽي در هئا: هڪڙو سڪيءَ واري پاسي، ٻيو ڍنڍ واري پاسي، اتان ئي گهڻو ڪري درياءَ ڏانهن به وڃبو هو، ۽ ٽيون سمنڊ واري پاسي. شهر جا ماڻهو پاڻي به گهڻو ڪري ڍنڍ جو پيئندا هئا. شهر جي اترين پٽ وٽ چڙُ جو ڪم ٿيندو هو ۽ اتي ڪجهه غريباڻا گهر به هئا. مسلمانن هندن جو مندر ڊاهي اتي پنهنجي مسجد جوڙي جڏي. ڪوفي ۽ واسط وارين ان دؤر جي مسجدن وانگر هن ۾ به محراب ڪونهي. قلعي جي پٽين کي مضبوط پاڙ يا ٻچي (revertment) لڳل هئي، جنهن جو ٻاهريون ڪنارو ٻه ميٽر اوچائيءَ کان ٿورو مٿي پاسيرو گهَڙيل آهي. پنيور ۽ برهمڻ آباد جهڙن شهرن ۾ پاڻيءَ جي نيڪال جو سٺو بندوبست هو ۽ کوٽائي ٽيڻ سان زمين



134



135




136

134. پنيور جي قلعي جي پٽ. (ڊي جِي اي).
135. رني ڪوٽ جي عالم پناهه: هوائي جهاز تان ورتل تصوير.
136. برهمڻ آباد ۾ هڪ گهر جي رٿا: 1854ع ۾ بيلاسس کوٽي ڪڍي.

جي اندران واريون ناليون بہ لڳيون آهن. گهرن جون ڇتيون سڌيون هيون ۽ منجهن شهتير (ڪامون يا ورا) ۽ پٽيون پيل هئا.

## ٻهَم جو پِڙو

هيءُ سنڌو درياءَ جي ڪَڙَ سان اٽڪل ڇوويهن ايڪڙن تي پکڙيل وسندي هئي. ٻين قلعن وانگر هي بہ ٻاهران پڪ سرائون، اندران ڪچ سرائون ٺهيل هو ۽ ڇوويهہ برج هئس. هي الور ۽ برهمڻ آباد جي وچ تي هڪ اهم ٿاڪ هو ۽ سومرن جي دؤر ۾ بہ موجود هو. هي پڻ گهٽو ڪري ٻارهين صديءَ ۾ منصوره سان گڏ سڙي تباهہ ٿيو.

## الور

الور سومرن جو هڪ اهم شهر هو. هن جي غرق ٿيڻ بابت ڪنهن بہ عرب سيلانيءَ نہ لکيو آهي. درياءَ جو هڪڙو واهڙ الور گارج مان وهندو هو، ساڳئي وقت ٻيو واهڙ بکر گارج مان وهندو هو ۽ درياءَ پاڻ گهٽ ۾ گهٽ 400 ق-م کان وٺي لاڳيتو سکر جي اولهہ ۾ وهندو ٿي آيو. وياڪرڻ پارکو پاڻينيءَ مطابق سرڪارا (سکر) شهر بکر گارج جي ڪَڙَ سان وسيل هو. سڪندر 325 ق-م ۾ موسيڪينَس کي شڪست ڏني. الور شهر ان جي راڄڌاني هو ۽ ان کان پوءِ بہ ٻارهين صدي عيسويءَ تائين وڏو شهر رهيو. بکر گارج جي ويڪر ۽ اونهائي وڌڻ لڳي تہ هي شهر اجڙڻ لڳو. اڳتي هلي درياءُ سکر ۽ روهڙيءَ جي وچ تان وهڻ لڳو. هوائي فوٽوگرافن ۾ درياءَ جي الور واري وٿيءَ مان تار ۽ تکو وهڻ جا پڌرا اهڃاڻ ڏسجن ٿا. هن ڪجهہ ميل ڏکڻ ۾ ويڪري گارج مان پاڻي اهڙي ريت وهندو رهيو آهي، جو اتان نڪرندي ئي ميدان ۾ لَٽُ ڦرٽيءَ وانگر ڦيرائي اڇليو اٿس. 1969ع ۾ ناري جو گارج وارو ترو ڪوٽيندي خبر پئي تہ اها تمام اونهي گارج هئي. سنڌو درياءُ ڪڏهن بہ هاڪڙي يا الهندي ناري جي پيٽ مان ناهي وهيو، جيئن ڪجهہ تاريخدانن ۽ لوڪ اديبن ڏُڪا هنيا آهن. مزيدار ڳالهہ اها آهي تہ دلوراءِ جي قصي صدين تائين هلندي هوريان هوريان بلڪل معجزي جو روپ ڌاري ورتو آهي. هي نالو الور اصل ۾ رُڙ يا رُوڙ هو، معنيٰ لُڙُ. پاڻيءَ جي ڳڙڳاٽن جو لڙ. تنهن ۾ عربن اڳيان "ال" آڏو هنئي. اڃان بہ اهو پراڻو نالو رُرُوڪا ٿو لڳي. روهڙيءَ جي معنيٰ آهي روڙي يا هلڪو رُڙ يا رُوڙ. وڌيڪ تفصيل ليکڪ جي مضمون "هاڪڙو- سرسوتي تڪرار" ۾ ڏسي سگهجن ٿا.

ٻارهين صديءَ جي پڇاڙي يا ٽيرهين صديءَ جي شروع ۾ درياءَ جو پاڻي هتان وهڻ بند ٿي ويو يا ڪو ٿورو گهڻو وهندو هو، تڏهن هي شهر اجڙڻ لڳو، پر هو سهي. تن ڏينهن ۾ سومرن بکر ويجهو درياءَ جي پيٽ تي قلعو اڏيو. 1217ع ڌاري قباچہ اتر سنڌ فتح ڪئي تہ هن قلعي تي بہ قبضو ڪيائين. ڪا خبر ڪانهي تہ قلعي کي وڌايائين يا ان جي مرمت ڪرايائين، پر ٻارهن سال پوءِ انهي جي پيٽ تان ٽپو ڏئي آپگهات ضرور ڪيائين.

ٽيرهين صديءَ جا ڏهاڳڻ ۽ سهاڳڻ نالن وارا مقبرا ٻڌائين ٿا تہ الور جي اهميت اڃا بہ هئي. هنن جي اڏاوت ٻوڌي قسم جي اڏاوتن تان ورتل ٿي لڳي. هي ٽيرهين صديءَ جي پوئين اڌ يا چوڏهين صديءَ جي شروع جا هوندا. هنن نرالن مقبرن جي پڙتال مان وڌي ڄاڻ ملي سگهي ٿي. وڌيڪ تفصيل تصويرن سان گڏ سمجهايل آهي. ٿي سگهي ٿو تہ اهي وچ ايشيا جي ماڻهن جون قبرون هجن، ڇاڪاڻ تہ سندن بناوت اتان جهڙي لڳي ٿي.

## شاهہ ڪپور

شاهہ ڪپور جو قتل ماڳ (سومرن جون ماڙيون) ديهہ شاهہ ڪپور، تعلقي جاتي، ضلعي ٺٽي ۾ آهي. هي ماڳ اتر- ڏکڻ ۾ اڌ ڪلوميٽر ۽ اولهہ- اوڀر ۾ اڍائي ڪلوميٽرن کان وڌيڪ پکڙيل آهي. روڊ ذريعي هتي پهچڻ لاءِ بدين- سجاول روڊ تي بدين کان سٺونجاهہ ڪلوميٽرن تي جاتي چوڪ کان پنج ڪلوميٽر ڏکڻ- اوڀر ۾ وڃبو. شاهہ ڪپور ۾ ڪوڙ ساريون ڊٺل پڪ سرايون عمارتون آهن، جن کي ڀر پاسن جا ماڻهو ماڙيون چون ٿا. هي ماڙيون ننڍن وڏن ڳاڙهن دڙن جي روپ ۾ موجود آهن. ويجهڙ ۾ ڪجهہ ماڙيون ڊاهي ڀرسان ٺهندڙ روڊ جي ڀرائي ڪئي وئي آهي. ماڳ جي ڀر وارين ٻنين ۾ ٽڙيل پکڙيل ڀڳل سرون ٻڌائين ٿيون تہ هن شهر جي پکيڙ اڃا وڌيڪ هئي. ماڳ جي ايرندي پاڳي ۾ موجود هڪ اهم عمارت مان ماڻهو سرون پٽي ڪٽي ويا آهن ۽ باقي تر وڃي بچيو اٿس. هن عمارت جي ٻاهرين پٽ ۾ استعمال ٿيل پٿر جا ڪجهہ بلاڪ هڪڙي ويجهي ڳوٺ وارن پٽي مسجد جي اڏاوت ۾ وڃي ڪم آندا آهن.

عمارت جي ظاهر رٿا ۽ اتان لڌل شيون ٻڌائين ٿيون تہ اها ڪا انتظامي عمارت هئي. مٽاڇري تان لڌل شين ۾ پٿر ۽ شيشي جا مڻيا (ت. 343، 353)، شيشي جي ٿانون جا ٽڪرا، ڪنياڪا ٿانو، ٽامي جا سڪا (ت. 294) ۽ گهريلو استعمال جون ڪجهہ شيون شامل آهن. عمارت جي رٿا جو خاڪو ڪتاب ۾ ڏنل آهي.

**نقشو نمبر 39**

**ڀنڀور شهر جي اڏاوتي بيهڪ**

نوٽ:
چاڪاڻ تہ هن وقت تائين صرف ڏھ سيڪڙو ايراضيءَ جي کوٽائي ٿي آهي، تنهن ڪري سومرن جي 210 سال راڄ دؤران شهر جي روزمره زندگيءَ بابت ڄاڻ ملڻ ڏاڍو ڏکيو آهي.




**نقشو نمبر 40**

**2500 ق۔ م کان هينئر تائين:**
**سنڌوءَ جا ڀنڀور يا باربيريڪان ويجهو وهڪرا هوائي فوٽوگرافيءَ آڌار**



## ڪيرن ڪوٽ

ڪيرن ڪوٽ نالي قلعو شاهہ ڪپور ڪان نو ڪلوميٽر اوڀر ۾ آهي، پر ان تائين پهچڻ لاءِ بدين- سجاول روڊ تي بدين ڪان 40 ڪلوميٽر واري پٽر جي سامهون وڃبو. قلعو اٽڪل ارڙهن ايڪڙن تي پکڙيل آهي. پٽين جي ويڪر نَوَ فوٽ ۽ هن وقت وڌ ۾ وڌ اوچائي چوويهہ فوٽ اٿن. اتر- ڏکڻ اٺ سو ستونجاهہ ۽ اولهہ- اوڀر ۾ ست سو ايڪاسي فوٽن تي پکڙيل آهي. ڪل اناويهہ برج اٿس. چار ڇڻني ڪنڊن تي آهن، جن مان هر هڪ جي منهن وٽ ويڪر ڇٽيهہ فوٽ ۽ گهير سٺ فوٽ آهي. ٻيا ڇهہ ڇهہ برج هر ڪنڌيءَ ۾ آهن، جن سيني جي منهن وٽ ويڪر چاليهہ فوٽ ۽ گهير ٻاهٺ فوٽ آهي.

اوڀارين پٽ جي وچ تي هڪ 15 x 12 ميٽر اڏاوت 9 x 12۽ 6 x 12 ميٽرن جي ٻن ڪوٺڙين ۾ ورهايل آهي. ڪوٽ پڪين سرن سان اڏيل آهي ۽ پٽر جا بلاڪ پڻ لڳل اٿس. تر جا ماڻهو ٻڌائين ٿا تہ هتان پٽر جا ڪافي بلاڪ ڪڍي ويا آهن. هن وقت هي ڪوٽ هڪ هاريءَ جي ملڪيت آهي، جنهن کي سرڪار ڪجهہ سال اڳ اهو هاري اسڪيم هيٺ ڏنو هو. اهو هاري وينو ٿو پير سوري ۽ ٻاڳ لاءِ واجهائي تہ ڪٿان ڪي پئسا هٿ اچن تہ قلعي کي ڊاهي اتي پوک ڪاهي. هن ڪوٽ جي ڪوٽائي بہ گهٽ رازن تان پردو ڪٽي سگهي ٿي.

## نري

بدين ضلعي ۾ ماتلي-ٽنڊو غلام علي روڊ تي ماتليءَ کان چوڏهن ڪلوميٽرن تي روڊ ڇڏبو تہ چار ڪلوميٽر پنڌ تي نريءَ جو ڦٽل ماڳ آهي. هن ماڳ جو گهڻو حصو ڊهي ويو آهي ۽ اتي پوک پئي ٿئي. باقي بچيل نوانوي ايڪڙن جي ٽڪري تي مقام نهي ويو آهي. هن جي اوڀارين ڪڙ تي شاهہ ديواني ۽ ڏاکڻي ڪڙ تي ٽالپر دؤر سان منسوب سنڌ راڻيءَ جون مزارون آهن. هي ٻئي افسانوي نالا لڳن ٿا. شاهہ ديواني جو مقبرو اڏاوت مطابق ارڙهين صديءَ جو لڳي ٿو.

27رمضان 1422 هہ (13 ڊسمبر 2001ع) تي شاهہ ديواني جي چنڊ جي 729هين (سج جي 709ئين) ورسي ملهائي وئي، معنيٰ تہ هيءُ 93/1292ع ۾ فوت ٿيو هوندو. لڳي ٿو تہ هي ڪو اهم سومرو بادشاهہ يا شهزادو هوندو ۽ وقت گذرڻ سان نالو مٽجي ويو هوندس. چو تہ تيرهين صديءَ ۾ انهي نالي جي ڪنهن بزرگ جو ذڪر نہ ٿو ملي. چؤڌاري پکڙيل ٻڳل سرن جي ڳاڙهاڻ جي ڪري هن وقت هي ماڳ ڳاڙهي پڙ ڪوٺجي ٿو. هتي ڪوڙ نشانيون، ڪنڊر ۽ پڪ سرايون ڊٺل عمارتون موجود آهن.

### سنڌ سان لڳندڙ ساموندي ڪنارن جا نالا

| هاٽوڪو نالو | پراڻو نالو | هاٽوڪو نالو | پراڻو نالو |
|---|---|---|---|
| **ستين صدي عيسوي** | | **سترهين صدي عيسوي** | |
| ڳاڙهو سمنڊ | سائنَس عربيبن (يوناني) | هند مهاساگر | هند مهاساگر کي 16هين ۽ 17هين صدين ۾ سوڪوترا پورچوگيز يا پورچوگيز سمنڊ بہ چوندا هئا |
| هند مهاساگر | اوشيَنَس انڊيڪس (يوناني) | | |
| ايراني نارِ | سائنَس پَرسيڪا (يوناني) | | |
| عربي سمنڊ | ماري اِريٿراِئينَم (يوناني) | | |
| سنڌ ۽ گجرات ويجهو ساموندي ڪنارو | لاڙي سمنڊ | سنڌ ۽ گجرات جي اولهہ وارو ساموندي ڪنارو | عربي سمنڊ |
| **اٺين صدي عيسوي** | | **ارڙهين صدي عيسوي** | |
| ڳاڙهو سمنڊ | بحرِ قلزم (عربي) | | |
| هند مهاساگر | البحر المحيط (عربي) | ايراني نارِ | بحرِ فارس |
| ايراني نارِ | بحرِ فارس (فارسي) | | |
| عربي سمنڊ | بحرِ فارس (فارسي) | **اڻويهين صدي عيسوي** | |
| عمان ويجهو سمنڊ | غربِ عمان (فارسي) | ايراني نارِ | ايراني نارِ |
| رڻ ڪڇ | سنڌ نارِ | ڳاڙهو سمنڊ | ڳاڙهو سمنڊ |


نقشو نمبر 41
1226_1843ع
ڪڇ ۽ سنڌ وچ ۾ اچ وڃ جا رستا
SANN
SINJHORO
DEPAR GHANGHRO
BRAHMANABAD
(BANBHRA)
KHIPRO
KAMBHO-JABAL KARCHAT
POKHRAN LANDHI
HALA
TANDO ADAM
ARABJO THANO
BUDHAPUR
ODEROLAL (JANEJA)
UNERPUR
NASAR PUR
MIRPUR KHAS KAHU DARO
THANO BULA KHAN
KOTRI
NERUN KOT (HYDERABAD)
AMARKOT
T.M. KHAN
DIGRI
CHACHRO
JHIMPIR
KAURASHI (KARACHI) HARBOUR 1250 AD
AMILANO
THARRI GUJO
SAMUI
JUN
FATH BAGH
NOHTO
TANDO BAGO
KALAN KOT
THATTA
MITHI
ISLAM KOT
MIRPUR BATHORO
OLD BADIN
BADIN
WANGHA
PIR PATHO
SUJAWAL
MIRPUR SAKRO
ALLAH RAKHIO SHAH
MUHAMMAD TUR
DIPLO
VIRAWAH
PARI NAGAR
NAGAR PARKAR
SIRAIJO GOTH
PAITIANI CREEK
DUBBO CREEK
LADIUN
JATI
SISA CREEK
HAJAMRO CREEK
TURSHIAN R.
MOUTH OF THE INDUS
S I N D
RANN
OF
KUTCH
KAHAR CREEK
KHARAK CREEK
KAJHAR CREEK
SIR CREEK
KORI CREEK
LAKHPAT
JAKHAU
TEVA
CHACHAI CREEK
RAPAR
BHUJ
K U T C H
JANGI
ANJAR
MANDVI
GULF OF KUTCH
DHARAN GADHRA
MORVI
WANKHER
DHAROL
N
نوٽ:
ڪڇ ۽ سنڌ جا لاڳاپا اٽڪل 2300 ق-م کانوٺي ويجهڙائيءَ وارا هئا. ان
کان اڳ جو رڪارڊ ڪو نہ ٿو ملي. جولاءِ ۾ مينهن پوڻ کان پوءِ سمورو
رڻ ڪڇ ڏهڻ ٿي ويندو آهي ۽ رستا جنوريءَ کان جون تائين اچ وڃ جهڙا
هوندا آهن. 1965 واري جنگ کان پوءِ سنڌ ۽ ڪڇ وچ ۾ اچ وڃ بند آهي.
INDEX
1. SINDH BOUNDARY
2. RANN OF CUTCH
3. CUTCH BORDER
4. ROUTES
5. MODERN TOWNS
6. OLD TOWNS
7. PRESENT COURSE OF THE INDUS
SCALE
10 5 0 10 20 30 40 50 60 70 80 90 100 110 120 130 140 Miles

## سومرا دؤر ۾ مختلف نيڪرن تي وسيل شهر

| نيڪر جو نالو | مٿانئس وسيل شهر | نيڪر جو نالو | مٿانئس وسيل شهر |
|---|---|---|---|
| بولان- منڇر- اڙل | واهي پانڌي، سيسام (شاهه حسڻ)، ٽنڊو رحيم، غازي شاهه، علي مراد، سيوهڻ ۽ ڏامراهو | هاڪڙو درياءُ | وڄوٽ، امر ڪوٽ ۽ نئون ڪوٽ |
| | | ڍيلڻا جو اولاهون واهڙ | سڌيرڻ، رواڙ، ٻڌجو ٽڪر، ڪرڙ ڪوٽ، شاهه حسين، ٽري گجو، پير پٺو، جهرڪ ۽ نيرون ڪوٽ |
| الور گارج مان وهندڙ واهڙ 1250ع تائين | ماهوتا، لڪاٽي، ماٿيلو، هاڪڙو، ڪداسر ۽ ڪوٽ ڏجي ڳوٺ | بارڻ نئين | تونگ، پوڪران ۽ ڏيسوئي |
| سنڌو درياءُ | سرڪارا (سکر)، بکر (بغرور)، روهڙي، ٿل مير رکڻ، ڪوٽ لالو، ڏيپر گهانگهرو ۽ برهمڻ آباد | ساموندي ڪنارا | ديبل، پاري نگر ۽ لاڙي بندر |
| اوپر پراڻ | ڊاليا | الهندو نارو (سنڌوءَ جي اولاهين شاخ) | جوٽاٽي، ڪڪڙ، باغبان، سيسام ۽ سيوهڻ |

## ڪڇ ۽ سنڌ جا تعلقات
## ۽ سنڌ ۽ ڪڇ وچ ۾ رابطا

1148ع ۾ لاکي نالي سنڌي جاڙيجي سمي ڪڇ ۾ جاڙيجا سما راڄ گهراڻي جو بنياد وڌو. پاڻ 1175ع ۾ مئو تہ پٽس رائيڌڻ راڄ ڌڻي ٿيو. ڪجهه وقت پوءِ سومرن جي هڪڙي چڱي مڙس ڦتوءَ، گهڻو ڪري بغاوت دبائڻ ۾ رائيڌڻ جي ونگار ۾، ڪڇ تي ڪاهه ڪئي ۽ پدريسواڙا شهر تباهه ڪيو. پر سنڌ وريو تہ چولڪايا (سولنگي) راجا ڀيم ديو-II (1178/9-1241ع) پنيان لشڪر موڪليس. لشڪر نڪو سنڌ ۾ گهڙيو ۽ نڪو رائيڌڻ هٽيو. ڪڇ ڪي دهلي سرڪار 1206 ۽ 1210 ۾، وري 1297 - 1315ع ۾ زير ڪيو ۽ گهڻو ڪري اهو ڏن ڀرو ٿيو، پر ڪڇ هڪ تہ غريب، ڪجهه اڳڙي ڪونہ، ٻيو آبادي ڇڊي، سو فتح ڪري پنهنجي ملڪ سان ملائڻ ۾ ڪو فائدو ڪونہ هو. ڪڇ وچ وچ تي آزاد هوندو هو. مٿس سنڌ جو اثر هوندو هو، ڇاڪاڻ جو جاڙيجا اصل سنڌي هئا ۽ سومرن توڙي سمن ٻنهي جو ساٿن ساٿ هوندو هو.

1472ع ۾ ڪڇ تي گجرات جو مڪمل سياسي اثر ٿي ويو ۽ ڪڇي ان جا منصبدار ٿي ويا. جاڙيجن سمن ڪڇ تي 1148 کان 1948ع تائين حڪومت ڪئي. ان دؤران جن جي حاڪميت اعليٰ مڃيائون سي هي آهن:

1. 1206 - 1210ع قطب الدين ايبڪ (رڳو اوڀر ڪڇ).
2. 1297 - 1315ع علاءُ الدين خلجي.
3. 1396 - 1537ع گجرات جا سلطان (رڳو اولهه ڪڇ).
4. 1472 - 1537ع گجرات جا سلطان (سڄو ڪڇ).
5. 1580 - 1700ع مغل.
6. 1817 - 1947ع انگريز.

## سنڌ نارِ يا هاٽوڪي رڻ ڪڇ
## جي سُڪڻ جا اثر

ڪڇ 19،732 چورس ڪلوميٽرن ۾ پکڙيل آهي- اولهہ کان اوڀر ٻہ سو اٺونجاهه ڪلوميٽر ۽ اتر کان ڏکڻ هڪ سو ٽيرهن ڪلوميٽر. ٻنا وٽڪار، سنسان ٿاڪرو علائقو، ڪٿي ڪارين ٽڪرين جي قطار، ڪٿي ندين جا اونها پيٽ، ڪٿي مال چرڻ جا جهنگ تہ ڪٿي سڌيون پلوڙ ٻنيون. اترئين پاسي ٻارهن انچ ۽

## عاڄ، ڌاتو، پٿر، ڪجيءَ ۽ پيش جي ڦرهن ۽ ڏيپ جي تيلين مان ٺهيل گهر جي سونهن واريون شيون



137



138



139



140



141



142



143

137. بيلاسس جون گڏ ڪيل ڪجھ شيون. (ڪزنس).
138. عاج جا ٽڪرا: بيلاسس برهمڻ آباد مان ڪوٺي ڪيا. شايد سنڌي هندورو يا پينگهو هجي. (ڪزنس).
139. ڏيپ جي تيلين مان ٺهيل سهڻو سينگاريل وڃڻو. (ع س).
140. ڪجيءَ جي ڦرهي مان ٺهيل وڃڻو. (ع س).
141. ساڳيو 140 جهڙو. اهڙا پيش جي ڦرهن مان بہ ٺهندا آهن. (ع س).

ڏاڪٽي پاسي ويهه انچ سراسري ساليانو مينهن پوي ٿو. گهڻ مينهن پوڻ ڪري هر يارهين سال ڏڪار پوندو آهي ۽ ماڻهن کي مجبور ٿي مال پير وارن علائقن ڏانهن نيڪالو پوندو آهي. 1965ع تائين ڪڇي اڪثر مال ڪاهي هاٿوڪن ماڳن جاتي، بدين ۽ شاهه بندر تعلقن ۾ اچي چاريندا هئا. جولاءِ ۽ آگسٽ مهينن ۾ ڪڇ ۾ مينهن پوندا آهن، چهچ ساوا گاهه ڦٽندا آهن ۽ ڊسمبر تائين مال پيو چرندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن لوٽي نديءَ مان مينهن جو پاڻي ايندو آهي ۽ رڻ ڪڇ پرجي ويندو آهي. جون کان آگسٽ تائين چوماسي جي هوائن تي سمنڊ ۾ چوليون اٿنديون آهن ته اولاهين چور تي وير جو پاڻي چڙهي ايندو آهي (اونهاري ۽ سياري ۾ ڪناري ويجهو سمنڊ جي سطح ۾ ٽن ميٽرن جو فرق هوندو آهي). رڻ ڪڇ ۾ سامونڊي وير جو پاڻي سدائين ناهي ايندو. رڻ ۾ پير وارن سنڌ ۽ ڪڇ جي علائقن مان به مينهن جو پاڻي ايندو آهي. رڻ ڪڇ ۾ پاڻي گهٽو ڪري وڌ ۾ وڌ پنجهتر سينٽي ميٽرن تائين پهچندو آهي. جولاءِ کان ڊسمبر جي پڇاڙيءَ تائين ڏهڻ هوندي آهي، پر جنوريءَ ۾ مال رڻ جي اترين ٻيٽن تائين وڃي سگهندو آهي. 1965ع تائين سنڌي ۽ ڪڇي ٻئي هنن ٻيٽن تي مال چاريندا هئا.

سنڌي ۽ ڪڇي مالوندن جي مال چارڻ سانگي اچ وڃ اٽڪل ست سو سال لاڳيتي (تيرهين صديءَ جي شروع ۾ سنڌ نار جي سڪڻ کان وٺي) 1964ع تائين هلندي رهي. هن کان پوءِ سياسي حالتن جي ڪري نه، پر جيئن ته لاڙ ۾ ڪوٽڙي بئراج ٺهڻ ڪري گاهه وارن پوٺن تي پوک ٿيڻ لڳي هئي، سو 1965ع واري جنگ کان سواءِ ئي اهي پوٺا، جتي ٻنهي ملڪن جا مالوند مال چاريندا هئا، ختم ٿي ويا هئا. ڪٿي ڪير مال چاريندو، ان جو فيصلو وچ وارو چڱو مڙس "مَلڪ" ڪندو هو. اهو گهڻو ڪري مسلمانن مان ٿيندو هو، جو ڏنار گهڻا مسلمان هئا. 1955ع ۾ ڪڇين ۽ سنڌين ڏار ڏار مَلڪ چونڊيا ۽ اتان ڦيٽاڙو شروع ٿيو. ٽري، سنڌي جت ۽ ڪڇي، ڪڇ جي ٻيٽن کي قانوني طور استعمال ڪري سگهيا ٿي، پر رڻ ڪڇ ۾ جنگ لڳڻ کان پوءِ رڻ جو ورهاڱو ٿيو، ڪجهه علائقو پاڪستان ۽ ڪجهه هندوستان ڪنيو ۽ سنڌ کان گاهه وارا پاسا کسجي ويا. ڪڇ جي ٻيٽن تي مال فيبروري-مارچ کان وٺي جولاءِ ۾ مينهن وسڻ تائين چرندو رهندو آهي. جولاءِ کان جنوريءَ تائين باقي ست مهينا، سندن چوڌاري رڻ ڪڇ جو پاڻي ڦريل هوندو آهي. هن وقت سنڌ ۾ مال چارڻ جي جاين جي سخت ڪوٽ آهي. اها تاريخي حقيقت نه ڪنهن جاتي ۽ نه وري انصاف واري عالمي عدالت آڏو اٿاري.

## رڻ ڪڇ جي سُڪڻ جا سياسي نتيجا

سنڌ نارِ يا پورچوگيزن واري 'گلف ڊِي اِنڊِي ڊُ سِنڊِي' جي صفا سڪڻ کانپوءِ گڏريل ستن صدين دؤران سنڌ ۽ ڪڇ وچ ۾ اچ وڃ جا ڏگ جڙيا. هنن ڏگن تي اچ وڃ رڳو جنوريءَ کان جون تائين هلندي هئي، سال جا باقي مهينا اهي مينهن جي پاڻيءَ ۾ ٻڏل هوندا هئا. رڻ ٻي پيروسو، رڄ ۽ اڪرڻ ۾ ڏکيو هوندو هو. فيروز شاهه جي لشڪر جهڙو وڏو لشڪر به هتي 1365ع ۾ ناس ٿي ويو. سنڌ تي ڪاهڻ وارا هتان ايندي لهرائيندا هئا ۽ ان کان ان جهڙي ئي خطرناڪ ريگستان جو وچ وٺڻ بهتر سمجهندا هئا، جيئن محمود غزنويءَ (1026ع)، گجرات کان ايندي محمد تغلق (1351ع) ۽ شاهه حسن ارغون (1536ع) گجرات ويندي ڪيو. غلام شاهه جي لشڪر جو (65-1762ع) رڻ ڪڇ ۾ برو حال ٿيو هو، تنهن هوندي به هو ڪڇين کي آڻ مڃائڻ ۾ سوڀارو ٿيو هو. ٻي مهاڀاري لڙائيءَ کانپوءِ انگريزن هتي ريل ۽ روڊ وڇائڻ جو رٿيو هو، پر ڏکڻ ايشيا جي ورهاڱي کين ايترو وقت نه ڏنو. رَپَڙ کان نگرپارڪر، ٻيچ کان ڏيپلو، نڪترانا کان رهمڪي بازار، مانڊوِي ۽ ٻيچ، ۽ ٻيچ کان لکپت ۽ جاتي وارين پنجن گذرگاهن تي ست سو سالن کان متي اچ وڃ هلي. هي ڏگ نقشي ۾ ڏيکاريل آهن.

گهٽي اچ وڃ آخري ٻن گذرگاهن تي هئي. طغي (1351ع) به نٽي اتان آيو.

سنڌ کي ڏاڪٽي پاسي کان ڪو ڊپ ڪونه هوندو هو، تنهنڪري ڪڇ ويندڙ رستن جو اونو نه هوندو هئس، پر تاريخ ۾ گهٽ ۾ گهٽ هڪڙو ڀيرو راءِ ڪنگهار، ڄام فيروز سان اٽڪي، رهمڪي بازار ۽ ويراواهه تي قبضو ڪيو هو ته جيئن متان ڄام فيروز سندس دشمنن جو ساٿ ڏئي.

## سومرن جي دؤر ۾ سنڌ ۽ ڪڇ وچ ۾ اچ وڃ ۽ واپاري واٽون

سنڌ نارِ ٻارهين صديءَ ۾ سدائين لاءِ سڪڻ شروع ٿي وئي هئي، پر سڪندي سڪندي به صدي ڪن لڳي ويس. هوريان هوريان سڪي هوندي ۽ ڏيڍ صدي ڪن پوءِ به اتي ڏهڻ ضرور هوندي. سنڌ-ڪڇ وچ ۾ به ٻيڙيون ڀيرو اچ وڃ بلڪل بند ٿي وئي. انهي سان ڪڇ لاءِ ڏکيايون پيدا ٿيون. سندس سنڌ سان پراڻا لاڳاپا گهٽجڻ لڳا، ڏکڻ ۽ اوڀر وارن پاڙيسرين کي ويجهو ٿيڻ لڳو ۽ انساني اچ وڃ جون نيون گذرگاهون ٺهي ويون.

# ڪڇ جي جاڙيجن سمن حاڪمن جو شجرو (1148ـ 1948ع)

## لاکو

(1144-1175ع ڪڇ ۾ قبيلي جي سردار طور)
سمن جي قديمي پاڙي اُنڙن مان لاکي نالي شهزادو جاڙي جو پُٽيلو هيو، جاڙي کي پيريءَ ۾ پٽ ڄائو
تہ 1147ع ۾ لاکي ڀاڳ آزمائڻ لاءِ سنڌ ڇڏي ۽ پنهنجي جاڙي پاءَ لاکيَر کي ساڻ ڪري ڪڇ پهتو ۽ لاکياواڙا شهر اچي اڏيائين.

## رائيڌڻ

رتو (بوچڻ) پائيندو هيو، 1215ع ۾ گذاري ويو، پونيَرن ۾ 4 پٽ ڇڏيائين.

### هوٽ
(پناري)

**(اولهہ ڪڇ ويجهو باڙا)**

هن 1297ع ۾ گجرات ۾ علاءَالدين جي لشڪر سان جنگ ڪئي.

هن بيگڙي آڏو هٿيار ڦٽا ڪيا. بيگڙي کيس اماران ۽ گونڊل رياستون ڏنيون. نئين رياست جو هالار نالو رکيو ويو. لاکي سورهين صديءَ جي منڍ ۾ هميرجي کي قتل ڪيو.

راول جو لاکياواڙي تي چئن سالن تائين قبضو رهيو، تنهن کانپوءِ کيس هميرجي جي پٽ کنگهار اتان ڀڄائي ڪڍيو. اتان هو ڪاٺياواڙ هليو ويو ۽ اتي نوان نگر جي جام گهراڻي جو بنياد وجهي وڌائين.

1540ع کانپوءِ آزاد حڪمران ٿيو ۽ رڃ ڇڏي ڪاٺياواڙ هليو ويو.

1591 - 1609ع تائين دهليءَ جي نالي ماتر آڻ مڃيائين. رگهو پٽ کي مغلن وٽ دهليءَ جو گورنر ٿيڻ لاءِ موڪليائين. 1617ع ۾ جهانگير رائو کي پنهنجو سڪو ڪوڏي هلائڻ جي اجازت ڏني، جيڪا 1948ع تائين هلندي رهي.

### گاجان
هالار (گاجان جو پٽ)
ابڙو
گاجان (لاکي جي ائين پيڙهي)
ڪنگهار — راول

اوني جي ائين پيڙهي (1472- 1506ع). هن 1472ع ۾ محمود بيگڙي آڏو هٿيار ڦٽا ڪيا ۽ پنهنجي ڌيءَ ڪامر ٻائي بيگڙي جي حرم ۾ موڪلي ڏنائين. راول جي ماڻهن لاکي جي خون جي پلاند ۾ هميرجي کي 1506ع ۾ ماري وڌو.

### اوٺو
(لاکياواڙا)
ڳاها (ڳاهو)
ٻهڻ (وِهڻ يا وِهاڻ)
ماڙو (مولُو يا مالُو)
ڪايو (ڪانيو)
آمر
ڀيمر (1472ع ۾ گذاري ويو)
هميرجي

### دادر
(ڪنٿ ڪوٽ - واڳڙ)

گجرات جي گورنر ظفر خان 1396ع ۾ آزاديءَ جو اعلان ڪيو ۽ دادر جي پونيَرن کان 1410ع ۾ هٿيار ڦٽا ڪرايائين، پر ٻيو ڪڇ رائيڌڻ جي پونيرن جي قبضي هيٺ رهيو.

---

رائب — صاحب — کنگهار 1510- 1586ع) — عاليہ (ناجائز)

1496ع ۾ ڄائو، هميرجي جي مارجڻ مهل 11 سالن جو هيو، سڄي ڪڇ کي گڏائي هڪ ڪيائين.

رائو پرمل -1 (1586- 1632) کنگهار جو پٽ.
رائو ڀوڄراڄ(1632- 1645) پرمل جو پٽ.
رائو کنگهار -II (1655- 1666ع) ڀوڄراڄ جو ڀائٽيو.
رائو رائيڌڻ -II (کنگهار -II جو پٽ.

---

1 نوغامر
(1698 کان اڳ ۾ ننڍي هوندي ئي مري ويو.)

2 راوا
(1698 کان اڳ ۾ گهٽو ڪري پراگ مل هٿان قتل ٿي ويو.)

3

مها رائو پراگ مل (1698-1715)
گودائي (1715-1719) پراگ مل جو پٽ
مها رائو ڏيسل - II ( 1719-1741) گودائي جو پٽ. تخت تان لاٿائونس پر 1752 ۾ مري ويو. 1721 ۾ گجرات جي وائسراءِ نواب ڪيسدار خان کي شڪست ڏئي ڪڇ کي آزاد رياست بڻايائين اڳتي هلي1730 ۾ نواب سر بلند خان کي شڪست ڏنائين.
مهارائو لاکو (1741-1761) ڏيسل جو پٽ. 1707 ۾ ڄائو، لکپت ٻمسڏيندا هئس. ” مرزا مهارائو خطاب هئس“.
مهارائو گودائي -II (1761- 1778) لاکي جو پٽ. 1735 ۾ ڄائو.
مهارائو رائيڌڻ-III (1778-1784) گودائي-II جو پٽ. 1786- 1814 تائين قيد رهيو، نالي ماتر حڪومت ڪيائين، اصل حاڪم جمعدار فتح خان (1786- 1813) هيو.

4 5 6 7 8 9 10 11
؟ ؟ ؟ ؟ ؟ ؟ ؟ ؟

---

حسين ميان — ابراهيم ميان
جمعدار فتح خان

شهزادي قيصر ٻائيءَ جو جمعدار فتح خان جي پٽ ابراهيم ميان سان ننڍپڻ جو پيار هيو، انهي مانسنگهہ کي تاج حاصل ڪرڻ ۾ مدد ڪئي.

ڀيڻ

(1797- 1819) 1797 ۾ ڄائو. رائيڌڻ پٽ ڪري ڌاتيو هئس، خطاب مهارائو ٻهار هئس. 1846 ۾ گذاري ويو (1819 ۽ گادي تياڳي ڇڏي هٿائين).
(1819- 1859) مانسنگهہ جو پٽ. 1816 ۾ ڄائو. گادي تياڳيائين ۽ 1860 ۾ گذاري ويو.
(1859- 1875)، مهارائو ڏيسل جو پٽ. 1841 ۾ ڄائو.
ڦهرين جنوري 1876- 1942. مهارائو پراگ مل جو پٽ.
(1942- 1947)، مهارائو کنگهار - III جو پٽ.
(جنوري کان جون 1948). مهارائو وجئراج جي جو پٽ. کنگهار-1 جي سترهين پيڙهي.

1948 کان 1956 تائين ڪڇ تي هندوستان سرڪار جو راڄ هيو.
1956 ڪڇ ٻن ٻولين واري رياست گجرات جو ضلعو ٿي ويو، جنهن ۾ سوراشٽر بہ شامل هو.

مانسنگهہ
مهارائو ڏيسل
مهارائو پراگ مل
مهارائو کنگهار —III
مهارائو وِجئراج جي
مهارائو مدن سنگهہ جي

ڀائيجي باوا
پٽ
ڪمار لدوبا
پٽ

سنڌ نارِ (رڻ ڪڇ) وارا چون ٿا تہ اها رائيڊڻ (1175- 1215ع) جي دؤر ۾ سڪي هئي. هڪ پاسي ڌرتي ڌٻڻ سان هوريان هوريان نارِ جو ترو مٿي ڪڄندو ويو ۽ ٻئي پاسي هاڪڙو (سرسوتي-واهند-هاڪڙو) سڪي ويو. سڪار جي پڄاڻيءَ سان سوڪهڙي پر پڪيڙيا ۽ سنڌوءَ ۽ ستلج جي ڇڙَ جو پاڻي هاڪڙي ۽ ان مان سنڌ نارِ تائين پهچڻ بند ٿي ويو. ڏڪار جي ڏاڍ 1200ع ڪانپوءِ لوٽيءِ جو پاڻي گهٽائي ڇڏيو، ۽ سنڌ واري ٿر توڙي ڪڇ جي ٻيٽن تان بہ مينهن جو پاڻي اچڻ گهٽجي ويو. ڌرتي ڌوڏ سان نارِ (رڻ) جي تري جو سمنڊ جي پرسان وارو اولاهون پاسو مٿي ڪڄي ويو. نتيجو اهو ٿيو تہ هاڻي رڻ ۾ سنڌوءَ ۽ ستلج جي ڇڙَ يا سنڌوءَ جي اپرندي وارن واهڙن مان جيڪو ڪجهہ پاڻي آيو ٿي سو ڳڙي ڳڙي؛ يعني ڌرتيءَ جي پورن مان سِمي سمنڊ ۾ پوڻ کان ٿورو اڳي لڪپت وٽ وچي نڪرندو هو، جتي ان تي ٿوريون گهٽيون ساريون ٿينديون هيون.

ڪڇ جي جاڙيجن سمن حاڪمن جو شجرو سامهون واري صفحي تي ڏنل آهي.

**موهن جي دڙي جي گهرن جي سنڌ ۾ اڳي ۽ پوءِ ٺهندڙ گهرن سان ڀيٽ**



144

144. موهن جو دڙو مصور جي خيال ۾. (موهن جي دڙي تي رکيل پينٽنگ).
145. برهمڻ آباد-منصوره ۾ کنهن اڏاوت ويجهو ڍڪيل نالي. (ڊي جي اي).
146. مهر ڳڙهہ جو گهر هيئن نظر ايندو هوندو.
147. موهن جي دڙي جو گهر هيئن نظر ايندو هوندو. (وِيلَر).


145


146


147

## نقشو نمبر 42

962_ 993ع

# پاڪستان جو ڌرتي ڌوڏ نقشو

نوٽ:
هي نقشو ٻڌائي ٿو تہ ڪراچي، ڀنڀور (ديبل)، گهارو، گهوڙاٻاري، ڪيٽي بندر، جاتي، بدين، ڏيپلو ۽ نگر پارڪر ۽ اتر ۾ ڳڙهي خيرو تعلقو ڌرتي ڌوڏ پٽي ۾ اچن ٿا. ڪيرٿر جبل ۽ ڪتي جي قبر جي اترئين پاسي کان وٺي انهي پرڳڻي ۾ اچي ٿو. پر ڌوڏ جو مرڪز احمدآباد، ڀڄ، اورماڙي، ڪوئيٽا ۽ جلال آباد وٽ آهي.




148





149



150



151

148. ڀنڀور ۾ ڏاڪڻ: مسجد ڏانهن انهي تان وڃبو آهي. (ڀنڀور).
149. پيرڪ (1900- 1300ق-م) جو گهر هيئن نظر ايندو هوندو. (آلچن).
150. مهر ڳڙهہ جي گهر جي رٿا. (مهر ڳڙهہ).
151. مهر ڳڙهہ جو گهر هيئن نظر ايندو هوندو. (مهر ڳڙهہ).

## ڇا الور ۽ برهمڻ آباد سچ پچ به ڌرتي ڌڏڻ ڪري غرق ٿيا؟

ڌرتي ڌوڏ نقشي مطابق سنڌ جي بيهڪ ڇتي ڌرتي ڌوڏ واري ياڳي ۾ ناهي، سو ڌرتي ڌوڏ ڪڏهن به سنڌ ۾ ڪنهن وڏي تباهيءَ جو ڪارڻ نه ٿي ٿي سگهي. ڪا جهور جاءِ ڪري پوي ته پلي، باقي ڪنهن چڱي جاءِ ڪي ڪجھ نه ٿيندو. رڻ ڪڇ وچٿري ڌرتي ڌوڏ پرڳٽي ۾ آهي ۽ ساڳيوئي حال سنڌ ۽ رڻ ڪڇ جي دنگ واري پنجاھ ميل پٽيءَ ۽ جاتيءَ کان ڪراچيءَ واري پٽيءَ جو آهي. نقشي مطابق سنڌ جو ڪو شهر يا وسندي ڌرتي ڌبڻ سان غرق ٿي ئي نه ٿو سگهي. اهو سمجھڻ ته ڪجھ پراڻيون وسنديون دلوراءِ نالي هڪڙي بادشاھ جي ظلمن جي ڪري الله جو ڪهر پوڻ ڪري غرق ٿيون صرف افسانوي آکاڻيون آهن ۽ انهن کي انڌَ ويساهي ماڻهو ئي مڃين ٿا. اهي صرف هٿرادو گهڙيل ڳالهيون آهن ته الور ۽ برهمڻ آباد 927ع واري زلزلي ۾ غرق ٿيا هئا.

رڻ ڪڇ تي ٽالپرن جي سرحدي چوڪي سنڌڙي برابر 1819ع واري زلزلي ۾ تباھ ٿي هئي، جو ته اها ڇتي ڌرتي ڌوڏ واري پرڳٽي ۾ هئي. اهڙيءَ ريت ديبل جو ڪجھ حصو به 893/94ع واري زبردست زلزلي ۾ ٻڏو هو. 1945ع ۾ ڌرتي ڌڏڻ سبب عربي سمنڊ ۾ ڪجھ ننڍڙا ٻيٽ پڻ نمودار ٿيا هئا. 2001ع واري زلزلي سچي ڌرتي ڌوڏ پرڳٽي (رڻ ڪڇ ۽ ڪڇ) ۾ نقصان ڪيو. احمد آباد ۽ ڀُڄ کي بنھ ڦٽائي ڇڏيائين، پر بدين کان اتر پاسي ڪنهن به وسنديءَ کي ڪجھ ڪونه ٿيو. مشهور لوڪ ڪٿائي غنڊي دلوراءِ لاءِ سنڌ ۾ سمجهيو وڃي ٿو ته اهو رڳو سنڌ ۾ هو، پر پنجاب ۾ به دلوراءِ جا ڪوڙ ڏڙا آهن. مزي جي ڳالھ اها آهي ته نه سنڌي قصن ۾ پنجاب واري دلوراءِ جو ذڪر آهي ۽ نه وري پنجاب جي قصن ۾ سنڌ واري دلوراءِ جو احوال ملي ٿو.

**لاڙ ۾ اڄا تائين هلندڙ سومرن جي جڳ وارا گهر ۽ سنڌو سڀيتائي گهرن جون رٿائون**











152. ڀهراڙين ۾ گول چئونرا: هيٺان ڪچيون (مٽيءَ جون) پٽيون ۽ مٽي چوٽيءَ واري ڪکائين ڇت اٿن. (ع س).
153. مٽئين جهڙو گهر: گڏ مال جي لانڍي به اٿس. (ع س).
154. موهن جي دڙي جي گهر جون سيسنا (Sacina) واريون رٿائون: موهن جي دڙي جي گهرن جا نمونا جيڪي ٻي آلچن ۽ آر آلچن "رائيز آف سولائيزيشن ان انڊيا ائنڊ پاڪستان" ۾ ڏنا آهن. تصوير نمبر 136 سان ملن ٿا. سومرن جي دؤر ۾ پڻ موهن جي دڙي وانگر ڏکڻ ڪليل گهر اڏڻ جو رواج هوندو هو، جيڪي اونهاري ۾ ڏکڻ اولھ جي هوا کي سامهان ۽ سياري ۾ اتر جي هوا کي پٺيرا هوندا هئا.
152. آمري جي گهر جي رٿا. (پاڪستان آرڪيالاجي نمبر 1، 1964).
153. سنڌ جي ڀهڙاڙيءَ ۾ اڄڪلھ هلندڙ ڏکڻ ڏي منهن واري لانڍي.

## 1011_1351ع: سنڌو درياءَ ۽ ان جي ڇاڙهن جا
## سومرن جي دور ۾ سنڌ جي الڳ الڳ ڀاڱن ۾ وهڪرا

**نقشو نمبر 43**
**اٺين کان چوڏهين صدين دوران سنڌو درياءَ جا**
**ساڄي ڀر تي وارهہ، جيڪب آباد ۽ شهداد ڪوٽ وهڪرا**
**نقشو نمبر 44**
**اٺين کان چوڏهين صدين دوران سنڌو درياءَ جا**
**وارهہ، الهندو نارو ۽ دادو وهڪرا**
**نقشو نمبر 45**
**ستين کان چوڏهين صدين دوران سنڌو درياءَ جو خيرپور وهڪرو**
**نقشو نمبر 46**
**ستين کان تيرهين صدين دوران سنڌو درياءَ جا وچولي سنڌ ۾**
**کاٻي ڀر تي خيرپور، سانگهڙ، سامارو ۽ شهدادپور وهڪرا**












باب پندرهون

# سومرن جي ڏينهن ۾ سنڌوءَ جي چال ۽ ان جا نتيجا

سنڌو نہ هجي تہ سنڌ رڻ پٽ آهي. سنڌو درياءُ تبت کان هلي 2,736 ڪلوميٽر وَر وڪڙ ڪندو وڃي سمنڊ ۾ پوي ٿو. سنڌ جي وچان سندس نانگ وانگر گذر 805 ڪلوميٽر آهي. اونهاري ۾ درياءُ لٽ سان ڇڪار ٿي ايندو آهي، جيڪو 1950ع کان اڳ ٻوڏ جي ڏينهن ۾ پاڻيءَ جي هزار حصن ۾ ڇهن حصن تائين وڃي پهچندو هو. سنڌ جون لاهونديون پاڻيءَ کي ايترو تکو وهڻ نہ ڏينديون آهن، جو اهو لٽ پاڻ سان کنيو وڃي. خاص ڪري درياءَ جي اتلڻ وارين جاين تي ڇرَ جي پاڻيءَ جي رفتار جهڪي ٿي ويندي آهي ۽ لٽ اتي ويهي ويندو آهي. ڪجھ لٽ درياءَ جي ڪپرن ۽ پيٽ ۾ بہ رهجي ويندو آهي.

هي عمل گذريل ڪافي ڏهاڪن هزارن سالن تائين تائين هلندو رهيو. درياءُ پنهنجا بند پاڻ ٺاهي ۽ انهن جي وچ واري واهوندي مان، پاسن تر کان مٿاهينءَ تان، پيو وهندو آهي. ڪجھ عرصي کانپوءِ اهو واهوندو ٿوڙي، اهي بند ڇڏي هيٺاهين تي هليو ويندو آهي ۽ اتان وهڻ لڳندو آهي، ۽ هوريان هوريان وري انهي جاءِ کي مٿي ڪري ڇڏيندو آهي. اهو عمل ويجهي پون ورن تاريخ دؤران لڳاتار هلندو رهيو آهي.

انهن واهوندن مان ڪجھ تي واھ، شاخون ۽ واٽر ڪورس ٺاهيا ويا آهن. هوائي فوٽوگرافن آثار ٺاهيل سنڌوءَ جي پراڻن وهڪرن جي نقشي مان خبر پوي ٿي تہ سنڌ ۾ اهڙو ڪو بہ ڇھ ڪلوميٽر چورس ڪان وڏو ڌرتيءَ جو ٽڪرو ڪونهي جتي ڪڏهن بہ سنڌو درياءُ نہ آيو هجي. ٻارهن هزار سال اڳ سمنڊ چڙهي سنڌ جو وڏو علائقو ٻوڙي ڇڏيو هو. سنڌ جا ڪافي حصا سمنڊ جي پيٽ مان گذريل ٻارهن هزار سالن دؤران نڪتا. پاڻيءَ لهندي جيڪي ڳارا ٺاهيا، سي سنڌو سڀيتا جي شروعاتي دؤر (هڙپا) کان وٺي واهن جو ڪم ڏيندا رهيا. اڳاٽا ماڻهو توڙي ويجهڙ ۾ ڪلهوڙا، ٽالپر ۽ انگريز درياءَ جي پراڻن وهڪرن کان واهن جو ڪم وٺندا آيا آهن. جڏهن بہ درياءُ وهڪرو مٽائيندو هو تہ ان پر ڳٽي جو آبپاشي نظام اجڙي ويندو هو، ماڻهو لڏيندا هئا، بد امني، بيماريون، ڏڪار، بک ۽ موت منهن ڪڍندا هئا ۽ آدم گهٽجي ويندو هو. جيستائين وري ايندڙ لڳ ڀڳ اڌ صديءَ ۾ درياءَ جي نئين وهڪري تي نوان واھ ٺهن.

اها، سنڌ جي پنين پنجن هزارن سالن جي آسودگي، آبادي وڌڻ، سوڪهڙي، آبادي گهٽجڻ، راڄ گهراڻا مٽجڻ ۽ سڀيتا جي لاهن چاڙهن جي معاشي تاريخ رهي آهي. سدائين سنڌوءَ جي وهڪري ۾ ڪو وڏو ڦيرو ايندو هو، ماڻهو پراڻن اڳواٽن کان منهن ڦيري نوان اڳواڻ چونڊيندا هئا. اهي راڄ گهراڻا مٽائيندا هئا ۽ پنهنجن ماڻهن کي نون وهڪرن ڪناري وسائي ڇڏيندا هئا. سومرن جي سنڌ تي ٽي سو چاليھ سال بادشاهيءَ دؤران درياءَ جي وهڪري ۾ ٽي وڏا ڦيرا آيا، پر راڄ گهراڻو نہ مٽيو، اهو سندن وڏو ڪارنامو آهي.

650، 5 سال اڳاٽي آمري دؤر کان وٺي ماڻهو درياءَ جي لهڻ کانپوءِ آڪٽوبر ۾ ڍورن جو پاڻي قدرتي توڙي هٽرادو طريقن سان نيڪال ڪري اتي سياري جا فصل ڪٽڪ، جَوَ ۽ تيلي ٻج وغيره پوکيندا هئا. منڇر ڍنڍ ۽ سنڌوءَ جي ڪچي ۾ ربيع (سياري) جي پوک اڄ وانگر صدين کان ٿيندي ٿي اچي. اٽڪل بہ سو ٽيھ چورس ڪلوميٽرن ۾ پکڙيل هن ڍنڍ ۾ ڪوهستان جي ٽڪرين تان مينهن جو پاڻي ۽ جولاءِ-آگسٽ ۾ سنڌوءَ جي ڇرَ جو پاڻي ايندو آهي. سيپٽمبر-آڪٽوبر ۾ پاڻي کي سنڌو درياءَ ڏانهن پوٺتي موٽڻ ڏيندا آهن. ائين ڍنڍ جي پيٽ واري لڳ ڀڳ اڌ ٻني پاڻهي نڪري ڪٽڪ ۽ جَوَ پوکڻ جهڙي ٿي ويندي آهي. ٻنيءَ ۾ ايتري آلاڻ (وَٽَ) رهجي ويندي آهي جو اها مارچ جي پڇاڙيءَ ۽ اپريل ۾ پوک جي پچڻ تائين ڪافي هوندي آهي. ٽڪرين ۽ سنڌوءَ مان آيل لٽ ٻنين کي پوک لاءِ يلو ڪري ڇڏيو آهي. ٻوڏ وارن ڏينهن کان اڳ ۾ لڙهي آيل ٻجن مان گاھ ڦٽندا آهن. ٻوڏ جو پاڻي انهن کي ٻوڙي ڇڏيندو آهن. پاڻي لهڻ سان اهي گاھ ڳري زمين ۾ ملي ويندا آهن ۽ زمين کي طاقت ڏيندا آهن. مڇي، جيت جنٽئي ۽ ٻاهران آيل پکين جون وٺيون بہ ٻنيءَ کي زور وٺرائينديون آهن. هارين کي تجربو ٿي ويو تہ ٻنيءَ کي هر ٽئين













سنڌو درياءَ جي وهڪرن ۾ آيل ڪجهه وڏا ڦيرا، جن 50 سيڪڙو زرعي
ايراضي تباهه ڪري ڇڏي ۽ انساني آبادي پڻ اڌو اڌ گهٽائي ڇڏي.

| نقشو نمبر 50 | نقشو نمبر 49 | ننقشو نمبر 48 | نقشو نمبر 47 |
|---|---|---|---|
| 1250_1750ع: سنڌو درياءَ جا لاڙ سنڌ ۾ وهڪرا | ڏهين کان ارڙهين صدين دوران سنڌو درياءَ جا ساڄي پَر تي ڪلري، بگهاڙ، رچل ۽ اوڇتو وهڪرا | ڏهين کان چوڏهين صدين دوران سنڌو درياءَ جا لاڙ سنڌ ۾ ڪاٻي پَر تي بلڙي، گونگڙو، گولاڙچي ۽ احمد راڄو وهڪرا | ستين کان تيرهين صدين دوران سنڌو درياءَ جا وچولي سنڌ ۾ ڪاٻي پَر تي نارو، سامارو، پراڻ، شهدادپور ۽ نصرپور وهڪرا |

سال ويهن کان پنجويهه سينٽي ميٽر هيٺ کيڙڻ سان پاڙون ۽ چارو وڏجي وجي ٿو ۽ اپت وڌيڪ لهي ٿي. 1950ع ۾ واهن تي ٽيندڙ ڪٽڪ، هاڙهه جي سارين کانپوءِ وَٽَ تي دوباري (ٻه فصلي)، ڪچي ۾ سيلابي ۽ آڪٽوبر ۾ پاڻي نيڪال ڪرڻ کانپوءِ منچر ۾ سيلابيءَ جي پيدائش 400، 160، 480 ۽ 600 ڪلوگرام في ايڪڙ ترتيبوار لٿي، مطلب ته ڊورن آبپاشيءَ وارين زمينن کان ڏيڊوڻي اپت ڏني، چاڪاڻ ته هنن ڊورن ۾ نهري زمينن کان وڌيڪ سگهارا مادا ۽ خوراڪ هئا. سنڌ ۾ ڪوڙ سارين ڊنڊون جهڙوڪ چوٽياري، مَکي، ڪينجهر، ڪلري، ڊرگهه ۽ سنڌ ڊورو وغيره هيون، جن ۾ ڪاچرو شيون، مڇي ۽ انساني استعمال جا ٻاهريان ٻوٽا ٿيندا هئا.

اهڙي ريت سنڌوءَ جي پٽن ۾ مناسب هنڌن تي پوک، ممڪن آهي، آمري دؤر کان گهٽو اڳي، 500، 8 سال اڳ مهرڳڙهه ۾ پوک ٿيڻ (پٿر جو آخري دؤر) کان سنت پوءِ ضرور شروع ٿي هوندي. وڏي پيماني تي وڏن ڊورن ۾ ڪٽي نه ٿيندي هوندي، ڇو ته انهي لاءِ درياءَ مان پاڻي ڊوري ۾ آٽڻ ۽ وري آڪٽوبر ۾ نالين يا واهن وسيلي ٻئي پاسي نيڪال ڪرڻ لاءِ وڏا واهه گهربل هئا، جنهن لاءِ پورهيتن جو انتظام ڪرڻ لاءِ وڏو هلت گهربل هو. اهڙو انتظام، ننڍي پيماني تي ئي سهي، متان 250، 5 سال اڳ ڪوٽ ڏيجيءَ واري دؤر ۾ هجي ۽ ڪاڏي جي شين جي واڌو پيداوار ڪاريگرن ڪي پيٽ جي اُلڪي کان آجو ٿي هنرن ۾ مهارت ماڻڻ جو موقعو ڏنو هجي. انهن ڪاريگرن ئي سنڌو سڀيتا جي سرجڻ کان پروان چڙهڻ تائين مکيه ڪردار نڀايو. اهو نظام سومرن جي دؤر ۾ اوج تي پهتو ۽ انگريزن جي پهرين ڏينهن تائين هلندو آيو. هن وقت اسان وٽ ثبوت موجود آهن، جن مان اسان اهڙي وٿيل ٻنيءَ ۾ سياري جي پوک جو پتو لڳائي ۽ ان جا معاشي اثر سمجهي سگهون ٿا. مطلب ته سنڌ ۾ زرعي اپت واڌو لهندي هئي ۽ آڳاٽن جڳن کان وٺي اها ڏيساور اماٽي بدلي ۾ ٻاهريون شيون گهرائيندا هئا.

اڌ صدي کن سنڌ ۾ زراعت، آبپاشي نظام، پاڻيءِ جي نيڪال ۽ جر جي پاڻيءَ سان لاڳاپيل رهڻ ڪري هي ليڪڪ ان نتيجي تي پهتو آهي ته سنڌ جي ڌرتيءَ جي بيهڪ سدائين اهڙي رهي آهي جو تمام ٿوري حصي ۾ پاڻي بيهندو هو ۽ نه رڳو ايترو پر ضرورت پوڻ تي اتان به پاڻي سولائيءَ سان نيڪال ٿي ويندو هو. گهٽي ياڱي پَٽَ ساليان ڇڙَ ۾ ٻڏندا هئا، اتي پانت پانت جا گاهه (ڪٽڪ ۽ جَوَن سوڌو)، ٻوڙا ۽ ٻي ساوڪ ڦٽي جهنگ جو روپ وٺندي هئي ۽ ڪپرن ويجهو مٿاهان پٽ ٻير، لئي، ڪنڊي ۽ عام توڙي جاگري ٻير وغيره جي وڻن سان ڍڪجي ويندا هئا. ڪي مٿاهان ٽڪرا ته ڪڏهن ڪونه ٻڏندا هئا ۽ سڄو سال رهڻ جهڙا هوندا هئا.

سمجهيو ويندو هو ته ڊيلٽا جي آسپاس وارو علائقو ماڻهن جي رهڻ لاءِ مناسب نه هو، پر ائين ڪونهي. هاڻوڪي حيدرآباد کان هيٺ، ڊيلٽا واري علائقي ۾، اٿل وارن ڏينهن ۾ هزارين ٻيٽ ٺهي ويندا هئا، پر ته به ڪوڙ هنڌن تي ساريون ٿينديون هيون. آڪٽوبر ۾ پاڻي لهي ويندو هو ته پاڻ هرتا گاهه، ٻوڙا ۽ ٻيلا ڦٽي ويندا هئا ۽ مٿن ماڻهن جون ڳئون، مينهون، رڍون، ٻڪريون ۽ اٺ پلبا هئا. ڊنڊن ۽ ڊورن ۾ پاڻي بيهي ويندو هو، جتي جهجهي تعداد ۾ مڇي، پکي، ٻاهران لڙهي آيل ٻجن مان ڦٽل وڻن جا ميوا، بيهي مڱ ۽ ٻوٽن جون پاڙون جهڙوڪ ڪمَ، لوڙهه، پَبڻ ۽ ٻِهه وغيره ٿيندا هئا، جيڪي ماڻهو شوق سان کائيندا هئا. ڊنڊن مان ڪاڏي ۽ ٻَلَ واريون شيون، اوتري ئي نهري زمين جي پيٽ ۾، وڌيڪ لهنديون هيون. اونهاري ۾ اچ وڃ ڪٺجي وڃڻ ڪري، هندوستان جا زوراور بادشاهه به هي پرڳڻو پنهنجي ملڪ سان گڏ رکي نه سگهندا هئا، تنهنڪري هتان جي حڪمرانن کي پٽي تي ڏئي ڇڏيندا هئا. سومرن جي ٽي سو چاليهه سال بادشاهي هلڻ، دهلي سلطنت جي لاڙ تي سڌي حڪومت نه ڪري سگهڻ جو شاندار مثال آهي. خاص ڪري سڪار جي پڇاڙيءَ کان پوءِ، جن ڏينهن ۾ سومرن ۽ سمن ٺٽي شهر کي پنهنجي راڄڌاني بڻايو، ماحول جي اثر ڪري به لاڙ جون ٻنيون سڄي ملڪ کان پليون ٿي پيون.

ماضيءَ ۾ سنڌ جي سماجي تاريخ تي جنهن شيءِ جو وڌ ۾ وڌ غلبو رهيو آهي، سو هو سنڌ جو ماحول، جنهن جا روپ هر پيري گهٽي ياڱي سنڌو درياءُ ئي گهڙيندو رهيو آهي. پنين پنج هزار سالن تي نظر ڊوڙائبي ته لڳندو ته انسان ڪچي ۾ ڪنهن جاءِ تي آباد ٿي، ڇرَ جي پاڻيءَ تي پوک ڪرڻ، واهه کوٽائي پوکائيءَ جي مند ۾ ٻنين تائين پاڻي پهچڻ جي پڪ ڪرڻ، زندگي گهارڻ ۽ ٻچا ڄڻڻ، وسنديون، واٽون ۽ ٻيڙيون اڏڻ، ۽ واپار لاءِ واڌو زرعي اپت اپائڻ کي پنهنجو ڀاڳ سمجهندو هو. تنهن کان پوءِ آيا واهه سنڀالڻ وارا، ڍلون اوڳاڙڻ وارا، شهر، شهري عامل، ڌرم پرچارڪ، سپاهي ۽ بادشاهه، پر انهن مان ڪو ڪو سڀاڄهو هوندو هو، نه ته گهٽي ياڱي ڪٽر ڌرمي جابر (ديوتا، اوتار، پيغمبر، امام، مها وَلي ۽ ظِلِ سبحاني جي دعويٰ ڪرڻ وارا) هوندا هئا. ماڻهو محنت ڪري پنهنجي مطلب جو ماحول ٺاهي، پنهنجي لاءِ ڪاڏي، مال لاءِ گاهه، اجهي ۽ واندڪائي جو آٿت ڪري مَسَ ويهندو هو، ته ڪنهن ڏهاڙي، گهٽ ۾ گهٽ هر ٻن صدين ۾ هڪڙو ڀيرو، سنڌو درياءَ جي وهڪري ۾ وڏو ڦيرو اچي ويندو هو: واهه بند ٿي ويندا هئا، ٻني آباد نه ٿي سگهندي هئي، وسنديون ويران




نقشو نمبر 51
1755_1758ع: سنڌو درياءَ جي وهڪري ۾ ڦيرا




نقشو نمبر 52
1250ع ۾ پوءِ: سنڌو درياءَ جي ساڄي پرتي سکر_بکر گارج ۾ پاڻيءَ جي چڙهيل سطح جي ڪري وري وري ايندڙ ٻوڏ جوگس




نقشو نمبر 53
سنڌو درياءَ پاران ٺاهيل ڏکڻ سنڌ جي ڌرتيءَ جي جيومارفالاجي

ٿي ويندڙيون هيون، ماڻهن جو گذر مال تي وڃي بچندو هو ۽ انساني آباديءَ لاءِ ڪاڌي جي کوٽ پيدا ٿي ويندي هئي. ٻن ڪان ٽن ڏهاڪن سالن اندر بکن، ڏڪار، بيمارين ۽ بيوسيءَ سبب اڌ ماڻهو وڃي بچندا هئا. بادشاهت به هيٺي ٿيڻ لڳندي هئي. بغاوتون ۽ سازشون ٿينديون هيون، راڄ ڏٽي متجي ويندا هئا ۽ ماڻهو نون وهڪرن تي ان آسري نوان واهه اڏڻ شروع ڪندا هئا ته ٻيهر آفت ڪانه ايندي. پر وري جڏهن درياءُ وهڪرو مٽائي ويندو هو ته سندن پونير مرڻ لڳندا هئا. اهو قصو اٺويهين صديءَ تائين ائين دهرائبو رهيو ۽ ويهين صديءَ جي ٽيڪنالاجيءَ درياءَ کي سورهن ڪلوميٽرن اندر قيد ڪري ڇڏيو.

سنڌ جي تاريخ آڳاٽن جُڳن ڪان وٺي اهڙي عجيب هلندي آئي ۽ سومرن جي دؤر ۾ به ساڳي ٿي هئي. اها ڳالهه ثابت ٿي چڪي آهي ته سنڌ ۾ درياءَ جو پيٽ توڙي پاسا پٽي صدين تائين هر سال لٽ جو هلڪو تهه جمڻ ڪري هوريان هوريان مٿي ٿيندا رهيا آهن ۽ گذريل ڇئن هزار سالن جي انگن اکرن مطابق درياءَ جو پيٽ موهن جي دڙي ۽ ٻين پراڻن ماڳن ڪان ڇئن کان ساڍن ڇئن ميٽرن تائين مٿي ٿيو آهي. مطلب اهو ته هڪ صديءَ ۾ سراسري اٽڪل ڏهه سينٽي ميٽر تهه جمندو هو، پر هرهنڌ، هرسال ۽ هر دؤر ۾ هڪ ڪرو ڪڏهن به نه جميو.

ائين ڪٿي چئجي ته انهن ڳالهين سبب سنڌ ۾ ڪاڌ خوراڪ جي واڌو اپت ٿيڻ لڳي، ماڻهو آسودا ٿيا ۽ حملي آورن جو لاڙ تائين پهچڻ ڏکيو ٿيو. ڌرتيءَ جي بيهڪ سبب شهداد ڪوٽ، لاڙڪاڻو ۽ دادو ضلعي جا رهواسي امير ترين بڻجي ويا. سنت ئي سمن زور ورتو ۽ سومرن کي هٽائي راڄ ڏٽي تي ويا، جو انهن جو زور صرف لاڙ ۾ وڃي بچو هو. سنڌوءَ جي چال سنڌين تي سدائين اثر ڪيو آهي؛ آسودگي، غربت، ڏِو ۽ بک بدحالي، هر صورت ۾. هن تي تفصيلي بحث اڳتي آبپاشي نظام واري باب ۾ ڪيل آهي.

## درياءَ جا وهڪرا ۽ آسودگي

سومرن جي دؤر ۾ درياءَ جا وڏا وهڪرا هي هئا:

* سنڌو درياءَ جو اولاهون واهڙ، گڊو بئراج جي مٿئين پاسي ڪان نڪري، ڪنڌڪوٽ جي اولهه، ٺل جي اوپر، شڪارپور جي اولهه، ميرو خان ۽ ڊرگهه ڊِنڊي ويجهو رتي ديري جي اولهه، قمبر جي اولهه، وارهه ۽ جوهيءَ جي اوپر، ڳاڙهيءَ (ڪَڪَڙ ڪان 13 ڪلوميٽر اتر اولهه) ويجهو فريد آباد جي اولهه مان، الهندي ناري سان گڏ گڏ منڇر تائين وهندو هو ۽ اتان دانستر يا اڙل واهه سيوهڻ ويندو هو، جيئن نقشي ۾ ڏيکاريل آهي. معاشي اعتبار ڪان هي پوري سنڌ ۾ اهم ترين واهڙ هو. هي وهندو به ٻارهن ئي مهينا هو. سمن جي دؤر (15هين صدي) ۾ ابڙن گهاڙ واهه کي وڌائي هن ۾ آٽي وڌو، ڇاڪاڻ ته هن جو مٿيون پاسو سڪو پيو هو. انهي ڪانپوءِ گهاڙ ۽ الهندي ناري تر کي ورسائي ڇڏيو. جوٽاٽي شهر به، وارهه ڪان اٽڪل 3 ڪلوميٽر ڏکڻ اولهه تي، هن واهڙ تي هو.

* سنڌو درياءَ جا ٻئي واهڙ: گهاڙ ۽ الهندو نارو، سمن جي زماني جا آهن. لاڙڪاڻي ۽ دادو ضلعي جي اترئين پاسي کي سنڌ جي جنت بڻائڻ وارا اهي ٻئي واهه هئا. هنن ٻنهي ۽ سومرا دؤر ۾ جوٽاٽيءَ ويجهو وهندڙ واهن ۾ سڄو سال ٻيڙيون هلنديون هيون.

* ڪاٻي پاسي، روهڙيءَ ڪان نوابشاهه تائين وچولي سنڌ ۾، درياءُ لڳ ڀڳ 2،000 سالن تائين (3،000 ق-م ڪان 1250ع)، الور گارج مان ٿورو ٿورو وهندو رهيو ۽ ان تي رُڙ (الور)، روڙي (روهڙي) شهر نالي هڪڙي ننڍڙي وسندي پنج ڪلوميٽر اتر طرف اسري، ڇاڪاڻ ته درياءَ بکر گارج وٺان ٻيو واهڙ ڪيڻ لاءِ ڪاڏ پٽي ڪئي. "رُڙ" تي سگهي ٿو ته آريائي گرنٿن (ڪتابن) ۾ آيل "رُرُوڪا" هجي. سکر-روهڙي گارج مان 1250ع تائين ٿورو پاڻي وهندو هو، اڳتي هلي الور واري وٿيءَ مان پاڻي وهڻ بند ٿيو ته سمورو پاڻي هتان وهڻ لڳو ۽ الور اجڙي ويو. سکر-روهڙي گارج ويڪري ٿي ۽ درياءَ جي وچ تي چار ٽڪريون رهجي ويون. نظر ائين ٿو اچي ته اهي چار ٻيٽ سومرا سرڪار، مسلمانن، هندن ۽ ٻوڌين هڪڙو هڪڙو ورهائي ڪنيا. سرڪار بکر ٻيٽ ڪٽي ان تي قلعو اڏيو، مسلمانن پنهنجي ٻيٽ تي خواجه خضر (ت. 129) يا زنده پير جو مقبرو ٺاهيو، هندن ساڌٻيلو (ت. 130) والاري اتي مندر ٺاهي ڇڏيو ۽ ٻوڌين استوپا اڏيو، جنهن جي مٿان مغل گورنر ابوالقاسم پنهنجي خاندان وارن جون قبرون ٺهرايون ۽ اڳتي هلي اهو سَتين جي آستان نالي مشهور ٿي ويو. ان مان ظاهر ٿئي ٿو ته سومرن جي سرڪار ۾ ڌرمي مت ڀيد يا ڏاڍ نه هو. ان دؤر ۾ سنڌ ۾ رڳو اهي ئي ڌرم هئا ۽ 1351ع تائين منجهن رس رساءُ رهيو. الور وٿيءَ مان درياءَ جي وهڻ واري زماني جي هڪڙي دلچسپ يادگار اوپر خيرپور واهه وارو ڪچو آهي، جتي پوءِ پاڻي درياءَ جي وڏي واهڙ لوهاٽي ڍوري مان ايندو هو. هي واهڙ سکر جي اولهه مان ٿيندو سکر گارج جي وچ مان وڃي لنگهندو هو.

نقشو نمبر 54

## هاڪڙي درياءَ جو سڪڻ

درشادوتي، هاڪڙي، لوٽي ۽ ستلج دريائن جا 2.5 ملين کان 1000 ق-م تائين وارا ۽ بياص ۽ سنڌوءَ جا تاريخي جڳن دوران وارا پراڻا وهڪراء.



* درياءُ، بکر گارج يا وٽيءَ مان اوپر خيرپور واهه جي پاسي پاسي سان ڪوٽ ڏيجيءَ جي پرسان وهندو هو، اتان ڏکڻ -اوپر طرف هلڪڙو وکڙ ڪري لوهاڻي ڍوري سان وجي ٿي مليو. لوئر انڊس رپورٽ ( 1965LIP) ۾ ڄاڻايل خيرپور وهڪرو اهو آهي ۽ هاٽوڪي روهڙي واهه جي پاسي پاسي سان سڪرنڊ تائين هو. دولتپور ويجهو يا ٿورو هيٺ، "S" وکڙ جي ڪري، سنڌو درياءَ مان ڏکڻ-اوپر طرف ڪوڙ واهڙ نڪتا. انهن مان هڪڙو نوابشاهه جي اوپر مان ٿيندو ساماري وهڪري ۾ وڃي ٿي پيو، برهمڻ آباد شهر انهي جي ڪَڙَ سان هو. درياءُ برهمڻ آباد- منصوره جي 1026ع ۾ ڦٽڻ ڪان ستت پوءِ هي وهڪرو ڇڏي ويو. خيرپور وهڪرو يا لوهاڻو ڍورو، سنڌ ڍوري (LIP مطابق ڪنڌڪوٽ وهڪرو) سان مليل هو ۽ هاٽوڪي سڪر جي اولهه ۾ وهندو هو. Holocene (گذريل ٻارهن هزار سالن وارو دؤر) جي شروعات ڪان وٺي ايرندي ناري يا هاڪڙي جي اتل جو پاڻي هاٽوڪي جمڙائو هيڊ يا ريگيوليٽر واري جاءِ وٽ ٽن يا گهٽ ۾ گهٽ ٻن واهڙن ۾ پوندو هو ۽ سنڌوءَ جا ڪوڙ وهڪرا ٻه اتي اچي ساڻن گڏبا هئا. سيني ۾ پراڻو وهڪرو سانگهڙ ۽ انهي ڪانپوءِ سامارو وهڪرو ۽ هاڪڙي جو جمڙائو واهڙ هئا. برهمڻ آباد هنن جي ٻيل جي وچ واري ٻيٽ تي هو. برهمڻ آباد-منصوره جي ڦٽڻ ڪان ستت پوءِ يا 1051ع ڪان اڳي درياءَ سامارو وهڪرو ڇڏيو تہ نئين شهدادپور وهڪري جي اهميت وڌي ۽ سومرن ٽندي غلام عليءَ ويجهو مٿس پنهنجو راڄڌاني شهر نري اڏيو. درياءَ جا هَڙئي وهڪرا يا واهڙ؛ سانگهڙ، سامارو يا شهدادپور، ڍوري پراڻ ذريعي ايرندي ناري يا هاڪڙي سان اچي ٿي مليا. ميرپور خاص اسٽوپا (ڊاليا)، جنهن تي شايد اڳتي هلي بائضا نالو پيو، انهي تي آباد هو. ڍورو پراڻ سومرن جي دؤر ۾ تار وهندو هو.

* ڏکڻ سنڌ ۾ درياءَ جي وهڪري ۾ ٻيو ڦيرو ڪاٻي پاسي آيو ۽ نصرپور وهڪرو ٿيو. ممڪن آهي تہ درياءَ هالا ڪان هيٺ پنهنجو وهڪرو 1225-1250ع ڌاري مٽايو. هي وهڪرو هالا، اڏيرو لال، نصرپور، شيخ پرڪيو ۽ ٽنڊو محمد خان هو. اتي درياءُ ورهائجي بلڙي ۽ گونگڙو واهڙ ٿي ويا. بلڙي واهڙ وري ورهائجي ڪلري ۽ بگهاڙ واهڙ ٿي ويا. درياءَ شهدادپور وهڪرو ڇڏيو تہ سومرن نريءَ کي ڇڏي جاتيءَ جي اتر ۾ سنڌوءَ جي نصرپور وهڪري جي ڪَڙَ سان شاهہ ڪپور (محمد ٺور يا مهاتم طور) کي پنهنجي راڄڌاني اچي بڻايو.

* سنڌو درياءَ جي ساڄي پاسي ڪلري واهڙ جي ڪَڙَ سان پنيور شهر (باربيريڪان يا ديبل) وسيل هو، ڪلري اتان ڇڏي ڏکڻ اوپر طرف وڏو وکڙ ڪري مڪليءَ جي ٽڪرين جي بلڪل پر ۾ اولهہ پاسي ڪان وهڻ لڳو ۽ هي شهر اجڙي ويو. 1524ع ۾ ڪلري ئي اصل درياءُ هو ۽ شروعات وارا لاڙي بندر سيئي هن تي ٿيا. ڪلري ۽ بگهاڙ جي هن ڦيري سان ٺٽي ۽ مڪليءَ جي ٽڪرين ٻيٽ جو روپ ورتو. 1300ع ڌاري يا ٿورو پوءِ آبي ذخيرن جي ڪجهہ ڦيرن سومرن کي پنهنجي راڄڌاني شاهہ ڪپور کي ڇڏي ٺٽي اچڻ تي مجبور ڪيو.

* درياءُ بکر گارج مان 1250ع تائين پرجي ڪونہ وهيو، باقي 1333ع جي تہ پڪ آهي.

* 1225- 1250ع ڌاري شهدادپور واهڙ ڦري نصرپور واهڙ ٿيو، ان ڪري اوپر پراڻ سڪي ويو ۽ ڪاهو جو دڙو (ت. 395) اجڙي ويو، پر اولهہ پراڻ ۽ ريڻ نديءَ ۾ سنڌوءَ جي چاڙهہ جو پاڻي اچا ٻہ ايندو هو.

* اتر اولهہ سنڌ ۾ سنڌوءَ ۽ ستلج جي چاڙهہ وارا واهڙ هرسال وهي، خانڳڙهہ واري ڪڇي کي پاڻي پهچائيندا هئا ۽ واڌو پاڻي اٿلي ايرندي ناري يا هاڪڙي ۾ وڃي پوندو هو. ساڳي ريت سنڌو درياءَ جي اٿل جو پاڻي گهوٽڪي ضلعي ۾ وڃي هاڪڙي ۾ پوندو هو. اهو واڌو پاڻي گهٽو ڪري ڪنهن سال ٻہ ڇهن مهينن ڪان وڌيڪ ڪونہ هلندو هوندو، پر تڏهن ٻہ اٻاوڙي، ماٿيلي، گهوٽڪي ۽ روهڙي تعلقن ۾ ريتيءَ ڪان روهڙيءَ تائين خانڳڙهہ واري ڪڇي سوڌو ارءُ جون پوکون جهڙوڪ جور ۽ ٻاجهريءَ ڪاهڻ جيترو ٿي ويندو هوندو. هتان ڪڇي مان پاڻي ايرندي ناري ۾ وڃي پوندو هو ۽ ايرندي ناري مان وري جمڙائو هيڊ ڪان هيٺ سانگهڙ ۽ ميرپورخاص ضلعن واري ڪڇي کي پڄندو هو .

هنن سيني وهڪرن جي ڪري سنڌ سڪي ستابي هوندي هئي، تنهن ڪري پر ڳٽي جي حڪومت آرام سان پئي هلي، پلي جو گاديءَ جا هنڌ مٽبا رهيا.




نقشو نمبر 55

**سنڌ جو آبهوائي نقشو**
**ساليانو مينهن وسڻ**

**(900_1200ع ھاڻ کان وڌيڪ**
**مينهن وسندا ھئا)**




نقشو نمبر 56

**سنڌ جو آبهوائي نقشو**
**ساليانو پاڻي ٻاڦ ٿي اڏامڻ**




تصوير نمبر 157

سڪار جا ڏينهن (900- 1200ع)
۽ گذريل 1100 سالن دؤران آبهوا

باب سورهون

# سومرن جي دؤر ۾ آبپاشي نظام ۽ زراعت

## سوکهڙو، عربن جو سنڌ وارن ۽ سنڌن خلاف 140 سال گهرو ويڙهه (711_854ع)

700کان 900ع تائين سڄي دنيا ۾ سوکهڙو رهيو. اسلام جي پکڙجڻ ۽ ڏکڻ يونوِچ پر ڳٽي ۾ بازنطيني ۽ ساساني شهنشاهتن جي ڪمزور ٿيڻ جو سبب 630ع ۾ منهن ڪيندڙ سوکهڙي ڪي سمجهيو وڃي ٿو. 700ع ڌاري سنڌو درياءَ وهڪرو مٺائي ڏکڻ سنڌ جا سڀ واهه ڦٽائي ڇڏيا هئا، جنهن سبب ماڻهو اهو تر ڇڏي ٻين هنڌن ڏانهن هليا ويا ۽ محمد بن قاسم جو عرب لشڪر اتان بنا رنڊ روڪ اڳتي وڌندو ويو. ٿورڙن سالن جي سوکهڙي سنڌ کي ايڏو ته لوڏي ڇڏيو هو، جو اها سولائيءَ سان عرب لشڪر جو شڪار ٿي وئي. 714 کان 854ع تائين، 140 سالن دؤران، سنڌ تي اموين جا يارهن ۽ عباسين جا اٺتيهه گورنر آيا. سوکهڙي سبب سنڌين جي اڪثريت جو گذر سفر مال متاع تي وڃي بچيو. درياءَ جي وهڪرو مٽائڻ ۽ عرب گورنرن جي سنڌ جي آبپاشي نظام بابت اڻڄاڻائيءَ سبب واهن تي پوک گهٽجي وئي. ماڻهو ڍل ڀرڻ جهڙا ئي ڪو نه رهيا. وري جڏهن عرب گورنر سوڙهو ڪندا هئن ته ڇتا ٿي پوندا هئا. ايتري تائين جو دمشق ۽ بغداد پنهنجا موڪليل 21 گورنر ان ڪري معزول ڪيا ته اهي بغاوتون دٻائي نه سگهيا، سنڌن 13 گورنر جهيڙن جهڻن ۽ مهاڏن ۾ مارجي ويا، صرف پنج گورنر عزت سان جيئرا جاڳندا موٽي ملڪ پهتا ۽ فاتح سنڌ محمد بن قاسم کي سياسي بنيادن تي واپس گهرائي قتل ڪيو ويو. گهرو ويڙهه جي نتيجي ۾ حڪومت هبارين جي هٿن ۾ هلي وئي. هي عرب نسل جا هئا پر سنڌن وڏا سوا سو سالن تائين سنڌياڻيون پرڻبا رهيا ۽ هوريان هوريان سنڌي ٿي ويا هئا. ساڻن تر جي ماڻهن جو ساٿ به هو ۽ قدرت به مهربان ٿين؛ 900ع ڌاري آب هوا سڌرڻ لڳي ۽ اپت ۽ آدم ٻئي به وڌيا.

## سُڪار، سياڳا هباري ۽ شروع وارا سومرا

900-1250ع وارو دؤر سڄي دنيا ۾ گرم ترين دؤر سمجهيو وڃي ٿو. ان دؤر ۾ مينهن گهڻا وسندا هئا ۽ سنڌوءَ سوڌو سيني دريائن ۾ پاڻي جام ايندو هو. اهو دؤر سڪار وارو دؤر ڪونجي ٿو.

هن دؤر ۾ اموي ۽ عباسي گورنرن جو اجاڙيل آبپاشي نظام ٻيهر سڌريو ۽ هوريان هوريان انساني آبادي وڌڻ سان آبپاشي نظام جي پکيڙ به وڌي. زرعي اپت ايتري واڌو لهڻ لڳي جو ڏيساور واپار سان گڏو گڏ حڪومت، سپاهه ۽ شهري آباديءَ کي به هٿي ڏنائين. اموين ۽ عباسين جي دؤر ۾ آبادي پڪ گهٽي هوندي، هبارين جي دؤر ۾ آبپاشي نظام سڌرڻ سان آدم ٻيهر وڌيو ۽ واهن تي پوک پڻ وڌي.

1000- 1525ع ۽ 854- 1011ع دؤرن وارن نقشن ۾ هبارين جي بادشاهي، نائين ۽ ڏهين صدين ۾ درياءَ جا وهڪرا ۽ اهم شهري مرڪز ڄاڻايل آهن. هبارين جو ڀاڱ پلو هو جو سنڌو درياءَ جا قدرتي واهڙ سڄي پر ڳٽي ۾ هڪ ڪرا هوندا هئا. مثال طور:

* سنڌوءَ جو اولاهون واهڙ ڪنڌڪوٽ ۽ ڪشمور جي وچ تان درياءَ مان نڪري، ڪنڌڪوٽ ۽ ٺل تعلقن مان ٿيندو شهدادڪوٽ تعلقي تائين ۽ اتان ڏکڻ وڪڙ ڪري منڇر ۾ وڃي پوندو هو.
* هڪڙو واهڙ مٿان شڪارپور جي اتر اوير وٽان نڪري، هاٿوڪي وارهه برانچ ۾ اچي ٿي پيو. اتان وري ڏکڻ هليو ٿي ويو ۽ ڪڪڙ جي ويجهو اولاهين واهڙ سان وڃي ٿي مليو.
* درياءُ پاڻ ڪنڌڪوٽ ۽ سکر تعلقن ۾ سنڌ ڍوري مان وهندو هو ۽ رڪ وٽ ڏکڻ اوير وڪڙ ڪري لوهاٽي ڍوري ۾ اچي پوندو هو.
* هڪڙو واهڙ نوشهري وٽان اولهه طرف نڪري قاضي احمد ويجهو اڙل واهه (منڇر ۾ پاڻي آڻڻ ۽ نِيَڻ وارو) سان وڃي ٿي مليو.
* هڪڙو ٻيو واهڙ درياءَ جي اوڀارين ڪنڌيءَ تي، نوابشاهه کان اٽڪل پنجويهه ميل اتر ۾ نڪري، ساماري تعلقي ۾ ايرندي

## نقشو نمبر 57

# سنڌ جو جَرَ جي پاڻيءَ جو نقشو




نوٽ:

جيئن تہ درياءُ سڪرنڊ، شهدادپور تائين لوهاڻي ڍوري يا خيرپور وهڪري ۽ ساماري وهڪري مان وهندو هو، تنهن ڪري مٿي جر واري ايراضي هاٺوڪي مٺي جر واري ايراضيءَ کان گهٽو اوير تائين هوندي هئي ۽ هاڻي نوابشاهہ کان پوءِ جر کوڙو آهي. اولاهين پاسي مٺو پاڻي ٿي سگهي ٿو تہ ايستائين ئي هجي جيستائين هاڻي آهي.

ناري سان وڃي ٿي گڏيو.

* لاڙ جي واهڻن ۾ ڏورو پراڻ، اولهه پراڻ، احمد راجو ۽ پڇڙي ۾، تلهار کان پنيور تائين، کلري شامل هئا.
* درياءُ پنهنجي سِر گولاڙچي واهڙ مان وهندو هو.
* سرسوتي-هاڪڙو چاڙهه جي ڏينهن ۾ وهندو هو. جيتوڻيڪ پاڻي گهٽ ايندو هئس، پر تڏهن بہ ٿورن ڏينهن ۾ پچندڙ خريف جي پوکن جهڙوڪ ٻاجهريءَ وغيره لاءِ پاڻي ٿي ويندو هو.

## آبپاشي نظام ۽ سومرا

1250ع تائين سڪار هليو ۽ آب هوا بہ گرم رهي. ان جو مطلب آهي تہ انساني آبادي ٽيھ لک کن هوندي ۽ آبپاشي نظام ويهہ لک ايڪڙ کن ٻني آباد ڪندو هوندو.

لاڙ ۾ وسنديون گهٽيون آهن. هبارين ۽ سومرن جي دؤرن جا دريائي وهڪرا پيٽڻ سان پتو پوي ٿو تہ درياءَ پنهنجا پراڻا وهڪرا 1250ع کان سنت پوءِ ۽ وري ٻيهر 1300ع ڌاري ڇڏيا ۽ واهہ ڦٽي ويا هئا.

سومرن پنهنجي شروع واري راڄڌاني منصوره ڇڏڻ کان پوءِ ٽي ڀيرا راڄڌانيون مٽايون. راڄڌانيون مٽائڻ جا سن لڳ ڀڳ هي هئا:

* 1026 ۽ 1040ع جي وچ تي: منصوره کان نري (ماتليءَ کان اٺ ميل اوير ۾). درياءُ منصوره کان اولهہ طرف هليوويو ۽ اتان اوير پراڻ جي بجاءِ اولهہ پراڻ مان ٿيندو ڪوري چاڙهہ (Creek ) ۾ وڃي ٿي پيو، جيڪا هينئر ڪڇ ۾ آهي.
* 1250ع ڌاري درياءُ نري کان اولهہ ۾ نئين وهڪري تي وهڻ لڳو. جُونِ شهر ان جي ڪَڙَ سان هو.
* 1241 ۽ 1256ع جي وچ تي: نريءَ کان محمد ٺور، سنڌو درياءَ جي واهڙ گونگڙي جي ڪَڙَ سان.
* انهن ئي ڏينهن ڌاري درياءَ هاٽوڪي نوابشاهہ ضلعي وارو وهڪرو ڇڏيو ۽ اڏيري لال، نصرپور ۽ شيخ پرڪٽي کان ٽي ٽنڊي محمد خان ويجهو ورهائجي ويو: اوير وارو واهڙ ماتلي، تلهار، بدين، ڪڍڻ ۽ رهمڪي بازار کان ڪوري چاڙهہ ۾ وڃي پيو ۽ اولهہ وارو بلڙيءَ ڏانهن هليو ويو. اهو وري بلڙيءَ ويجهو ورهائجي ٻہ واهہ ٿيا. انهن مان وڏو واهہ ڪلري، ساموئي گارج لڳ وهڻ لڳو ۽ ٿورو ننڍو بگهاڙ، ساڪري طرف هليو ويو.
* ساڳئي ئي دؤر ۾ ڪلري ۽ بگهاڙ واهڻن ۾ هڪ ٻيو ڦيرو آيو ۽ ٺٽو ٻيٽ ٺڄي ويو. 1300 ۽ 1333ع جي وچ تي سومرن محمد ٺور کي ڇڏي ٺٽي شهر کي پنهنجي راڄڌاني اچي بڻايو.

هڪڙو اهم واقعو اهو بہ ٿيو تہ هاڪڙو ٺپ سڪي ويو ۽ سانگهڙ ۽ ٿرپارڪر ضلعن جي واهن تي آباد ٿيندڙ ايراضين تي وڏو اثر پيو. هتي گهڻو ڪري، هاڪڙي ۾ ڇهن کان اٺن هفتن تائين ۽ ڪن سالن ۾ صرف ٽن کان چئن هفتن تائين ايندڙ سنڌو ۽ ستلج دريائن جي چاڙهہ جي پاڻيءَ تي، جور ۽ ٻاجهريءَ جا فصل ٿيندا هئا.

دعويٰ سان چئي سگهجي ٿو تہ ان دؤر ۾ سنڌ مان ڏيساور ويندڙ زرعي شين ۾ ڪپهہ، ڪپڙو، نِير، چانور، کنڊ ۽ آفيم شامل هئا. گهڻو مال ايران ۽ عربستان ويندو هو ۽ اتان وري ٻين ملڪن ڏانهن ويندو هو. ابن بطوطہ 1333ع ۾ سنڌ ۾ هو، تنهن چواڻي هتان جا ماڻهو جور، مٽر، ماهيو کير ۽ مڇي کائيندا هئا. منڇر ڍنڍ جي آس پاس ۽ ٻارهو وهندڙ الهندي ناري جي پاڻيءَ تي آفيم ۽ چرس لاءِ ڏوڏي پوکيندا هئا.

سنڌ ۾ سڪار 1250ع ڌاري تائين هليو ۽ سنت ئي تڏي آب هوا شروع ٿي وئي، جنهن ڪري مينهن پوڻ گهٽجي ويا ۽ دريائن ۾ پاڻي بہ گهٽجي ويو. ٿي سگهي ٿو تہ هاڪڙو درياءُ بہ آب هوا جو ئي شڪار ٿي ويو هجي. پاڻي گهٽجڻ ڪري درياءَ جي وهڪرن ۾ ڦيرا بہ گهٽجي ويا ۽ اهو هالا کان ڪوري چاڙهہ تائين اڏيري لال، نصرپور، شيخ پرڪٽي، ماتلي، بدين، ڪڍڻ ۽ لواريءَ وٽان يَڪو وهندو رهيو.

خشڪ آب هوا 1250 يا گهٽ ۾ گهٽ 1300ع کان پوءِ سومرن لاءِ مسئلا ڪڙا ڪيا ۽ 1333ع کان سنت پوءِ اتر سنڌ ۾ سمن زور ورتو. نيٺ سمن 1351ع کانپوءِ سومرن کان راڄ کسيو. سومرن جون ٻنيون ڦٻائڻ لاءِ سمن ڪين ڏکڻ ايشيا ۾ نيچ سمجهيا ويندڙ ڌنڌن جهڙوڪ ڌوٻي، ڊکڻ، لوهر، ڪنير، حجم، سرن وجهڻ وارا، رازا ۽ رنگولي وغيره تي لائي ڇڏيو. سڪار جي ختم ٿيڻ ڪري واهن مان ٻنين تائين پاڻي اڳي جي ڀيٽ ۾ گهٽ ٿي پهتو، سمن کي سومرن کان پلاند وٺڻ ۽ سندن ٻنيون ڦٻائڻ لاءِ ان ڳالهہ بہ پڙڪايو.

سنڌ ۾ سومرن جي دؤر ۾ بہ ساڳيا هبارين جي دؤر (854-1011ع) وارا فصل ٿيندا هئا. ايراني ۽ عرب سيلانين، سامونڊين ۽ وڻجارن انهن جو ذڪر ڪيو آهي ۽ هيٺ ڏجن ٿا:

* ڪمند اهم ترين فصل ليکبو هو (ڪمند سڄو سال بيهندڙ فصل آهي، جنهن جو مطلب آهي تہ واهن ۾ ٻارهوئي ايترو پاڻي هوندو هو جو ماڻهو نارن تي ڇڪيندا هئا). ٻين فصلن ۾ ليمان، ادرڪ (سنڌ) انب، نارنگيون (سنگترا)، ووڻڻ،













نوٽ:
ڏهاڙي سراسري پنج انچ مينهن وڏي هلچل، ٻوڏ ۽ فصلن ۽ وسندين جي تباهيءَ جو ڪارڻ بڻجي سگهي ٿو.
پنجن ڏينهن ۾ سراسري پنج انچ مينهن پڻ ڪجھ نقصان ڪندو، پر ڏهاڙي پنجن انچن کان گهٽو گهٽ.
ٽيهن ڏينهن ۾ سراسري پنج انچ مينهن فائديمند آهي.
نوٽ علائقن ۾ پويان ٻئي مال لاءِ گاھ ڦٽڻ ۾ مددگار ثابت ٿيندا.

**نقشو نمبر 61**
سنڌ جا آبهوا آثار ٿاهيل ننڍا پرڳڻا (گرمي ۽ ٿڌ جا ايڪا)

**نقشو نمبر 60**
ٽيهن ڏينهن ۾ سراسري اٽڪل 5 انچ مينهن پوڻ

**نقشو نمبر 59**
پنجن ڏينهن ۾ سراسري اٽڪل 5 انچ مينهن پوڻ

**نقشو نمبر 58**
ڏهاڙي سراسري اٽڪل 5 انچ مينهن پوڻ

ساريون، ڪٽڪ، جور، ٻاجهري، ڪافور، زعفران، جيرو، گل ٻوٽا، پنسار (دوائن ۾ ڪم ايندڙ ٻوٽا) ڪنوار ٻوٽي ۽ ماڪي (ٻيلن، باغن ۽ گلن ٻوٽن مان) شامل هئا. اسطخري ٻڌائي ٿو ته سڄو ملڪ ٻوڪن، باغن ۽ وٽڪار سان ڍڪيل هو. عرب ليکڪن جو ڌيان ٻن ميويدار وڻن طرف نه ويو آهي: هڪڙو ڄمون ۽ ٻيو ٻير (عام ۽ ڄاڳرو). وڌيڪ تفصيل ماٺهن جي ڪاڌي واري باب ۾ ڏنل آهي.

ڪٽي citrus (ليمي جي نسل وارا هڙئي ميوا) جي اصل جنم ڀومي هندوستان ۽ منٽي citrus جي چين آهي. ڏهين صدي عيسويءَ ۾ منو citrus هندوستان پهچي چڪو هو ۽ پوڪجڻ لڳو هو. گرم آب هوا سبب citrus سنڌ ۾ به ٿي سگهي ٿو، پر ساهه (آڪسيجن) جي گهٽي کپ سبب سندس مناڻ (ڪاربوهائيڊريٽ) جهٽ ڳري ويندا آهن ۽ سنڌ ۾ citrus جلدي کٽاڻ چڙي منو ٿي ويندو آهي. جيڪڏهن جلدي نه پٽبو ته معيار گهٽائي ويندو آهي. تنهنڪري سنڌ ۾ citrus اجا ٿورو کٽو ئي هوندو آهي ته پٽڻو پوندو آهي. عرب سيلانين سنڌ ۾ ٿيندڙ citrus نسل جي سيني ميون کي ليمون ڪوٺيو آهي.

## سومرن ڪان پوءِ آبپاشي نظام جو حال

هن دؤر جي آبپاشي نظام بابت سڌا ثبوت بنهه ٿورا آهن، پر ڪوڙ سارا اڻ سڌا ثبوت ڄاڻائين ٿا ته هڪ سٺو سنڀاليل آبپاشي نظام موجود هو. هڪڙو ڦيرو اهو آيو ته اولاهين پاسي هاٽوڪي دادو ضلعي ۾ هاٽوڪي راڌڻ اسٽيشن سامهون سنڌوءَ مان هڪڙو ٿونٽ شڪل ۾ واهڙ نڪتو، جيڪو ڦري بوبڪن سامهون تلٽيءَ جي ڏکڻ ۾ درياءَ ۾ اچي ٿي پيو. تن ڏينهن ۾ دادو ضلعي ۾ پاڻيءَ جا ٽي پلوڙ ذريعا موجود هوندا هئا: مينهن جي پاڻيءَ سان وهندڙ اولاهون واهڙ، درياءُ پاڻ ۽ ٻنهي جي وچ تي هيءُ ٿونٽ جي شڪل وارو واهڙ. ڍنڍن جي قطار: ماها، ستيارو، جاڪپتري، پيرڳٽيو، تلٽي ۽ ٻيون ننڍيون ننڍيون ڪوڙ، ان سلسلي جي يادگار آهن. هنن جي ڪري باغبان شهر جي اهميت وڌي وئي ۽ سيوهڻ سرڪار سڄي سنڌ جي امير ترين سرڪار بڻجي وئي.پنجن تاريخن: ترخان نامه، طاهري، مظهر شاهجهاني، معصومي ۽ بيگلارنامه ان دؤر جي واهن جا هيٺيان نالا ڏنا آهن. ٿي سگهي ٿو اهي واهه سومرن جي دؤر جا هجن:

* مير ابڙو واهه: چاندڪا پرڳڻي (لاڙڪاڻي ضلعي) جو وڏو واهه، ابڙن کوٽايو ۽ وڏو علائقو آباد ڪندو هو. اهو ٿي سگهي ٿو گهاڙ يا ان کان اڳ جو ڪو واهه هجي. مظهر شاهجهانيءَ مطابق هن جي بهترين سنڀال ٿيندي هئي.
* خان واهه: دريا خان سنڌو درياءُ مان نٽي جي اتر ۾ ٽڪرين جي پاڙ مان ٻن مقصدن سان کڍيو: هڪ ساڪري پرڳڻي کي آباد ڪرڻ ۽ ٻيو نٽي جو بچاءُ. هي پڪ ڪو وڏو واهه هوندو ۽ هاٽوڪي ڪلري واهه واري جاءِ تان وهندو هوندو، جيئن تاريخ طاهريءَ ۾ ڄاڻايل آهي.
* دريا خان ٽن جابلو نئين نارڙي، ٻوري ۽ نئينگ کي گڏائي دريا خان واهه ناهيو ۽ منڇر ۾ آڻي وڌائين. هن واهه تي نيرون پرڳڻي ۾ پوک ٿيندي هئي.
* سارواهه يا سوراهه جبل جو پاڻي (ممڪن آهي گاج) موڙڻ لاءِ کوٽيو ويو.
* ڪائي ۽ نئينگ چشمن تي به پوک ٿيندي هئي.
* مارئي واهه: ماها ڍنڍ (ڪڪڙ تعلقي) مان نڪري، دادو تعلقي جي هاٽوڪي ڳوٺ ابراهيم ڪڇيءَ ويجهو ديهه مارئيءَ تائين پاڻي پڄائيندو هو.
* داديجي واهه: هن تي اهو نالو داديجي نالي ڳوٺ تان پيو. هي نار ڳوٺ جي پر مان ٿيندو بوبڪ پرڳڻي تائين پاڻي پڄائيندو هو.
* بولان نئين منڇر ڍنڍ ۾ اچي ڇوڙ ڪندي هئي. سندس پاڻي پوک ۾ ڪم آڻڻ لاءِ ڪيس ورائي واهن ۾ وڌائون. مظهر شاهجهاني اهڙا به واهه سارواهه ۽ موز واهه ڄاڻايا آهن، جيڪي سبي ۽ گنداوا ضلعن کي پاڻي پڄائيندا هئا.
* انهن ڏينهن ۾ ايرندو نارو سڪي چڪو هو ۽ تاريخ طاهريءَ مطابق هاڪڙو، واهند ۽ واهڻ وغيره نالن سان ڪوٺبو هو.
* بيگلار نامه ۽ مظهرشاهجهانيءَ ڪوڙ سارن واهن ۽ ڍنڍن جا ساڳيا نالا ڏنا آهن ۽ انهن کي آب ۽ ڪولاب ٻنهي نالن سان ڪوٺيو اٿن. ڍنڍون چاڙهه وارن ڏينهن ۾ پربيون هيون ۽ انهن مان واهه (اصل ۾ واٽر ڪورس ۽ ننڍڙيون شاخون) نڪرندا هئا. واهه ۽ ڪولاب هتي هتي هئا :

- چنيجا واهه: نٽي ضلعي ۾ .
- سبزا واهه: آگهاماٽي ويجهو، ماتلي تعلقي ۾ .
- ڪاٽيڙو واهه: نٽي ضلعي ۾ (هن جي ڪنارن سان گنهوَر ذات جا ماڻهو رهندا هئا).
- ناهن واهه: سنڌو درياءَ جي واهڙ پراڻ جي ڪناري.
- تلاءُ سهتا: نوابشاهه ضلعي ۾ .
- ترنگچي ڪولاب: نصرپور پرڳڻي ۾ .




**نقشو نمبر 62**

**سنڌ جي چشمن جا هنڌ**

نوٽ:

نقشي ۾ ڏيڪاريل ايراضيءَ ۾ 42 چشما آهن. ڪجھ چشما ٻڙهڪندڙ پاڻي ڏين ٿا. ڏکڻ ايشيا جي گرم پاڻيءَ جي چشمن منجهان 80 سيڪڙو سنڌ ۾ آهن. ڪجھ چشمن جو پاڻي زرعي مقصدن لاءِ پڻ استعمال ٿئي ٿو.

- تاراپاري ڪولاب: نوابشاهه ضلعي ۾ .
- جهاراٽي: شاهه ڳڙهه ڪوٽ ويجهو نصرپور پرڳڻي ۾ .
- ريڻ اگهم: ماتلي تعلقي ۾ . هي ڪو واهه هو ۽ آگهاماٽي ويجهو سنڌو درياءَ مان نڪرندو هو.
- سراڻ ڪولاب: بدين ضلعي ۾ .
- سامرا ڪولاب يا سامارو ڍنڍ: هيءَ ڍنڍ ڪجهه ڏينهن اڳ تائين بہ هئي.
- معهود ڪولاب: ساماري تعلقي ۾ .
- پاڪر ڪولاب: بدين تعلقي ۾ پراڻ ويجهو.
- لامبو ڪولاب (عمرڪوٽ ڍنڍ).
- نهاڻ واهہ: يا تہ الور پرڳڻي ۾ هو يا پراڻ تي پور ڳوٺ ويجهو.
- سپانا واهہ: ٺٽي کان چئن ميلن تي، جيئن ترخان نامہ ۾ سيد مير محمد ڄاڻايو آهي.

## پاڻي ڇڪڻ جي اوزارن جي تاريخ ۽ سومرا دؤر ۾ سندن ضرورت ٻوڪو يا شدوف

لڳي ائين ٿو تہ ٻوڪو سنڌ ۾ وچ هندوستان مان آيو. دکن ۽ مڌيہ پرديش ۾ بہ هوبهو اهڙو ٻوڪو استعمال ٿيندو آهي. ٻوڪو سنڌي نارَ کان هڪ ليکي بهتر آهي تہ منجهانئس پاڻي گهٽ ۾ گهٽ موٽي کوهہ ۾ ڪونہ ٿو هارجي. هي چانهہ جي ڪتليءَ جهڙو هوندو آهي ۽ انهي وانگر تِڻ هوندي اٿس. هيٺ لاهڻ ۽ مٿي ڇڪڻ لاءِ مٿان رسو ٻڌبو اٿس. رسو گرٽي يا Pulleyتي چڙهيل هوندو آهي. ٿورو هيٺ ٻوڪي کي پاسيرو ڪري پاڻي اوتڻ لاءِ هڪڙو ننڍڙو گرٽو بہ هوندو آهي. پريل ٻوڪو جڏهن هيٺئين گرٽي کان مٿي ايندو آهي تہ ڇڪي پاسيرو ڪبو اٿس ۽ پاڻي هارجي پرسان ناهيل هود وغيره ۾ وڃي پوندو آهي.

## ٻوڪي جون اوڻايون

کوهہ گهڻو هيٺ نہ هوندو تہ هر پيري سان وهٽ کي اڳتي اچي وري پٺيءَ ڀر پرڪٽو پوندو. وهٽ ڏاڍو ڏکيو ۽ هوريان هوريان پرڪندو آهي. پر جي کوهہ گهڻو هيٺ آهي تہ پوءِ ٺيڪ آهي ڇو جو وهٽ کي اڳتي پوئتي ورائي سڌو وهائي سگهجي ٿو.

گهٽ ۾ گهٽ هڪڙو ماڻهو وهٽ کي سنڀالڻ لاءِ ۽ ٻيو گرٽي ۽ رسيءَ کي سنڀالڻ لاءِ کپي.

ٻوڪي تي لاڳت نارَ کان گهڻو گهٽ ايندي آهي، پر ٻہ ماڻهو سيڙائڻ کان پوءِ بہ في ڪلاڪ نارَ جيترو پاڻي ڪو نہ ڏيندو آهي، جڏهن تہ نارَ کي ٻار بہ هڪلي سگهي ٿو.

## سنڌي نارُ (ت. 167 – 174)

سنڌي نارُ گهڻو پوءِ ٿيو. منجهس ڳاڏي ڪانيَڻ کي، ڪانيَڻ چڪر کي، چڪر چڪريءَ کي، چڪري لٺ کي، لٺ ڏينگي کي ۽ ڏينگو ماله کي ڦيرائيندو آهي، جنهن ۾ ٻڌل لوٽيون کوهہ مان پرجي اچي ڏينگي جي وچ تي لڳل پاڙڇ ۾ هاربيون آهن ۽ اتان پاڻي اڳتي ويندو آهي. ڏينگي کان اڳ وارو سرشتو "بيوَل گيئر" (Beval (gear جي مٽي مطابق هلندو آهي. چڪر گهڻو ڪري اٿندي ڪيانين ۽ يونانين پتين تي چڙهڻ ۽ پٿر اڇلڻ وغيره جي ڪم ايندڙ سندن جنگي مشينن لاءِ ناهيو. لڳي ائين ٿو تہ يونانين 250 کان 200 ق-م ڌاري انهي چڪر کي پاڻي ڇڪڻ لاءِ نارُ ناهڻ ۾ ڪم آندو، جيڪو هاڻي سنڌي نار ڪوٺجي ٿو. گهٽ اونهائيءَ وارا نارَ تي سگهي ٿو تہ گهڻي اونهائيءَ وارن کان اڳ ۾ ٿيا هجن. نارُ گهڻي اونهائيءَ لاءِ ڪارگر ناهي هوندو. ويهن فوٽن کان هيٺ ٺيڪ ڪم نہ ڪندو آهي. ڇو تہ ان صورت ۾ لوٽيون نہ گهٽائبس تہ پاڻيءَ سان پريل لوٽين جي وزن تي ماله ترڪڻ لڳندي آهي. ٽيهن فوٽن کان هيٺ وري ٻوڪو نارَ کان تمام گهڻو ڪارائتو هوندو آهي.

سنڌ ۾نارُ باختري يونانين جي 184 ق-م کان 80 ق-م واري دؤر ۾ آيو هوندو، گهڻو امڪان آهي تہ ٻين صدي ق-م ۾ .

گهٽ اونهائيءَ وارو نارُ (هرلو) پاڻي ڇڪڻ جي پراڻن اوزارن مان، رڳو آرڪمديز واري پيچ (Screw)کي ڇڏي، ٻين سڀني کان وڌيڪ ڪارائتو هوندو هو. پيچ جي اوڻائي وري اها هئي تہ اهو ڏيڍ ميٽر کان گهٽ اونهائيءَ تان پاڻي ڇڪيندو هو ۽ انهي کان مٿي ٺيڪ ڪم نہ ڪري سگهندو هو.

انگريزن جي سنڌ فتح ڪرڻ تائين نارُ عام هو ۽ اڌ سنڌ کان مٿي چاڙهہ وارن واهن تي پوک ڪرڻ ۽ سڀني اپت ڪٽڻ لاءِ لازمي هوندو هو. درياءَ مان نڪرندڙ واهن جوتعداد ڪڏهن پنج سو تہ ڪڏهن هزار کي وڃي لڳندو هو. منجهن پاڻي بہ درياءَ ۾ چاڙهہ آهر ايندو هو. مئي جي پڇاڙي يا جون جي اڳياڙيءَ ۾ پاڻي هيٺ هوندو هو تہ هاري پوک (خاص ڪري وونڊڻ، ساريون، گلڪاري، پاڄيون ۽ ميوا) نارَ تي ڪندا هئا ۽ وري جڏهن سيپٽمبر جي پڇاڙي يا آڪٽوبر جي اڳياڙيءَ ۾ واهہ لهندا هئا تہ پوک هرلن (Water wheels)تي

# سومرن جي جڳ وارا پوکي راهيءَ جا طريقا جيڪي ويهين صديءَ ۾ پڻ هليا پئي



158



159



160



161



162



164



163



166



165

## تصويرن ۾ ڄڻيءَ تي ٽيندڙ هر ڪم ڏيکاريل آهي

158. ڏهين کان ارڙهين صدين تائين هرن ۾ اٺ عام جوٽيا هئا.
159. ڏاندن سان هر ڪاهڻ 5000 سال اڳي وانگر ويهين صديءَ ۾ به عام هو.
160. هر ڪاهجي وڃڻ کانپوءِ اوڙين جا ڪڙا وٽوهڙ سان ڀڃڻ عورتن جو ڪم هوندو هو. عورتون ڪلهن يا پٺيءَ تي ٻار ڪڇي به ڪم ڪنديون هيون.
161. هر پٺيان ناڙي: هر ڄڻيءَ کي اٿلائيندو ويندو آهي ۽ ناڙي ٻج کي گهربل اونهائيءَ تائين پهچائيندي ويندي آهي.
162. ڀهرئين پاٽيءَ کان پوءِ ڇٽ.
163. مايون سارين جو رونبو ڪري رهيون آهن.
164. مرد ماين پاران ڪيل رونبي ۾ وچ وچ تي رهجي ويل خال پري رهيا آهن.
165. ڳاهه: فصل جي وَل ديري ۾ ڪَٺ ڪري، سڪائي ۽ وچ ۾ مني هٽي انهي ۾ ڏاند جوٽيا آهن. ڏاند منيءَ جي چوڌاري ڦرندا رهندا آهن ۽ سندن ڪرن هيٺان ول ڳاهبي رهندي آهي. اڄڪلهه ٽريڪٽرن جي اچي وڃڻ ڪري ڏاند ۽ ٽريشرن جي اچي وڃڻ ڪري ڳاهه گهٽيا پيا وڃن.
166. ڏکڻ هندوستان جو پوکو: ايڊورڊيز، "برٽش انڊيا" تان ڪنيل.

هي سڀئي پراڻا طريقا سومرن جي دؤر ۾ هليا پئي، پر ويندي 1980ع تائين هليا. ڊرائنگ نمبر 160، 162، 163 ۽ 164 انڊيا آفس لائبريري ۾ رکيل هڪ ايم ايس آڏار ٺاهيل آهن. اها وليم مور ڪرافٽ 1820ع ۾ هلائي هئي.

پچائيندا هئا. نارَ ۾، چڪائي ۽ مالهه ۾ بدل لوٽين آهر، ڪڏهن هڪڙو اٺ ته ڪڏهن ڏاندن جو جوڙو جوٽبو هو.

ماٺهو گهٽي پاڳي اٺ وهائيندا هئا چو جو ڏاندن لاءِ گاهه پنو کپندو هو، جڏهن ته اٺ ويچارو جهنگ جهر، وڻ ٽڻ چري ڏَو ڪندو هو. وري اٺ هلندو به تکو آهي ۽ جهٽ ٿڪبو به ناهي.

سنڌ ۾ نارَ ٻين سيني ملڪن کان وڌيڪ هوندا هئا. ڊونلڊ آر هل پاران ڇاپيل، القضّاض الجزاري جي 1204/05ع ۾ لکيل ڪتاب، ”ناليج آف انجينئس مڪينيڪل ڊِوائيسز“ ۾ نار جو تفصيل ۽ تصوير ڏنل آهن. جزاري به نارَ کي سنڌي نارُ ڪري ڪوٺيو آهي.

ائين به ٿي سگهي ٿو ته سنڌو درياءُ سڪار هوندي به ڪڏهن دير سان چڙهندو هوندو يا سرءُ جي اڳياڙيءَ ۾ ئي لهي ويندو هوندو يا متان پريل مند ۾ به تار نه وهندو هوندو، ان صورت ۾ هارين کي ڪنهن ڪنهن سال ڪتي ڪتي پوک لاءِ پاڻي چڪٽو ئي پوندو هوندو. سياري ۾ ربيع جي پوک لاءِ ته پڪ کوڙ ماٺهو پاڻي چڪيندا هوندا، سو به انهن ٿورڙن واهن مان، جن ۾ درياءُ مان سياري ۾ پاڻي اچي سگهندو هوندو. سنڌو درياءَ جي اولاهين واهڙ ۾ ليٽ جي ڪري، پاڻي جوٽاٽيءَ کان هيٺ هليو ويندو هوندو، تنهنڪري هارين کي نارَ ٻڌٽا پوندا هوندا. ٿر ۽ ڪوهستان ۾ پاڻي ٻوڪن سان چڪيندا هئا. هنن اوزارن جون تصويري سمجهاڻيون ڏنل آهن. هُرلو (گهٽ اونهائيءَ وارو نارُ) ويهن فوٽن کان گهٽ اونهائيءَ لاءِ ڪم ايندو آهي. گهٽ اونهائيءَ وارا نارَ واهن ۽ شاخن تي ۽ گهٽي اونهائيءَ وارا نارَ کوهن تي ٻڌبا آهن. ويهن فوٽن کان وڌيڪ اونهائيءَ وارن کوهن لاءِ ٻوڪا ڪم آڻبا آهن. اونهائي گهٽ هجي ته ٻوڪو ماٺهو پاڻ چڪيندا آهن، پر وڌيڪ هجي ته اٺ يا ڏاند ڪم آڻيندا آهن.

ان زماني ۾ نارَ هڪ ضروري شيءِ هوندا هئا، ويندي اتي به جتي پاڻي آهل آهر هيٺ ويندو هو. چو ته درياءُ ڪڏهن دير سان چڙهي واهه جون جي پچاڙيءَ ۾ مس پريندو هو ته ڪڏهن وري سيپٽمبر جي منڊ ۾ پوک پچڻ کان اڳي ئي لهي ويندو هو. سنڌ ۾ جر جو پاڻي مٺو تمام گهٽ هنڌن تي آهي، پر جتي به جيترو به آهي اتان جا هاري ان کي الائي ڪڏهانڪر ڪم آڻيندا ٿا اچن.

هڪ کان ٻن ميٽرن تائين ٿوري چڪائيءَ ۾ وهڻ کي گهٽو زور نه لاڻو پوندو آهي. ان صورت ۾ مالهه ۾ لوٽيون وڏائي ويجهيون ويجهيون ٻڌي وڌيڪ پاڻي چڪي سگهجي ٿو ۽ وهڻ جي سگهه جو پورو فائدو وٺي سگهجي ٿو. ڪڏهن وري مالهه جو ترڪڻ گهٽائڻ لاءِ ٻن مالهن سان ٻٽو ڍينگو چاڙهبو آهي.

ويهن فوٽن (ڇهن ميٽرن) کان وڌيڪ اونهائيءَ تان پاڻي ڏکيو چڪبو آهي، چاڪاڻ ته مالهه ترڪڻ لڳندي آهي. ان صورت ۾ هڪڙي ڍينگي سان پاڻي وچ تائين آڻبو آهي ۽ اتان مٿي وري ٻئي سان چڪبو آهي.

ٿر ۾ ٻوڪا اڳي به عام هئا ۽ اڄ به عام آهن. ڪوهستان ۾ ٻوڪا ۽ نارَ ٻئي هلندا هئا.

## هاڪڙي جو ٻنهه سُڪي وڃڻ

2,000 ق-م ڌاري خشڪ آب هوا جي تباهه ڪارين سبب، سَوالِڪ جبلن مان ستلج ۽ جمنا جي وچ وٽان نڪرندڙ دريائي سلسلو، هاڪڙو-سرسوتي ۽ دِرشادوَتي سڪڻ شروع ٿي ويو هو ۽ مٿن آباد سنڌو سيپتا واريون سيئي وسنديون اجڙڻ لڳيون هيون. پر تڏهن به اجا هاڪڙي-سرسوتيءَ ۾ ٿورو گهڻو پاڻي ايندو هو ۽ مالوند آريا ڪيس پنهنجو پَوِتر (مقدس) درياءُ مڃيندا هئا. 1300-650 ق-م واري چتي سوڪهڙي دؤران هاڪڙو منڊ وٽان بلڪل سڪي ويو، پر پڇڙيءَ ۾، چاڙهه جي ڏينهن ۾، بهاولپور سامهون ستلج درياءَ جي اٿل ۽ سنڌ ۾ پني عاقل جي مٿئين پاسي، خاص ڪري گهوٽڪي واري علائقي ۾، سنڌو درياءَ جي ڇَرَ جي پاڻيءَ تي وهندو هو. اها پڇڙي هاڻي ريٽي واهه، نارو، جمڙائو ۽ اولهه ۽ اوڀر پراڻ ٿي وئي آهي. 900-1250ع ۾ سڪار دؤران هاڪڙو اونهاري ۾ 60-70 ڏينهن تائين تار وهندو هو، پر ”Little Ice Age“ (برفاني دؤر) يعني 1525-1850ع دؤران منجهس تمام گهٽ پاڻي آيو. انهي عرصي دؤران راجستان ۽ بيڪانير ۾ منڊ ته بلڪل سڪل هئس، باقي بهاولپور کان هيٺ ڪڏهن ڪڏهن ايترو پاڻي هوندو هئس جو ڪڇ ۾ لکپت تائين وڃي پڄندو هو . اتي منجهس پاڻي 60-70 ڏينهن هلندو هو جنهن تي سارين جي پوک ٿيندي هئي.

سومرن جي راڄ دؤران سنڌوءَ ۽ ستلج جي انهي ڇَرَ جي پاڻيءَ تي سنڌ ۾ هر سال اونهاري ۾ هاڪڙي ۽ ڍوري پراڻ جي پاسن سان ڪجهه واڌو ٻني آباد ٿيندي هئي، جتي ٿورن ڏينهن ۾ پچندڙ پوکون جهڙوڪ جور ۽ ٻاجهري ٿينديون هيون. 1758ع ۾ سنڌو درياءَ جي وهڪري ۾ آيل وڏن ڦيرن کان پوءِ هاڪڙو درياءُ وري ٻيهر نه وهيو. چاڪاڻ ته 1760 کان 1850ع تائين وارو دؤر پڻ ٿڌو دؤر هو، جنهن سبب سنڌوءَ ۽ ستلج جو پاڻي گهٽجي ويو ۽ هاڪڙو يا ايرندو نارو سدائين لاءِ سڪي ويو. ناري ۾ پاڻي، انجنيئر فائيف 1859ع ۾ روهڙيءَ جي متان سنڌوءَ مان ڇڏيو.

# آبپاشيءَ (پاڻي پهچ) جا اوزار

هوکو يا شدوف پاڻي ڇڪڻ جو هڪ اوزار آهي. گهڻ اونهائيءَ لاءِ ڪم ايندڙ هوڪي کي ڇڪڻ لاءِ هڪ ڍڳهو ڏنڊو لڳل هوندو آهي ۽ اهو 2300ق-م کان هلندو ٿو اچي. وچٽري اونهائيءَ تان پاڻي ڇڪڻ لاءِ هوڪي ۾ 1500ق-م کان وٺي گرٽي استعمال ٿيندي پئي اچي. گهٽي اونهائيءَ تان پاڻي ڇڪڻ لاءِ گرٽيءَ سان گڏ وهٽ بہ ڪم ايندو آهي ۽ اهو پڻ اوتروئي پراڻو آهي. نار، جنهن کي عرب سنڌي نار ۽ انگريز ايراني نار چوندا هئا، تنهن جا بہ ٻہ قسم آهن: هڪڙو ٻن ميٽرن کان گهٽ اونهائيءَ تان پاڻي ڇڪڻ لاءِ ۽ ٻيو ٻن کان وٺي وڌ ۾ وڌ ڇهہ ميٽر اونهائيءَ تان پاڻي ڇڪڻ لاءِ. نار يونانين 250ق-م ڌاري ٻيڙين جي تري ۾ سمي ايندڙ پاڻي ڪڍڻ لاءِ ايجاد ڪيو. انهي جي ڏٺي وري 200ق-م ڌاري لوٽين وارو ڍينگو ٺهيو. جديد ڪيلينڊر (عيسائي دؤر) جي شروعات ڌاري نار يونوچ سمنڊ وارن ملڪن ۾ عام ٿي چڪو هو ۽ سنڌ ۾ پڻ آڳاٽي دؤر ۾ ئي پهچي ويو هو. ڇهن ميٽر کان وڌيڪ اونهائيءَ تان پاڻي ڇڪڻ لاءِ هوڪا هوندا هئا. گذريل صديءَ جي پوئين اڌ ۾ بجليءَ جا پمپ اچڻ ڪري هي هوريان هوريان ختم ٿي ويا آهن، پر سنڌ جي ٿر ۾ هوڪا ۽ ڪوهستان ۾ نار اڄا تائين سن 2000ع ۾ بہ هلن ٿا. سنڌ ۾ مينهن 3 کان 8 انچ (7.5-21 س م) ساليانو پوي ٿو، پر هئي پاسي وري 70-100 انچ (178-254 س م) پاڻي ٻاڦ ٿي اڏامي وڃي ٿو، تنهنڪري آبپاشيءَ کانسواءِ هتي پوک نٿي ٿي سگهي. اڳوڻن وقتن کان وٺي سنڌ ۾ آبپاشيءَ جا ڪيترائي اوزار استعمال ٿيندا رهيا آهن.

















.167 سنڌي نار: نار يونانين 250ق-م ڌاري ٻيڙين جي تري ۾ سمي ايندڙ پاڻي ڪڍڻ لاءِ ايجاد ڪيو. انهي جي ڏٺي ڍينگي وارو سنڌي نار 200ق-م ڌاري ٺهيو ۽ ٻنيءَ جي سطح کان هيٺ وهندڙ واهن مان پاڻي ڇڪي ٻنين ۾ وهڻ لاءِ عام استعمال ٿيڻ لڳو. سنڌ ۾ سومرن جي دؤر يا تيرهين صديءَ ۾ اهڙا ڪوڙ نار وهندا هئا. (س ع).

.168 ساڳيو 167. (س ع).

.169 تيرهين صديءَ جو سنڌي نار: 1204-1206ع ۾ لکيل ڪتاب "ناليج آف اِنجينيَس مڪينيڪل ڊوائيسز" ۾ القضاض الجزاري جي ڊرائنگ. انهي ڪتاب جو انگريزي ترجمو ڊونلڊ آر هِل ڪيو.

.170 ساڳيو 167. (س ع).

.171 فرانسس پاران هسٽري آف انڊيا ۾ ڏنل هُرلي جو خاڪو.

.172 نار جي لوٽي: لوٽيون نار جي مالھ ۾ ٻڌبيون آهن. مالھ ڍينگي تي چڙهندي آهي. ڍينگي جي ڦرڻ سان لوٽيون کوھ ۾ وڃڻ مهل سنيون ٿي پاڻيءَ سان ڀربيون آهن ۽ ٻاهر اچي اهي ڍينگي جي وچ تي لڳل پاڙڇ جي مٿان اونڌيون ٿي اوتجي خالي ٿي ويندبون آهن. اڄڪلھ بہ اهڙي ئي لوٽي هلي ٿي. (پ م).

.173 برهمڻ آباد-منصوره مان لڌل ٽاليءَ جي ڪٺ مان ٺهيل گرٽي. (ن م).

.174 ڊونلڊ هِل جو ٺاهيل خاڪو: جنهن ۾ 167 وانگر ڍينگو، مالھ، لوٽيون ۽ پاڙڇ ڏيکاريل آهن.

## چشما

سنڌ جي جابلو علائقن ۾ نئِن گاج کان ڪراچيءَ تائين 42 چشما آهن. جيڪي ليڪ پاڻ 1954 ۽ 1973 جي وچ تي ڏسي چڪو آهي. هنن تائين پهچڻ سولو آهي ۽ مٿن اجا تائين ڪجھ پوک بہ ٿئي ٿي. سڪار يعني 900- 1250ع دؤران مينهن گهٽا پوندا هئا ۽ جيئن تہ چشمن جو دارومدار بہ مينهن جي سيمي تي هوندو آهي، انهن ڏينهن ۾ منجهن هينئر کان وڌيڪ پاڻي ايندو هوندو ۽ مٿن پوک بہ وڌيڪ ٿيندي هوندي. ڪجھ چشمن تي اڄڪلھ ٿيندڙ ٻنيءَ جا انگ اکر هيٺين ٽيبل ۾ ڏجن ٿا.

## سنڌ جا ڪجھ چشما ۽ مٿانئن ٿيندڙ پوک

| سيريل نمبر | چشمي جو نالو | پاڻي - لٽر في منٽ | آباد ٻني - ايڪڙن ۾ |
|---|---|---|---|
| .1 | پير غازي (گاجي) شاھ | 5،000 | 500 |
| .2 | ٽنڊو رحيم | | ٽنڊو رحيم ڳوٺ پاڻي پيئندو آهي. |
| .3 | گاج چشمو | سڄو سال وهندو آهي | پوک هيٺ ڪنهن هنڌ تي ٿيندي آهي. |
| .4 | ڪائي | 3،500 | 350 |
| .5 | نئينگ | 5،000 | 500 |
| .6 | بانجو | 4،250 | 400 |
| .7 | ڏلھ | 360 | 40 |
| .8 | رني ڪوٽ جا چشما | 1،700 | 100 -175 |
| .9 | ڪارو غار | 1،135 | 100 |
| .10 | گرنڊي | 400 | 50 |
| .11 | علي مراد باريجو | 150 | 10 -15 |
| .12 | ڪرچات | 225- 450 | 25- 50 |
| .13 | رتن شاھ | 900 | 100 |
| .14 | جِن | 250 | 200 |
| .15 | ڪڏيجي آبشار | 3،500 — 7،000 | هن ۾ پاڻي مٿان کان هيٺ وهندو آهي ۽ بہ ميل هلي پوءِ ڌرتيءَ ۾ گم ٿي ويندو آهي. ملير نديءَ جي پاسن وارن کوهن ۾ پاڻي هن مان سمي ايندو آهي. |

### آبپاشيءَ لاءِ ڪم ايندڙ ٻوڪا







175. ڏکڻ هندوستان ۾ استعمال ٿيندڙ ٻوڪو: بَرڪِلي 1893ع.
176. 2000 ق-م ڌاري لوٿل ۾ هلندڙ ٻوڪي جهڙو ٻوڪو: سنڌ جي ٿَر ۾ اڄ بہ اهڙا ٻوڪا استعمال ٿين ٿا. (سولجر آف ڪمپني).




**177.** شاهه ڪپور، تعلقي جاتي، ضلعي ٺٽي ۾ سومرن جي محل يا ڪنهن انتظامي عمارت جي نظر ايندڙ رٿا جو نقشو. (ڊرائنگ ع س).

باب سترهون

# انتظام

1011ع ۾ سنڌ سِبي ۽ اُچَ تائين هئي. پرڳڻا ساڳيا اهي ئي هئس، جيڪي 641ع ۾ چچ سرڪار جي وقت هئا، جيتوڻيڪ ڪڇ سولنڪين، مڪران معاذن ۽ ملتان قريشي شيخ دائود والاري ورتو هو، ۽ ان تي وري غزنوي چڙهت ڪري ويا هئا، اُچُ، بکر (سِبيءَ سوڏو)، سيوهڻ ۽ برهمڻ آباد (منصوره) پرڳڻا سنڌ ۾ شامل هئا. منجهس ضلعا پڻ هوندا هئا. پرڳڻن ۽ ضلعن تي گورنر مقرر ٿيندا هئا، جيڪي سڌو سنئون بادشاهه وٽ جوابده هوندا هئا. گورنر گهڻو ڪري بادشاهن جا مائٽ هوندا هئا؛ ڪڏهن ڪنهن جو ڪو ڀاءُ، پٽ يا ڪو ويجهو عزيز. گورنر پنهنجي پرڳڻي جو لڳ ڀڳ پاڻ وهيڻو حاڪم هوندو هو. ڪجهه جاين تي ٻين ذاتين جا گورنر به هوندا هئا، خاص ڪري سما، جيڪي پڻ سٺي حيثيت جا مالڪ هوندا هئا.

## ٽيڪس، اوڳاڙيون ۽ آمدنيءَ جا ذريعا

پراڻي دؤر کان وٺي درٻار، ان جي رتائن ۽ سپاهه جو پوراءُ ڪندڙ زرعي وسيلن جا ئي پاڳا رهيا آهن؛ هڪ سڌي سنئين بادشاهه جي ملڪيت، ٻيون نيڪو ڪارن کي عطا ڪيل ملڪيت، جن سان بادشاهه ٿهيل هجي، ۽ ٽيون عام ماڻهن جي ملڪيت، جتان ڍل اڳڙندي هئي. قديم دؤر ۾ دنيا جي گهڻن ڀاڱن ۾ ائين ئي هوندو هو. سومرن صوفي بزرگ بهاءُ الدين ذڪريا کي پنهنجي راڄڌاني ٺٽو ويجهو جاگير عطا ڪئي هئي. ملڪي ضرورتون، پراڻي دؤر کان ئي، گهڻو ڪري پوريون ٿينديون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون، پر سرڪاري مشينري وڌڻ سان مالي ضرورتون وڌنديون هيون ته سرڪار ويران پرڳڻن ۾ پاڻي پهچائي پوک لائق ٻنيءَ ۾ واڌ آڻي ڍلن مان پوراءُ ڪندي هئي. جڏهن به درياءَ جي وهڪري مٽجڻ سان آبپاشي نظام ڊانواڊول ٿيندو هو ته، جيڪڏهن سرڪار ٽڙ تڪڙ ۾ واهن جو نئون سرشتو بحال ڪري ورتو ته، بچي ويندي هئي نه ته ٻي سرڪار اچي ويندي هئي. ڪڏهن رڳو راڄ گهراڻا مٽبا هئا ته ڪڏهن وري بنهه ڪي ٻاهريان اچي قابض ٿيندا هئا. سومرن جي بادشاهيءَ دؤران سنڌو درياءَ ٽي پيرا وهڪرو مٽايو، ٽيڪس جي اوڳاڙي به ضرور گهٽي هوندي ۽ متان بادشاهه به، سومرن جي ئي، ڪنهن ٻئي راڄ گهراڻي مان ٿيا هجن، جن تڪڙ پڪڙ ۾ واهن جو سرشتو بحال ڪري ورتو هجي.

سرڪار جوا حاصل ڪم هوندو هو وسيلن کي صحيح ڪتب آڻڻ. ان سان گڏ ڌرمي آستانن کي ڏنل زمين جي استعمال تي به اک رکندا هئا ته جيئن اهي وڌيڪ زمين به نه گهرن. ڌرمي پرچار وسيلي راڄ کي آپي ۾ رکي سرڪار جي گهربل مدد پڻ ڪن ۽ سکيا وسيلي اهڙا اهل ماڻهو پيدا ڪن، جيڪي ملڪ جا دنيوي معاملا سنڀالين. اهلڪارن لاءِ ڌار ڌار فصلن مطابق ڍل جو ليکو اچڻ، مختلف فصلن هيٺ آيل ڪل ايراضيءَ کان واقف هجڻ ۽ پوک هيٺ آيل ٺيڪ ٺيڪ ايراضيءَ جو ليکو ڪرڻ لاءِ حسابن ۽ جاميٽريءَ جي بنيادن کان واقف هجڻ ضروري سمجهيو ويندو هو. ويدن وارن، هي نظام سنڌو سڀيتا تان ڪاپي ڪري، 1000 کان 300 ق-م تائين سڄي ڏکڻ ايشيا ۾ عام ڪيو ۽ برهمڻ ڌرمي آستانن جا سرپرست بڻجي ويا. 712ع کان پوءِ مسلمانن جي حڪومت ۾ برهمڻن جي جاءِ انهن جهڙي اسلامي طبقي (سيدن، پيرن، صوفين وغيره) ورتي. ڌرمي آستان اتفاق سان مصر ۾ به پراڻين بادشاهتن کان وٺي وچئين جُڳ 2686-1552 ق-م تائين موجود هئا. هي دؤر ساڳيو ڪوٽ ڏيجي، آمري، موهن جي دڙي ۽ جهڪر وارو دؤر هو. ميسوپوٽيميا (اڄوڪو عراق) ۾ به ڌرمي آستان هئا. سنڌ جا ان سان ويجها واپاري ناتا هئا، تنهنڪري ٿي سگهي ٿو ته ٻنهي جو هڪ ٻئي تي اثر پيو هجي.

## غير زرعي ٽيڪس

ان دؤر ۾ پوري ڏکڻ ايشيا ۾ هيٺيان ٽيڪس لاڳو هئا ۽ ڀانئجي ٿو ته سنڌ ۾ به ساڳيا ئي هوندا.

* لاڙي بندر تان سٺ لک دينار آمدني ٿيندي هئي، تنهن مان پنج سيڪڙو گورنر کي ملندو هو، باقي رقم مرڪزي خزاني ۾ ويندي هئي. دهلي سرڪار ٻاهران گهرايل هر قسم جي مال تي ٻاويهه سيڪڙو ٽيڪس اوڳاڙيندي هئي.
* جِزيو غريبن تي ڏهه ٽنڪا، وچ واري طبقي تي ويهه ۽ اميرن تي چاليهه ٽنڪا لاڳو هو. عربن سنڌ ۾ عام ماڻهن کي سانت رکڻ لاءِ برهمڻن، ڀڪشوئن ۽ پادرين تان جزيو معاف ڪري ڇڏيو هو، پر دهلي سرڪار هيءَ رعايت واپس وٺي ڇڏي ۽ ان کان پوءِ هن طبقي به هندو گهڻائيءَ وارن پرڳڻن ۾ ماڻهن کي آڻ مڃائڻ ۾ سرڪار




نوٽ:
شاهه ڪپور ۽ ڪيرن ڪوٽ ۾ ڪم آيل سرون هڪجهڙي ماپ "14 x "□ 9 x "8/3 2 يا 6 x 24.1 x 35.5 س م جون آهن. شاهه ڪپور جي قبرستان مان هٿ آيل ڪُنگرن واري سر جي ماپ "10 x "8 x "□1 يا 3.6 x 20.3 x 25.4 س م آهي. رتي ڪوٽ ۾ ڪم آيل سرون 29 کان 32 x 10 ويندي 23 x 4 کان 4.5 س م تائين ماپ جون آهن. شاهه ڪپور جون سرون انچ ۾ ڪن وڏيون آهن.
لڳي ٿو ته ڪيرن ڪوٽ جي چوڌاري درياءُ وهندو هو. اتر ۾ ڪا ڍنڍ ۽ اوپر ۾ درياءَ جو ڪو پراڻو واهڙ اٿس. هن جي رٿا نند ڪوٽ وانگر آهي، پر نند ڪوٽ کانئس وڏو آهي. هيءُ اٽڪل 18 ايڪڙن، جڏهن ته نند ڪوٽ 24 ايڪڙن تي ٽهيل آهي. هي ٽئي ڪوٽ (قلعا) تيرهين صديءَ ۾ موجود هئا. (ڊرائنگ ع س).

**178. ڪيرن ڪوٽ، تعلقي گولاڙچي، ضلعي بدين جو خاڪو. (ڊرائنگ ع س).**

**179. شاهه ڪپور ۽ ڪيرن ڪوٽ وچڻ جا رستا.**



جي ڪا مدد نہ ڪئي. تڏهن بہ صوفي مسلمانن جي گهٽائيءَ وارن پرڳڻن ۾ پنهنجو ڪردار نڀائيدا آيا. ڪيترائي صوفي سرڪار جي خرچ تي هلندا هئا.

* مري ويل توڙي جيئرن مسلمان بزرگن کي وقف يا امداد ۽ خيرات ملندي هئي. امداد ۽ خيرات مسجدن، مدرسن، يتيم خانن ۽ مڪتبن کي پڻ ملندي هئي. ڪين سرڪاري سرپريستي پڻ حاصل هوندي هئي. موٽ ۾ اهي سرڪار جي مدد ڪندا هئا. اهي ٽيڪس کان آجا هوندا هئا.
* دڪانن ۽ ڪاروباري ادارن تي چلتي مطابق ٽيڪس لڳندو هو. جيئن پراڻي دؤر کان هلندو ٽي آيو.
> هنرمندن ۽ وڏين انجمنن کان هرسال، ان سال جي آمدنيءَ مطابق، ٽيڪس اوڳاڙيو ويندو هو.
> گهرن، مال چارڻ ۽ پاڻيءَ تي ٽيڪس هوندو هو.
> هر قسم جي معدنيات تي ويهہ سيڪڙو لاڳ اوڳاڙيو ويندو هو.
> لاوارث ماڻهن جي مرڻ کان پوءِ سندن ملڪيت سرڪاري ملڪيت ٿي ويندي هئي.
> وقف يا امداد ۽ خيرات ۾ ڏنل زمين تي ٽيڪس نہ لڳندو هو.

## ڍنيءَ تي ٽيڪس يا ڍل

دهلي سلطنت ۾ زرعي زمين جا ٽي طبقا هوندا هئا: خراج، اِتقا ۽ خالصا.

- خراج اها ڍني هوندي هئي، جيڪا غير مسلمن وٽ هوندي هئي.
- اِتقا ڍنين جو انتظام مائوتا جي حوالي هوندو هو، جيڪو سيني آبادگارن کان اوڳاڙي ڪري هڪ طيءِ ٿيل رقم خزاني ۾ جمع ڪرائيندو هو.
- خالصا ڍنيون مرڪزي سرڪار جي ملڪيت هونديون هيون ۽ انهن جو انتظام سرڪاري اهلڪار يعني عامل سنڀاليندا هئا.

هي ٽيڪس ڏکڻ ايشيا ۾ 321 ق-م کان پوءِ موريا سرڪار کان وٺي هلندا ٽي آيا ۽ ڪيترن ئي هندو ۽ ٻوڌي راڄ گهراڻن انهن کي هلڻ ڏنو. سنڌ ۾ بہ اهي ايترين صدين تائين ٿوري گهٽي ڌير ڦار سان جاري رهيا. هنن جي اوڳاڙي ايراضيءَ ۽ فصل آهر ٿيندي هئي.

## سِڪا ۽ ناڻو

* سومرن کان اڳ ۾ هباري سون ۽ چانديءَ جا سِڪا ڪيندا هئا. انهن جي دؤر جا ٽامي جا بہ سڪا لڌا آهن.
* سومرن پنهنجا سڪا ڪيا يا نہ، ڪا ثابتي نہ ملي آهي، پر انهن ٽامي جا ڪوڙ سڪا ٺاهيا هئا، جن مان ڪجهہ تہ ڀنهہ ننڍڙا آهن (ت. 294). اهي گهٽو ڪري تور آهر هلندا هوندا.
* ان دؤر ۾ سونو سڪو دينار بحر فارس (عربي سمنڊ) جي چؤڌاري وارن سيني ملڪن ۾ هلندو هو ۽ ٽنڪو چانديءَ جو سڪو هو.
* دهلي سرڪار ۽ شروعاتي غزنوين جا سڪا (ت. 275-282) بہ سنڌ ۾ هلندا هئا.
* فاطمي خليفن جا سڪا بہ سنڌ ۾ هلندا هئا.
* سچي ڏکڻ ايشيا جي ماڻهن جي هڪ خاص روش هوندي هئي تہ ڪين جيڪا بچت ٿيندي هئي، تنهن جا سون يا چانديءَ جا ڳهہ ٺهرائي چڏيندا هئا ۽ آئي ويل ۾ اهي ڪپائي ڪم هلائيندا هئا. چوريءَ جي ڀَوَ کان ڳهہ گهٽو ڪري ماين کي سدائين پاتل هوندا هئا.
* روايتي طور دهلي سرڪار سان واپار سون ۽ چانديءَ جي ٽنڪن ۾ ۽ ٻين ملڪن سان دينارن ۽ درهمن ۾ ٿيندو هو.
* ويندي ٽالپرن جي دؤر تائين ننڍا ننڍا سودا ڪوڏين (ت. 295) تي بہ ٿيندا رهيا، پر انگريزن ڪوڏين جي ناڻي طور هلڻ جي پنيرائي نہ ڪئي.
* 175 ڪٽا يا 11.25 گرام يا هڪ تولو ڪن تور جا چانديءَ جا ٽنڪا (ٽڪا) دهلي سلطنت جي دؤر ۾ هلندا هئا.
* ڪٽو، تور جو ننڍي ۾ ننڍو ايڪو آهي. ست هزار ڪٽا هڪ برطانوي پائونڊ جي برابر ٿيندا آهن ۽ هڪ ڪٽو 0.064 گرام يا گرام جي لڳ ڀڳ ڇهہ سورهن سيڪڙو جي برابر ٿيندو آهي.
* چانديءَ جا ٽنڪا ڪٽين ۾ ورهائبا هئا. هڪ ٽنڪي ۾ سورهن ڪٽيون ٿينديون هيون ۽ 1، 2، 6، 8، 12 ۽ 16 ڪٽين جا سڪا هلندا هئا. پراڻي نظام ۾ 175 ڪٽا تور وارا چانديءَ جا اٺ ٽنڪا سون جي هڪ ٽنڪي جي برابر هوندا هئا. محمد تغلق جي حڪومت دؤران، الڳ الڳ دؤرن ۾ مهانگائيءَ کي منهن ڏيڻ لاءِ، چانديءَ جي ٽنڪن جي تور 140 ۽ 175 ڪٽن جي وچ ۾ هيٺ مٿي ٿيندي رهي.
* محمد تغلق جي دؤر ۾ 1333 کان 1340ع تائين 169 ڪٽا تور وارا سونا ٽنڪا بہ ٺپيا. جيئن تہ سنڌ جو دهلي سرڪار جي مختلف پرڳڻن ۽ ٻين ملڪن سان واپار هلندو هو، تنهنڪري هي ٽنڪا سنڌ ۾ پڻ هلندا هئا.

# سومرن جي جڳ جا ڪاشِيَل ڪنيار ڪا ٺانوَ


180

181

182

183

184

185

186

187

188

189

190

191

192

193

194

195

196

197

198

199

200

201

202

203

204

180. ٺڪر جي تَسريءَ جو ٽڪرو: ڏاڍو موهيندڙ چانهون رنگ اٿس. سنڌ ۾ ٺانون تي هي رنگ گهٽ ٿو ملي. مٿس گهڻو ڪري پوپٽ چاپيل آهن. (س ع).
181. ڪاشي ٿيل ٺڪر جي تَسريءَ جو ٽڪرو: مٿس اڇي تَر تي ڪارين ليڪن سان آڏيون ڦڏيون چوڪڙيون ٺهيل آهن. نيرو رنگ برش سان ڪيل آهي. هر چوڪڙيءَ جي وچ ۾ ڳاڙهي رنگ جا گولڙا ڏاڍا سهڻا لڳن ٿا. نيرو رنگ وِڙڙي ويو آهي. ڪارو ۽ ڳاڙهو نہ وڙيا آهن. چورس ماپ 3.8 x 3.32 س م. (س ن).
182. ڪاشي ٿيل ٺڪر جي تَسريءَ جو ٽڪرو: مٿس اڇي تر تي نِير سان گل، پن ۽ گولائيءَ تي ليڪون ٺاهيل آهن. هٿ ڪچو ٿو لڳي.
183. ڪاشي ٿيل ٺڪر جي ننڍڙي ڪُپڙي يا ڪُنڙي: اڇي تر تي نيرا پٽا ٺهيل اٿس. هار سينگار جو ڪو سامان رکڻ لاءِ هوندي. وڌ ۾ وڌ ڊ. 4.65 س م. او. 3.0 س م. (س ع).
184. ڪاشي ٿيل ڪنهن ٺانوَ جي ٺڪري: ذري گهٽ ٺڪر جهڙي ٿي گلابي تر تي گلڪاري ٿيل آهي، جنهن ۾ گهنجيل ليڪن واريون چوڪڙيون، ٽڪنڊن ۾ گولايون ۽ گولاين سان ٺاهيل وَنگون ۽ پن چٽيل آهن. ڪارين ليڪن ۾ هلڪو سائو رنگ هلايل آهي، سو ڦٽي ويو آهي، پر گلابي ليڪون ۽ ڪارو رنگ نہ ڦٽو آهي. ڪارو ۽ گلابي ڀئي پڪا رنگ هوندا آهن. (س ع).
185. سنهي پيٺل چيڪي مٽيءَ مان ٺهيل سڌي تري وارو ڪاشي ٿيل پيالو: تر جو اصلي رنگ پورو اٿس. مٿان ڪاري رنگ جي اڌ گولائي ليڪن سان ٺهيل ڊزائن ۾ ناسي ۽ سائي رنگ جون ترڪيون آهن. ڪم آندل رنگ ناسي ٽامي ۽ لوهہ جا مرڪب آهن. گولاين جي وچ وارين وٿين ڪي سائو رنگ ڏنل آهي. (ن م).
186. ڪاشي ٿيل پيالو: اڇي تر تي ڪارين پٽين سان ڇهہ ڪنڊا ٺهيل آهن ۽ انهن جي وچ تي سهڻي جاميٽريائي ڊزائن ٺهيل آهي. (ن م).
187. ڪاشي ٿيل پاٽ جي ٺڪري: ڪنارين سان ڳوڙهي ناسي رنگ جا ٽڪنڊا ۽ انهن جي ٻاهران ليڪون ڦريل آهن. اندران نڪتل ليڪون گلن نموني آهن. تر گلابي اٿس. ٽڪنڊن وٽ تر گهاٽو گلابي ۽ ڳاڙهہ سرو آهي. (س ع).
188. ڪاشي ٿيل پيالو: اڇي تر تي سائي ۽ ناسي ڪاشي ٿيل آهي. ڏيساور مان گهرايل ٿو لڳي. (ن م).
189. ڪاشي ٿيل ٿانءُ: ڏيساور مان گهرايل ٿو لڳي. (پ م).
190. ڪاشي ٿيل پيالو: ڏار ڏار رنگن جون چوڪڙيون ٺهيل اٿس. (پ م).
191. ڪاشي ٿيل پيالو. (ن م).
192. ڪاشي ٿيل پڳل پيالو: ڪارين ليڪن سان گلاب يا ڪنوَر جهڙا گل ٺهيل اٿس ۽ انهن جي مٿان برش سان نيرو رنگ آيل آهي. گهڻو ڏنل رنگ وڙڙي ڪنو ٿي ويو آهي ۽ گلڪاريءَ جو مزو وڃائي ڇڏيو اٿائين. ڊزائن هوندڻ ٺهيل سهڻي آهي. (س ن).
193. تَسريءَ جي اڇي تر تي نيري ڪاشي ٿيل آهي ۽ مٿان ڪارين ليڪن سان گلڪاري ٿيل اٿس. منجهس ڪم آندل نيري ڪچي ڪاشي، اڇي ۽ ڪاري ڪاشيءَ ڪان گهٽ تاءُ جهلڻ واري آهي، تنهنڪري تاءُ تي وڙڙي وئي آهي. وڌ ۾ وڌ اونهائي 11.0 س م. (س ع).
194. ڪاشي ٿيل ٺڪر جو ڪِرنهن وارو پيالو: اڇي تر تي گلاب جون پَتڙيون ڪارين ليڪن سان ٺهيل آهن ۽ انهن جي چوٽين ڪي نيرو رنگ ڏنل آهي، جيڪو تاءُ تي وڙڙي ويو آهي ۽ هڪجهڙو ناهي. وڌ ۾ وڌ اونهائي 9.3 س م. ڪرنهن جو ڊ. 6.85 س م. وڌ ۾ وڌ او. 3.85 س م. (س ع).
195. ڪاشي ٿيل ٺانوَ جو ٽڪرو: گهڻو ڪري ٺڪر جي پاٽڙو آهي. ڪارين ليڪن سان چوڪڙيون ۽ مستطيل ٺهيل اٿس. انهن جي وچ تي ڪارين ليڪن سان ننڍڙا گولڙا ۽ سندن چؤڌاري ٿلهي نيري ليڪ ڏنل آهي. نيرو رنگ چؤڌاري وڙڙي ويو آهي. (س ع).
196. ڪاشيل ٺڪري. (س ع).
197. ڪاشي ٿيل ڳاڙهي پاٽ جي ٺڪري: اڇي تر تي ناسي رنگ جون هيٺ مٿي ليڪون اٿس. (س ع).
198. ڪاشيل ٺڪري. (س ع).
199. ڪاشيل ٺڪري. (س ع).
200. ڪاشيل تَسرِيُن جون ٺڪريون: اڇو تر اٿس. چؤڌاري ڪاريون ليڪون ۽ ليڪن جي پر ۾ برش سان نيرو رنگ آيل اٿس. برش سان رنگ هڪجهڙو نہ آيو آهي. جتي گهڻو آيو آهي اهو تاءَ تي وڙڙي ويو آهي. (س ن).
201. سهڻي ڪاشي ٿيل ٺڪر جو پڳل پيالو: شاهہ ڪپور تان لڌو. ڪارين ليڪن سان شاندار ڊزائن ٺاهي انهي تي سائو رنگ ڏنل آهي. رنگ ڦٽا ناهن. (ع س).
202. ڪاشي ٿيل ٺڪري. (س ع).
203. ڪاشيل تَسريءَ جي ٺڪري: هلڪي اَڇَ تهي ناسي تر تي ڪَنيءَ ويجهو ٽي گهاٽا ناسي گولڙا ۽ گولڙن جي وِچ ۾ ساڳئي رنگ جا ٽڪنڊا ٺهيل اٿس. گولڙن جي وٿين ۾ تر ڪي وچٿرو گهاٽو ناسي رنگ ڏئي ڪَنيءَ ڪي چٽو ڪيو ويو آهي. (س ع).

## امن، امان ۽ عدل انصاف

سومرا پنهنجا تڪرار پنچائت يا پائيپيءَ ۾ نبيرندا هئا. جنهن جو فيصلو ڌرين کي مڃڻو پوندو هو. ڏنڊ يا سزا ڏوھ جي نوعيت مطابق هوندا هئا. چوري، ڌاڙي، ڪنوارن ڇوڪرن ڇوڪرين جي ميلاپ ۽ زوري زنا لاءِ سزا ڳري هوندي هئي ۽ موت تائين به ٿي سگهندي هئي.

ڏڪويل ڌر معاوضو گهرندي هئي، ڌانهين توڙي جُوٽِيَتَ (چغلي هڻندڙ) به ان جا حقدار سمجهيا ويندا هئا.

سزائن ۾ ڪو عضوو وڍڻ، اکيون ڪڍڻ، ڏيھ نيڪالي ڏيڻ، ڏنڊ وجهڻ ۽ ٻيلپو وٺڻ وغيره جهڙيون سزائون شامل هونديون هيون.

## جنگ ۽ جنگي سامان

* سومرن کي جنگي هنر هبارين کان ورثي ۾ مليا. هبارين وٽ 80 جنگي هاٿي ۽ هر هاٿيءَ سان 500 پيادا هوندا هئا. پر پوءِ وارن سومرن وٽ نه ٿو لڳي ته ڪو هاٿي هجن. وٽن ڦُڙت گهوڙي سوارن ۽ پيادن جو لشڪر هو. هٿيار اهي ساڳيا ئي هئن، جيڪي موريا دؤر کان وٺي هندوستان ۾ استعمال ٿيندا ٿي آيا.
* محمود غزنويءَ سان جنگ مهل لڳي ٿو ته سومرن وٽ هبارين وانگر هاٿي هئا، پر محمود وٽ گهوڙي سوارن جو لاجواب لشڪر هو، جيڪو ڪيترا ڀيرا اڳي هندوستاني هاٿين جي لشڪر سان وڙهي، ۽ شڪست ڏئي چڪو هو. هاٿي سٽيي ٻارڻ (petroleum, naphtha)، باھ ۽ بندوق آڏو بنھ ياڙيو هوندو آهي.
* سمن هٿان بيدخل ٿيڻ کان هڪ سو ويھ سال پوءِ به ڏکڻ اوير سنڌ جي سومرن وٽ 24،000 گهوڙي سوارن جو لشڪر هو ۽ ڄام نظام الدين ۽ محمود بيگڙي کي تپايو وينا هئا. لڳي ٿو ته بيگڙي کين تڏهن ئي جاگيرون ڏنيون ۽ ڪاٺياواڙ ۾ وڃي وسايو.
* ڏکڻ ايشيا جي روايتي جنگ ۾ هاٿي، يعني اڳوٽي جُنگ جون ٽينڪون، ئي اهڙا هٿيار سمجهيا ويندا هئا، جن سان گهوڙي سوارن کي سوپ جو آٽت ٿيندو هو ۽ اهي ٻي ڊِپا ٿي وڙهندا هئا. حملي آور توڙي بچاءُ ڪندڙ ڌر جيڪي جنگيون هارائيندي هئي، انهن سيني جو دارومدار هاٿين جي حملي دؤران وهنوار تي هوندو هو. صرف يورپ وارا هاٿيءَ کي سوپ لاءِ استعمال ڪندي لهرائيندا هئا.
* سومرن محمود غزنوي، قباچہ، جلال الدين خوارزم شاھ، اڪتائي، التتمش ۽ علاءُ الدين سان لڳل وڏيون جنگيون هارايون. سومرن اهي جنگيون هلان ڪارن جي بهادريءَ جي ڪري نہ، پر انهن جي بهتر هٿيارن ۽ سکيا ورتل فوج جي ڪري هارايون.

## هاٿين تي چڙهي جنگ ڪرڻ

نادر شاھ ڏاڍو تکي توري رايو ڏنو آهي ته:

”هند جي راجائن جي ڪيڏي نہ عجيب ريت آهي؟ جنگ مهل هاٿيءَ تي چڙهي ٻاڻ کي هر ڪنهن جي نشاني تي آڻي ڇڏيندا آهن. هاٿي ڦتڃڻ تي آپي کان نڪري ويندا آهن، پڙ ڪيڏي پوري رفتار سان وٺي ڀڄندا آهن، ڪڏهن ته ڪپر تان درياءَ يا واھ ۾ ٽپو ڪٽي ڏيندا آهن، ٻاڻ ته ٻڏندا ئي آهن، پر ڪڏهن مٿن سوار شهزادن کي به ٻوڙيندا آهن“. نتيجي ۾ ڏکڻ ايشيا جي ماڻهن کي نراسائي ئي پلئہ پوندي هئي.

اها پڪ آهي ته هبارين وٽ 80 هاٿي هئا ۽ اها به پڪ آهي ته 1365ع ۾ فيروز تغلق (ت. 122) 480 هاٿي، 90،000 گهوڙي سوار ۽ 5،000 ٻيڙيون ساڻ آنديون هيون. سامهون ڄام ٻانيٽئي وٽ 20،000 گهوڙي سوار هئا. انهن شاهي لشڪر کي زبردست شڪست ڏني، وڏو نقصان پهچايو ۽ گجرات پڄڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو.

**ڦٽل ماڳ ڀهر جو پڙو ۽ چٽيل ڪنيارڪا ٺانوَ**

205



206

205. ڀهر جي پڙي جا ڪنڊر: ڀهر جو پڙو نوابشاھ ضلعي ۾ دوڙ ۽ ٻانڊي ريلوي اسٽيشنن جي وچ تي آهي. جيئن ته سنڌس مناسب ڪوٽائي نہ ٿي آهي، تنهنڪري سنڌس شروعات عرب دؤر ۾ ۽ انت يارهين صديءَ ۾ سڙڻ سان ٻڏايو وڃي ٿو، جن ڏينهن ۾ برهمڻ آباد-منصوره سڙيو. هي ماڳ ٿي سگهي ٿو ته عربن کان به اڳي جو هجي ۽ يارهين صديءَ کان پوءِ به آباد رهيو هجي.

206. ڀهر جي پڙي مان لڌل ڪجھ ٺڪر. (پاڪستان آرڪيالاجي نمبر 1، 1964).

## نقشو نمبر 55

# 6000 ق۔ م کان هينئر تائين

### بدڪن، ڪازن، هنجن ۽ ٻين سانگي پکين جو روس ۽ وچ ايشيا کان منڇر ڍنڍ ڏانهن اچڻ چلا پار ائجڻ ۽ ليڻ آڏار



باب ارڙهون

# سومرن جي دؤر ۾ سنڌين جو کاڌو

سنڌين جي ڊگهي تاريخ دؤران سندن کاڌي واريون عادتون سدائين ساڳيون نہ رهيون آهن. مثال طور 7,000 ق-م کان 2,600 ق-م تائين کائڻ جا خاص اَنَ ڪڻڪ ۽ جَوَ هوندا هئا. ٻاجهري آفريڪا ۽ چانور اتر پرديش کان 1900 ق-م کانپوءِ آيا ۽ هاڙهہ جون پوکون ٿي ويا. ماڻهن هوريان هوريان ڪڻڪ ۽ جَوَ کائڻ گهٽائي ڇڏيا، پر تڏهن بہ کائڻ جا خاص اَنَ اهي ئي رهيا. ڳائو ۽ ماهيو مال، مِرون، ٻڪريون، رڍون ۽ مختلف قسمن جون مڇيون گوشت جا ذريعا هوندا هئا. سنڌو سڀيتا جي اوج وارن ڏينهن ۾ ماڻهن مرونءَ جو گوشت کائڻ گهٽائي ڇڏيو، ڇاڪاڻ تہ مرون بہ اهي ئي اَنَ، ميوا ۽ ٻاجيون شوق سان کائيندو آهي، جيڪي ماڻهو کائيندا آهن، تنهنڪري ماڻهن مِرون ڌارڻ ڇڏي ڏنا هئا.

## ڳائو ۽ ماهيو گوشت

ڏاند، زراعت ۽ ڌرتي سنوارڻ لاءِ بيحد ڪارائتو وهٽ ليکبو هو. ان ليکي ماڻهوءَ جي جياپي ۾ سندس جاءِ آمري دؤر کان وٺي نروار هوندي هئي ۽ هي هڪ بيحد اهم ۽ ضروري وهٽ بڻجي ويو هو. ميسوپوٽيميا (اڄوڪو عراق) ۽ مصر وانگر، سنڌو سڀيتا واري زماني ۾، گهڻو ڪري هن کي پوڄيندا بہ هئا ۽ سندس رتبو جهڪر ۽ جهانگار دؤرن ۾ وڌيڪ وڌيو. جڏهن خشڪ آب هوا سبب گوشت جي کوٽ پيدا ٿي. سندس گوشت کائڻ گهڻو ڪري ان زماني (1800-950 ق- م) ۾ ئي ناجائز ٿيو. انهي اثر هيٺ ئي نيٺ 700-600 ق-م ڌاري ڳئون پَوِتر (پاڪ) بڻجي وئي ۽ برهمڻن ۾ ڳائو گوشت کائڻ حرام ٿي ويو. هي ويچار پڻ ڌاريو هو، ڇو تہ مصر جا فرعون هن کان گهڻو اڳي ڳئونءَ کي پَوِتر جانور بڻائي چڪا هئا. مينهن پَوِتر نہ ليکبي هئي، اها گهڻو ڪير ڏيندڙ ڊور ليکبي هئي. ڍڳيون گابا ڏيڻ لاءِ ڌاربيون هيون، جن کي ٽاتي ڏاند ڪري وهائيندا هئا. ڪراڙن ڳاون توڙي ماهين ڍورن کي اڪثر کهي کائيندا هئا. پاڏا تہ ننڍي هوندي ئي ڪسي کاڄي ويندا هئا. ديسي نالن، هندڪين ريتن رسمن ۽ ڳاڏڙ مذهبي عقيدن وارا سومرا، ماهئي گوشت، خاص ڪري پاڏي جي گوشت جا شوقين هوندا هئا.

## ٻاڪرو ۽ ريڍو گوشت

ٻاڪرو گوشت ان ڪري عام ٿيو جو ٻڪريون هر قسم جي ساوڪ تي، جنهن کي ٻيو مال نہ چري، ٽڪي ويندڙيون هيون. ٻڪري لڳندي ويامندي بہ ننڍڙي عمر ۾ ٿي آهي، پر جي چڱي طرح چارجيس تہ ڳئونءَ جي پيٽ ۾ لڳ ڀڳ اڌ وقت ۾ ٻہ يا اڃا بہ وڌيڪ ڦر ڏئي سگهي ٿي. رڍون اُن (پشم)، چرٻي ۽ گوشت کاڻ ڌاربيون هيون. لڳي ٿو تہ سنڌين کي هينئر وانگر اڳي بہ ٻاڪرو گوشت ريڍي گوشت کان وڌيڪ وڻندو هو. اهائي صورتحال مصر ۾ بہ هئي جتي پلوٽارچ چواٽي ” لائڪوپولائيٽن کان سواءِ ٻيو ڪو مصري ريڍو گوشت نہ کائيندو آهي“. ساڳي ريت سنڌ ۾ ريڍو گوشت رڳو هڪڙا ريڍار کائيندا هئا ۽ ٻيا جاٽ ۽ جت، جيڪي نيچ طبقو سمجهيا ويندا هئا.

## سانگي پکي ۽ گهرن ۾ پلندڙ ڪڪڙيون

سانگي (پرڏيهہ مان سانگ سان ايندڙ) پکي جهڙوڪ رَتابو (ت. Netta Rufina-239)، ڦڙائو (ت. Anas Penelope-241)، برڙ يا بوهاري (ت. Anas Strepera-238)، ڪَرڙو (ت. Anas Crecca-235)، نِيرڳي (ت. Anas (Platyrhynchos-237، ڪَکرالِي ۽ ڊِرگهوش (ت. 236-Anas (Acuta اتر اوير چين، منگوليا ۽ سائيبيريا کان سنڌ جي ڍنڍن تي هر سياري ۾ تڏ جا ڏينهن گذارڻ آڪٽوبر جي اڳياڙيءَ ۾ ايندا آهن ۽ مارچ جي پڇاڙيءَ ۾ موٽي ويندا آهن. ماڻهو انهن کي ڦاسائيندا ۽ کائيندا هئا. سومرن جي دؤر وارا پکين ڦاسائڻ جا طريقا اڄ تائين جيئن جو تيئن هلندا پيا اچن.

موهن جي دڙي جي جڳ کان وٺي ماڻهو ڪڪڙيون ڌاريندا اچن. چينين 6,000 ق-م ڌاري گهرن ۾ ڪڪڙيون ڌارڻ شروع ڪيون. 1980ع تائين سنڌ جي ٻهراڙين ۾ گوشت ۽ آنن کاڻ هر گهر ۾ ڪڪڙيون ڌاربيون هيون. ٻهراڙي توڙي شهرن جا سنڌي آنن کي تمام گرم کاڌو سمجهندا هئا ۽ نہ کائيندا هئا، پر يورپ وارا انهن کي نيرن ۾ ضروري طعام سمجهندا هئا. ٻهراڙيءَ جي اڪثر گهرن ۾ ٽي چار ڪڪڙيون ۽ هڪڙو ٻانگو هوندو هو. ديسي آنا هاڙهہ ۾ گهڻو ڪري نہ ڦٽندا آهن، پر سرءُ جي ٽور ۾ ٻارهن کان پنجويهن چوزن تائين ڦٽندا آهن. هنن مان گهٽي پاڳي مري ويندا آهن، پر تڏهن بہ ايترا بچندا آهن جو گهر ڌڻي هر هفتي هڪڙي ڪڪڙ کهي سگهندا آهن. سومرن جي دؤر ۾ بہ پڪ ائين ئي هوندو. گهرن ۾ ڪڪڙيون

# ڪاري ۽ مٺي پاڻيءَ جون عام ڪاچرو مڇيون (آر قريشي، 1964)

## ڪاري جون مڇيون


207. مَنگرو (Carcharias acutidens)


208. مِنُو (Clupea sindensis)


209. ڪانگو (Belone strongylurus)


210. ٻمبو (Serranus diacanthus)


211. ڍانگِري (Lates calcarifer)


212. گِينگڙو يا گِينگٽو (Therapon jarbua)


213. پنيور (Sillago sihama)


214. بانگڙو (Caranx djedaba)


215. ڏَنڊِيا (Pimelepterus cinerascens)


216. ميو (Lutianus rivulatus)


217. ڏوٿر (Pristipoma hasta)


218. مُشڪو (Otolithus argenteus)


219. ڪِسِي (Chrysophrys sarba)


220. سُرمَئِي (Somber microlepidotus)


221. اڇو پٿو (Stromateus sindensis)


222. ڏُٿي (Polynemus sexfilis)

## مِٺي جون مڇيون (دريائي)


223. ڏنيرو يا ڪرڙو (Labeo rohita)


224. گنَدڻ يا پَٽي (Notopterus chitala)


225. پَلو (Hilsa ilisha)


226. ڏاهي (Labeo calbasu)


227. موري (Labeo sindensis)


228. ٿيلهي (Catla catla)


229. پوپري (Barbus (Puntius) conchonius)


230. سِينگاري (Mystus aor)


231. ڪَڳو (Rita rita)


232. شاڪر (Ophicephalus striatus)


233. گوجَ (Mastacembelus pancalus)


234. ڄرڪو (Wallago attu)

ڊارڻ جو رجحان ڪڪڙين جي جديد واڙن (Poultry farms) جي ڪري اهميت وڃائي وينو ۽ هاڻي گھٽبو پيو وڃي.

سومرن ۽ سمن جي دؤر ۾ سنڌ ۾ ڍنڍين جا چار ميڙ هوندا هئا : اتر اولهہ سنڌ ۾ حمل، ڍرگھہ، ڊائون (ميهڙ)، سونهري، ڪوڪاڙهو، اهدروب، جاڪپري، ستيارو، ٽلٽي ۽ منڇر؛ اوپر سنڌ ۾ اپرندي ناري تي مَکي، فرش، امرڪوٽ ۽ سامارو ڍنڍون؛ ڏکڻ اولهہ سنڌ ۾ ڪينجهر، ڪلري، هاليجي ۽ سونهري ۽ اتر سنڌ ۾ سنڌ ڍورو. ڍنڍين ۾ سڄو سال مڇي هوندي هئي. نٽي ۽ سجاول کان هيٺ ڊيلٽا وارو علائقو اونهاري ۾ پاڻيءَ جي چادر بڻجي ويندو هو ۽ اڪرڻ ڏکيو ٿي پوندو هو. اتي هزارين ننڍيون ننڍيون ڍنڍون ٺهي ويندڙيون هيون، جن ۾ مڇي ٿيندي هئي ۽ مٿن سانگي پکي ڇڪجي ايندا هئا. سنڌ ۾ تتر بہ عام هوندا هئا ۽ ماڻهو کين کائڻ لاءِ ڦاسائيندا ۽ شڪار ڪندا هئا.

مير بحر اهم ذات ليکبي هئي. هتي مڇي اوائل کان وٺي کاڄندي پئي اچي. هاڙهہ ۾ سنڌوءَ جي پهچ وارا لڳ ڀڳ سيئي ڍورا، ڪي پاڻهي پربا هئا تہ ڪن کي ماڻهو سعيو ڪري پرائيندا هئا. آڪٽوبر ۾ وري پاڻي نيڪال ڪري اتي سياري جي پوک ڪندا هئا ۽ مڇي کائڻ لاءِ ڦاسائي وٺندا هئا. مڇي سڪائي بہ سگھبي هئي، پر پراڻن ماڻهن تان مڇيءَ جي قسمن جا ثبوت نہ لڌا آهن، جاڪاڻ تہ مڇيءَ جو خاص ڪري ڪوپريءَ وارو هڏو پورجڻ سان ڳري ويندو آهي.

ٿورن لفظن ۾ ائين کڻي چئجي تہ سنڌين وٽ حيواني حياتيات جي کا کوٽ کا نہ هئي ۽ اڳي توڙي سومرن جي دؤر ۾ بہ سنڌن ڏيل ۽ هاٿي هندوستان جي بين پر ڳڻن جي رهاڪن کان بهتر هوندا هئا.

## ريڙهاڪ جانورن جو گوشت

ابن بطوطہ ماڻهن کي گلوئيءَ (سقنقر) جو گوشت کائيندي ڏٺو (صحيح سڃاڻپ نہ ڪري سگھڻ ڪري هن کي ڳوهہ سڏيو اٿس). هي ريڙهاڪ جانور زمين اندر ڏرڙن ۾ رهندو آهي. جتان ماڻهو ڪوٺي ڪڍندا هئس. پيٽ چيري اندران صاف ڪري ۽ کنهن ڦڪي رنگ جي ڀاڄيءَ (هيڊ) سان گڏي رڌيندا هئس. گلوئي (ت. 263) هاڻي بہ جهمپير، جنگشاهي ۽ ملير جي علائقن ۾ ٿئي ٿي، پر کاڄي کانہ ٿي. هن جي وَهہ کَامَ (شَهوَتَ يا مرداڻي طاقت) وڌائڻ لاءِ ڪم آڻيندا آهن.

## گوشت لاءِ ڍور مارڻ جا طريقا

ڀهراڙين ۾ ڪوس گھر ڪو نہ هوندا هئا ۽ ماڻهو ڍور گھرن اڳيان يا کنهن موزون جاءِ تي ماريندا يا ڪهندا هئا. جيئن هاڻي بہ ٿئي ٿو. پر شهرن ۾ ضرور ڪي خاص جايون هونديون. سنڌي ڍور ڪيئن ماريندا هئا، سا خبر ڪانهي، باقي سنڌو سيپتا جا همعصر مصري، ڍور جي نڙيءَ کي هڪ ڪن کان ٻئي ڪن تائين سير ڏئي ڪهي ماريندا هئا. يهودين جو طريقو بہ ساڳيو مصرين وارو هو ۽ اهي سڄو گوشت لاءِ ڍور مارڻ جو رڳو اهو طريقو ئي نيڪ سمجھندا هئا. سنڌن مذهب ۾ ٻئي ڪنهن بہ طريقي سان ڍور مارڻ جي جهل هئي. مصري سِيرَ جو رت گڏ ڪري رڌ پچاءَ ۾ ڪم آڻيندا هئا، پر يهودين وٽ ان جي جهل هئي. مسلمانن يهودين واري پَر ورتي. سِکن جي ڍور مارڻ واري طريقي مان لڳي ٿو تہ سنڌي اڳي ڍور کي ڪاپار ۾ ڌڪ هڻي ماريندا هئا، جيئن تڏي تي ئي دم ڏئي ۽ رت بہ نہ وهيس. پکيءَ جي سٽ ڏئي ڳچي پڇندا هئا ۽ اهو تڏي تي مري ويندو هو. مصر جو پراڻي دؤر وارو مٿيون طبقو ڍور جي منڍي نہ کائيندو هو، اها کل ۽ سنگن سوڌو غريبن کي ڏئي ڇڏيندا هئا. انهي جي ابتڙ سنڌ ۾ ميڄالو مزيدار نيرن ليکبو آهي ۽ زبان بہ مزيدار سمجهي ويندي آهي. سنڌي کُر توڙي پاوا نہ کائيندا هئا، پر اهي ڏکڻ ايشيا ۾ ٻين ڪجھہ جاين تي مزيدار سمجهيا ويندا هئا. اتان اهو چسڪو، ارڙهين صديءَ ۾ شڪارپور تي افغانن جي حڪومت دؤران، سنڌ جي ڪجھہ شهرن ۾ پهتو. شروعاتي سومرن حاڪمن اسماعيلي مذهب قبولي ورتو هو، پر اسلام کان اڳ واريون هندڪيون ۽ ٻوڌي رسمون بہ نہ ڇڏيون هئائون، سو ٿي سگھي ٿو تہ، وڌيڪ نہ تڏهن بہ تيرهين صديءَ جي وچ تائين، اهي بہ سِکن واري طريقي سان ئي ڍور ماريندا هوندا.

## ڀاڄيون ۽ سڻڀ

سنڌ ۾ سومرا دؤر ۾ چاتل سڃاتل ڀاڄيون هونديون هيون: مٽر، ڪيترن قسمن جون ڦريون، بصر، ٿوم، پتائي گجرون، ترَ (تيل ۽ ڦرين جي ڀاڄي)، سرنهن (تيل ۽ ساڳ) ۽ ٻہ ٽن قسمن جا ڪدو. ابنِ بطوطہ مگُن جو خاص نالو ڪنيو آهي تہ کاڄندا هئا. کَڪڙن جو تيل بہ ٿيندو هو، پر سڀ کان وڌيڪ ماهيو ۽ ڳائو مکڻ واپرائبو هو. تيل ڏاندن ۽ ڪڌهن ڪڌهن سُوا ڍورن کي ڍڪ ڪري وجهندا هئا. تيل سيڪو ڏيڻ ۾ بہ ٻاربندو هو.

## ماني، ٽِڪڙيون ۽ مِٺيون لولِڙيون

اَن کي جنڊ (ت. 644) ۾ پيهين اٽو ڪندا هئا. انگريزن جي ڊبل روٽين جي اچڻ کان اڳي سنڌي ڪوڙ طرح جون مانيون پچائيندا هئا. انگريزن کان اڳ مانيءَ جا ڪجھہ عام قسم هي هئا:

* ڪٽڪ، جَوَن، جور، ٻاجهريءَ ۽ چانورن جي اٽي جي ماني. پچاڙيءَ واري صرف سنڌ ۾ ئي پچندي هئي.
* اٽي ۾ سڻڀ ۽ مناڻ (کنڊ يا ماکي) گڏائي مٺا لولا پچائبا هئا، سي آرام سان هفتو بہ هلي ويندا هئا.

## عام ڪاچرو پکي (سليم علي)


235. ڪَرڙو (Anas crecca)


236. ڊِرگهوش (Anas acuta)


237. نِيرگي (Anas platyrhynchos)


238. برڙ يا بهاري (Anas strepera)


239. رَتابو (Netta rufina)


240. جهنگ ڪڪِڙ (Gallicrex cinerea)


241. ڦڙائو (Anas penelope)


242. آڙي (Fulica atra)


243. ڪبوتر (Columbia livia)


244. ڳيرو (Streptopelia decaocto)


245. پَٽ ڳيرو (Streptopelia senegalensis)


246. ڪاري ڪَبر (Acridotheres ginginianus)


247. پاڙو تتر (Coturnix coturnix)


248. پَٽ تتر (Pterocles indicus)


249. ٻَگڙو تتر (Francolinus pondicerianus)


250. ڪارڙو تتر (Francolinus francolinus)


251. تَلور (Choriotis nigriceps)


252. جهرڪي (Passer domesticus)


253. هنج (Anser indicus)


254. لاڪي جاني (Phoenicopterus roseus)


255. پيڻ (Pelecanus philippensis)


256. ڪونج (Anthropoides virgo)

* بُسري، ڪٽڪ جي اٽي مان پچندي هئي ۽ ٻه پڙ هوندا هئس. ٻنهي پڙن جي وچ ۾ ماکي يا مٺائي (ڳاڙهي ڪنڊ) ۽ مکڻ وجهي پچائيندا هئا ۽ مکڻ سان کائيندا هئا.

* هٿن سان کائڻ مهل ماني ئي کانٽي ۽ چمچي جو ڪم ڏيندي هئي. ميزپوش يا صافا ڪونه هوندا هئا. دعوتن ۾ پَٽَ تي ڪپڙي جي چادر وڇائي، مهمانن کي انهن تي ويهاري ۽ سندن اڳيان ٿڪر جي وڏين پاٽين ۽ پاٽوڙن ۾ ماني آڻي رکندا هئا. سيڪو مهمان ماني پاڻ وڏي ٿانوَ مان ننڍي ٿانوَ ۾ لاهي کائيندو هو. مهمان گرهه آڱرين سان ڳاهي ڪٽندا هئا، نڪو ڪانٽو هوندو هو نه چمچو. پراڻي دؤر کان وٺي ڏکڻ ايشيا ۾ اها ريت رهي آهي ته ماني ساڄي هٿ سان کائبي هئي، جو ته ڪاڪوس ڪري انگ سدائين کابي هٿ سان ڌوئبو آهي، تنهنڪري اهو صاف نه ليکبو هو. ٻوڙ مانيءَ سان ئي گڏائي کٽبو هو. ماني کائڻ کان اڳي ۽ پوءِ هٿ ڌوئڻ آدابن ۾ شامل هو. ماٺهو طعام کهڙا کائيندا هئا، سو سيڪو سمجهي سگهي ٿو.

## شراب، گهوٽوءِ ۽ پيا نشا

سنڌ ۾ انگور (ڊاک) ٿيندا هئا ۽ شراب ناهڻ توڙي کائڻ ٻنهي ڪمن ۾ ايندا هئا. 1947ع تائين هندو سنڌ جي سيني شهرن ويجهو انگور پوکيندا هئا ۽ جون جي پڇاڙيءَ ۾ چڱا ڪپي خاص ڏرمي تهوارن لاءِ شراب ناهيندا هئا. مسلمانن جي ڪروڌ ۽ سرڪار جي لائسنس يا ٽيڪس کان بچڻ لاءِ اهو ڪم ڳجهه ڳوهه ۾ ٿيندو هو.

سنڌ ۾ ڏوڏي (Poppy) پوکبي هئي. انهي مان چرس ۽ آفيم ناهيندا هئا. پورهيت طبقي ۾ چرس پيئڻ اجا به عام آهي. موهن جي دڙي (2,350 ق-م) مان سلفيءَ جهڙي ڪا شيءِ لڌي آهي. سومرن جي اجڙيل شهرن مان به سلفيون لڌيون آهن. پراڻي دنيا ۾ تماڪ کي ڪير ڪو نه سڃاڻندو هو. اهو ڏکڻ ايشيا ۾ پورچوگيزن سورهين صديءَ ۾ آندو. هڪڙي ٻي نشيدار شيءِ ڀنگ به سنڌ ۾ ٿيندي هئي. ڦتل ماڳن تان ڪپين جا ڪجهه نمونا لڌا آهن، لڳي ٿو ته انهن ۾ شراب پيئندا هوندا. 200 ق-م کان 200ع ۾ به سنڌ ۾ سنا شراب ٻاهران ايندا رهيا آهن، پر سومرن جي دؤر بابت ڪا معلومات ڪا نه ٿي ملي.

## سنڌ-ملتان ۾ ابنِ بطوطه کي نرالي قسم جو کاڌو کارايو ويو

ابنِ بطوطه 1333ع ۾ ملتان ۽ دهليءَ جي وچ تي قاضي خاوند زاده پاران کيس کارايل هنن طعامن جو ذڪر ڪيو آهي: چپاتي (ماني)، سيڪِيَل گوشت (roast)، مناٺ سان پريل گول ماني (سنڌي مني لولي جهڙي)، اٽي، ڪنڊ ۽ گيهه مان نهيل الخشتي ماني (سنڌ ۾ هاٽي بُسري ڪوٺجي ٿي)، سڃي گيهه ۾ تريل سموسا، جن ۾ قيمو، بادام، اکروٽ، پستا، بصر ۽ مرچ پيل هئا، ۽ ڪڪڙ ۾ پلاءُ. مانيءَ کان پوءِ ميون جي رس ۽ پڇاڙيءَ ۾ پان ڏنائونس. بيمارن لاءِ سانئين جو پت هو، ٿي سگهي ٿو ته چانورن سان سانئون يا مگن جي دال گڏيل هجي.

## ميوا

سنڌ ۾ ميون ۾ ڪَنَل ۽ ٻير ٿيندا هئا. ٻير، بلڪل اوائل کان وٺي جهنگن ۾ پنهنجي منهن ٿيندا ٿي آيا ۽ ست هزار سالن کان ٿورو اڳ گهرن ۾ پوکجڻ لڳا. سنڌ ۾ ٻن قسمن جا جهنگلي ٻير ٿيندا آهن. هڪڙا عام ٻير (Zizyphus rotundifolia) ٻيا ڇاڱرا Zizyphus (mauritania). ٻنهي قسمن جا ٻير سولائيءَ سان سڪائي ۽ منجهانئن ڪوڙ شيون ناهي سگهجن ٿيون. منڊ ڪانپوءِ سڪل ٻير سڄر ميوي وانگر کائي سگهجن ٿا. هتي ليمان، سنگترا ۽ انب پڻ ٿيندا هئا.

عرب سيلانين ڇمونءَ کي هندوستاني ميوو ڄاڻايو آهي. اهو سنڌ ۾ به پڪ ٿيندو هوندو. آيرويدڪ (علاج جو هندوستاني طريقو) ۾ هن جي فائدن جي پرک پراڻي جڳ کان وٺي هئي. اهو ئي سبب هو جو هي وڻ پوڄبو هو ۽ برهمڻ کي ماني به هن جي ڇانوَ ۾ کارائيندا هئا. مٺن پيشابن، سوري (رت وارا دست)، ترِي وڏڻ، هاضمي، ڦٽن ڇٽائڻ، پيشاب جالارو ڪرڻ ۽ دستن جي علاج لاءِ هن جو ميوو، عرق، شربت ۽ رس ڪم آڻيندا هئا. ايتري تائين جو هن جا پن ۽ چوڏا به دوائن ۽ ڦڪين ۾ ڪم ايندا آهن.

اڳ ۾ ٻير جهنگ ۾ پنهنجي منهن ٿيندا هئا ۽ 5,500 ق-م کان گهرن ۾ پوکجڻ لڳا. هي جهنگ جي تازي ميوي کان علاوه رت صاف ڪندڙ، پيٽ نرم ڪندڙ ۽ چار اوڳرائيءَ جو علاج به ليکبا هئا. سندن پاڙ مان تپ، آنڊي ۽ معدي جي ڦٽن ۽ ٻاهرين زخمن لاءِ ۽ چوڏي مان دستن لاءِ ڦڪيون ۽ ڪک ناهيندا هئا. دل کي طاقت وٺائڻ ۽ دماغ جي بيمارين ۾ ڪوڪڙن کي ڪم آڻيندا هئا. ٻيرن جي پنن مان ڏڪار جي ڏينهن ۾ ماني پچائيندا هئا. سنڌ جي مشهور لاک واري فرنيچر ۾ ٻير جي وڻن جي لاک ڪم ايندي آهي. هڪ قسم جا ڪينئان ٻير جا پن کائيندا آهن ۽ لاک پيدا ڪندا آهن.

ڪمند هڪ اهم فصل هوندو هو. هن مان اڇي ڪنڊ ٺهندي هئي. هي سنڌو درياءَ جي اولاهين واهڙ جي پاسن سان ٿيندو هو، جيڪو سڄو سال وهندو هو. جڏهن واهه لهي ويندا هئا ته ماٺهو پاڻي نارن وسيلي چڪيندا هئا، جيڪي سومرن جي دؤر ۾ سنڌ کان ٻاهر سنڌي نارَ نالي سان مشهور هئا.

# ڪاڇرو جهنگلي جانور



257. روجھ
(Nilgai)



258. گَڊ (Ovis orientalis blanfordi)



259. سرھ (Capra aegagrus)



260. ڦاڙھو (Axis porcinus)



261. ڪارو هرڻ (Antilope cervicapra)



262. خاڪي يا ڪَتِرُو سهو (Lepus nigricollis)



263. گِلوئِي (Uromastyx hardwickii)

گهٽ ذات سمجهيا ويندڙ ڪجھ سنڌي هندو جهڙوڪ باگڙي، گرگلا ۽ جهَبير هينئر بہ جهنگ ٻلو، گدڙ، مرون، ڪچون، ڪميون، واڳون، سيڙهيون، سيسر ۽ ڳوهون ڪائن ٿا ۽ جوڳي، جن مان ڪجھ مسلمان بہ آهن، نانگ ٻلائون ڪائن ٿا. هنن جاتين جا ماڻهو انهن جانورن جو ماس صدين کان شوق سان ڪائيندا آيا آهن.



264. ڪوراڙ ٻلا
يا اجگر



265. گدڙ (Canis aureus)



266. سوئر يا مِرون يا خنزير (Sus scrofa)



267. ڪمي (Geochelone elegans)



268. ڪَچون (Lissemys punctata)



269. جهنگ ٻلو (Felis chaus)



270. سيسر يا سيسار (Gavialis gangeticus)



271. واڳون (Crocodylus palustris)



272. ڳوھ (Varanus begalensis)

ڪاڇرو پوکن ۾ ساريون، ڪٽڪ، تيلي ٻج، مٽر، ڦريون ڦوٽا، گدرا، چانهان، ونگا، جور، ٻاجهري، ڪافور، زعفران، بصر، ثوم، جِيرو ۽ ڪدوءَ جي نسل جون ڀاڄيون ٿينديون هيون. وونئڻ ٻن قسمن جا ٿيندا هئا: هڪڙا ٻوٽا سچو سال هلندا هئا، ٻيا هر سال نئين سر پوکبا هئا. يورپ وارن سترهين صديءَ ۾ گجرات ۾ سچو سال هلندڙ ڪجهه ٻوٽا ڏٺا ۽ مظهر شاهجهانيءَ سنڌ ۾ ٻڌايا آهن (هي ٻوٽا هن وقت به سنڌ ۾ ٿين ٿا، پر ماڻهو ڪين فصل طور نه پر سدائين سائي ٻوٽي طور گهرن ۾ پوکين ٿا). سنڌ ۾ ڪپهه جهجهي ٿيندي هئي ۽ مهرڳڙهه واري دؤر (500،5 ق-م) کان وٺي ڪچي ڪپهه، منجانئس ڪتيل سٽ توڙي ڪپڙو ٻاهي ڏيساور ويندا هئا. سومرن ۽ سمن جي دؤر ۾ سنڌ ۾ ڪپهه سيني کان وڏو واپاري اسم هوندي هئي. ڪڪڙن کي پيڙي منجهانئن تيل ڪيندا هئا، پر رڳو غريب ماڻهو کائيندا هئا يا گاهه ۾ گڏائي مال کي چاريندا هئا. گهڻا سنڌي مکڻ ۽ سچو گِهه کائيندا هئا، جو اهي جام ٿيندا هئا ۽ ماڻهو کين وڏيڪ طاقتور سمجهندا هئا. اڄڪلهه ڊاڪٽر مکڻ واپرائڻ کان جهلين ٿا، ڇاڪاڻ ته منجهس ڪوليسٽرول (cholesterol) گهڻو هوندو آهي.

## ڪاڏي جي شين جا اگهه 1325ـ1351ع

محمد تغلق جي زماني (1325-1351ع) ۾ ڪاڏي جي مختلف شين جي اگهن جو لکت ۾ ثبوت موجود آهي. ڀانئجي ٿو ته سنڌ ۾ به ساڳيا ئي اگهه هوندا ۽ اهي هيٺين ٽيبل ۾ ڏجن ٿا.

## ڪاڏي جي شين جا اگهه 1325ـ 1351ع

| شيءِ | تور | اگهه جتالن ۾ (8 جتال = 11.25 گرام تور وارو چانديءَ جو هڪ سلطاني درهم) |
|---|---|---|
| ڪڻڪ | هڪ مڻ | 12 |
| جَوَ | هڪ مڻ | 8 |
| ساريون | هڪ مڻ | 14 |
| مٽر | هڪ مڻ | 4 |
| ننڍيو وڏو گوشت | ڇهه سير | 2 |
| رڍيو گوشت | چار سير | 2 |
| ڪڪڙ | چار عدد | 8 |
| مٺائي (ڳڙ جي) | پنج سير | 8 |
| کنڊ (قند، اڇي کنڊ) | چار سير | 8 |
| رڍ | چار عدد | 64 |
| ڳئون | چار عدد | 128 |
| مينهن | چار عدد | 128 |

### مڇي ۽ پکي ڦاسائڻ



273



274

273. سنڌي ڪُڙهي: اڪيلي سر مڇي ڦاسائڻ لاءِ. مٿان ڪاٺ جي گول ڳرنهن ۽ انهي ۾ ڪاٺ جون 6 کان 8 لَڙُون ڳنڍيل هونديون آهن. چٽيءَ وانگر ويڙهبي آهي. اندران لڙن جي هيٺين ڇيڙن تي ڄاري ٻڌل هوندي اٿس. ڄاريءَ جو وچ ڍرو هوندو آهي ۽ اتي ڏور جو ٽڪرو ٻڌل هوندو آهي. انهي ڏور کي مٿي ڇڪي جهلڻ سان وچ مٿي ٿي پوندو آهي. ڪُڙهي ننڍي پاڻيءَ ۾ هڻبي آهي. مڇي وچ تي آئي ته ڄاري مٿان ڇڏي ڏبي اٿس. مڇي انهي ۾ ڦاسي ويندي آهي ۽ پوءِ هٿ سان وٺبو اٿس. اوچائي 1 کان به ميٽر. ڄاري 3 کان 4 ميٽر. (سورلي).

274. گانگٽ يا سانو.

# نقشو نمبر 64

## 1025ع

## واپاري واٽون، واپار جا وکر ۽ واپار ڪندڙ ملڪ

نوٽ:
سنڌ جي واپاري وکرن ۾ مسالا، ڪپڙو، ڪنڊ، نِير، آريٺا، چانور، چمڙو، عاج، ڪاٺ ۽ پنسار شامل هو. سون، چاندي، ٽامون ۽ لوهه ٻاهران ايندا هئا. قاهره اوڀر جو مال يورپ موڪلڻ جو اهم مرڪز بڻجي چڪو هو. بغداد جو واپار گهٽجڻ شروع ٿي ويو هو. سنڌ جو حاڪم خفيف سومرو هو.



باب اٺويهون

# سومرن جي دؤر ۾ سنڌ جو واپار
## (1000 ـ 1400ع)

سومرن جي دؤر ۾ سنڌ جي واپار جو پس منظر هن ريت آهي:

* 732ع تائين اٽليءَ ۾ روم ۽ ميلان جي تباهيءَ سبب، وينس هڪ اهم ساموندي بندرگاهه ٿي اڀريو ۽ اولهه يورپ ڏانهن مال موڪلڻ جو اهم مرڪز بڻجي ويو.
* جيتوڻيڪ عرب بازنطيني سلطنت کي لتاڙيندا اڳتي وڌيا هئا، پر قسطنطنيه جي واپاري مرڪز واري اهميت اڃا برقرار هئي، ڇاڪاڻ ته سندس يورپ سان واپاري ناتا هئا ۽ يورپ جو ڪافي مال ٻين ملڪن ڏانهن هتان ٿيندو ويندو هو.
* 750ع ۽ پوءِ بغداد هڪ اهم واپاري مرڪز ٿي اڀريو هو ۽ دمشق جي اهميت گهٽجڻ لڳي هئي.
* 950ع ڌاري اسڪندريا جي ڦٽڻ سان قاهره اڀريو ۽ بغداد جي مقابلي ۾ اچي چڪو هو.
* 1000ع تائين اينٽيوڪ اجڙي چڪو هو ۽ وينس قسطنطنيه کان وڌيڪ اهم واپاري مرڪز بڻجي ويو هو، ڇاڪاڻ ته روس ۽ آئس لينڊ سان گڏوگڏ يورپ جي گهڻن ملڪن سان به واپار وينس رستي هلندو هو.
* سنڌ ۽ ڏکڻ ايشيا کان يورپ ڏانهن مال گهڻي ڀاڱي قاهره رستي ۽ ڪجهه بغداد رستي ويندو هو، جيڪو 950ع تائين سنڌ ۽ يورپ جي واپاري ڳانڍاپي جو اهم مرڪز رهيو هو.
* بغداد جي اجڙڻ جا سبب فاطمي خلافت جو اڀرڻ ۽ عباسي سلطنت جو ٽٽي ننڍيون ننڍيون رياستون ٿيڻ هئا، جتي خليفي جي نالي ماتر بيعت ٿيندي هئي: رڳو ڪجهه ملڪ ڪيس ڏن ڏيندا هئا ۽ سندس نالي سان خطبو پڙهندا هئا.
* يورپ جا واپاري شهر جينيوا، نيپلس ۽ اٽليءَ ۾ فلورينس، 1000 کان 1200ع تائين وارين ٻن صدين دؤران اڀريا.
* 1000ع تائين اٽليءَ ۾ وينس يورپ جي واپار جو اهم ۽ يگانو مرڪز بڻجي چڪو هو ۽ قسطنطنيه تي چڙهت ڪري چڪو هو. وينس مان مال سڄي يورپ ۾ پيرس، ڪولون (جرمني) ۽ روس ۾ نووگوروڊ سوڌو، ڪنڌ جي اهم واپاري شهرن ڏانهن ويندو هو.
* بغداد ۽ قاهره پنهنجي به سو سال پراڻي واپاري حيثيت برقرار رکندا ٿي آيا.
* اڳين ٻن صدين ۾ وينس ۽ جينيوا جي اهميت ويتر وڌي.
* قسطنطنيه جيئن گذريل ٻن صدين دؤران وينس ۽ اٽليءَ جي ٻين شهرن کان پوئتي هو تيئن ئي رهيو.
* 1400ع ڌاري ڊچن (Dutch) برطانيه، اسڪينڊينيويائي ملڪن، فن لئنڊ ۽ روس سان واپار ۾ اهميت ماڻي ورتي هئي. سندن جينيوا رستي جبرالٽر سان به واپار هلندو هو ۽ يونوِچ ۽ پر پاسي وارن ملڪن سان جهجهي اچ وڃ هوندي هئن.

### واپار جا وکَر يا اسم

يورپ ۾ سنڌ سوڌو سڄي اوڀر کان آيل هر وکر مسالو ليکبو هو، پر حقيقت ۾ اهي به سو ڪن وکر هوندا هئا، جن مان ڪجهه خاص اسم هوندو هو. صدين تائين ڳاڙهي سمنڊ ۽ ايراني نارِ رستي ڏکڻ ايشيا سان واپار وارا گَس شاهراهه مسالا ڪوڙجندا رهيا. اوڀر وارن ملڪن ڏانهن ويندڙ اسمن ۾ سڀ کان اهم اسم سون هوندو هو. گهڻو سون ڏکڻ ايشيا گهرائيندو هو، جتي ان مان، موهن جي دڙي واري زماني کان وٺي، ڳهه ٺهي ويندا هئا.

### سنڌ مان ڏيساور ويندڙ وکَر

سنڌ مان ڏکڻ ايشيائي رياستن سوڌو ٻين ملڪن ڏانهن عام طور هي وکر ويندا هئا: چيٽ، اُٺَ، ڳهه، ريڊي پشم، ٻاڪري ۽ اوٺي ڏاسَ، ريشمي ڪپڙو، عاج ۽ ٿالهيءَ جون ڏاتو جڙيل شيون، جنڊيءَ لٽل لاڪ واريون (lacquered) پالڪيون، ڳائو، ماهيو، ريڊيو ۽ ٻاڪرو


نقشو نمبر 65
1228ع:
واپاري واٽون ۽ واپار جا وکر
ANTLANTIC OCEAN
NOVCGROD
WOOL
WINE
PARIS
COLOGNE
COPPER
LEAD
SILVER
IRON
MILAN
GENOA
VENICE
SEVILLE
FLORENCE
ROME
NAPLES
FEZ
PALERMO
MAHDIA
MEDITERRANEAN SEA
SALONIKA
CONSTANTINOPLE
BLACK SEA
SILVER
COPER
TIN
ISLAMIC ROUTES
ANTIOCH
ALEPPO
DAMASCUS
CAIRO
PAPER
GOLD
IVORY
SLAVES
SPICES
BAHR AL QULZUM
MECCA
HODELIDA
ADEN
HAMADAN
BAGHDAD
BASRA
ISFAHAN
SUGAR
SHIRAZ
SIRAF
PERSIAN GULF
SPICE ROUTE
MEPCURY
IRON
SILVER
CASPIAN SEA
ARAL
SILVER
GOLD
MERCURY
IRON
COPPER
SLAVES
PAPER
BUKHARA
SILK
SILK POUTE
MERV
NISHAPUR
HERAT
KANDHAR
KABUL
GAZNI
KASHGAR
YAYRKAND
KHOTDN
TASHKURGAN
KUCHA
MIRAN
CHERCHEN
ANHSI
LANCHOWPU
SILK
LHASA
GANGTOK
LAHORE
MULTAN
DELHI
PATAILIPATRA
UCH
DELHI SULTANATE
KANAUJ
ALORE
SEHWAN
DAYBAL
MUHAMMAD-TUR
PARI-NAGAR
CHAULKAYAS
YADAYAS
KALACHURI
KALINGAA
KAKATIAS
JAREJAS
ANYIVARA
PEVGARI
PERSIAN SEA
BALLALAS
CHOLAS
BAY OF BENGAL
NOYASALA
PANDYAS
DARARAT: PUTRA
WOOD
SUGAR
TEXTILES
MEDICINES
MADDER
INDIGO
HIDES
RICE
INDIAN OCEAN
N
SCALE
0 100 200 300 400 500 MILES
نوٽ:
سنڌ مان مسالا، ڪپڙو، ڪنڊ، چانور، نِير، آريـنا،
چمڙو، ڪاٺ ۽ دوائون ڏيساور ويندا هئا. ٻاهران
سون، چاندي ۽ ٻيا ڌاتو گهرائبا هئا.
لاڙ جو حاڪم چنيسر سومرو هو.
INDEX
1. TOWNS
2. SEA ROUTES
3. LAND ROUTES
4. ARTICLES OF TRADE
5. BOUNDARY OF DELHI SULTANATE
6. BOUNDARY OF LOWER SINDH

چمڙو، چمڙي مان ٺهيل شيون، سوٽي ڪپڙو، ڪاٺ جو فرنيچر، هرڪ (ارڙهين صديءَ ۾ سنو ڪپڙو ۽ ويهين صديءَ ۾ هلڪو ڪپڙو)، ڪنڊ، فراسيون، ڪوهستان مان سرمون(Antimony) ، هنري مصنوعات، نير، آرينا، آفيم ۽ زرعي جنسون جهڙوڪ ڪٽڪ، چانور، تيلي ٻج، مٽر، چٽا، جَوَ، جور ۽ ٻاجهري.

سنڌ ۾ ٿيندڙ يا اڻ ورهايل هندوستان جي اترين پاڱن مان ايندڙ ڪجھ ٻيا واپاري وکر هئا : ڪافور، سِنگَ، لاک، مشڪ، مِصري، موتي، مور (ٽر مان) ۽ سڪل مڇي. هار ۽ ٻيا زيور ناهڻ لاءِ گينڊي جي سڱن جي وڏي گهرَ هوندي هئي. چين ۾ هنن کي ڪَامَرَ (شَهوَتَ) وڌائڻ جي دوائن ۾ به ڪم آڻيندا هئا. سنڌو درياءَ جي پاسن وارا ٻيلا گينڊن جي جُوءِ هوندا هئا. عاج ٻاهران گهرائي ان مان سهڻيون شيون ٺاهي ڏيساور موڪليندا هئا.

ڀنڀور ۾ ڪجهه لاڳيتيون ڪونڙيون ۽ ڪليل دالان لڌو آهي، جتي ڪپڙو ۽ چمڙو ڇُرڻ لاءِ نڪر جا وڏا وڏا ٿانوَ (ڪُونرَ) ٺهندا هئا. ٽامي ۾ ٿورو شيهو يا قلعي گڏائي پتل ٺاهيندا هئا. منصوره مان لڌل شاندار مورتيون ڌاتوءَ جي زبردست ڪاريگريءَ جو ثبوت آهن.

هندي ساگر جي ملڪن جو پاڻ ۾ هڪ ڪَرو ۽ ڪمائيءَ وارو ڪاروبار هلندو ٿي آيو. منصوره توڙي برهمڻ آباد ڀنڀي جي واپار ۾ لاٽ سنڌ جي واپار ۾ لاٽ جي ڪري نه آئي، پر اهي حملي آورن هٿان تباھ ٿيا. انهن ڏينهن دؤران هندي ساگر ۾ اهم سامونڊي بندرگاھ اسري چڪا هئا، جهڙوڪ ايران ۾ ايراني نارِ ۾ صِراف، عمان ۾ صحار، ڪينيا ۾ مانڊا ۽ سري لنڪا جي اتر اوير سامونڊي ڪپ تي منتائي. پاٽيءَ جا جهاز ڀنڀور مان جپان، چين، مصر ۽ عراق ويندا هئا. اهي چوماسي جي هوائن جو ڀرپور لاڀ وٺندا هئا. ڪوڙ ساريون نيون جاندار رياستون ۽ فاطمي خلافت جڙڻ ڪري نَئَ وارين شين جي گهرج وڌي. ڀنڀور، صراف ۽ منتائي هلندا ئي رکو واپار آسري هئا ۽ نٺ وارا ڏيساوري وکر جهڙوڪ عراق مان اچا يا هلڪا ڪاشيءَ جا ٿانو، چين مان چينيءَ ۽ پٿر جا ٿانو، شام مان white paste decorated۽ نارِ جي ملڪن مان شيون رکڻ لاءِ وڏا سادا ۽ لوٽياني روغن وارا (alkaline glazed) مَٽَ هتي ايندا هئا. انهي مان سومرن جي دؤر ۾ نٽ پري زندگيءَ جي ڪَل پوي ٿي. لاجور (lapis lazuli) مڙهيل گهه ، مشڪ، نير، آرينا ۽ ٻيا مهانگا وکر200 ق-م کان 200ع وانگر 1200ع ۾ به ڀنڀور مان ڏيساور ويندا هئا. عمان جي شهر صحار ۾ پندرهن هزار ايڪڙن تي ميون جا باغ هئا. اتان ميوو ڪاڏي جي اٽاٽ وارن علائقن ڏانهن ويندو هو. ڀنڀور ۾ به پانئجي ٿو ته سڪل ميوي جي اٽاٽ هئي پر ڪا گهٽي نه هوندي.

چين مان سنڌ اچي چينيءَ جا ٿانوَ، ميٽائين رنگ جا پٿر جا ٿانو، celadonware ۽ گلڪاري ٿيل پٿر جا ٿانو گهرائيندي هئي. هلڪي ڳاڙهي رنگ ۽ مٿان نيري ڪاشي چڙهيل ٺلهي نڪر وارا مَٽَ اولاهن ملڪن ايران، عراق، شام ۽ مصر مان ايندا هئا. هن قسم جا ٿانو ساسانين جي دؤر ۾ ٺهندا هئا ۽ ٻارهين صديءَ تائين ٺهندا آيا. چين ۾ ٺهندڙ چينيءَ جي ٿانون جو نقل ٿانوَ وچ اوير ۾ ٺهندا هئا ۽ اتان سنڌ ايندا هئا. اهي سندن ميرانجهڙي رنگ ۽ ڊنڊلي ڪاشيءَ مان سجاڀندا هئا. سونيون تندون جڙيل ڪاشيءَ جا ٿانو عراق ۽ ايران مان ايندا هئا. چيني (porcelain) ٿانون جو سري لنڪا ۾ ٺهندڙ نقل منتائي به ڀنڀور مان لڌو آهي. ڪاشيءَ جا ٿانو سنڌ ۾ به ٺهندا هئا پر ايترا سنا ڪو نه ٿا لڳن.

ڏکڻ ايشيا جي ٻين پاڱن سان سنڌ جو واپار 1224ع تائين ڀنڀور (ديبل) توڙي ان ڪانپوءِ لاڙي بندر رستي ٻيڙين ذريعي هلندو هو. ڀنڀور ۾ ايراني يهودي جهجهي انگ ۾ رهندا هئا. انهن وٽ 1165-1173ع ۾ بينجامن آف ٽوليڊو گهمڻ آيو هو.

ڪڇ، ڪاٺياواڙ ۽ گجرات واري سامونڊي پٽيءَ سان سامونڊي ڦورو هوندا هئا، جيئن مارڪو پولو ڏنا. وٽن سو کان وڌيڪ ڦورو جهاز هئا، جن کي البيرونيءَ ٻيڙا ڪوٺيو آهي. وڏا سامونڊي جهاز 2000 ٽنن تائين واپاري مال ڍوئيندا هئا. درياءَ ۾ سڌي تري واريون ٻيڙيون هلنديون هيون. ٻيڙين مان جهازن ۽ جهازن مان ٻيڙين ۾ مال گهٽو ڪري ڪائوريشي يا ڪروشي (ڪراچي) بندرگاھ تان لڏبو هو.

سنڌ کان عرب ملڪن ڏانهن ويندڙ عام وکر هي هئا: نِير، آرينا، چانور، ڪٽڪ، ڪافور، آفيم، ڪنڊ، عنبر (ambergris)، مسالا، سُٽ ۽ سنو اٽيل ڪپڙو. نِير سنڌ ۽ ڏکڻ پنجاب ۾ ٿيندو هو. عباسي خليفا ۽ ٻين علائقن جا سلطان پنهنجي ذاتي استعمال لاءِ جهجهو نِير گهرائيندا هئا. آرينا اتر سنڌ ۽ پنجاب ۾ ٿيندا هئا ۽ اهي به ٻاهر ويندا هئا. آفيم لاءِ ڏوڏي به سنڌ ۾ پوکبي هئي. نشيدار ٻنگ به الهندي ناري يا اولاهين واهڙ جي پاسن سان ٿيندي هئي. هي وکر هتان بغداد، عربستان ۽ قاهره ۽ اتان پوءِ آسپاس وارن ملڪن ۽ يورپ ڏانهن اماڻيا ويندا هئا. ڪٽڪ ڪچي ۽ اولاهين واهڙ جي پاسن سان ٿيندي هئي.

لاڙي بندر ڦهريان ڪلري ۽ پوءِ بگهاڙ جي ڪپ تي هوندو هو ۽ جيتوڻيڪ ڪيترا ميل پري پري ٻين هنڌن ۽ ٻين منهن تي ٺهندو رهيو، پر تيرهينءَ کان سترهين صديءَ تائين نالو ساڳيو ئي رهيس.

پانئجي ٿو ته سنڌ نارِ 1200ع کان اڳ سڪي رڻ ڪڇ ٿي وئي،

# سومرن جي جڳ ۾ هلندڙ سڪا



275



276



277



278



279



280



281



282

275. قنوج ۾ ٺهيل محمد بن سام جو سِڪو: سڪي جي سبتي پاسي لڪشمي ديوي ويٺل آهي. سڪي جي ابتي پاسي ديوناگري لِپيءَ ۾ محمد بن سام لکيل آهي. ٿي سگهي ٿو تہ هي سڪا اتان جي لاءِ اهڙي نموني ٺاهيا ويا هجن، جيئن نئون مفتوح عوام بہ کين قبولي. (ٿامس: پٺان ڪنگز آف دهلي).

276. محمود غزنويءَ جو سڪو: مٿس ديوناگري لپيءَ ۾ لکيل آهي "اَبياڪتامِڪ محمد اَوتار نِرپتِي محمود" (اڻ ڏٺي محمد جو اَوتار، محمود بادشاهہ). حاشيءَ ۾ بہ ساڳي لپيءَ ۾ لکيل آهي"اڻ ڏٺي جي نالي سان هي ٽنڪو محمود پور سَماوَت 418 ۾ ٺهيو". ابتي پاسي عربيءَ ۾ ائين ئي لکيل آهي ۽ هجري سن بہ ڏنل آهي. ٻن ٻولين وارا سڪا سِٿين، پارٿين ۽ ڪشن جي دؤر ۾ بہ هلندا هئا. (ٿامس: پٺان ڪنگز آف دهلي).

277. مسعود غزنويءَ جو سڪو: مٿس هڪڙو گهوڙيسوار ۽ ڪوفي لپيءَ ۾ بادشاهہ جو نالو ڏسجي پيو. (ٿامس: پٺان ڪنگز آف دهلي).

278. التتمش جو سونو سڪو: سبتي پاسي مٿان گهوڙيسوار ۽ حاشيءَ ۾ (محمد) رسول الله. ابتي پاسي السلطان المعظم شمس الدنيا والدين ابوالمظفرالشمس القطبي بَزمان اميرالمومنين لکيل اٿس. (ٿامس: پٺان ڪنگز آف دهلي).

279. غياث الدين بلبن جو سونو سڪو: (ٿامس: پٺان ڪنگز آف دهلي).

280. علاءُالدين جو چانديءَ جو سڪو.

281. محمد بن تغلق جو سونو سڪو. (ٿامس: پٺان ڪنگز آف دهلي).

282. محمد بن تغلق جو پتل جو سڪو: ڏنڊي جي زور تي ٺاڦيو ويو. (ٿامس).

نوٽ: سنڌ ۾ انهن ڏينهن ۾ درهم بہ هلندو هو. درهم جو ملهہ منجهس استعمال ٿيل سون ۽ چانديءَ جي تور ۽ صفائيءَ آڌار هوندو هو. (صفحي 153 تي هلندڙ).

تنهن سنڌ کي ڪڇ، ڪاٺياواڙ ۽ گجرات کان سياسي، سماجي ۽ معاشي طور ڪٽي ڇڏيو ۽ سنڌ جو انهن سان واپار گهٽجي ويو.

سنڌ مان ڏکڻ آفريڪي ساموندي پٽيءَ وارن ملڪن ڏانهن طرحين طرحين قسمن جي ڊزائنن ۾ ڇُريل ڪپڙو 1200 کان 1500ع تائين ويندو رهيو. پراڻن آثارن جي پارکن هنن ڪپڙن جون اڳڙيون لڌيون آهن ۽ گجرات مان آيل ڄاڻايون آهن، جيتوڻيڪ انهن تي ڇُريل ڊزائنون هن وقت هلندڙ سنڌي اجرڪ (ت. 349) ۽ لنگيءَ (ت. 350) واريون ساڳيون آهن.

سنڌ مان زرعي شين ڪانسواءِ عاج مان ٺهيل شيون، مڇي ۽ موتي به ڏيساور موڪليا ويندا هئا.

## سنڌ جو واپار (1025ع)

لڳي ٿو ته يارهين ۽ ٻارهين صدين ۾ سنڌ جو واپار ٻاهرين دنيا سان ضرور وڌيو هوندو. بيهقي ٻڌائي ٿو ته الور جا جاٽ 1027ع ۾ محمود غزنويءَ جي 1400 ٻيڙين کي 4،000-8،000 ٻيڙين سان سامهون ٿيا هئا، پر جيئن ته محمود جي ٻيڙين تي هڪ ٽڪي ۽ ٻن پاسن کان ڊگهين لوهي ڇهنبن وارا ڀالا لڳل هئا، تنهنڪري انهن جاٽن جون سيئي ٻيڙيون تباهه ڪري ڇڏيون. ديبل انوقت به سنڌ جو اهم ساموندي بندرگاهه هو. ان بابت اسان وٽ الادريسيءَ (1150ع) جون يادگيريون موجود آهن. ان دؤر جون لکٽيون شهاب الدين غوريءَ هٿان هن شاهوڪار شهر جي ڦرلٽ نٽيون مڃين، پر اڳتي هلي خوارزم شاهه هٿان هن جي ڦرجڻ ۽ سڙڻ جو ذڪر ڪن ٿيون ۽ ماڳ تان مليل ثبوت پڻ ان جي چٽي تصديق ڪن ٿا.

1224ع ڪانپوءِ سنڌ جو واپار پڪ گهٽيو هوندو، ڇو ته ديبل بندر اجڙي ويو، جيڪو ڀانئجي ٿو ته سڙڻ ۽ جلد ئي درياءَ جي وهڪرو مٽائڻ سبب ٻيهر ڪڏهن آباد نه ٿيو ۽ نتيجي ۾ تيرهين يا چوڏهين صديءَ ۾ لاڙي بندر نالي نئين بندرگاهه وجود ورتو. البيرونيءَ جي ڳالهين مان لڳي ٿو ته لاڙي بندر يارهين صديءَ جي اڳياڙيءَ ۾ موجود هو. مارڪو پولو (1292ع) سنڌ جي ساموندي ڪناري تي ڪو نه آيو. هن گجرات جي ساموندي ڪناري ويجهو سمنڊ ۾ ڦر ڏٺي، جتي سو کان مٿي ڦورو جهاز ان ڌنڌي ۾ رڌل هئا. سنڌ ۽ ڪڇ به ان کان بچيل ڪونه هوندا. مارڪو پولو جي سفر وارن ڏينهن ۾ سنڌ، ڪڇ، ڪاٺياواڙ ۽ گجرات ننڍڙيون رياستون هونديون هيون ۽ سدائين ٻاهرئين حملي جي ڀَوَ ۾ هونديون هيون، تنهنڪري ٿي سگهي ٿو ته ساموندي ڦورو سندن وس کان ٻاهر هوندا.

ٻارهين صدي عيسويءَ جي پڇاڙيءَ تائين ڏکڻ ايشيا ۾ 150، 200 ۽ 300 ماڻهن جي هلائڻ جهڙا وڏا جهاز نهڻ لڳا هئا. مارڪو پولو ڄاڻايو آهي ته اهي مسالي جون پنجن کان ڇهه هزار ٻورين يا لڳ ڀڳ 2،000 ٽن بار ڍوئيندا هئا. واپار جا وکر اسان اڳ ۾ بيان ڪري چڪا آهيون.

## سنڌ جو واپار (1025 – 1351ع)

عرب گورنرن ۽ هبارين جي دؤر ۾ غير مسلم واپارين تي مسلمان واپارين کان ٻيڻو يعني اڍائي جي پيٽ ۾ پنج سيڪڙو ٽيڪس لاڳو هو ۽ ٻوڏين به مذهب ان ڪري ئي مٽايو هوندو. سومرن جي دؤر ۾ ڪاروباري ٽيڪس ڪهڙا هئا ان بابت ڄاڻ ڪانهي.

سومرن جي دؤر سميت وچئين جڳ ۾ سنڌ جو عرب دنيا سان واپار نِير، آفيم، چانورن، ڪنڊ، سُٽ ۽ ڪپڙي وغيره تائين محدود رهيو ۽ سورهين صديءَ جي شروع ۾ پوچوگيزن جي، موڪلائي يا بنا موڪلائي، لاڙي بندر ۾ ڪارخانو هڻڻ تائين منجهس ڪو فرق نه آيو. سنڌ مان مال گهڻي ڀاڱي عربستان ۽ ايران ويندو هو، جتان اڳتي يورپ ۽ آفريڪا ويندو هو. عربي سمنڊ انهن ڏينهن ۾ فارسي سمنڊ يا بحرِ فارس ڪوٺبو هو. مٿس عربي سمنڊ نالو پورچوگيزن اچي رکيو.

هڪڙو قيمتي وکر هو نِير، جيڪو ڏن طور ويندو هو. سلطان ان مان ڪجهه پنهنجي ذاتي استعمال لاءِ رکندا هئا ۽ باقي خليفي ڏانهن بغداد سوکڙي ڪري موڪليندا هئا. هباري پڻ ائين ڪندا هئا، پر شروع وارا سومرا حاڪم فاطمي خليفن ڏانهن موڪليندا هوندا. نِير ۽ آفيم لاءِ ڏوڏي، ڀانئجي ٿو ته، اتر سنڌ ۽ ملتان مان ايندي هئي، جتي اها گذريل صديءَ جي شروع تائين به پوکبي هئي. هتي آريتا به ٿيندا هئا ۽ ملڪ کان ٻاهر موڪلبا هئا.

## واپاري بندرگاهه

وچ ايشيا، اولهه ايشيا ۽ اتر آفريڪا ۾ گهٽيون آزاد رياستون ٺهي وڃڻ ڪري 874ع ڌاري ديبل جو زوال شروع ٿيو. ٻنيور (ديبل) مان ان کان پوءِ جا سونا ۽ چانديءَ جا سڪا تمام ٿورا لڌا آهن ۽ اتان جي مسجد جي ٿيل مرمت به اصلوڪيءَ کان گهٽ درجي جي لڳي ٿي. ڀانئجي ٿو ته غزنوين يا دهليءَ جي سلطانن، 1297ع ڪانپوءِ علاءُ

# مڇيءَ جو شڪار، مهاڻن جا ٻيڙين ۾ گهر ۽ مڇيءَ جو واپار

283


284


285


286


287


288


290


289


291


292


283. مائي مهاڻو ٺڪر جي وڏي مَٽَ تي تري رهيو آهي. مٽ جو منهن مٽي ۽ مهاڻي جي پيٽ سان ڍڪيل آهي. مهاڻو ترندي مڇي ڦاسائيندو مٽ ۾ وجهندو ويندو آهي.
284. مهاڻي عورت وڪري لاءِ موڪلڻ کان اڳ مڇيءَ جو پيٽ صاف ڪري رهي آهي. اٺين صديون اڳي وانگر اڄ بہ ٿئي پيو.
285، 286، 287 ۽ 289. مهاڻن جا ٻيڙين ۾ گهر.
288. ننڍي پاڻيءَ ۾ مڇي مارڻ لاءِ ننڍي ٻيڙي (بتيلو يا ڊونڊي).
290. 1876ع ۾ درياءَ مان پلو ڦاسائڻ: سومرن جي دؤر ۾ بہ پلو ائين مرندو هو. مهاڻو مٽ جي منهن تي پيٽ رکي درياءَ ۾ ترندو وتندو آهي. وڻس سمبوهي نالي ڄار 4.5 کان 5 ميٽر ڊگهي لڪڙي جي چوٽيءَ ۾ ٻڌل هوندو آهي. 1876ع واري سنڌ گزيٽيئر ۾ مٽس بحث ٿيل آهي. (تصوير 19 فيبروري، 1876ع جي لنڊن نيوز ۾ ڏنل آهي).

الدين جي اچڻ تائين، ديبل تي ڪنٽرول ڪرڻ جي ڪا ڪوشش نہ ڪئي، جنهن مان لڳي ٿو تہ اتان جو واپار گھٽجي چڪو هو. فاطمي خلافت دؤران سنڌ جو مال مصر رستي يورپ وڃڻ ڪري، ٿي سگھي ٿو تہ ديبل ۾ ٻيهر ڪجھ ساھ پيو هجي، پر ٿوري عرصي ڪانڻ.

ان دؤر جو اهم ترين واقعو ديبل يا پراڻي باربريڪان يا ٻنڀور جو 1224ع ۾ جلال الدين خوارزم شاھ هٿان سڙڻ هو. سڪندر جي تاريخدانن شايد هن کي ئي سڪندري بندرگاھ ڪوٺيو آهي. گھاري ڇاڙھ ۽ سنڌو درياءَ جي ڪلري واهڙ سان آباد هي شهر، اٽڪل سورهن سو سالن تائين سنڌ جو سرواڻ بندرگاھ رهيو. پر پوءِ ڪلري واهڙ بہ هن کان منهن موڙي ويو ۽ هي شهر ڦٽي ويو. سنڌو درياءَ جي بگھاڙ واهڙ تي هڪڙو نئون بندرگاھ ٺهيو ۽ لاڙي بندر نالي سان ڪوٺجڻ لڳو. بگھاڙ واهڙ ڦرندو گھرندو ۽ وهڪرا مٽائيندو رهندو هو، تنهنڪري مٿس آباد لاڙي بندر بہ جايون مٽائيندو رهيو. هن بندرگاھ جا ڪوڙ سارا ماڳ ڇپيا وڃن ٿا. اهي سچ پچ بہ سيئي تيرهين ۽ سترهين صدين جي وچ تي ٺهيل لاڙي بندر ئي آهن. انهن مان هڪڙي گھٽي ايراضيءَ ۾ پکڙيل ماڳ تي پورچوگيزن جي قلعي ۽ گرجا گھر جا ڦٽل آثار هاڻي بہ موجود آهن.

## ديبل ۾ ايندڙ ٻاهريون مال

سنڌ ٻاهران ريشم جي تند، ريشمي ڪپڙو، مختلف قسمن جا عطر ۽ سرهاٽيون، ڪَتل، شرابَ، غلامَ، شيشو ۽ هاٿيءَ جا ڏند (عاج) گھرائيندي هئي.

## سنڌ جو آفريڪي ملڪن سان واپار

انهن ڏينهن ۾ سنڌ ۽ اوڀر آفريڪي ملڪن وچ ۾ ڪپڙي ۽ ٻئي مال عيوض غلامن، سون ۽ عاج جو ڏاڍو نفعي بخش واپار هلندڙ هو. آفريڪي هاٿيءَ جا ڏند هندوستاني هاٿيءَ جي ڏندن جي ڀيٽ ۾ نرم ۽ اڪيرڻ ۾ سولا ٿيندا آهن. ڏکڻ آفريڪي بندرگاهن تان سون، عاج، تِمَر جا تاڪَ، ڪچو لوھ، ٽامو، هاٿيءَ جا ڏند، ڪُمين جا ڪوپا ۽ غلامَ ڏيساور ويندا هئا ۽ اتان ڪپڙو، ڪوڏيون، شيشي جا مٽيا، چينيءَ ۽ شيشي جا ٿانوَ ۽ تلوارون ايندا هئا. زمبابوي جي مکيہ پيداوار سون هو. اتان جو گھڻي ڀاڱي واپار اتي آباد صوماليائي عربن جي هٿن ۾ هوندو هو. سنڌ مان اتي ڇُريل ۽ رنگيل سوٽي ڪپڙو ويندو هو. ڪپڙو نِيرَ، آريٽن (سنڌ ۽ پنجاب ۾ ٿيندا هئا) ۽ ٻين ٻوٽن سان رڱبو هو.

**سومرن جي جڳ ۾ هلندڙ سڪا (صفحي نمبر 150 سان لاڳيتو)**


293


294


295

293. ساڄي پاسي ٽامي جا سڪا ڍالڻ جو سانچو ۽ کاٻي پاسي ڍاليل سڪا. (ڪزنس).
294. سنڌ ۾ ٺهيل سومرن جي دؤر جا سڪا. (ع س).
295. ڪوڏيون: ارڙهين صديءَ جي اڌياڙيءَ تائين ڪوڏيون ناڻي طور هلنديون هيون. اهي انگريزن اچي ختم ڪيون. ڪوڏي هڪ رپئي جي برابر هوندي هئي. (اِي ايل اي).

## صدين کان وٺي سومرن جي دؤر تائين هلندڙ ڳهه

ميسولٿڪ ۽ نيولٿڪ (پوکي راهيءَ جي شروعات) انقلابن کان گهڻو اڳي کان وٺي مرد توڙي زائفون ٻئي ڳهن سان پاڻ سينگاريندا ٿا اچن. ڳهه Carnelian، Agate، سنگ مرمر ، لاجوَر (Lapai lazuli)، قدرتي شيشي (Faience)، Steatite، ٻين قسمن جي قدرتي شيشي، Mineral crystals، Antlers، جانورن ۽ مڇين جي هڏن، عاج، ڪوڏن، ڪوڏين، پٿر، ٺڪر، ٽامي، پتل، ڪٽ، لوهه، چانديءَ ۽ سون مان ٺهندا هئا. چانديءَ ۽ سون جا ڳهه ٻچت ۽ ٻيا سينگار ليکبا هئا. ڳهه جنهن شيءِ مان ٺهيل هوندا هئا، انهي رنگ ۾ ئي هوندا هئا. سنڌ جي ميداني علائقن جي چيڪي مٽي پچي ڳاڙهه سري ۽ اولهه پاسي وارن جبلن جي وچ وارن ويرن جي چيڪي مٽي هلڪي ڦڪي يا هلڪي سائي ٿي پوندي آهي.قدرتي شيشي جو رنگ گهاٽو نيرو، نيرو، سائو، اڇو ۽ ڦڪو ٿي سگهي ٿو. چوڙيون ۽ هار مهرڳڙهه کان وٺي هلندا ٿا اچن. موهن جي دڙي ۾ به کوڙ آهن. سومرن جي ماڳن تان ٺڪر جون چوڙيون ڪنهن ڪونه ميڙيون آهن، چو ته ڀهراڙيءَ جا ماڻهو ڀڳل ٽڪرا نه ميڙيندا آهن ۽ نه ئي عجائب گهر ڪانئن اهي مُلهه وٺندا آهن. پٿر جا ٿانوَ اڇا، ميٽاوان، ڦڪا، ڳاڙهه سرا ۽ خاڪي ٿي سگهن ٿا. پگهريل جرڪٽي واري اڇي ٿي سگهي ٿي. ڪوڏ ۽ ڪوڏيون اڇا، عاج ميٽائون اڇو، مڇين جا هڏا اڇا، Steatite اڇو ۽ Agate (پٿر جنهن مان روهيون ۽ روهڙا ٺهندا آهن) اڇڙو سائو ٿيندو آهي. موهن جي دڙي مان سهڻا نمونا چٽيل ڪوڏن جا ڳهه لڌا آهن. سومرن جي ماڳن تان لڌل ڪوڏن جا ڪجهه ڳچڙا لڳن ٿا ۽ استعمال هيٺ هجڻ جو ڏس به ڏين ٿا. پڪل Steatite ڳاڙهو ٿي پوندو آهي ۽ اڇا ليڪا اڀرندا اٿس. Carnelian ڳاڙهه سرو ٿيندو آهي. لاجورد (Lapis lazuli) گهاٽو نيرو ۽ /Amazonite Fuchite/Quartite ساوا نيرا ٿيندا آهن. ڏهين کان چوڏهين صدين ۾ به ڳهه انهن ئي شين مان ٺهندا هئا جن مان موهن جي دڙي واري دؤر ۾ ٺهندا هئا. سڪنهن کي خبر آهي ته ڏکڻ ايشيا جي ماڻهن وٽ جيڪي ڪجهه ٻچت ٿيندي آهي تنهن جو سون ۽ چاندي وٺي چڏيندا آهن. جيڪي آڳاٽن جڳن کان وٺي ڏيساور کان گهرائبا رهيا آهن. رومي ۽ مصر جا ٽالمي سون ۽ چانديءَ عيوض ٻيا وکر سنڌ جي ساموندي بندرگاهه ديبل يا باربيريڪن رستي گهرائيندا هئا. ماڳن جي متاچرن تان گهڻو ڪري شين جا ڀڳل ٽڪرا لڀندا آهن، تن کي ماڻهو اجلائي ڇڏيندا آهن. سو عجائب گهرن تائين ڪي ٿورا ٽڪرا مس پڄي سگهندا آهن.



296

296. ڳهه مرد به پائيندا هئا ۽ انهن تي ٺهيل نمونا چوڪين سرن، پٿر جي شين، قبرن جي اڏاوتن، پرت، ڌاتن جي ٿانون ۽ فرنيچر تي گلڪاريءَ ۾ ورجائبا رهندا هئا. هتي اڪبر اعظم ڏکڻ ايشيا جي مردن وانگر ڳهه پاتل ڏيکاريل آهي. انهن ڳهن واريون ساڳيون ڊزائنون سومرن جي چوڪين سرن تي لڌيون آهن. صفحي نمبر 200 ۽ 202 تي ڏنل ڊزائنن سان ڀيٽي سگهجن ٿيون.



297

باب ويهون

# سومرن جي دؤر ۾ سنڌ ۾ سماجي زندگي

## پرٽوءِ پيار محبت

سومرن ۽ سمن ۽ جا دؤر (1011-1525ع) بهادريءَ ۽ پيار جا دؤر ليکجن ٿا، جڏهن روميو جهڙا شهزادا ۽ بادشاهه ڪائنات ۾ وسندڙ ڪنهن سونهن جي سردار جي مرڪ جي هڪ جهلڪ پسڻ لاءِ هر وقت ماندا هوندا هئا. محبوب جي حسن جي هاڪ ٻڌي ڪين اڻ ڏٺي عشق ٿي ويندو هو. اجوڪا گهڻا سنڌي عاشق، ڪهاڻيڪار ۽ شاعر اهو ٻڌي ڇرڪي پوندا ته سومرن ۽ سمن جي دؤر ۾ انهي اشراف طبقي کي پنهنجي پسند جو جيون ساٿي چونڊڻ جو ڪو حق نه هوندو هو ۽ پرڻي جو پيار سان پري پري تائين به واسطو نه هوندو هو. گهڻي ڀاڱي مٿيون مائٽيون گهوٽن ڪنوارين جي ڄمندي يا ساماڻبي ئي ٿي ويندڍيون هيون ۽ ڪجهه مائٽ ڇوڪريون ڪپائيندا به هئا، جتان وڏيڪ اگهه ملندو هئن اتي ڏٿي ڇڏيندا هئا. ڪا هيٺي ڏر وري ڏاڍي ڏر جي ٽيڪ وٺڻ لاءِ سرنديءَ واري ڏر کي ڌيءُ جو سَڱ ڏيڻ تي راضي ٿي ويندي هئي. ائين اها ڌر مٿيري ٿي ويندي هئي ۽ ڪڏهن مالي فائدو به ٿيندو هئس. ٽري هندو، ٽر ۾ هر ڏهن سالن ۾ ٻه ٽيرا پوندڙ ڏڪار وارن ڏينهن ۾ اجهي جي آسري، طاقتور مسلمان زميندارن ۾ سڱ ڏيندا هئا. ڪنهن ڇوڪريءَ ڪنهن سان پرڻجڻ ڪان نهڪر ڪئي ته مائٽ ڪٽي ناس ڪندا هئس. گهڻين مٿين ۾ ته ڇوڪريءَ سان صلاح ئي نه ڪندا هئا ۽ نه سندس راضپي جي پرواهه ڪندا هئا. ها باقي پرڻي کان پوءِ پاڻ ۾ پيار ٿي سگهيو ٿي ۽ ٿيندو به هو، پر جي نه ٿيو ته زال پنهنجي جاءِ زبان سان ناهڻ جي ڪوشش ڪندي هئي ۽ گهڻو ڪري ڪامياب به ٿي ويندي هئي. گهر جو وڏو بهرحال مڙس هوندو هو ۽ مالڪي ڄمائڻ لاءِ زال کي ٺڦڙ يا سونٽيون هڻندو هو ته به مائيءَ جا مائٽ يا ٻيا ماڻهو ان کي ظلم نه ڀانئيندا هئا. عورتن کي ٻارن مٿان ٻار به نجهيري رکندا هئا. گهڻيون ته وَهيءَ ۾ ئي مري ويندڍيون هيون ۽ مسلمانن ۾ رَنيَل مڙس کي ضرورت محسوس ٿي ته ٻي زال پرڻجي ويهي رهندو هو. جيتوڻيڪ اهي شاديون چڱي ڳالهه نه ليکبيون هيون، پر پٽر جي پوئين جڳ کان وٺي سنڌي سماج ۾ ٿينديون آيون. سڄي دنيا جو حال ذري گهٽ ساڳيو ئي هو ۽ نوٽ دريائي ماٿرين جي آبپاشي زراعت وارن علائقن ۾ ته بنهه بدتر حالت هوندي هئي. ڪيتري به هڻ هٽان ڪن پر 1600 ڪلو ڪيلورين کان مٿي في ماڻهو نصيب نه ٿيندو هئن. مرد توڙي عورتون جهنگلي ميوا، ڀاڄيون ۽ ڀاڙون ڪائي، شڪار ڪري ۽ مڇي ماري پيٽ ڀريندا هئا. پورهيتن جي ڪوٽ واري ان صورتحال ۾ عورت جي حيثيت ڪنهن غلام جيتري به نه هوندي هئي، جنهن کي آزاد ماڻهوءَ وانگر اٿو ۽ لٿو اخلاقي طور ملڻ گهر جي.

مطلب ته سنڌ ۾ ان دؤر ۽ 1930 واري ڏهاڪي جي پيار ۽ پرڻي جي طريقن ۾ ڪو فرق نه هو. سماج کي سهڻي نموني هلائڻ لاءِ، شاعريءَ ۾ پاڪدامن عورتن کي ساراهيو ۽ سندن پيار ۽ وفاداريءَ جي واکاڻ ڪئي ويندي هئي. هاڻوڪي يونيورسٽين جي پڙهائي، شهري ماحول، ريڊيو، ٽيليويزن، انٽرنيٽ ۽ خابرو ذريعن اهو جمود ٽوڙڻ شروع ڪيو آهي. مارئي هڪڙو فرضي ڪردار هو. عمر-اجي راڄڌاني نري ۽ عمر-II جي راڄڌاني نئو هو. ٻيو ڪو عمر ڪوٽ ڪو نه هو. عمر ڪوٽ شهر راجپوت سردار اَمر جي نالي پٺيان اَمرڪوٽ ڪوٺبو هو.

ڳالهه جو تت اهو آهي ته عمر-مارئي، سسئي-پنهون، مومل-ميندرو، ليلا-چنيسر، عمر-گنگا ويندي سمن جي دؤر جي نوري-ڄام تماچي ڪهاڻيون سومرن جي دؤر کان به اڳي جا پراڻا افسانا آهن. مختلف سماج سڌارڪ عورتن کي پرڻي کان پوءِ واري ڏڌيل حياتي صبر شڪر سان گهارڻ لاءِ تيار ڪرڻ لاءِ انهن ڪهاڻين کي پنهنجي شاعريءَ ۾ پوئيندا رهيا آهن.

لوڪ ڪهاڻين يا ويندي افسانوي ادب مان به هڪڙي ڳالهه بهرحال پڌري ٿئي ٿي ته ان زماني ۾ ساٿي چونڊڻ ۾ ذات پات ڪا رنڊڪ نه هوندي هئي. ڄام نظام الدين جي راڻي ۽ سندس وارث ڄام فيروز جي ماءُ ماڇياڻي هئي، جنهن کي سنڌ جي طبقاتي جوڙجڪ ۾ هلڪي ۾ هلڪي ذات سمجهيو ويندو آهي. ڄام تماچيءَ جي هڪ

298. سنڌو سڀيتا جي مختلف دؤرن ۾ هلندڙ مرداڻا ۽ زنانا ڳهه؛ جن مان ڪجهه سومرن جي دؤر ۽ انهي کان پوءِ به هلندا آيا. (جوناٿن مارڪ ڪينوير)



مهاڻي چوڪري نوريءَ سان پيار جي افساني پڻ جنم ورتو. ٿي سگهي ٿو ته ان جو ڪارڻ ٻوڏي ۽ اسماعيلي سکيائون هجن، جن سنڌ ۾ موجود سيئي طبقاتي ويڇا ختم ڪري ڇڏيا هئا.

ماڻهن بهرحال هي قصا سچا سمجهي نوري ۽ ڄام تماچيءَ جي قبر به ايجاد ڪئي ۽ 1959ع ۾ اها قبر آبپاشي کاتي وارن ڪينجهر ڍنڍ جي وچ تي ٻيهر اڏي، ائين ئي جيئن مصرين اسوان بند هيٺ آيل پراڻن ماڳن سان ڪيو هو.

مٽيون مائٽيون وڏا ڪندا هئا ۽ ٿهي ويندا هئا ته هڪ ٻئي کي سوکڙيون پاکڙيون ڏيندا هئا. شادين ۾ دهل، شهنايون ۽ ٻيا ساز وڄندا هئا. ان موقعي تي ڏوڪڙ گهورڻا هئا. هڪ ڪان وڌيڪ زالون پرڻجڻ جو رواج به هو.

## عورتن جو درجو

گهر توڙي سماج ۾ عورتن جي مرتبي تي بحث مٿي ”پرڻو ۽ پيار محبت“ ۾ ٿي چڪو آهي. ٻين رسمن ۾ به عورتن جو درجو هيٺ هوندو هو. سماج ۾ عورتن جي درجي کي اجاگر ڪرڻ لاءِ ڪجهه وڌيڪ نڪتا هيٺ ڏجن ٿا:

* سومرن ۾ مائي ويائي ته پليد ليکبي هئي، مڙس وري سمهڻ نه ڏيندو هئس. ائين ڪپڙا به صرف هڪڙو ڀيرو ڪورا پائيندا هئا ۽ ڌوپڻ کان پوءِ نه پائيندا هئا.
* سنڌي هندن وانگر سومرا پنهنجن مان ڪڏهن نه پرڻبا هئا، پاڻ ڌاريون زالون پرڻبا هئا، پر ڌارين ۾ سڱ نه ڏيندا هئا.
* گهڻيون شاديون به ڪندا هئا. اسماعيلي ڌرم ۾ مردن کي اهو فائدو هو.
* مهيني وارن ڏينهن ۾ ماين کي گهران ڪڍي ڇڏيندا هئا. ايبي ڊيبوائس 1818ع ۾ پنهنجي ڪتاب ”هندو ڪسٽمز، مينرس ائنڊ سوشل لاز“ ۾ هيءَ رسم ڏکڻ هندوستان ۾ اٺويهين صديءَ جي شروع ۾ عام ڄاڻائي آهي.
* عورتون ”سَتيون“ ٿينديون هيون ۽ مڙسن سان گڏ سڙي وينديون هيون يا جنگ هارائڻ مهل دشمنن جي هٿ چڙهڻ کان آپگهات ڪرڻ وڌيڪ پسند ڪنديون هيون. هي رسم به هندو راجپوتن ۾ عام آهي.
* بهرحال سومرن جي بادشاهي سماج ۾ هڪڙي سٺي ڳالهه اها هئي ته راڄ جي وارث جي ٻالڪپڻ وارن ڏينهن ۾ سندس بدران عورتن کي حڪومت هلائڻ ڏيندا هئا. هندو راڄ گهراڻن يا راجپوتن ۾، ڪجهه ڪي ڇڏي، ائين به عام هو، پر اسلامي راڄ گهراڻن لاءِ هيءَ رسم اصولي طور ڌاري هوندي هئي.
* سندن دؤر ۾ راڻين ۽ شاهي گهراڻي جي عورتن کي روز دربار ۾ اچڻ، ملڪي ۽ انتظامي معاملن تي سوچ ويچار ڪرڻ ۽ صلاح مشوري ڏيڻ جي اجازت هئي، جيڪو اسلامي راڄ گهراڻن ۾ نه ٿيندو هو. اڪثر فيصلن ۾ عورتن جي راءِ شامل هوندي هئي.
* ابن بطوطه ڄاڻايو آهي ته سومرا ڌارين سان مٽيون مائٽيون نه ڪندا هئا.

## راڄ راڻيون سومريون

سومرو حاڪم سنگهار ٻي اولاد گذاري ويو ته سندس زال هَمون راڄ راڻي بڻي ۽ پنهنجن ڀائرن کي گورنر مقرر ڪيائين.

دودي جي مرڻ ڪانپوءِ ڏيٽس تاريءَ پيءُ جو تخت سنڀاليو، بادشاهي وڌايائين ۽ مڙسيءَ ۽ عقل سان راڄ هلايائين. پنهنجي صغير ڀاءُ سنگهار جي ڀاران ڏهن سالن کان وڌيڪ راڄ ڪيائين ۽ پوءِ ماٺ ميٺ ۾ بادشاهي موٽائي ڏنائين. دهليءَ ۾ سندس همعصر رضيه سلطانه کي زوريءَ لاٿائون ۽ نيٺ قتل ڪري ڇڏيائون.

## زال مڙس جا تعلقات

البيروني ٻڌائي ٿو ته: زنا ڪار عورت کي گهر يا ڏيهه نيڪالي ملندي هئي. ٻنهي جي رضا خوشيءَ سان ڪم ٿيو ته ٻئي ڏريون سزاوار ٿينديون هيون. مرد زوري ڪئي ته ان اڪيلي کي سزا ملندي هئي. ڪنوارن ٻارن تي ڏڪ ڏکيندا هئا. ڪارو ڪاري بلوچڪي رسم آهي، انهن اها سنڌ ۾ ارڙهين صديءَ ۾ آندي.

ماڻهو مندرن کي ديوداسِيون پيٽا ڪندا هئا. سومنات جي مشهور مندر ۾ ساڍيون ٽي سو ديوداسيون يا نرتڪيون هونديون هيون.

قديم مصرين وانگر زناڪار عورت جو نڪ وڍڻ جائز هوندو هو. هن سزا جو مطلب هوندو هو چهري جي ڀلي ۾ ڀلي وصف ۽ انساني سونهن جي انتهائي ضروري زيور ڪان محروم ٿي منهن ڪٽڻ جهڙو نه رهڻ. انهي ڀَوَ کان زناڪاري نه ٿيندي هئي.

## گهڻيون زالون پرڻجڻ

ڪتري سردارن (ويڙهاڪن)، بادشاهن ۽ اميرن وزيرن کي گهڻيون زالون پرڻجڻ کان جهل نه هوندي هئي، باقي عام ماڻهوءَ کي هڪڙي ئي زال هوندي هئي.

## 299. سنڌو سڀيتا ۾ چوڪين سرن، ڳهڻ، لٽن ڪپڙن ۽ گهر سينگارڻ ۾ استعمال ٿيندڙ ڊزائنون؛ جيڪي سومرن جي دؤر ۾ بہ جاري رهيون.

سنڌو ماٿر سڀيتا واريون ڊزائنون اڄ بہ هلن ٿيون. نمونن ڪي سج، مٽين، چوڪڙين، مڏيئڙن، carbels ۽ مڇيءَ جي ڇلرن وارين ڪيٽيگرين ۾ ورهايو ويو آهي. سنڌو سڀيتا ۾ اهي نمونا گهٽي ياڳي ٿانون تي چٽيل آهن، پر سومرن جي دؤر ۾ عام توڙي چوڪين سرن، قبرن ۽ سونهن وڌائيندڙ شين تي نهڻ لڳا ۽ ويندي ڪنيارڪن ٿانون تي بہ ٺپجڻ لڳا. ڳهڻ تي اهي وري ورجائبا رهن ٿا. هيٺ ڪجھ بنيادي نمونا ڏجن ٿا، جيڪي اڄڪلھ بہ عام هلن ٿا.

| مڇيءَ جا ڇلر | چوڪڙيون ۽ مڏيئڙا | مٽيا | سج | جُڳ |
|---|---|---|---|---|
|  |  |  |  | آمري (3700-3300 ق-م) |
|  |  |  |  | ڪوٽ ڏيجي (3300-2500 ق-م) |
|  |  |  |  | موهن جو دڙو (2350-1650 ق-م) |
|  |  |  | | جهانگار (1300-900 ق-م) |

### ڪوٽ ڏيجي مان لڌل ٺڪر جي چوڙين، ڪنگڻن ۽ ڪن جي ڦلين ۽ ڪوڪن جا نمونا: اڄڪلھ اهي شيون مختلف ڌاتن مان ٺهن ٿيون.


300


301


302


303


304


305


306


307


308

300. 301، 302 ۽ 303. چوڙيون: اهڙي نموني جون چاندي، سون ۽ ٽامي جون چوڙيون ويهين صديءَ ۾ عام هلنديون هيون. 301 ۾ ڏيڪاريل ڏندن واري چوڙي چو ڪنڊي واري 312 جهڙي آهي؛ مطلب تہ 5000 سالن کان هلندي پئي اچي.

304. ڀڳل چوڙيون.

305. والِيون يا والا.

306. 307 ۽ 308. ڦليون. (ڊِي جِي اي).

## پردو

اهڙي سپيتا جتي معيشت تي زراعت حاوي هجي، اتي عورتون پردي ۾ نٿيون رهي سگهن. سنڌ جي زراعت سدائين چوپائي مال ڌارڻ سان ڳنڍيل رهي آهي؛ جنهن مان ماڻهن کي واپرائڻ لاءِ کير ۽ گوشت ملندو هو ۽ وهائڻ لاءِ وهڻ به. ٿوڻ ماحول ۾ مال کي سال جو گهڻو ڀاڱو ڪلي تي ٻڌي چارڻو پوندو آهي، ٻاهر تڏهن چارڻ ڪاهي ويندا اٿس، جڏهن قدرتي يا پوکيل گاهه ٿيندا آهن يا لاباري ڪان پوءِ ٻنيءَ ۾ چرڻ لاءِ ڪجهه هوندو آهي. هن ڪم لاءِ وڏيڪ ماڻهن جي گهرج پوندي آهي ۽ مايون ۽ ٻار گهر ۾ توڙي ٻاهر هر ڪم ۾ هٿ ونڊائيندا آهن. انهي ڪري ٻني ٻارو ڪرڻ وارا ماڻهو عورتن کي ڪنهن به صورت ۾ لڪائي ويهاري نه ٿي سگهيا، جو نه ايترا واڌو مرد ڪٿان اچن ها جو گهر جو گاڏو هلي. آبپاشيءَ تي زراعت مان ايتري واڌو اپت نه ٿيندي هئي جو گهر جا اڌ ڀاتي گهر ويٺا کائين. هارين ويچارن جو حال آٽين ۽ چاڙهين وارو هوندو هو ۽ ماين کي مردن سان ٻٽ ڪم ڪرڻو پوندو هو.

## سَتّي ٿيڻ يا ستيءَ چڙهڻ

فرائر جوردينَس (1323-1330ع) سنڌي هندن ۾ سَتّيءَ جي رسم هجڻ جو ذڪر ڪيو آهي. هن 1342ع ۾ مالوا ۾ سَتّي ٿيندي ڏٺي. لکي ٿو ته جيتوڻيڪ هيءَ رسم فرض نه هوندي هئي، پر اُتم ليکبي هئي. رَنَڙ کي ساڙڻ جي اجازت سلطان کان وٺڻي پوندي هئي. رَنيَل عورتن لاءِ ٻه رستا هوندا هئا: باقي جمار رَنَ زال ۽ پاڪدامن رهي گهاري يا سَتّي ٿي وڃي، سو اهي سَتّي ٿيڻ بهتر سمجهنديون هيون. البيروني ٻڌائي ٿو ته بادشاهن جون زالون راضي هجن يا نه ڪين هر صورت ۾ ساڙيندا هئا. سَتّيءَ جي رسم شروع وارن سومرن حاڪمن ۾ به هئي.

## عورتن جي ملڪيت ۾ پتي

عورتن تي سَمرتي متو لاڳو ٿيندو هو ۽ ڪين ڪجهه حق مليل هئا. برهمڻن ۾ عام طور عورت جي مڙس جي ملڪيت ۾ پتي پٽن جيتري يا گهٽ ۾ گهٽ اڌ جيتري هوندي هئي. کترين ۾ زال جو ڀاڱو ٽي چوٿايون، ويشن ۾ اڌ ۽ شودرن ۾ چوٿين پتي هوندو هو. رن زال کي ملڪيت تي مالڪي رکڻ لاءِ پاڪدامن ٿي رهڻو پوندو هو. جيئن ته سومرا گهڻي ڀاڱي هندي رسمن تي هلندا هئا، گهٽ ۾ گهٽ سنڌن پهرين ٻه سو سالن تائين، جيستائين اسلام، هندو مت ۽ ٻڌ مت گڏ گڏ هلندا ٿي آيا، چئي سگهجي ٿو ته مسلمانن کي ڇڏي ٻين ۾ اهي ئي اصول هوندا. مسلمانن ۾ پٽ ۽ ڌيئر پلي ڪيترا به هجن زالن جو ڀاڱو اٺين پتي هوندي هئي. گهڻيون زالون پرڻيل مردن جي ملڪيت مان سيني زالن کي گڏائي اٺين پتي ملندي هئي. سومرا ڌاريون زالون پرڻبا هئا، پنهنجن مان پرڻجڻ پاپ سمجهندا هئا ۽ ان ريت سگهن لاءِ ٻين طبقن ڏانهن واجهائيندا هئا. پاڻ جهڙن يا گهٽ ذات مان به پرڻجڻ جا مثال ملن ٿا. مرد گهٽ ذات مان زال پرڻجي سگهندو هو پر عورت کي اهڙو حق نه هوندو هو. نتيجي ۾ اوچين ذاتين ۾ مايون وڏي ويندیون هيون ۽ انهن لاءِ گهوٽ ڪٽي پوندا هئا، سو گهوٽن جي وڏي قيمت چڪائڻي پوندي هئي. هي رواج سنڌي مسلمانن يا هندن ۾ ڪونهي، پر هندن جي گهٽائيءَ وارن علائقن ۾ مسلمانن ۾ به عام آهي.

## لٽو ڪپڙو، اوڇڻ ۽ رواج

عرب لکڻين مان ڏهين صديءَ جي پوئين اڌ جي ويسن، وڳن ۽ رواجن بابت ڄاڻ ملي ٿي ۽ چئي سگهجي ٿو ته يارهين صديءَ جي شروع ۾ به فيشن ۽ ويس وڳا ساڳيا ئي هوندا.

ابنِ حوقل (976ع) ٻڌائي ٿو ته سنڌ جا بادشاهه (هباري) قراطف (چوغو) يا جُبي جهڙو ڪپڙو پائيندا هئا ۽ هندوستاني بادشاهن وانگر وڏا وار رکائيندا هئا. امير طبقي جا ماڻهو ڊگهين ٻانهن وارا جُبا پائيندا هئا ۽ وڏا پٽڪا ٻڌندا هئا. بادشاهه قيمتي پٿر جَڙيل سونيون واليون، پلا هار، لعلون ۽ زمرد پائيندا هئا. ويندي عام ماڻهو به ڪنن ۾ واليون ۽ ٻانهن ۾ سونيون چوڙيون پائيندا هئا. بادشاهه سونا تاج ۽ سونين تَندن سان اُڻيل چوغا پائيندا هئا. البيرونيءَ يارهين صديءَ جي پهرين چوٿائيءَ ۾ مردن کي زنانيون شيون جهڙوڪ ٻانهن ۾ چوڙيون ۽ ڪنگڻ، آڱرين ۾ منڊيون ۽ پيرن ۾ پازيب پائيندي ڏٺا. مايون توڙي مرد پاڙن تائين وار رنگيندا هئا. ميندي هر هنڌ ٿيندي هئي. ٻير جا چوڏا گڏائڻ سان ڦِڪو ۽ نِير گڏائڻ سان نِيرَسرو ڪارو رنگ ڪندي آهي. مينديءَ کي رنگ پڪو ڪندڙ وکرن جهڙوڪ ڦٽڪي، ڪروميَم، ٽامي ۽ لوهه سان گڏائي ڪم آڻجي ته ڪوڙ سارا رنگ ڪيندي آهي ۽ يورپ ۾ پوئين صديءَ جي وچ تائين ڪپڙو چُرڻ ۾ ڪم ايندي رهي آهي. ميندي اوڙيسا (هندوستان) ۾ سرجي. اتان مصر ويندي هئي، جتي فرعونن جي توڙي ٻين ممين جي هٿن، پيرن ۽ نَنهَن کي ڳاڙهو، نارنگي ۽ پيلو ڪرڻ لاءِ ڪم آڻيندا هئا. مصر جا ماڻهو مينديءَ سان ڏاڙهي مڇون رنگيندا هئا ۽ يهودي پڻ انهن جي پَر ڪندا هئا. اڇن وارن کي ڪارو

## چوکنڊي نموني قبرن تي ٺاهيل زنانا ڳهه (14 کان 18 صدين دوران)


309


310


311


312


313


314


315


316


317

309. چوکنڊي قبرن تي ٺهيل هَس يا هَسلِي ۽ چوڙيون يا ڪنگڻ: هوبهو ايڪيهين صديءَ جي هسلي ۽ ڪنگڻ جهڙيون آهن.
310. هَس يا هَسلِي: هندن ۾ مڙس زال کي منگل سوتر ۽ ڪجهه مسلمان قبيلن ۾ مڙس زال کي هَس پارائيندو آهي.
311. چوڪنڊي قبر تي ڳهه: ڪاپي پاسي ايڪيهين صديءَ جي سنڌي سوني دهريءَ جهڙو ڳهه ٺهيل آهي ۽ ساڄي پاسي هار، واليون، چندن هار، پازيب يا پايل يا سنڌ جي ٻهراڙين ۾ ايڪيهين صديءَ ۾ هلندڙ چانديءَ جا ڄنگهن جا چوڙا وغيره ۽ جديد سنڌي ڪنمال ٺهيل آهن.
312. هن تي ويهين صديءَ جي چانديءَ جي ڪنگڻن جهڙا ٻه ڪنگڻ ڏسڻ ۾ اچن ٿا.
313. هَسلي، سهڻو پريل ٽِڪون لڳل چولو ۽ چانديءَ جا والا پاتل سنڌي ڇوڪري ڇيلڙي سان کيڏي رهي آهي.
314. هن تي چانديءَ جو سنڌي تائِٿ، هسلي ۽ ڪنگڻ ڏسڻ ۾ اچن ٿا.
315. تصوير 309 ۽ 314 جهڙا چانديءَ جا ڪنگڻ.
316. ۽ 317. چوڪنڊيءَ تي اڪيريل ڦِرٽو سج: ڦِرٽو سج ۽ سندس چوڏاري ڪنول يا ڪنور يا ڪوٽي جي پَتڙيون، سومرا دؤر جي ڳهن ۽ چوڪين سرن تي عام هئا. اهڙا ڏندن ۽ ڳڏين وارا ڪنگڻ ڪوٽ ڏيجي مان لڌا آهن. ڏسو تصوير 301، 476، 490 ۽ 493.

رنگڻ لاءِ ميندي ۾ نير 3,200 ق-م ڌاري ملايو ويو.

بادشاهيءَ جي پهرين سوا سو سالن تائين سومرن بادشاهن جي پوشاڪ بہ پڪ ساڳي هوندي، پر پوءِ جڏهن 1228ع ۾ التتمش جا منصبدار ٿيا، تہ ٿي سگهي ٿو تہ پوشاڪ بہ متائي هجين، جيتوڻيڪ ان ڳالهہ جا بہ ثبوت موجود آهن تہ هندو منصبدار دهلي سلطنت جي ڏينهن ۾ بہ پنهنجا اصلي ويس پائيندا هئا.

امير طبقي کي ڇڏي ٻين ماڻهن سومرن جي دؤر جي پڇاڙيءَ تائين پوشاڪ نہ متائي هوندي.

سٽ ۽ منجهانئس اُڻيل سوٽي ڪپڙو عام هوندو هو، پر سرنديءَ وارا ريشمي ڪپڙو بہ پائيندا هئا. سنڌي اجرڪ (ت. 349) ۽ لنگيءَ (ت. 350) سان ملندڙ رنگن ۾ ڇاپن واريون ٻارهين ۽ تيرهين صدين جون بہ اڳڙيون گجرات مان لڌيون آهن. هڪڙي سوٽي آهي ۽ نيرَ سان ڇُريل آهي جڏهن تہ ٻي ريشمي آهي. ريشمي ڌاڳو پهريان ڌار ڌار رنگن ۾ ڇُربو هو ۽ پوءِ اُڻبو هو. ڇُر ۾ نير، آرينا، ٻبر جا ڇوڏا، بصر، ڦاڙهي سنگ، چندن، هيڊ ۽ ڏکڻ ايشيا ۾ ٿيندڙ ٻيا ڪوڙ سارا ٻوٽا ڪم آڻيندا هئا. هي رنگ ڦيٽهڙ هوندا آهن ۽ ٻنهہ لهي بہ ويندا آهن. پڪو رنگ چاڙهڻ لاءِ ڌاڳن کي پروٽين ۽ سٽيءَ ۾ ٻوڙيندا هئا. رنگ پڪا ڪرڻ لاءِ انهن ۾ ڦٽڪي، توتيو، سرڪو، ليمي جو تيزاب، ٽن ڪلورائيڊ، آئرن سلفيٽ ۽ لڳي ٿو تہ پوٽيشيم ڊائي ڪروم بہ ڪم آڻيندا هئا. اها ثابتي ڪاشيءَ جي ڌار ڌار رنگن مان ملي ٿي.

## ڪاڏوءِ پيتو

## مکيہ ڪاڏو

سنڌوءَ جي پاسن وارن لٽياسن علائقن ۾ مکيہ ڪاڏو چانور ۽ ٿر ۽ ڪوهستان ۾ جور ۽ ٻاجهري هوندا هئا. جور ايڏي تہ نرجي هوندي هئي، جو سخت آب هوا ۾ بہ ٿي ويندي هئي ۽ هن مان ڪڙٻ ٿيندي هئي، جيڪا مال کائيندو هو. ٻاجهري ڏٻرين ٻنين ۾ بہ ٿي ويندي هئي، پر اَن توڙي ڪڙٻ جي حوالي سان جور کان درجو گهٽ هئس ۽ جور جي ڀيٽ ۾ اَن توڙي ڪڙٻ گهٽ ڪندي هئي، جيتوڻيڪ گهٽ وقت ٻيهندي هئي ۽ اتي بہ ڪاهي سگهبي هئي جتي پاڻي ٻنهہ ٿورا ڏينهن هوندو هجي. جيئن تہ اتر سنڌ ۾ سيارو 15 آڪٽوبر کان 15 مارچ تائين هلندو هو، اتي واهن ۾ پاڻي ڇئن کان پنجن مهينن تائين هوندو هو. ان جي ڀيٽ ۾ لاڙ ۾ واهن ۾ پاڻي ٻن کان ٽن مهينن تائين هوندو هو ۽ ساريون، جور ۽ ٻاجهري اهڙيون پليون نہ ٿينديون هيون جهڙيون پليون ساريون اتر سنڌ ۾ ٿينديون هيون. لاڙ ۾ جهنگ جام هوندا هئا جتي ڌاريل مال چال چرندو ۽ ڦرندو وتندو هو. لاڙ ۾ کير مکڻ بہ جام ٿيندا هئا.

## شراب

ماٺهو انگورن (ڊاک)، ڳڙ ۽ ماکيءَ مان شراب ٺاهيندا هئا. ڪجهہ طبقن کي پيئڻ جي جهل هوندي هئي ۽ عورتن کي تہ ٻنهہ اجازت نہ هوندي هئي. اسلام شراب پيئڻ کان سختيءَ سان روڪي ٿي. لڳي ائين ٿو تہ سومرن جي دؤر ۾ شراب مذهب ۾ حرام هجڻ کان وڌيڪ مهانگو هجڻ ڪري گهٽ واپرائبو هوندو. هڪ تہ اسماعيلين ۾ سختي گهٽ هوندي هئي، ٻيو سومرا سريال بہ هئا ۽ شراب جا شوقين بہ، سو دل تي پيئندا هئا. ڀنگ توڙي چرس ٻئي ديسي پيداوار هوندا هئا، سي بهرحال عام واپرائبا هوندا، جهڙي طرح ارڙهين صديءَ جي ماڻهن لاءِ چاٽايو ويو هو. هي ٻئي نشا ٻين جي ڀيٽ ۾ سستا آهن.

## سومرن جا ڪجهہ عجيب رواج

سندن دؤر جا ڪجهہ انوکا رواج يا ويساهہ هي هئا:

* سومرا ڏارين جي سامهون ماني نہ کائيندا هئا. هي رواج سنڌي هندن ۾ ويهين صديءَ ۾ بہ عام هو.
* هندن جي ابتڙ سومرا ماهيو گوشت شوق سان کائيندا هئا.
* سومرا پنهنجي مُئن کي ساڙيندا بہ هئا ۽ پوريندا بہ هئا.
* باهہ مان لنگهي (اڄڪلهہ چر پيلي) يا پاڻيءَ ۾ مقرر وت تائين ٽبي هڻي پاڻ کي بيڏوهي ثابت ڪندا هئا.
* جادوءَ، جِنن، نانگ بلائون ڏاريندڙ جوڳين، ڏائڻين ۽ ڀوپن، پکين جون ٻوليون سمجهڻ وارن ۽ ٻين انيڪ انڌَ ويساهن ۾ بہ سندن ويساهہ هوندو هو.
* لاڙيچن سنڌين لاءِ هڪڙو عقيدو هو تہ اهي جگر خور ٿيندا آهن، نظربنديءَ سان ماڻهوءَ جو جيرو ڪڍي بيمار ڪري وجهندا آهن. عبدالڪريم شائستاني (و. 1153ع) بہ اهڙي قسم جي عقيدن جي ڳالهہ ڪئي آهي، اهو پاڻ بہ انهن ڳالهين ۾ ويساهيندو هو. سِدّي علي رئيس بہ 1554ع ۾ ٺٽي جي ويجهو جگر خورن جي اهڙي طاقت بابت ٻڌو هو.
* هنن حقيقتن مان ظاهر ٿئي ٿو تہ سومرا هندو مت، مشرڪن ۽ اسماعيلي مسلڪ سيني کي مڃيندا هئا. اهو گڏ رڳو ان دؤر جي اسماعيلي مسلڪ ۾ ئي هو، ڇاڪاڻ تہ اها بغداد جي سني عباسين خلاف هڪ سياسي هلچل جو ڪردار ڪري رهي هئي.

## سومرن جي دؤر جا مرداڻا ۽ زنانا ڳهه ۽ ٻيا سامان



318



319



320



321

322



323



318. چوکنڊي قبر تان ڪاغذ تي لِيکيَل سپاهي: سندس پوشاڪ ۽ گهوڙي جو پلاڻ هڪجهڙا آهن. اڳيان سنا ڪپڙا پهريل خادم هٿ ۾ نيزو کنيو بيٺو اٿس. سندس هٿن ۾ تلوار، ڍال ۽ نيزو آهن. جاميٽريائي نمونو 419 ۽ ڪاٻي ڪنڊ تي ٺهيل گل سنڌو سڀيتا جي ڪنڀارڪن ٿانوَن تي چٽيل نمونن جهڙا آهن.

319. ڍال، تلوار ۽ سٺي پوشاڪ پهريل پيادو سپاهي.

320. چوکنڊي مقبري جو سينگار: هي نمونو ارڙهين صديءَ ۾ يار محمد ڪلهوڙي (و. 1718) جي مقبري ۾ بہ هو. ڏسو تصوير 415، 416، 417، 418، 419 ۽ 420.

321. چوکنڊي قبر جو سينگار: هن تي ڏيڪاريل ڳهن تي ٺهيل ڊزائنون سومرن جي چوڪين سرن وارين ڊزائنن جهڙيون آهن. ڏسو تصوير 473، 478 ۽ 503.

322. موهن جي دڙي جي نِرتڪي (ناچڻي).

323. سنڌياڻيءَ ڪي سڄين ٻانهن تي چوڙيون پاتل: هي رواج موهن جي دڙي جي جڳ کان وٺي هليو ٿو اچي. ناچڻيءَ ڪي ڪاٻي ٻانهن جي ڪَرائيءَ ۽ ڏئونري ۾ ٺونٺ کان ڪلهي تائين چوڙيون پاتل آهن. جيئن تہ ساڄي هٿ سان گهر جو ڪم ڪار ڪبو آهي، تنهنڪري ساڄي ٻانهن ۾ هٿ جي مُري ويجهو ۽ ٺونٺ جي مٿان ٿوريون چوڙيون پيل آهن.

## سومرن کي ورثي ۾ مليل سماج جي جوڙجڪ

سنڌ تي عربن جي راڄ دؤران سنڌ جي مسلمان جا ٻہ طبقا هوندا هئا: هڪڙا عرب ٻيا عجم يا ديسي. عرب پاڻ کي ”اشراف“ ڪوٺائيندا هئا ۽ ديسي ”موالي“ يا گراهڪ ڪوٺبا هئا. اشراف پاڻ کي اعليٰ نسل جو سمجهندا هئا. وٽن جاگيرون هونديون هيون. اهي موالين يا غير مسلمن جون ڇوڪريون پرڻجي سگهندا هئا، پر انهن کي سڱ ڏيندا نہ هئا. غير مسلم ٽئين درجي جا شهري يا ذِمي ليکبا هئا ۽ جِزيو ڀريندا هئا. ذِمين تي انهن جا پنهنجا قانون لاڳو ٿيندا هئا.

عام طور چار طبقا هئا: اشراف، موالي، ذِمي ۽ غلام. لڳ ڀڳ ائين ئي جيئن هندن ۾ برهمڻ، کتري، ويش ۽ شودر هوندا آهن.

سومرا دؤر ۾ مذهبي سهپ ڪجهه اهڙا بزرگ، پير، فقير ۽ درويش پيدا ڪيا، جن کي مسلمان توڙي هندو ٻئي مڃيندا هئا. مثال طور هندو لال شهباز قلندر کي راجا ڀارتري، خواجہ خضر کي ڄيٺو اَمراڻي ۽ اڏيري لال کي پڻورو پير ڪري ڪوٺيندا هئا.

سومرن جون راجستان، خاص ڪري مارواڙ ۽ جيسلمير جي حاڪمن سان سڱابنديون ٿيل هيون.

## ٻارن جا رانديڪا (ت۔ 358 _ 377)

سومرن جي مختلف ماڳن تان مٽيءَ مان ٺاهي باهہ ۾ پچايل قسم قسم جي رانديڪن جي جهجهي انگ ۾ لڀڻ جو مطلب آهي تہ انهن جو زبردست تعليمي ڪارج هوندو هو. ڪجهہ رانديڪا ائين ئي اڌ گهڙيا هئا، پر ڪجهہ انساني مجسما ۽ جانور بہ ٺهيل هئا. رانديڪا ٺاهڻ وارا ڪاريگر وڏي مهارت ۽ ڌيان سان زرعي اوزارن، خاص ڪري ڦيٿي گاڏين، گهر جي ٿانون وغيره جهڙا هوبهو رانديڪا ٺاهيندا هئا. هينئر بہ سنڌ ۾ ٻاگڙي اهڙا رانديڪا ٺاهي ٻهراڙين جي ٻارن ۾ وڪڻندا آهن. موهن جي دڙي مان لڌل رانديڪا گهڻا بهتر ۽ سچا لڳن ٿا، جنهن مان سومرن جي دؤر ۾ معيشت ۽ هنر جو زوال ظاهر ٿئي ٿو.

## طهر (طوهر)

هيءَ رسم اصل ۾ مصر وارن جي هئي. اتان يهودين ڪنئي ۽ پنهنجي مذهب ۾ فرض بڻائي ڇڏيائون. مسلمانن لاءِ اها فرض نہ هئي، پر تازي تحقيق مان خبر پئي آهي تہ ڏکڻ ايشيا ۾ مرداڻي عضوي جو ڪينسر طهريل مردن جي ڀيٽ ۾ اڻ طهريل مردن ۾ وڌيڪ هو. مطلب تہ عمل ڪرڻ ۾ فائدو هو. گرم ريگستان جي اوائلي مصرين ان رسم کي صفائيءَ جو احتياط سمجهيو هوندو ۽ ساڳئي ئي ڪارڻ يهودين پاڪ رتبو ڏنو هوندس. مصر وارا ڇوڪرن جو چوڏهن سالن کان گهٽ ڄمار ۾ طهر ڪرائي ڇڏيندا هئا. گهڻي ڀاڱي سنڌ ۾ بہ وڏ ۾ وڏ ڄمار اها ئي سمجهي ويندي آهي.

سنڌ جي ملن ۽ صوفين هيءَ رسم سنڌي مسلمانن ۾ فرض بڻائي ڇڏي. پهريان سومرا حاڪم اسماعيلي هئا، ٻوڌي ۽ هندڪين رسمن تي بہ هلندا هئا، سو خبر ناهي تہ طهر ڪرائيندا هوندا يا نہ، پر پويان سومرا ته سگهي ٿو تہ صوفين جي اثر هيٺ هن رسم تي هلندا هجن. مغل، شاهي خاندان جي ڇوڪرن جو طهر نہ ڪرائيندا هئا، ڇاڪاڻ تہ اهي ان کي بادشاهي رت وهائڻ برابر سمجهندا هئا ۽ عوام کي بادشاهي رت وهائڻ جو حق نہ هو.

## شخصي صفائي

سنڌي ان دؤر ۾ صابڻ جي جاءِ تي ميٽ لائيندا هئا. ميٽ پاڻيءَ ۾ سولائيءَ سان ڳري ريهڙو ٿهندو آهي ۽ جسم تي لائڻ سان ڪل مان هر قسم جي مير ۽ سٽپ ڇوهي صاف ڪري ڇڏيندو آهي. ريهڙي ۾ ٿورو تيل بہ گڏائبو آهي ۽ مَلڻ کان ڪجهہ دير ترسي پوءِ وهنجبو آهي. ميٽ صابڻ وانگر هٿ مَلڻ ۾ پڻ ڪم ايندو آهي. سنڌ جي ٻهراڙين ۾ ائين سنڌو سڀيتا واري جڳ کان وٺي اڄ تائين هلندو ٿو اچي. سومرن جي دؤر ۾ بہ پڪ ميٽ لائيندا هوندا. هي ڪيلشم ڪابورنيٽ هوندو آهي ۽ ڪيلشم هوندي اٿس. سنڌ جي ٻهراڙين جون ڏکيون مايون ڪيلشم جي پورائي لاءِ ميٽ کائينديون آهن، پر هي جِيورَندو (هضم ٿيندو) صرف تڏهن آهن جڏهن وٽامن ڊي بہ گڏ کائجيس. ٻهراڙيءَ جا ماٺهو کير جام پيئندا آهن، انهي ۾ موجود ڪيلشم ۽ وٽامن ڊي سان گڏ ميٽ بہ جسم ۾ جِيوري ويندو آهي.

## هار سينگار

سرمون پائي اکيون ڪاريون ڪرڻ سنڌين جو اهم رواج رهيو آهي. سنڌي antimony sulphide، black manganese يا lead sulphide پينهين سرمون ٺاهيندا آهن. پيتل سرمون ڊگهي ۽ سنهڙي ڳچيءَ وارين پتل جي سرميداڻين ۾ وجهي رکندا آهن ۽ انهي مان سَرائي ٻوڙي اکين ۾ پائيندا آهن. سرائيءَ جو لسڙو ڇيڙو سرميداڻيءَ ۾ وجهبو آهي تہ ڪجهہ سرمون ان تي چنبڙي پوندو آهي. ڪجهہ سرايون سرميداڻيءَ جي ٻجيءَ جو ڪم بہ ڏينديون آهن. انهن جو رڳو هڪڙو ڇيڙو لسو هوندو آهي. ڪجهہ سرايون ڏار هونديون آهن. انهن جا ٻئي ڇيڙا لسا هوندا آهن. سومرن جي ماڳن تان سرميداڻيون لڌيون آهن. انهن مان ڪجهہ تہ پتل جي ڍلائيءَ جا شاندار

# چوڏهين کان ارڙهين صدين جي قبرن تي اڪيريل زنانا ڳهه



324

325




326




327



324. چوڏهين کان ارڙهين صدين جي چوکنڊي قبرن تي ڳهن جا نمونا ڏسڻ ۾ اچن پيا. ساڄي پاسي ڏيکاريلن جهڙا چانديءَ جا ڳهه ويهين صديءَ ۾ عام هلندا هئا.

325. ۽ 326. سهڻا سينگاريل چوکنڊي مقبرا: مٿن ٺهيل ڊزائنون A, B, C, D, E, F, G, H ۽ اڳهن تي ڏهين صديءَ کان به اڳي کان وٺي ويندي ويهين صديءَ تائين ورجائبيون رهيون. 324 زناني، ۽ 325 ۽ 326 مرداڻيون قبرون آهن. ڪنول جو گل سج سان تشبيهه آهي ۽ سندس چوڙاري ڳهه آهن.

327. چوکنڊي قبر تان ڪاغذ تي گهِي لِيڪيَل ڳهه: مٿي ڪاٻي پاسي ڏنل جاميٽريائي نمونن جهڙا آمري کان جهڪر تائين لڌا آهن. اهي چُرَ ۽ رِلين ۾ ايڪيهين صديءَ ۾ به ورجائجن پيا. پازيبن جي چوڙاري گل جون پَتڙيون آهن.

نمونا آهن. سنڌي سرهاڻ بہ ڪافي هٽندا هوندا. قسمين قسمين سرهاڻيون قدرتي عرقن، ٻجن ۽ تيل مان ناهيندا هئا. انيڪ قسمن جا ڏٻَ بہ هوندا هئا. جهنگ ۾ پنهنجي منهن ڦٽندڙ ٻوٽي هيرڻ جو تيل بہ ڏيئن، ليپَن ۽ مَکن ۾ ڪم ايندو هوندو. ويهين صديءَ جي پهرئين اڌ ۾ اهو گهر گهر عام هوندو هو.

دَرسِنيون (آئينا) گهٽ ۾ گهٽ 4،500 سالن کان استعمال ٿينديون اچن. اڳي اهي ٽامي يا ڪُٽِ کي لسڙو ڪري ناهيل هونديون هيون ۽ مٿان قلعيءَ جو ليپ هوندو هئن. پاري چڙهيل شيشي جون درسنيون سترهين صدي عيسويءَ ۾ ايجاد ٿيون.

وار ناهڻ ۽ ٻَڌڻ لاءِ ڪانتا ۽ ڦڻيون (ڪنگا) هوندا هئا. ڪانتا ڪاٺ يا ڪنهن ڌاتوءَ ۽ ڦڻيون ڪاٺ يا عاج مان ناهيندا هئا. ڦڻين جا هڪڙي پاسي ڏند سنهڙا ۽ گهاٽا، ۽ ٻئي پاسي ٿلها ۽ ڇدا هوندا هئا. عام ڦڻيون ڪاٺ جون هونديون هيون ۽ سرنديءَ وارن لاءِ عاج جون ٺهنديون هيون. موهن جي دڙي کان وٺي ويندي ويهين صديءَ جي پهرئين اڌ تائين سلسلو ائين هليو، تنهن کان پوءِ ڪاٺ ۽ عاج جي جاءِ ربڙ ۽ پلاسٽڪ وٺڻ لڳا.

وِڃڻو (ت. 139-141) ضرورت بہ هوندي هئي تہ ٺٺ بہ. ڏيِ جي تِيلين مان ٺهيل وِڃڻن تي پٽ جي ڌاڳن سان انيڪ ڊزائنون اڻبيون هيون ۽ سهڻيون رنگ برنگي ڳنيون هڻندا هئس. وڃڻا ننڍا ۽ وڏا بہ هوندا هئا. ڪجهہ تہ ايترا وڏا هوندا هئا، جو اٿي بيهي ٻنهي هٿن سان جهلڻا پوندا هئا. اڻويهين ۽ ويهين صدين ۾ آفيسن ۽ اوطاقن ۾ هلندڙ جَهلِي انگريزن جي هڪڙي ڪلارڪ 1784ع ڌاري ڪولڪتي ۾ ايجاد ڪئي.

## فرنيچر

جيتوڻيڪ سومرن جي جڳ جو گهريلو فرنيچر ڪو نہ بچيو آهي، پر سنڌ جي ڀراڙين بابت ارڙهين کان ويهين صدين جي چاڻ مان پتو پوي ٿو تہ، چئن پاون واريون مستطيل کٽون هونديون هيون: عام طور ٽن کان چار فوٽ ويڪريون، ڇہ فوٽ مٿي ۽ مڃن جي واڻ سان واڻبيون هيون. هي سنڌ ۾ اجا بہ هلن ٿيون. واڻ پيش ۽ ڪجيءَ جي ڦرهن مان بہ وٽبو هو. مڃن جو واڻ سونهن وڌيڪ ڪندو هو، پر جهلينڊو گهٽ هو. ڪجهہ سرنديءَ وارا ٻاڪري يا اوٺي ڌاس ڪَتائي ان سان کٽون واڻائيندا هئا. هي شاهوڪار شوق ڪندا هئا، پر ان ۾ جهل گهٽ هوندي هئي. کٽ جا پاوا سادا يا رنبيءَ سان اڪيريل چورس، يا جنڊيءَ تي لٽل گول بہ هوندا هئا. جنڊيءَ جو هنر ڪجهہ ڪاريگر ڏکڻ ٿي ڄاڻندا هئا. جنڊيءَ لٽل ۽ لاڪ وارو فرنيچر سڀ کان پلو سمجهيو ويندو هو. سيءَ ۾ ٻاهہ جي چوڌاري منجين تي ويهندا هئا. انهن جا پاوا ننڍا، اٽڪل اٺ کان ڏهہ انچ ، ۽ ارڙهن کان ويهہ انچ چورس ويڪريون هونديون هيون. ڪن کي ڪرسيءَ وانگر، پر ٿوري وڌي، ٽيڪ بہ هوندي هئي. هي بہ واڻ سان ئي واڻبيون هيون.

سنڌ ۾ پينگهي (هِندورو) نالي نرالي لڏٽي کٽ هوندي هئي. هيءُ ڇهن کان ست فوٽ ڊگهي ڳَنِيءَ يا گهوڙيءَ ۾ لڏندو هو. ڳنِي، ٻہ مٿن کان ۽ ٻہ پيرن کان، چئن چنگهن تي بيٺل هوندي هئي، جيڪي زمين تي ٿوريون ٽڙي بيٺل هونديون هيون. وچ تي پينگهو مزي سان پيو لڏندو هو. هندورو پنجن کان ڇهہ فوٽ ڊگهو هوندو هو. چئني ڪنڊن تي پاوا ۽ پاسن سان ٻتيون ٻانهيون هونديون هئس. ٻارن لاءِ ننڍڙا پينگهڙا هوندا هئا. اهي ڳنين يا ڇت ۾ ٻڌل رسن ۾ لڏندا هئا. هر سنڌيءَ جي گهر ۾ پراڻن جڳن کان وٺي ائين هلندو ٿو اچي. بيلاسس 1854ع ۾ برهمڻ آباد مان اچوڪي پينگهي جهڙو عاج جو ڪجهہ فرنيچر لڌو هو. ان جي تصوير (ت. 138) ڏنل آهي.

لکپڙهہ لاءِ کٽ نموني ميز هوندي هئي. اها واڻ سان نہ واڻبي هئي پر مٿان ڪاٺ جو تاڪ لڳندو هئس. ڊيگهہ ويڪر ساڳي کٽ واري هوندي هئس. انهي کي صندل ڪوٺيندا هئا ۽ انگريزن جي اچڻ کان اڳ عام هوندو هو. اهو کٽ جو ڪم بہ ڏئي سگهندو هو، پر گهڻو ڪري لکپڙهہ جي ڪم آڻيندا هئس. انهي سان گڏ لاهونديءَ تي ٺهيل پيتي يا ڊيسڪ هوندي هئي، جنهن ۾ ڪتاب، ڪاڳر، پينون ۽ مس ڪپڙيون رکڻ لاءِ تالا لڳل خانا بہ هوندا هئا. اها بہ ويڪر ۾ ميز جيتري يا ڪجهہ گهٽ پر ٿوري مٿي هوندي هئي. لکڻ وارو صندل تي پَلٽ هٽي ويهندو هو ۽ لکپڙهہ مهل ڪاڳر ڊيسڪ جي لاهونديءَ واري پاسي تي رکندو هو. فرنيچر جو اهو اسم واپارين، ڳوٺن جي چڱن مڙسن يا سندن منشين وٽ عام هوندو هو. اهو اسم، سنڌو سڀيتا جي لڳ ڀڳ همعصر، فرعونن جي دؤر ۾ مصر ۾ بہ عام هوندو هو ۽ هينئر بہ پاڪستان جي ننڍن وڏن شهرن ۾ دڪاندارن وٽ عام آهي.

فرنيچر جو ٻيو اهم اسم ڪاٺ جي پيتي يا صندوق هوندي هئي. اها بہ انگريزن جي دؤر کان اڳ عام هئي. ڪاٺ جي هيءَ مضبوط صندوق عام طرح ڇهن کان اٺ فوٽ ڊگهي، ٽن کان چار فوٽ ويڪري، اوائن کان ٽي فوٽ مٿي هوندي هئي ۽ مٿان اٽڪل ارڙهن کان ويهہ انچ چورس دري هوندي هئس. هن ۾ اندر کلڻ وارا خانا ۽ قيمتي شيون ۽ ڳهہ رکڻ جي جاءِ هوندي هئي. ڏکڻ صندوق گهڻو ڪري ٻاهر ناهي، اِيسون ڪوٺڙيءَ ۾ آٽي ملائيندا هئس، جيئن چور ٻاهر نہ ڪڍي سگهنس. هنن صندوقن تي ڇٽَ اڪيريندا هئا ۽ ڌاتوءَ جون پٽيون ڪوڪن سان هڻندا هئا. اهڙيون صندوقون پراڻي مصر مان لڌيون آهن ۽ پڪ سنڌ ۾ بہ هزارين سال اڳ آيون هونديون.

## سومرن جي پراڻن ماڳن تان لڌل مرداڻا ۽ زنانا ڳچيءَ جا



328



329



330



331



332



333



334



335



336



337

328. گهڻ قيمتي پٿر جي مڻين جو هار. (ل م).
329. گهڻ قيمتي پٿر جي مڻين جو هار. (ل م).
330. مڇيءَ جي هڏن جو هار. (پ م).
331. ٺڪر جا ٻه هار ۽ ڪن جو ڪوڪو. (پ م).
332. گهڻ قيمتي پٿر جو هار. (ل م).
333. ٺڪر جو هار. (پ م).
334. ٺڪر جو هار: ننڍي ۾ ننڍي مڻئي جو ڊ. 2.7 س م. وڏي 5.55 س م. هن ۾ سڀني جو سوراخ ننڍڙو آهي. موهن جي دڙي جي هڪڙي ٺڪر جي هار جا سوراخ ايترا وڏا آهن جو منجهن رسو هليو وڃي. اهو جانورن جهڙوڪ وَهڙي، ڏاند يا ڪتي ڪي پائڻ جو ٿي سگهجي ٿو. (س ن).
335. ڪاري شيشي جو هار: انهن ڏينهن ۾ شيشو ٺاهڻ جو ڏانءُ اڃا نہ آيو هو، پر ڪاريگر قدرتي شيشي مان مختلف شيون ٺاهيندا هئا. (پ م).
336. قيمتي پٿر جا ٻہ هار. (پ م).
337. ڪوڏ مان ٺهيل ڪن يا نڪ جي ڦلي. ڊ. 2.15 س م. ٿولهہ 1.9 س م. (س ع).

هاٿي هي ختم ٿيندي ٿيون وجن. قيمتي ڌاتو ۽ روڪ ناڻو هاٿي بينڪن ۽ لاڪرن ۾ تا رکجن.

## پينگ لاءِ ماڻهو ڪٽڻ

بزرگ بن شهريار لکيو آهي ته ڏهين صديءَ ۾ گجرات ۾ پينگ لاءِ ماڻهو ڪٽڻ عام هوندو هو. ويهين صديءَ جي پوين ٻن ڏهاڪن ۾ سنڌ جو حال به ساڳيو هو. گهڻو ڪري شاهوڪار واپاري ڪهندا هئا.

## رڌڻي جو سامان

رڌڻي جو سامان ايترو اعليٰ قسم جو نه هوندو هو. ڪاڙهو اوٻارڻ ۽ رڌڻ لاءِ ڪنيارڪا ٿانوَ هوندا هئا. انهن جو ترو گولائيءَ تي ٿهيل هوندو هو، جيئن اهي چلهه جي پاسن سان رکيل مٽيءَ جي مارنگن تي ڪيي ويهن ۽ باهه جو تاءُ به سڄي ٿانو کي هڪجهڙو اچي. ٻهراڙين وارا ڪاٺيون ٻاريندا هئا، پر شهرن ۾ تي سگهي ٿو ته ماحول صاف رکڻ لاءِ اگر پڻ ٻاريندا هجن. ڳوٺن ۾ ڪاٺين جي ڪوٺ وقت مال جا سڪل ڇيٺا به ٻاريندا هئا. ماچيس يا تيليون عام نه هوندا هئا، تنهنڪري ماڻهو گهرن جون چلهيون وسائيندا نه هئا ۽ اٺ ٺي پهر دکيل هونديون هيون. جيئن ته ڇيٺي جو ٿانڊو گهڻي دير هلندو آهي، سو ڇيٺو دڪائي چار ۾ پوري ڇڏيندا هئا ۽ ضرورت مهل ڪوٺي ڪڍي باهه ٻاريندا هئا.

## ٿانوَ

ٿانوَ عام طرح ٻن قسمن جا هوندا هئا: هڪڙا عام استعمال جا ۽ ٻيا گهر جي سونهن يا ڪنهن خاص موقعي لاءِ. پهرئين قسم جا ٿانوَ مٽيءَ جا آويءَ ۾ پڪل ۽ ٻيا پٽر ڪوري ناهيل هوندا هئا. ٽامي ۽ ڪٽِ جا ٿانوَ به هوندا هئا. چريون ۽ چمچا وغيره ٽامي، پتل ۽ رڪ جا هوندا هئا. ٺڪر جا ٿانوَ ٻن قسمن جا ٺهندا هئا: هڪڙا سادا ٻيا ڪاشيءَ جا. ٻنهي تي ڊزائنون چاپيل هونديون هيون. سومرن جي دؤر جي ٿانون تي ڪجهه لکيل به آهي. ٿي سگهي ٿو ته اهي دڪاندارن جي وکرن رکڻ جا ٿانوَ هجن ۽ مٿن منجهن رکجندڙ وکرن جا نالا لکيل هجن. ڪاشيءَ جا ٿانو ٻاهران به ايندا هئا ۽ ديسي پڻ ٺهندا هئا.

## رانديون، ڪيل تماشا ۽ ميلا ملاکڙا

ڪٽر مذهبي ماڻهن کي ڪنهن قسم جو کيل تماشو، راند روند يا ميلو ملاکڙو نه وڻندو آهي ۽ چوندا آهن ته ماڻهو بس رڳو ڪنڌ لاڙي ٻيا ڳهَن. عام ماڻهن جي دل وري، انن ٺي پهرن جي هڻ هٽان مان ڪجهه گهڙيون جان ڇڏائي، ونڊر وروڻهن لاءِ چوندي آهي. ان ڪري ڪٽر مذهبي ماڻهو پلي ڇا به ڪن، پر رانديون ۽ کيل تماشن جي معاشري ۾ هڪ الڳ جاءِ رهي آهي ۽ ٻئي گڏ گڏ هلندا رهيا آهن. ڪٽر مذهبين جي ڪروڌ کي مانو ڪرڻ لاءِ ماڻهو، پيرن فقيرن جي درگاهن تي هر سال لڳندڙ عرس (ميلي)جي موقعي تي، کيل تماشن جو بندوبست ڪندا هئا. اتي مذهبي ماڻهو عبادت ڪرڻ ۽ ٻيا ماڻهو کيل تماشا ڏسڻ ، راڳ روپ ٻڌڻ ۽ شيءِ شڪل، ڳانا ۽ رانديڪا وغيره وٺڻ اچي گڏ ٿيندا هئا. ميلا ۽ عرس هندوستان ۾ به لڳن ٿا.

انهن ڏينهن ۾ ڏکڻ ايشيا جي لوڪ پسند ۽ شاهي وروڻهن هيون: ناچ، راڳ، سنگيت، ناٽڪ، جوا، شاعري، بحث مباحثا، ڪٻتي، فوجي مشقون، هاٿين جا مقابلا، ڏکڻ ايشيائي پولو، ملاکڙا، مقابلا ۽ دوبدو ويڙهه، ۽ پکين ۽ جانورن جهڙوڪ ڪڪڙن، ٻاڙو تترن (ت. 247)، گهَٽن، سانَن ۽ ڪبوترن (ت. 243) جي ويڙهه. سنڌي ڪبوتر پلي نسل جا ليکبا هئا (هسٽري ائنڊ ڪلچر آف انڊين پيپل، ڀاڱو-5) ۽ سون، چانديءَ ۽ ڪاٺيءَ جي پڃرن ۾ پلبا هئا. شڪار ڪرڻ، باز ڏارڻ ۽ مڇي ڦاسائڻ به عام شوق هئا. پڪ سان چئي سگهجي ٿو ته سنڌ ۾ به اهڙيون ئي رانديون ٿينديون هونديون.

## سنڌ ۾ لوڪ پسند ۽ شاهي وروڻهن

رانديون سڄي ڏکڻ ايشيا واريون ساڳيون ئي هونديون هيون. ٻار ڪينهوڙن (بال) ۽ پرٽيل چوڪريون پينگهُن سان کيڏنديون هيون. ناچ، ڳائڻ وڄائڻ ۽ ناٽڪ سيني کي وڻندا هئا. ڪيترن ئي قسمن جا ساز جهڙوڪ ڦوڪ وارا ساز، تار وارا ساز، دهل ۽ شهنائي ماڻهن کي وڻندا هئا. جوا، هر طبقي جا ماڻهو عام کيڏندا هئا. ملاکڙا سڀني جي دل پسند وروڻهن هوندا هئا. درٻارين ۽ وڏن ماڻهن جي ميڙن ۾ فوجي ۽ ادبي مشقون ٿينديون رهنديون هيون. پکين، جانورن ۽ ڪبوترن جي ويڙهه عام هوندي هئي. سنڌي ڪبوتر بهترين نسل جا هوندا هئا. ماڻهو ڪڪڙ به ويڙهائيندا هئا، جيڪا اڄ به سنڌ ۾ لوڪ پسند ونڊر آهي. شڪار ڪرڻ ۽ مڇي ڦاسائڻ به لوڪ پسند ونڊر هوندا هئا.

## ويساهه ۽ اَنڌَ ويساهه (شِرڪ)

گذريل ٽن صدين دؤان ماڻهن جي انڌَ ويساهن ۾ ويساهڻ ۾ بنهه ٿورو فرق آيو آهي. مثال طور: سياڳي ۽ نياڳي گهڙي يا سدورو ۽ ندورو سئوڻ ڪٽن، ٻلين، ڪرڙين، ڪانون ۽ ٻين پکي پڪڻن جي سياءَ سان جوڙيندا هئا. ٻار جي ڄمڻ سان ئي ٽيٽا لڳڻ شروع ٿي ويندا هئا ۽ جادو ٽوڻن وارا جادوگر ۽ ڀوپا به عام هوندا هئا.

# ڳھہ (زيور)



338



339



340



341



342



343



344



345

338. شيشي، گھڻ قيمتي پٿرن ۽ ڪوڏين وغيره مان ٺهيل الڳ الڳ ڳهن جا ٽڪرا. (س ع).
339. گھڻ قيمتي پٿر ۽ شيشي مان ٺهيل الڳ الڳ ڳهن جا ٽڪرا. (ع س).
340. هار. (پ م).
341. گھڻ قيمتي پٿر. (س ع).
342. (مٿي) اڄڪلهه هلندڙ ڪن ۽ نڪ جا ڳهه؛ تصوير 503 سان ملندڙ ڊزائن. (هيٺ) موتين يا مٽين (هنن ڪي پيرون بہ چوندا آهن) سان والا؛ اهڙيون ئي مٽين واريون ڊزائنون چوڪين سرن تي آهن.
343. مختلف قسمن جي ڪچي مال مان ٺهيل الڳ الڳ قسم جا مٽيا ڏاڳي ۾ پويل. (ع س).
344. برهمڻ آباد-منصوره مان لڌل چانديءَ جو Broche.
345. برهمڻ آباد-منصوره مان لڌل گھڻ قيمتي پٿرن مان ٺهيل مٽيا ۽ ڳچيءَ جا ڳهه.

## غلامي يا ٻانهپ

غلامي سڄي ڏکڻ ايشيا ۾ ڪلئي عام هلندي هئي. البيرونيءَ جي چوڻ مطابق، غلام ڇوڪرين جا ولر هٿ ڪري ۽ سوڪڙيون ڪري ورهائڻ، ان دؤر جي اخلاقي قدرن تي زبردست روشني وجهي ٿو. دهلي سلطنت ۾ مفتوح ماڻهن جي عورتن، ويندي شهزادين کي بہ ٻانهيون بڻائي دربار توڙي اميرن کي وندرائڻ لاءِ نچائيندا ۽ ڳارائيندا هئا. هندو بہ جڏهن مسلمانن جو ڪو پرڳڻو فتح ڪندا هئا تہ راجپوت، سيد زادين (بيبين) سميت، مسلمان عورتن کي ٻانهيون بڻائي ۽ کين ناچ جي سکيا ڏياريندا هئا.

غلامن جا چار درجا هوندا هئا: هڪڙا غلام گهرن ۾ چاول، ٻيا ملهه تي ورتل، ٽيان مال غنيمت ۾ هٿ ڪيل ۽ چوٿان ورثي ۾ مليل، پر ماڻهو پاڻ وڪڻي بہ غلام ٿيندا هئا. هي ان دؤر جو سَمرتي قائدو هوندو هو. مارڪو پولو ڏکڻ ايشيا جي بادشاهن جون ڪيتريون ئي زالون، سُريتون ۽ ٻانهيون ڏٺيون. سنڌ ۾ ڏيساور کان ايندڙ مال ۾ غلام اهم وکر هوندا هئا. غلامن جا ملهه هيٺ ٽيبل ۾ ڏنل آهن.

دهليءَ کان ٻاهر غلامن جا اگهه گهٽ هوندا هئا. ڏکڻ ايشيا کان ٻاهر عرب ملڪن ۾ هندوستاني ڇوڪريون 20،000 ٽنڪا بہ ڪنديون هيون. هي مهانگيون ٻانهيون جيڪڏهن مسلمان هونديون هيون، قرآن پڙهڻ، لکڻ، ڳائڻ ۽ نچڻ ڄاڻنديون هيون ۽ سُٺياءُ سنو هوندو هئن، تہ گهڻو ڪري مالڪ کي هر ڪائي وجهنديون هيون. عرب دنيا ۾ هندوستاني ڇوڪريون ترڪ ۽ بازنطيني (يورپي ۽ ٻين نسلن جون) ڇوڪرين کان پليون ليکبيون هيون.

هندوستاني عورتون سونهن سوٻيان جي ڪري عربن کي ڏاڍيون وڻنديون هيون. ڏهين صديءَ ۾ جابز، سليمان تاجر ۽ مسعوديءَ لکيو آهي تہ سنڌي عورت لاءِ هندوستان کان ٻاهر وڏو چاهه هوندو هو.

## راڳ ۽ سنگيت

سنڌي راڳي ۽ سنگيتڪار پنهنجي فن ۾ يَڳَ هوندا هئا. سندن راڳ ۽ ساز تي موهجي ٻڌندڙ ڪڏهن روئي پوندا تہ ڪڏهن کلندا هئا. ٻانهين کان سواءِ ٻيون فنڪار عورتون بہ ماڻهن جي دل وندرائڻ جي ڪار ڪنديون هيون ۽ انهن ڏنڻ جي ڪا مخالفت نہ هوندي هئي.

### ان دؤر ۾ هندوستان ۾ غلامن جا اگهه

| دؤر | غلام جو قسم | ملهه ٽنڪن ۾ (سنڌي ٽڪا) |
|---|---|---|
| علاءُ الدين جو دؤر 1295- 1315ع | ڪم واري ڇوڪري (گهريلو ٻانهي) | 5- 12 |
| | ويهاريَل (يار، سريت يا داشتہ) | 20- 40 |
| | مرد غلام | 100- 200 |
| محمد بن تغلق جو دؤر 1325- 1351ع | خدمت گذار ڇوڪري | 8 |
| | ويهاريَل | 15 |
| | ڳڀرو ڇوڪرا | 4 |

**وندر ۽ ورونهن**



346



347



348

346. شطرنج راند جو ابتدائي نمونو موهن جي دڙي ۾ سرجيو. اڄڪلهه هلندڙ شطرنج انهي مان نڪتي. ڏکڻ ايشيا ۾ هيءَ راند 2،000 سالن کان وٺي گهرن ۾ کيڏبي ٿي اچي. سومرن جي دؤر ۾ پڻ اڄڪلهه وانگر شطرنج ضرور کيڏبي هوندي.

347. نَوَٽِڻ (meril, merel, merell): هيءَ راند موهن جي دڙي مان ٺڪر تي ٺهيل لڌي آهي ۽ 4،350 سال اڳي وانگر اڄ بہ سنڌ ۾ کيڏجي ٿي. اها راند ليڪ پاڻ زيڪوسلواڪيا جي هڪڙي ڳوٺ ۾ بہ کيڏجندي ڏٺي. ٿي سگهي ٿو تہ اها 12،000 سالن کان بہ وڌيڪ اڳي سرجي هجي؛ جڏهن اڄوڪي پاڪستان وارن علائقن ۽ اوڀر يورپ جا شڪار ۽ ميڙ چونڊ تي گذر ڪندڙ ماڻهو وچ ايشيا جي جهنگن ۾ جهنگلي جانور مارڻ ويندا هئا ۽ اتي سندن وچ ۾ ميل ميلاپ ٿيندو هو. اها سومرن جي دؤر ۾ بہ ضرور عام هوندي.

348. ڇَڪو يا ڊارو. (ڪينويَر، انڊس ويلِي سولائيزيشن).

## ڪپڙا (اوڇڻ ۽ پهرڻ)، هار سينگار جو سامان ۽ رنگين ٿانو

349


350



351


352


353


354


355


356


357

349. ٻارهين صديءَ جي اجرڪ جهڙي ڇَر جيڪا گجرات جي ڇَپي وِچي ٿي: رڻ ڪڇ سڪڻ کان اڳ گجرات ۽ سنڌ جي وچ ۾ اچ وڃ جي ڪري سنڌ ۽ گجرات ۾ ڪپڙو ساڳئي نموني ڇپجڻ ممڪن هو. (سِمٿسونيَن).
350. گجرات مان لڌل لنگيءَ يا مرداڻي پڳ جي اگهڙي. (سِمٿسونيَن).
351. پتل جي سرميداڻي: مٿس پلوڙ ڪم ٿيل ڏسڻ ۾ اچي ٿو. مرد توڙي زائفون ٻئي سرمون پائيندا هئا ۽ سرمون پائڻ اکين لاءِ فائديمند سمجهندا هئا. او. 7.4 س م. اَڪنڊي ويڪر 5 س م. ڊ. تري وٽ 4.12 س م. (س ع).
352. ٻڱل چوڙيون ۽ ڪنگڻ: شاهه ڪپور تان ميڙيل. (ع س).
353. شيشي ۽ پٿر جا مڻيا ڌاڳي ۾ پوئل: شاهه ڪپور تان ميڙيل. (ع س).
354. ڳري ٺهيل سرميداڻي: چار پاڱا ريهي سان ڳنڍيل آهن. ڏاڍي سهڻي ڊزائن اٿس. او. 7.5 س م. اڪنڊي، ويڪر 3 س م. (س ع).
355. پتل جا پن نموني ٻه (چوٽيءَ ڦل): مٿن پٿر شايد لاجور (Lapis lazuli) جو ڪم ٿيل آهي. منجهن لڳل ڪڙن سان وارن يا چوٽيءَ ۾ ٻڌبا هئا. ويڪر 4.7 س م. او. 5.0 س م. ٿولهه 0.3 س م. ٻه ڪڙا 1.5 ۽ 3.5 س م ويڪرا. (س ع).
356. پتل جي سرميداڻي. (ع س).
357. موهن جي دڙي مان لڌل پتل جي سرميداڻي: سومرا دؤر جي سرميداڻين جهڙي آهي، پر سومرن وارين تي ڊزائنون هن کان پليون آهن. موهن جي دڙي جي ڏينهن ۾ نڪر جون سرميداڻيون ٻه هلنديون هيون.

باب ايڪيهون

# سومرن جي راڄ ۾ سنڌ ۾ تعليم

## ڏهين صديءَ کان اڳ واري تعليم

ڏکڻ ايشيا ۾ ڏهين صدي عيسويءَ کان اڳ تعليم سَمرتي متن تحت هوندي هئي، جنهن ۾ مانوَ ۽ نَرَادا جي سياسي نظرين ۽ انتظامي نظام بابت ڪيترن ئي ڪتابن، ۽ سماجي ۽ سياسي نظرين، انتظامي هلت ۽ روز جي معاملن بابت ٻين ڪوڙ سنسڪرتي پُستَڪَن (ڪتابن) جا تفسير ۽ تشريحون پڙهائباهئا. هنن تفسيرن مطابق قصيدا، سلوڪ، پُراڻ ۽ هندن ۽ ٻڌ مت جي پوڄارين لاءِ انهي قسم جا ٻيا سبق ياد ڪرڻ ئي عام تعليم سمجهي ويندي هئي. هي سنسڪرتي پُستَڪَ پڙهڻ جي نيچ طبقي کي بہ اجازت هئي. پانڪ يا وديارٿي (شاگرد) کي اهي سمجهڻ کان سواءِ سنسڪرت ۾ ئي ياد ڪرڻا هوندا هئا. اها تڏهوڪي پرائمري تعليم هوندي هئي.

اعليٰ تعليم صرف مٿين ٽن طبقن: برهمڻن، ڪترين ۽ ويشن لاءِ هوندي هئي. پڙهڻ دؤران روزانو صبح شام گهر گهر مان خيرات جي ماني وٺي اچڻ بہ پانڪن جي فرضن ۾ شامل هو. رڳو بيماريءَ دؤران معاف هوندو هئن. چاڪ چڱي ڀلي هوندي ماني نہ وٺي اچڻ واري لاءِ سزا هوندي هئي. ڪين ماکي ۽ گوشت کائڻ، جسم تي سرهاڻ لائڻ ۽ ويج (ويد يا حڪيم) جي ڏس کان سواءِ اکين ۾ سرمون پائڻ جي جهل هوندي هئي. پانڪ کي استاد (گروءَ) لاءِ گٽا لفظ ڳالهائڻ يا رڳو نالو وٺڻ جي بہ جهل هوندي هئي. ڪيس سواريءَ تي چڙهڻ، جُتي پائڻ، ڇَٽي ڪڻڻ، نچڻ، ڳائڻ، تکو ۽ گندو ڳالهائڻ وغيره کان بہ جهل هوندي هئي. عورت کي ڇُهڻ تہ پري ڏسڻ جي بہ جهل هوندي هئي.

استاد (گرو) پانڪ کان ڏوڪڙ صرف ڪجهہ حالتن ۾ قبوليندو هو. عام طور ڏوڪڙن تي پڙهڻ توڙي پڙهائڻ چڱي ڳالهہ نہ بلڪہ هلڪو پاپ ليکبو هو. ٻنا ٻولائي ڪجهہ مليو تہ وٺبو، باقي ڏوڪڙن جي آسري پڙهائڻ جي جهل هوندي هئي. ڪو ٻار پڙهڻ تي ڌيان نہ ڏئي تہ ان کي سڌارڻ لاءِ استاد ڪيس دڙڪا ڏيندو هو. اڃا بہ نہ مڙي تہ ٺڦڙ نہ باقي رسي يا بانس جي سنوٽيءَ سان ڪيس ڪٽڻ جائز هوندو هو، سو بہ مٿي تي ڌڪ هڻڻو نہ هو، صرف ڇُتڙن وغيره تي هڻڻو هو. پانڪن لاءِ لازمي هو تہ اهي برهمڻ وٽ پڙهن، پر جڏهن ڪو برهمڻ استاد نہ هجي تہ ڪتريءَ يا ويش وٽ پڙهڻ جي اجازت هئي.

سَمرتي متن موجب مٿين درجن جي شاگردن (وديارٿين) لاءِ برهمڻ استادن وٽ پڙهڻ بلڪل لازمي هو. برهمڻ پنهنجي گهرن ۾ پڙهائيندا هئا. بادشاهہ ۽ ٻيا سخي مرد ڪين زمين جا ٽڪرا خاص امداد ۾ ڏيندا هئا. ائين سريالن جي امداد، خيرات ۽ ڦوڙيءَ تي ڪوڙ ساريون پانشالائون نهيون ۽ برهمڻ استادن جي ڪمائيءَ جو ذريعو ٿي پيون. سنڌ ۾ 1000ع تائين تعليم ان نموني هوندي هئي.

واپاري طبقو پنهنجي ٻارن کي پرائمري تعليم کان پوءِ ڪجهہ سالن تائين پنهنجي دڪانن تي لڳائي واپاري لکپڙهہ جهڙوڪ روزاني ڏيتي ليتي، بنديون ۽ چوپڙيون لکڻ، مال جي اچ وڃ ۽ هنديون وغيره سمجهائي تيار ڪندو هو. تيرهن سالن جي ڄمار ۾ ڪين ٿورو ڪيسي خرچ ڏئي گهر ڇڏڻ جي موڪل ڏيندا هئا تہ وڃي واپار ڪري پيٽ پالين. مارڪو پولو ٻڌائي ٿو تہ، هي ڪِرپٽڙا سچو ڏينهن پيچ پيچان، ڪٺان ڪا شيءِ وٺڻ ۽ ڪٽي وڪڻڻ ۾ رڌل هوندا هئا، ۽ ارڙهن سالن جا ٿيندا هئا تہ وڏن سان هٽ وندائڻ يا ڪو نئون ڌنڌو شروع ڪرڻ لاءِ گهر موٽي ايندا هئا.

شهزادن کي خاص اسڪولن ۾ ويد (ڌرمي ڪتاب)۽ جنگي مهارت جهڙوڪ گهوڙي ۽ هاٿيءَ جي سواري، رٿ سنيالڻ ۽ هٿيارن جو استعمال وغيره سيکاريا ويندا هئا. ان سان گڏ ڪين فنون لطيفہ، ادب، فلسفو، ڌرم شاستر، ادبي تحرير ۽ وياڪرڻ (گرامر) وغيره بہ سيکاريا ويندا هئا.

## اسماعيلين جي دؤر واري تعليم

ڏهين صديءَ جي پڇاڙي ۽ يارهين صديءَ ۾ اسماعيلي داعين جي اثر هيٺ جڏهن ڪيترا ئي هندو ۽ ٻوڌي مسلمان ٿيا، تڏهن بہ تعليم جو طريقو ساڳيو ئي جاري رهيو: صرف هندن جي ڌرمي گرنٿَن جي جاءِ تي قرآن شريف ۽ اسلامي فڪر اچي ويو، ۽ رڳو قرآن

# رانديكا ـ ٻارن جي وِندر ۽ سکيا جو سامان

رانديكا ٻارن ۾ سکيا جو كم كندا آهن ۽ سندن سامائجڻ مهل منجهن لڳاپل آسون پوريون كرڻ لاءِ كين تيار كندا آهن. كاٺ جا رانديكا مٽيءَ ۾ پورجڻ سان كاڄي ويندا آهن. ٺكر جا رانديكا جيئن هوندا آهن تيئن پيا هوندا آهن. گهڻي ڀاڱي رانديكا جانورن جهڙوك گهوڙي، اٺ، گهَٽي، دنبي، ٻكر، هاٿيءَ، ڳئون يا ڍاند، كتي ۽ مرونءَ وغيره جي شكل ۾ ٺهيل آهن. كجهه رانديكا ٻيڙين ۽ ٻئي گهريلو سامان جهڙوك جنڊ وغيره جهڙا آهن. كجهه كپن جهڙا آهن. كجهه موهن جي دڙي جي رانديكن سان به ملن ٿا، پر بيهك، ڊزائنن، كاريگري ۽ هٿ جي صفائيءَ ۾ انهن كان گهٽ آهن. (س ع، ل م، س ن، پ م).



360. جند: كاہي پاسي مٿيون پُڙ ۽ ساڄي پاسي هيٺيون پڙ.



359. كو جانور.



358. كتو.



363. جانور.



362. جانور.



361. ڦيٿا لڳل گهوڙو.



365. جانور.



364. ٻيڙي.



369. جانور.



368. جانور.



367. جانور.



366. سانُ.



373. گهوڙي تي ماڻهو چڙهيل.



372. گهوڙي جي پٺيءَ تي هَنو.



371. كتو.



370. هاٿيءَ جي پٺيءَ تي ننڍڙو هاٿي.



376. گهوڙو.



377. پڳل رانديكو.



375. هاٿي، كتو ۽ ٻيا جانور.



374. جانور.

عربيءَ ۾، باقي ٻيو سڀ ڪجهه سنڌيءَ ۾ پڙهائجڻ لڳو. استاد ۽ شاگرد (ڪتابي يا طالبعلم) جا ناتا ساڳيا ئي رهيا. ڪتابي گهر گهر مان واٽ الله جي ماني وٺي ايندا هئا. خاص امداد ۽ جاگيرن مان جيڪا ٿوري گهڻي آمدني ٿيندي هئي، اها درسگاهه جو مالڪ ڪٽندو هو ۽ استادن جو بندوبست به اهو پاڻ ڪندو هو. خيرات يا امداد چڱڙي ملي وئي ته مٿيري طبقي جي شاگردن لاءِ ماني مفت ٿي ويندي هئي، يا وري جڏهن ڪنهن ٻار جا وڏا درسگاهه کي ٻار جي پورت روڪ يا سيڌو سامان امداد ۾ ڏيندا هئا ته ان کي به مفت ماني ملندي هئي. اڳواٽ ڪو اجورو نه ٻولائبو هو، پر سوکڙين جي صورت ۾ ماڻهو عام فيءَ کان وڌيڪ ڏئي ويندا هئا.

ٻارهين کان چوڏهين صدين دؤران، جڏهن اسماعيلي مسلڪ جي جاءِ هوريان هوريان سني مسلڪ وٺي رهي هئي، تڏهن به ساڳيو طريقو جاري رهيو. پانشالائن جي تعليم ۾ کهڙيون به چڱايون يا مَنايون هجن، پر اتي بهتر زندگي گهارڻ لاءِ ڪوڙ سارا مضمون پڙهائبا هئا. اڳتي هلي اهي مضمون سنڌ ۾ رائج اسلامي تعليم مان خارج ٿي ويا.

## ديبل ۾ مسلمانن جي تعليم

ديبل ۾ مڪيه عمارت سان گڏ اسڪول به آهي ۽ ٿي سگهي ٿو ته ٻين شهرن ۾ به ائين هجي. سومرن جي دؤر جي آخر ۾، جڏهن اهي مسلمان پي ٿيا، ٿي سگهي ٿو ته مسجدن ۾ به تعليم ڏني ويندي هجي.

## تعليم پرائڻ جون جايون

تعليم لاءِ مسجدن، مڪتبن ۽ مدرسن جو خاص ڪردار هو. اتي عربيءَ ۽ فارسيءَ سان گڏ حساب به پڙهايا ويندا هئا، جيڪي سرڪاري ملازمن لاءِ خاص ضروري هوندا هئا. سترهين صديءَ جي ثبوتن مان ظاهر ٿئي ٿو ته هنن سيني درسگاهن ۾ عربي ۽ فارسي ڪتابن جو سنڌي ترجمو به زباني سمجهائيندا هئا.

ٻوڌين ۽ هندن جا اسڪول ڌار هوندا هئا. اتي ڌرم سان گڏ يوگا، ڪارو جادو، نانگ بلائون ڌارڻ، نانگ ڏنگئي جو علاج، گهوڙي سواري، منتر پڙهڻ (شوڪارو)، عزت ڪرڻ (آداب)، چهرو پڙهڻ، جوتش، نجومت، دست شناسي، ٽپڻا، زهر، زنانيون بيماريون، پنسار (دوائن ۾ ڪم ايندڙ ٻوٽا)، نظربنديءَ سان علاج، جادو، حساب، راڳ، سنگيت، طب ۽ وياڪرڻ ديسي ٻولين يا سنسڪرت ۾ سيکاريندا هئا. هنن اسڪولن ۾ نچڻ، ڳائڻ، مصوري ۽ مجسمي سازي به سيکاريا ويندا هئا. هر ڌرم جي ٻارن کي بنا مت ڀيد هڪجهڙي تعليم ڏني ويندي هئي. ڪجهه مضمون غير سائنسي ۽ انڌ ويساهي (شرڪ وارا) هوندا هئا. پڪ سان چئي نه ٿو سگهجي ته مسلمانن جي درسگاهن ۾، حسابن کي ڇڏي، هي ٻيا سڀ مضمون پڙهائبا هوندا.

ابنِ بطوطه چاٽايو آهي ته مسلمانن جي درسگاهن ۾ طالبعلمن (ڪتابين) کي ماني، ڪتاب، رهائش ۽ ڪپڙا مفت ملندا هئا. هن اهڙيون درسگاهون سيوهڻ، بکر، اُچ ۽ ملتان ۾ ڏٺيون. مسلمانن جي درسگاهن کي گهڻو ڪري سرڪار امداد ڏيندي هئي ۽ غير مسلم درسگاهن کي تر جا زميندار ۽ واپاري امداد ڏيندا هئا.

سرڪار سنڌي ٻوليءَ کي ڪا هٿي نه ڏيندي هئي، پر واپارين جي سهڪار سان هلندڙ پانشالائن ۾ تعليم گهڻي ڀاڱي سنڌي ۽ سنسڪرت ٻولين ۾ ڏني ويندي هئي. ان ليکي انهن سنڌي ٻوليءَ جي اوسر ۾ وڏو ڪردار نڀايو.

ڪڏهن ڪڏهن طالبعلمن کي واٽ الله جي ماني ۽ ٻيو سامان وٺي اچڻ لاءِ موڪليندا هئا، جيئن هندي ۽ ٻوڌي دؤرن ۾ سَمرتي متن هيٺ هوندو هو.

## لکجندڙ لپيون

اتر سنڌ ۾ اَرد ناگري، لاڙ ۾ مَلوَاڙي يا مَلوَاشن ۽ وچولي سنڌ ۾ سينڌاوا يا سينداب لپيون هلنديون هيون. اهي پانشالائن ۽ واپار ۾ هلنديون هيون. پانئجي ٿو ته سرڪاري لکپڙهه به انهن ۾ ٿيندي هئي.

مسلمان عربي لپيءَ ۾ لکندا هئا، جيڪا اجا تائين هلي پئي. بغداد جي هڪڙي وزير ابو علي ابنِ مقبول (و. 940ع) ڇهن مکيه لپين جي شڪلين جا بنيادي اصول جوڙيا. عربي لپي انهي کان پوءِ نه مٽي آهي. لپين بابت وڌيڪ تفصيل باب 24 "ڏکڻ ايشيا جون ٻوليون" ۽ باب 25 "سنڌيءَ جي سرڪاري ٻوليءَ طور اوسر" ۾ ڏنل آهن.

سومرن بادشاهن تعليم کي زور وٺايو. ماڻهو کين "ملڪ فيروز" لقب سان ڪوٺيندا هئا. اُچَ واري عظيم تعليمي درسگاهه مدرسهه فيروزيه، جو باني پڻ ڪو سومرو هو، جنهن جي نالي پٺيان اهو سڏجي ٿو. هي مدرسو فيروز تغلق جو نهرايل ناهي، ڇاڪاڻ ته اهو انهي ساڳئي نالي سان 1266ع ۾ بلبن جي دؤر ۾ به موجود هو، جڏهن ته فيروز تغلق اٽڪل هڪ صدي پوءِ 1351ع ۾ دهليءَ جو سلطان بڻيو. ٿي سگهي ٿو ته سومرن اها درسگاهه پنهنجي مرشد يا روحاني رهبر کي نهرائي ڏني هجي.



نقشو نمبر 66
اٺينءَ کان تيرهين صديون: سنڌ ۾ ثقافتي، مذهبي، واپاري ۽ انتظامي ڳڙهه
INDEX
1. RIVER COURSE IN 8TH-13TH CENTURIES
2. PRESENT COURSE OF INDUS
3. PRESENT INTERNATIONAL BORDER
4. PRESENT PROVINCIAL BOUNDARY
5. COAST LINE IN 13TH CENTURY
6. ROUTES
7. TOWNS
8. MUSLIM TOMBS
9. HINDU SHRINES
10. BUDDHIST STUPAS
11. JAIN TEMPLES
12. WATER DIETIES
13. COMMERCIAL CENTRES
14. CAPITAL TOWNS
نوٽ:
ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي ته محمد بن قاسم اٽندي 711-714ع ۾ ماڻهو مسلمان ڪيا، تنهن ڪان پوءِ وري ماڻهن جي مسلمان ٿيڻ جو سلسلو بنهه ڍرو ٿي ويو. يارهين ڪان تيرهين صدين دؤران مسلمان مبلغن غير مسلمن ڪي پنهنجي مذهب ۾ آندو. تيرهين ۽ چوڏهين صدين دؤران صوفين غير مسلمن توڙي اسماعيلين ڪي سني فرقي ۾ آندو.
سمورن نوٽ پر ڳٺن ۾ پراڻا ڌرمي ڳڙهه اهي هئا جتي پاڻيءَ جي ديوتائن جي پوڄا ٿيندي هئي. اهي ڳڙهه ڌرمن جي مٽجي وڃڻ باوجود بہ پوتر (مقدس) رهيا. سنڌ جي ڌرمن جو بنيادي ويساهه درياءَ يا پاڻيءَ ڪي نَر ۽ وڏڪار يا ساوڪ ڪي مادي مڃڻ هو. هندو شيخ طاهر ڪي اڏيرو لال ڪوٺيندا هئا. بکر وٽ پاڻيءَ جي پوڄا ڪي هندن خواجہ خضر جي قبر جاٽائي زنده پير بڻائي ڇڏيو. ٻيڙياتن جي نگهبان پير پٺي ڪي هندو پڻ مڃيندا هئا. منجا باري (منگها يا مگر ٻاري) ۾ واڳن جي پوڄا ڪي منگهي پير جي مزار بڻائي ڇڏيائون. سيوهڻ قلندر ڪان اڳ ۾ بہ پاڻي پوڄيندڙن، ٻوڌين ۽ هندن جو ڌرمي ڳڙهه هوندو هو. هندو قلندر ڪي سنت راجا ڀرتري ڪوٺيندا هئا.
TO BIBINANI 16 MILE
SIBI
DADHAR
LAHRI
UCH
GANDAVA
VINJROT
MATHELO
ZINDAPIR
BAKHAR
ALORE
SARKARA
MITHODERO
SADHBELA
JANANI
DHAMRAH
DARBELO
PANDHI WAHI
YAK-THAMBHI
SEHWAN
THUL MIR RUKAN
NAING
TIRATH LAKI DHARA
DEPAR GHANGRO
SAWANDI
MANSURA-BRAHMANABAD
TO HINGLAJ 40 MILES
POKHRAN
GHAIBIPIR
ODEROLAL
NASARPUR
DHALIYA (BAIZA?)
AMARKOT
NERUN
BUDH TAKAR
THARRI
SUDHERAN DARO
JHIMPIR
JHERRUEK
MANJABARI
LANDHI
DEBAL BANBHORE
GUJO
MAKLI
MUHAMMAD TUR
GHORI
LAHRI BANDER
PIR PATHO
KOTRI ALLAHRAKHIO
VIRAWAH
PARINAGAR
NAGAR PARKAR
BHODESAR
BALUCHISTAN
ARABIAN SEA
CREEK OF KUTCH
KUTCH
KANTHKOT
ANJAR
N
SUHRAWARDI SUFI ORDERS OF SINDH & MULTAN
1. BAHAUDDIN ZAKRIYA (Q _ 1266 AD)
2. SADARUDDIN (D. _ 1283 AD)
3. RUKUNUDDIN (D. _ 1335 AD)
MULTAN
4. JALALUDDIN SURKH BUKHARI (D. _ 1291 AD)
5. JALALUDDIN MAKHDOOM JAHANIAN (D. _ 1383 AD)
UCH
6. LALSHAHBAZ QALANDER (D. _ 1324), BUT TO WHAT ORDER HE BELONGED CANNOT TO BE ASCERTAINED.
SCALE
10 5 0 10 20 30 40 50 60 70 80 90 100 110 120 130 140 Miles

باب ٻاويهون

# سومرن جي دؤر ۾ سنڌ ۾ مذهب ۽ روحانيت

عربن جي سنڌ فتح ڪرڻ سان سنڌ ۾ آباد عربن ۽ مفتوح هندن توڙي ٻوڌين جي مذهبي صورتحال تي، چند ماڻهن جي مسلمان ٿيڻ ڪانسواءِ، ڪو گهرو اثر نہ ٿيو. مذهبي جذبي جون ڪجھ جهلڪيون هن ريت آهن:

* هتان جي نون مسلمانن ۾ عربستان جي ٻين مسلمان ملڪن ۽ عراق جي پيٽ ۾ تمام گهٽ مذهبي جذبو هوندو هو.
* ٻوڌي اسٽوپائن جي مرمت تيرهين صديءَ تائين ٿيندي رهي. ان مان ٻڌ مت، هندو مت ۽ اسلام وچ ۾ ڀائيچارو ظاهر ٿئي ٿو.
* پوءِ وارن غزنوين جي لاهور تي اٽڪل بہ سو سال راڄ دؤران شيخ اسماعيل، علي بن عثمان الهجويري (داتا گنج بخش و. 1072ع) ۽ ٻيا صوفي درويش لاهور آيا. تنهن کان پوءِ هڪ سلسلو هلي پيو. صوفين مان ڪجھ جهڙوڪ بهاءُ الدين ذڪريا (جنهن کي سومرن پنهنجي راڄڌاني محمد ٺور ويجهو جاگير عطا ڪئي هئي) ۽ سندس پونيَر شيخ صدرالدين ۽ ابوالفتح رڪن الدين جو سنڌ جي تاريخ سان واسطو رهيو. لال شهباز قلندر ۽ مگر پير (منگهو پير) ذڪريا جا مريد چيا وڃن ٿا. هڪڙو ٻيو درويش سيّد جلال بخاري 1244ع ۾ اُچَ ۾ پهتو. مخدوم جهانيان جهان گشت، جنهن سمن کان تغلقن آڏو ٿي پيرا هٿيار ڦٽا ڪرايا، اهو سندس پوٽو هو.
* ڏکڻ ايشيا ۾ اسماعيلي مسلڪ ديسي ڌرمن کي هلڻ ڏيندي هئي. سومرا هن مسلڪ جا پوئلڳ هئا، سو هندو مت ۽ ٻڌمت کي هلڻ ڏنائون. ان ڪري ئي انهن جا مندر ۽ اسٽوپا تيرهين صديءَ جي پڇاڙيءَ تائين رنگ روپ ڏيندا رهيا. سومرن جي نالن تي بہ عربي اثر نہ هوندو هو. سندن نالا بلڪل نيٺ سنڌي هوندا هئا، ايتري تائين جو هندي نالن سان بہ نہ ملندا هئا. مونکي سومرن جي نالن جهڙا نالا هندوستان جي ٻئي ڪنهن حصي ۾، ان زماني ۾ توڙي پوءِ، ڏسڻ ۾ نہ آيا آهن.
* قلندر شهباز سيوهڻ جي سيني هندن کي پنهنجي مذهب ۾ آندو. هندو مسلمان تہ ٿيا پر پراڻيون رسمون هوريان هوريان ڇڏيائون. جڏهن قلندر مئو تہ پراڻي شِوِ جي مندر ۾ وجي پوريائونس ۽ قبر جي سيرانديءَ اترئين پاسي يوني ۽ لِنگم (ت. 400) رکي ڇڏيائونس. سنڌ عورتون انهن جي تمثيلي پوڄا ڪنديون هيون.
* ڏکڻ ايشيا ۾ سفلي ۽ غيبي طاقتن ۾ ويساهڻ جهڙا انڌَ ويساهہ عام هوندا هئا. نجومت مسلمانن ۾ بہ عام هوندي هئي. ٻار جي ڄمندي ئي سندس قسمت جو حال پڇائڻ لاءِ ڪتاب پڙهائيندا هئا. سفر ۽ جنگ وغيره تي نجومين جي صلاح سان اسهندا هئا ۽ شادي وهانو جي تِٿِ بہ انهن کان پڇي ٻڌندا هئا.
* جيئن تہ اموي ۽ عباسي گورنرن جي دؤر (714- 854ع) ۾ اسلامي حڪومت جون پاڙون ڪمزور هيون، سو شايد ئي ڪنهن ماڻهوءَ مذهب مٽايو هجي. هباري بادشاهن ديسي قدرن، ريتن، رسمن، ويسن، وڳن ۽ درباري آدابن کي ڳلي لاتو هو، تنهنڪري اهي ديسي ڌرمن سان هٿ چراند نہ ڪندا هئا. ٿي سگهي ٿو تہ سندن دؤر ۾ ڪجھ ماڻهن مذهب مٽايو هجي، پر تمام گهٽ. اهي اسماعيلي ئي هئا، جن پنهنجي مذهب ۾ ديسي ريتون رسمون جذب ڪري، خاص ڪري ديسي ٻولين ۾ "گِنانَ" نالي شاعري ڳائي، وڄائي ۽ کيل تماشن جي انداز ۾ پرچار ڪري، ديسي ڌرمن جون حدون اورانگهيون. اهڙو ڪم ڏکڻ ايشيا ۾ ٻئي ڪنهن ڌرم نہ ڪيو هو. ان جي تڪڙي موٽ ملي چو تہ هي نئون مذهب ديسي ماڻهن جي پراڻن ڌرمن سان ٽڪراءَ ۾ نہ ٿي آيو. اسماعيلي، ڏهين صديءَ جي اڳياڙيءَ ۾ ملتان، ۽ ساڳي ئي صديءَ ۾ سنڌ ۾ بہ پنهنجي ڪم ۾ لڳا رهيا. شيعن ايترو تہ زور ورتو جو عباسي خليفو چڻ تہ وٽن يرغمال ٿي ويو، جنهن کي طغرل بيگ جي اڳواڻيءَ ۾ سلجوقين اچي آجو ڪرايو. ٻارهين صديءَ جي پڇاڙيءَ تائين هيءُ سنڌ جو وڏو مذهب بڻجي ويو. سومرا ڪڇ، ڪاٺياواڙ ۽ گجرات ۾ بہ رهندا هئا. لاڙ جي سومرن وٽ اقتدار کان پوءِ بہ 24،000 گهوڙي سوارن

## ڌرمي انداز، بناوتون ۽ پيون شيون

سومرن جي اجڙيل ماڳن جي کوٽائي نہ ٿيڻ سبب ان دؤر جي مذهبي عمارت سازيءَ باب تمام گهٽ ڄاڻ آهي. جيئن تہ ٻڌ ڌرم، هندو ڌرم ۽ اسلام تيرهين صديءَ جي پڇاڙيءَ تائين گڏ هلندا ٿي آيا، سو اڏاوتن ۾ اسٽوپائن جو نقل ٿيندو هو، جيڪي اٽندي ڇهين کان ستين صدين جا ٺهيل هئا. سڄي سنڌ ۾ صرف ڀنڀور ۽ برهمڻ آباد ۾ ٻن مسجدن جي خبر آهي ۽ ٻارهين ۽ تيرهين صدين جا ڪجهه مسلمانن جا مقبرا موجود آهن. اهي سومرن جي هيڏي وڏي دؤر جي اسلامي اڏاوتن تي تمام گهٽ روشني وجهي سگهن ٿا. سهاڳڻ ۽ ڍاهڳڻ نالي ٻہ مقبرا، جيڪي گهٽو ڪري تيرهين صديءَ يا چوڏهين صديءَ جي منڍ جا ٺهيل آهن، تن تي ٻوڌي اڏاوت جي گهري ڇاپ نظر اچي ٿي. سهاڳڻ ۽ ڍاهڳڻ مقبرا ڪنهن پرٽيل ۽ بيوهہ عورتن جا ناهن، جيئن سندن نالن مان لڳي ٿو، پر اهي اتر سنڌ جي شهرن الور (هي شهر تيرهين صديءَ جي وچ تائين آباد هو) ۽ بکر، جتي قباچہ جي حڪومت هئي ۽ تنهن کانپوءِ 1217-1236ع تائين التتمش جي حڪومت رهي، اتان جي ڪنهن وڏ گهراڻي جي مردن يا عورتن جا آهن. اڌ گول قبو سنڌ ۾ ايران ۽ وچ ايشيا مان آيو، پر الور ويجهو هي ٻئي مقبرا چٽني ڪنڊن تي ڪنيل ٿلن تي اڏيل آهن، جن جون چوٽيون گهنڊ وانگر ٺهيل آهن ۽ اها پڪ سان ٻوڌي اڏاوت ۾ ئي ٿوري نواڻ آهي. اڪيريل ۽ ڪوريل سرن سان ڪوفي لپيءَ جهڙا ڪتبا ٺاهيا ويا آهن. هنن کي پڙهڻ جي ڪنهن ڪوشش ناهي ڪئي. انهي دؤر ۾ اڪيريل، ڪالبن ۾ وڌل ۽ ڪوريل چوڪيون سرون سنڌ ۾ عام هلنديون هيون. ٻاهرين پٽين تي ٺهيل چوڪڙيون پڻ، سبيءَ (بلوچستان) واري يادگار کي ڇڏي، ڏکڻ ايشيا جي ٻئي ڪنهن يادگار جو نقل نہ آهن. سبي پاڻ بہ انهن ڏينهن ۾ سنڌ جو حصو هئي. مقبرن تي ٽيل چٽسالي بہ ديسي ئي لڳي ٿي. ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي تہ ٻوڌي ۽ هندو رازن مسلمانن جا يادگار اهڙي نموني ٺاهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، جيئن اهي ٻاهران ان وقت جي اسلامي عمارتن جهڙا لڳن. برهمڻ آباد-منصوره مان لڌل پوت ڪن غير مسلم سنڌين جا ديوتا بہ ٿي سگهن ٿا. ڳچيءَ ۾ نانگ ويڙهيل ديوتا شِوِ ٿو لڳي. سنڌ عجائب گهر ۾ شڪارپور کان آيل ڪاٽ تي اڪيريل ويهين صديءَ جو شِوِ تيرهين صديءَ ۾ پتل جي سانچي ۾ ٺهيل جهڙو ڏسڻ ۾ اچي ٿو ۽ ڪيس مڇون آهن. شِوِ جوڳ (يوگا) واري انداز ۾ پلٽ هڻي ويٺل پڻ ڏيکاريل آهي.

## جوڳ يا پَلٽ (يوگا) انداز جو سرجڻ



378



379



380



381



382

378. موهن جي دڙي جي مهر تي ٽن منهن ۽ سنگن وارو ديوتا پلٽ هڻي ويٺل ڏسڻ ۾ اچي ٿو، ديوتا سان هر قسم جا جانور هريل آهن. ڪيس شِوِ يا مَهيش ڪري سڃاتو ويو آهي. ٻڌ جو انداز بہ اهڙو ئي آهي.
379. هيءَ بہ موهن جي دڙي جو آهي: ٽن منهن وارو ديوتا پلٽ هڻي ويٺل ڏسجي پيو.
380. ۽ 381. ميرپور خاص اسٽوپا مان لڌل پلٽ هڻي ويٺل ٻُڌ. (ڪزنس).
382. ڳچيءَ ۾ نانگ ويڙهي پلٽ هڻي ويٺل شِوِ. (ڪرم چند دوداڻي).

جو لشڪر هو. وٽن 1471، 1472 ۽ 1506 ۾ ڄام نظام الدين خلاف بغاوت جي سگهه هئي ڪئي، جنهن جي مدد لاءِ گجرات جو حاڪم محمود بيگڙو آيو ۽ سومرن کي شڪست ڏئي اسلام (سني مسلڪ) قبول ڪرايائين. انهي کين ڪاٺياواڙ ۾ وڃي وسايو، جتي هنن ڄام نگر ۾ پير ڄمايا ۽ هڪڙو سومرو اتان جو نواب ٿي ويو. سومرا بيگڙي جي لشڪر ۾ پاڙيتو طور وڙهندا هئا. بهاءُ الدين ذڪريا، تيرهين صديءَ جي وچ ڌاري، ڪجهه سومرا مسلمان ڪيا پر اهو سلسلو ڏاڍو ڍرو رهيو.

* دهليءَ جي سلطانن زور شور سان ماڻهو مسلمان ڪيا. انهن جي ابتڙ تڏهوڪن مملوڪن يا ترڪن ائين نه ڪيو، ڇاڪاڻ ته اتي رعيت تي مختلف قسمن جا ٽيڪس لاڳو هئا ۽ مذهب مٽرائڻ مان مالي فائدو نه هو. اهو ئي سبب هو جو مال غنيمت لاءِ جنگين ۽ فتحن تي زور ته وڌيو، پر ماڻهن کي مسلمان بڻائڻ وارين ڪوششن کي ڌڪ لڳو. صوفي ۽ اسماعيلي وري نرميءَ سان دين پکيڙڻ ۾ دلچسپي وٺندا هئا.

* صوفين هوريان هوريان ڪيترن ئي اسماعيلين کي پنهنجو مريد بڻائي ورتو. اسماعيلين جو هڪڙو اثر اهو ٿيو جو صوفي پنهنجون تعليمات ديسي ٻولين ۾ جوڙڻ لڳا ۽ نچڻ ڳائڻ صوفي انداز جو حصو بڻجي ويا.

* صوفين مان گهڻن کي حڪومتون وظيفا ڏينديون هيون ۽ اهي ڏاڍي ٺٺ سان رهندا هئا. وقت جا حاڪم، پاڻ کي درويشن جي پارسائيءَ جا معتقد ۽ نيڪ ثابت ڪرڻ واري ڏيکاءَ خاطر، صوفين جي قبرن تي شاندار مقبرا اڏائيندا هئا. انهن مزارن تي لڳندڙ ماهوار ۽ ساليانا ميڙا، اتي ايندڙ ماڻهن کي، حاڪمن جي اهڙا زبردست مقبرا اڏڻ واري نيڪ عمل جي ياد ڏياريندا هئا.

* هندو مت ۽ ٻڌ مت ۾ هڪ کان وڌيڪ شادين جي اجازت نه هوندي هئي، حالانڪ ڪتري بادشاهه ۽ سندن جنرل گهڻيون شاديون ڪندا هئا. مارڪو پولو مابا جي بادشاهه جون 500 ۽ ڪائل جي بادشاهه جون 300 زالون ٻڌايون آهن. سومرن اسماعيلي مسلڪ انهي ڪري قبول ڪئي جو انهي ۾ ننڍڙن زميندارن، واپارين ۽ سپاهين کي به گهڻين شادين جي اجازت هئي. ان سان سنڌي سماج ۾ عورت جو درجو گهٽجي ويو.

* ٻارهين صديءَ وارا اوائلي صوفي ڪٽر مذهبي نه هوندا هئا ۽ منجهن ٻين ڌرمن لاءِ سهپ هئي، پر انهن مان گهڻا سرڪاري خرچ تي ٺٺ واري زندگي گهاريندا هئا ۽ مئي پڄاڻان سرڪار مٿن مقبرا به اڏيندي هئي.

* صوفي مسلڪ جو ڏکڻ ايشيا ۾ باني علي بن عثمان الهجويري 1072ع ۾ گذاري ويو. کيس داتا گنج بخش به چوندا آهن ۽ سندس مزار لاهور ۾ آهي. سندس ڪتاب ڪشف المحجوب سنڌ سوڌو سڄي ڏکڻ ايشيا جي صوفين ۾ مقبول آهي.

* شيخ محي الدين عبدالقادر گيلاني (جيلاني) 1077 کان 1166ع تائين جيئرو رهيو ۽ صوفين جي قادري مسلڪ جو بنياد وڌائين. هيءَ به ڏکڻ ايشيا ۾ مقبول آهي.

* سن 1079/80ع (462 هه) ۾ اسماعيلي پرچارڪ سيّد نورالدين ستگر نور، شاهه مستنصر بالله (ارڙهون امام) جي حڪم تي سنڌ آيو ۽ شاعريءَ ۾ پرچار ڪيائين. هن لاءِ ٻڌايو وڃي ٿو ته هندي، گجراتي، سنڌي، ملتاني ۽ بهاولپوري ٻولين ۽ لهجا پڙهيو، ۽ انهن ۾ شاعري ڪيائين. سندس هندي شاعري موجود آهي ۽ گهڻين وصفن ۾ سنڌيءَ جهڙي آهي.

* 1090/91ع (483 هه) ۾ حسن بن صباح خراسان ۾ نزاري اسماعيلي فرقي جو بنياد وڌو. هي فرقو سگهوئي سنڌ ڪو نه پهتو، پر تيرهين صديءَ ۾ ان جو سنڌ ۾ وڏو اثر هو. سومرا شروع کان ئي اسماعيلي هئا، پر نزاري تيرهين صديءَ جي پڇاڙيءَ يا اڃا به چوڏهين صديءَ جي شروع ۾ ٿيا.

* نزاري فرقي جي مريدن کي پنهنجون ڪجهه پراڻيون ريتون رسمون ۽ نالا جاري رکڻ جي اجازت هئي. ان رعايت جي ڳالهه سومرن سان نهڪي اچي ٿي ۽ سندن ديسي نالا مٽائي عربي ڪرڻ تاريخ دولتِ علويه جي جعلسازي لڳي ٿي.

* سهروردي صوفي مسلڪ جو باني شيخ شهاب الدين عمر سهروردي 1145 کان 1234ع تائين جئيرو رهيو. هيءَ سنڌ ۾ صوفين جي مقبول ترين مسلڪ آهي.

* صلاح الدين1071ع ۾ فاطمي خلافت جو انت آڻي پاڻ خود مختار ٿي ويو. ڪجهه چئي نه ٿو سگهجي ته هن واقعي جا سنڌي اسماعيلين تي ڪهڙا اثر ٿيا. صلاح الدين پنهنجو خالي خزانو ڀرڻ لاءِ فاطمين جي لائبرريءَ ۾ رکيل ڪتاب وڪرو ڪيا. ڪيترن ئي يورپي صليبين اهي ڪتاب خريد ڪري اوير جو علم يورپ تائين پهچايو.

* عثمان مروندي يا لعل شهباز قلندر 44/ 1143کان 1252ع ( 538-650 هه) تائين جيئرو رهيو. پاڻ 1235ع (633 هه) ۾ ملتان ۽ 1250ع ۾ سيوهڻ پهتو.

## ڏرمي انداز ۾ بناوتون ۽ ٻيون شيون


383


384


385


386


387


388


389


390


391

383. کان 391. ڀنڊارڪر پاران 1915 ۾ سڏيرن جي دڙي مان کوٽي کڍيل چوڪين سرن تي ٺهيل ڏرمي وارن جو بت، گهڙيو ڪري ٺهيل ڏرمي انداز ۾. هي بت 1918 ۾ اينيوئل رپورٽ آف آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا (ASI) ۾ ڇپيو.

392. برهمڻ آباد مان لڌل ڪنهن تصوير جو فريم. (ڪزنس).


392


393


394

* اسماعيلي پرچارڪ ۽ مشهور شاعر پير شمس الدين سبزواري 1201ع (598 هه) ۾ سنڌ ۾ آيو ۽ 675 هه يا 1267ع تائين 66 سال ملتان ۾ پرچار جو سلسلو جاري رکيائين. هن ملتاني ۽ سنڌي ٻولين ۾ پرچاري شاعري ڪئي. لڳي ٿو تہ سندس شاعريءَ ۾ وقت بوقت ڦير ڦار ٿيندي رهي آهي، جو تہ ان ۾ ڪم آيل سنڌي پوءِ جي ٿي لڳي. هن لوهاڻن سوڍو گهڻن ماڻهن جو پراڻو مذهب مٽرائي کين نور بخشي مسلڪ ۾ آندو.
* 1236ع ۾ خواجہ معين الدين چشتي اجمير ۾ گذاري ويو. سندس سنڌ ۾ مريد ڪو نہ هئا.
* پير پٺو 1268ع (666 هه) ۾ گذاري ويو. سندس مزار، ٺٽي کان چوڏهن ميل ڏکڻ ۾، سنڌو درياءَ جي واهڙ بگهاڙ جي پراڻي وهڪري جي ڪپ سان، سندس ئي نالي پٺيان ڪوٺجندڙ ٽڪريءَ تي آهي. سنڌي مهاڻا ۽ ٻيڙياتا سندس مريد هئا.
* بغداد ۾ آخري عباسي خليفو معتصم 1258ع ۾ قتل ٿي ويو. سندس چاچو احمد اتان جان بچائي مصر پهچي ويو. مصر ۾ ان وقت مملوڪ ترڪ حاڪم شاهہ ظاهر جي حڪومت هئي. انهي احمد جو شاناٿتو آدرڀاءُ ڪيو ۽ کيس خلافت جي مسند تي وهاريائين. اهڙيءَ ريت عباسي خلافت کي نئين زندگي ملي وئي، خطبي ۾ سندن نالا پڙهجڻ جاري رهيا ۽ سومري دهلي سلطنت ۾، جنهن ۾ اتر سنڌ جا ڪجهہ پرڳڻا بہ اچي ويا، بلبن کان ويندي غياث الدين تغلق تائين دهليءَ جي سلطانن جا نالا جمع جي خطبن مان خارج رهيا. محمد تغلق پنهنجي لاءِ سَنَد مصر ۾ رهندڙ عباسي خليفي کان ورتي هئي.
* سمجهيو اهو ٿو وڃي تہ محمد بن تغلق اها سند عالمن، قاضين، خطيبن، فقيهن ۽ مشائخن جي پٺيان هلندڙ باغي مسلمانن خلاف ماڻهن ۾ پنهنجا ويچار وزندار انداز ۾ پکيڙڻ لاءِ ورتي هئي.
* فارسي شاعر جلال الدين رومي (1207-1273ع) 66 سالن جي ڄمار ۾ گذاري ويو. هن نچندڙ صوفي درويشن جو بنياد وڌو. سندس شاعري سڄي دنيا جي مسلمانن ۾ مقبول آهي.
* مخدوم جهانيان (سيّد شيخ جلال الدين بخاري) اُچ وارو، 1307- 1383ع (707- 781 هه) دؤران جيئرو هو. قلندر جي قبر تي لڳل ڪتبي ۾ ڄاڻايل آهي تہ هن ستين صفر 758 هه ( 1357ع) تي ولي الله علاءُ الحق علي بغداديءَ جي قبر تي مقبرو اڏايو هو. ان مان لڳي ٿو تہ محمد ۽ فيروز تغلق جي ڏينهن ۾ سيوهڻ شهر کيس امن قائم رکڻ عيوض عطا ٿيل هو. محمد تغلق جي شڪست کانپوءِ سومرن ۽ سمن سيوهڻ تي قبضو نہ ڪيو، جو تہ اها سندن مرشد مخدوم جهانيان جي نگري هئي. فيروز تغلق جي زماني ۾ مخدوم جهانيان اڪثر دهليءَ ويندو رهندو هو ۽ اتي فيروزآباد جي ڪُشڪ يا فتح خان جي حويليءَ ۾ شاهي مهمان ٿي رهندو هو. هن 1368ع ۾ ڄام ٻانيڻي کان فيروز تغلق آڏو بنا شرط شروط هٿيار ڦٽا ڪرايا. مخدوم جهانيان، سهروردي صوفي سلسلي جي بزرگ بهاءُ الدين ذڪريا جي هڪڙي خليفي، سيّد جلال الدين سرخپوش جو پوٽو هو. فيروز تغلق جي راڄ دؤران ملتان جي سهروردي صوفين جي اهميت ڪجهہ گهٽجي وئي هئي، پر مخدوم جهانيان انهي کي اُچ ۾ سگهہ وٺرائي. سنڌ ۾ سندس اثر هجڻ ڪري هن ڪوڙ اسماعيلي سومرن کي سنّي بڻايو. ملتان جي گورنر عين الملڪ ماهرو هڪ ڀيري ڪانئس سنڌ مان ڏل اوڳاڙڻ ۾ مدد گهري هئي. اهو سندس ديني اثر جو جادو ئي هو، جنهن سمن کي گهٽ ۾ گهٽ ٽي ڀيرا فيروز تغلق آڏو هٿيار ڦٽا ڪرايا: هڪ 1364، ٻيون 1368 ۽ آخري 72/ 1371 ۾. پاڻ 1383ع ۾ گذاري ويو.
* 1334ع ۾ عباسي خليفي الحڪم-II جي هڪ ايلچيءَ جو مصر کان دهليءَ اچڻ بہ ٻڌائڻ جوڳو آهي. عباسي خليفن جي مصر ۾ موجود پونيَرن کي، کيس هندوستان جو سلطان مڃڻ ۽ سَنَد ڏيڻ جي درخواست محمد تغلق پاڻ خط لکي ڪئي هئي.

## سنڌ ۾ شيعا فرقي جي شروعات

حضرت عليءَ جي پوٽاڻ مان عبدالله بن محمد الشطار علوي 757ع ۾ سنڌ ۾ آيو، جڏهن امر بن حفص سنڌ جي راڄڌاني منصوره ۾ عباسي گورنر هو. الشطار علوي شيعو هو. هي هتي نبي صلعم جي پونيَرن (اهل بيت) لاءِ همدردي ۽ حمايت پيدا ڪرڻ آيو هو. سنڌي جيڪي اسلام قبولڻ کان اڳ ٻوڌي هئا، تن وٽ مظلومن ڪاڻ عزت، همدردي ۽ دل ۾ جاءِ هوندي هئي. امر بن حفص هن جو مريد ٿيو ۽ کيس هڪ غير مسلم راجا جي راڄڌانيءَ (شايد الور) ۾ پناهہ ڏياريائين، جتي هن شيعا مسلڪ کي مقبول بڻائڻ تي بنا رنڊڪ ڏهہ ورهيہ لڳايا. خليفي منصور، عبدالله کي راجا وٽان وٺي آڻڻ لاءِ هشام بن امر کي موڪليو. انهي راجا تي ڪاهہ ڪئي، کيس شڪست ڏني ۽ منصور جي ئي حڪم تي 767ع (151 هه) ۾ عبدالله الشطار کي قتل ڪري ڇڏيائين. اهو سوچي تہ متان الشطار جا 400

395



396



397



398



399



395. ميرپور خاص اسٽوپا: ڪزنس پاران کوٽائي ڪرڻ کانپوءِ.
396. سيدپور اسٽوپا يا سڌيرن جو دڙو. (آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا 1918ع)
397. ميرپور خاص اسٽوپا مان لڌل مرداڻي تصوير: هٿ ۾ نيلوفر جو گل اٿس ۽ ٻڌِستاوا بہ ناهي. اها ڪنهن خاص ٻڌ ڀڪشوءَ جي تصوير ٿي سگهي ٿي. (ڪزنس).
398. برهمڻ آباد جو ٿل: هي اصل ۾ ٻڌ ڌرم وارن جو اسٽوپا آهي. تصوير 1900ع. (ڪزنس).
399. ڊگوبا (dagoba) يا پوتر خاڪ جو ٺانءُ: هي 6 فوٽ 9 انچ ڊگهو ۽ ڪچين سرن جو ٺهيل آهي. اها اصل ٻوڌي اڏاوت آهي، جنهن کي اڳتي هلي سڌيرن جي دڙي ۾ دبي ۾ بند ڪيو ويو آهي. ASI، 1918.

محافظ الشطار جي معصوم پٽ جي اڳواٽيءَ ۾ بغاوت ڪن، منصور، الشطار جي سيني مريدن ۽ بيوهه ڪي مارڻ ۽ معصوم پٽ کي قيد ڪري بغداد موڪلڻ جو حڪم ڏنو، جنهن جي تعميل ڪئي وئي. بهر حال، لڳي ٿو ته سنڌ ۾ شيعا فرقي جو ٻج ڇٽجي چڪو هو.

## فاطمي خلافت

297هه (909/10ع) ۾ عبيدالله بن محمد الحبيب، بغداد ۾ ايرانين جي تسلط هيٺ عباسي خلافت (مقتديه) جي طرز تي، تيونس ۾ فاطمي خلافت قائم ڪئي.361 هه (971/72) ۾ هن جو هيڊ ڪوارٽر قاهره ڪٽي ويا. تيرهن باطني حڪمرانن 270 سال حڪومت ڪئي. هي حڪمران مهدويه، علويه، فاطميه ۽ اسماعيليه سڏجن ٿا، پر عام طور مصر جا فاطمين ڪري سڃاتا وڃن ٿا. عبيدالله پاڻ کي سيّدت النّساءِ حضرت فاطمه عليه السّلام جي پوٽاڻ مان سڏائيندو هو. 270 هه ۾ هن مهدي هئڻ جي دعويٰ ڪئي هئي ۽ پنهنجي مريدن کي مهدويه نالو ڏنو هئائين. پاڻ توڙي سندس پوئيَر باطني عقيدي جا مڃيندڙ هئا، پر ماڻهن ۾ ڏيکاءَ لاءِ ڪجهه ظاهري رسمون به ادا ڪندا هئا. سندن حڪومت دؤران مصر ۾ اسماعيلي مذهب تمام گهڻو پکڙيو. عبيدالله ڪيترائي قانوندان ۽ محدث مارائي ڇڏيا. اسلام ۾ مرد کي هڪ وقت چئن زالن جي اجازت هوندي آهي، پر عبيدالله پنهنجي مريدن کي هڪ ئي وقت ارڙهن زالن جي موڪل ڏئي ڇڏي.

973 ڪان 1171ع تائين مصر تي فاطمي خليفن جي حڪومت رهي. اتر آفريڪا، شام ۽ يونوچ جي ٻيٽن تي سندن راڄ هلندو هو. ساڳئي ئي دؤر ۾ حسن بن صباح 1090ع ۾ خراسان کان سيستان تائين پنهنجي نزاري فرقي جو بنياد وڌو. اسماعيلين جو دروز فرقو شام ۾ سرجيو. هي فرقو مصر جي ڇهين فاطمي خليفي الحڪم بي امرالله جو پوئلڳ آهي. 470 هه (1077/8ع) ۾ هن فرقي جي شروعات ٿي ۽ هن فرقي لبنان ۾ وڌيڪ پير کوڙيا. اتي هن وقت 400،000 کن دروز رهن ٿا.

فاطمين وچ ايشيا ۾ اسماعيلي مذهب پکيڙيو ۽ بغداد جي خليفي، ايراني جنرل محمود غزنويءَ کي، ڪين ناس ڪرڻ جي خاص ڪم تي لائي ڇڏيو. محمود ساڻن ويهه جنگيون وڙهيو ۽ کين ڏاڍو هيٺو ڪيائين، پر ڪين بنهه پاڙان شهاب الدين غوريءَ انهن ڏينهن ۾ اچي پٽي اڇليو. جڏهن 1171ع ۾ ايوبين صلاح الدين جي اڳواٽيءَ ۾ مصر ۾ فاطمي خلافت جو انت آڻي مٿس قبضو ڪري ورتو هو.

## سنڌ ۾ ستّيءَ جي رسم

گهٽ ۾ گهٽ 1250ع تائين گهڻا سنڌي غير مسلم هئا.

سومرن ۾ ستّيءَ جو رواج عام هو. پندرهين ۽ سورهين صدين ۾ سرجيل لوڪ ڪهاڻين ۾ سومرا دؤر ۾ سنڌ جي سماجي حالتن جو عڪس جهلڪي ٿو، پر سياسي تاريخ جو نه. لوڪ ڪهاڻين ۾ ستّي، سختيون ڪاٽي صفائي ڏيڻ ۽ پاڻ ساڙڻ جا قصا بيان ٿيل آهن. اهي غير اسلامي سوچون ۽ ويساهه سومرن ۾ به عام هوندا هئا.

## سنڌ ۾ سومرا دؤر کان اڳ ۾ آيل اسماعيلي داعي

سنڌ ۾ پهريون داعي ابنِ الهيثم آيو. کيس سندس سوٽ، يمن واري ابوالقاسم ابنِ هشاب، 883ع ڌاري موڪليو هو. پانئجي ٿو ته هي قرامطي هو.

فاطمي خليفي ابو معز، جالام ابنِ شيبان کي موڪليو، جيڪو باطني سوچ رکندڙ هو.

بشاري المقدسي، 375ع (986 هه) ۾ سنڌ آيو. هي عباسي خليفن جي نالي سان خطبو پڙهجڻ جي ڳالهه ڪري ٿو، پر شيراز جي بواحدي حاڪم عددالدوله جي نالي به خطبو پڙهجڻ جي ڳالهه ڪري ٿو. جنهن مان انهن ڏينهن ۾ اسماعيلين جو سنڌ ۾ اثر ظاهر ٿئي ٿو.

## سومرا دؤر ۾ اسماعيلين جو سنڌ ۾ اثر

فاطمي خلافت جي نهڻ ڪري اسماعيلي پرچارڪ سنڌ ۾ آيا. ابنِ هيثم جو مشن ڪٽي هلڻ وارا نيٺ ملتان ۾ فاطمين جي حامي حڪومت ناهڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا ۽ اتي مصر جي فاطمي خليفن جي نالي سان خطبو پڙهجڻ لڳو. ملتان، سنڌ، گجرات ۽ پنجاب ۾ شيعا فرقو پکڙيو. مامونَ جي موت سان عباسي خلافت جو زوال شروع ٿي ويو. ان جي زوال جي ڪارڻ ۾ شهنشاهت جي اوپارين پاڳي ۾ ايرندڙ قومپرستي، ملڪي معاملن ۾ فوج جي عمل دخل ۽ عباسين جو زور ٽوڙڻ لاءِ نهندڙ گهڻين شيعا رياستن جو سرجڻ شامل هئا. ان کان سواءِ عرب سمجهندا هئا ته عباسي خلافت تي ايرانين جو غلبو آهي ۽ ايرانين کي وري مناسب خودمختياري ۽ پائيواري نه ملڻ جي شڪايت هوندي هئي.

فاطمي هلچل جا ڪي چٽا بنيادي مقصد يا انهن کي ماٽڻ لاءِ



400



401



402




403




404

400. يوني ۽ لنگم هندن جا ديوتا هئا. هي ڀنڀور واري مندر مان لڌا هئا، جنهن جي مٿان مسجد اڏجي وئي.
401. ساڳيو ديوتا.
402. ڪاهو جي دڙي، ميرپور خاص مان لڌل چئن منهن وارو برهما: عام طور برهما جا ٽي منهن هوندا آهن. هن مان لڳي ٿو تہ هندو ڌرم تيرهين صديءَ جي پڇاڙيءَ تائين ٻڌ ڌرم سان گڏ هلندو بہ آيو پئي ۽ مٿس اثر انداز بہ ٿيو پئي. (ڪزنس).
403. پوت سمجهيو ويندڙ ديوتا ۽ ان جي چوڌاري عربي ڪتبو. (ڊِي جِي اي).
404. پوت سمجهيو ويندڙ ديوتا ۽ ان جي چوڌاري عربي ڪتبو. (ڊِي جِي اي).

ڪا صحيح واٽ ڪانه هئي. جيتوڻيڪ سندن ارادو سموريون اسلامي رياستون گڏائي هڪ عالمي سلطنت ناهڻ هو، پر ان کي ساڀيان ڪرڻ لاءِ ڏکڻ ايشيا، اوڀر ايران (خراسان) ۽ بغداد ڏانهن تبليغي ماڻهو موڪلڻ کان وڌيڪ ڪا ڪوشش ڪانه ڪيائون. ڪيتريون ئي شيعا رياستون جهڙوڪ يمن، فلسطين، آفريڪا ۾ ڀاڙهي سمنڊ جو ڪنارو، سسلي ۽ تيونس ادريسين، خارجين، رستمين ۽ قرامطين جي هٿ هيٺ هيون، پر اهي نڪي فاطمي شهنشاهيءَ ۾ شامل هيون ۽ نه ان جا صوبا هئا. قرامطي وري به فاطمين سان ڪاروباري ۽ مالي سهڪار رکندا ئي آيا. فاطمي پرچارڪن اسلامي دنيا جي ڏورانهن پرڳڻن جهڙوڪ سنڌ، ملتان ۽ خراسان وغيره ۾ ماڻهن کي اسماعيلي بڻائڻ ۾ ڀرپور ڪاميابي ماڻي. هباري جيتوڻيڪ عباسي خليفن جي نالي سان خطبو پڙهندا هئا، پر تڏهن به لڳي ٿو ته انهن فاطمين سان ڇيڙ ڇاڙ نه ڪئي. سومرن لڳي ٿو ته اوائلي فاطمي اسماعيلي مذهب قبوليو هو، پر دعويٰ جي مستعلين ۽ نزاري فرقن ۾ ورهائجڻ کان پوءِ اهي ٻنهي مخالف دعوائن کي ڇڏي ويا ۽ آخر ۾ پير شمس الدين ۽ پير صدر الدين جي هٿ تي بيعت ڪري نالي ماتر نزاري ٿيا. بهاءُ الدين مقطانه پاران 1033ع (425 هه) ۾ ملتان جي شيخ ابنِ سومار راجا بل ڏانهن خط لکڻ سومرن جي فاطمي هجڻ جو ثبوت آهي. 1094ع (487 هه) واري ڏڦيڙ کانپوءِ سنڌ ۾ اسماعيلين جي طيّبي فرقي جا مجيندڙ ڪونه هيا، باقي نزاري فرقي کي مڃتا هئي، جيڪو هتان ڏکڻ ايشيا جي ٻين حصن خاص ڪري گجرات ۾ پکڙيو.

نائين صديءَ جي پڇاڙي ۽ ڏهين صديءَ جي پهرين سالن کانپوءِ سنڌ ۾ اسماعيلين جو اثر بيحد وڌي ويو. ڀانئجي ٿو هتان جي ماڻهن مان گهڻن هي ڌرم قبولي ورتو هو. ملتان ۾ 900ع ڌاري، ۽ ان کانپوءِ سنڌ ۾ فاطمي خليفن جي نالي سان خطبو پڙهجڻ لڳو.

سومرن ۾ ٻين ڌرمن هندو مت توڙي ٻڌمت لاءِ سهپ هوندي هئي ۽ پاڙيسري ملڪن جي هندو راجائن سان دوستيون ناهي ويا هئا. تر جي ماڻهن ۽ جاتين سان به سندن ناتا سنا ٿا نظر اچن. سندن دؤر ۾ ٻڌمت وارن جي استوپائن جي مرمت ۽ رنگ روپ ٿيندا رهيا.

## سومرن جا نالا

سومرا هندن ۽ ٻوڌين وانگر ديسي نالا رکندا هئا. رڳو عمر مسلمانڪو ۽ عربي نالو ٿو لڳي، تنهنجي به پڪ ڪانهي ۽ متان اَمر، اَمرو يا اَمراهه هجي.

## اسماعيلي ڌرم ـ عربن پاران ماڻهن کي مسلمان بڻائڻ ۾ ديوالي جي ڪيڏيل ”شُڌِي ڪَرَڻ“ واري وچ جي واٽ

نظر ائين ٿو اچي ته اسماعيلين وٽ سنڌي هندن توڙي مسلمانن ٻنهي لاءِ سهپ هجڻ ڪري ٻنهي ڌرمن جا ماڻهو سندن ڌرم ڏانهن سولائيءَ سان ڇڪبا ٿي آيا. هڪڙو مثال اهڙو به ملي ٿو ته فاطمين پاڻ هڪڙي سنڌي داعيءَ تي بهتان مڙهيو ته انهي هندن کي اسماعيلي بڻائي ڪين ڪيترين ئي اهڙيون هندڪيون رسمون جاري رکڻ جي اجازت ڏني، جيڪي ان جي پنهنجي اسماعيلي مسلڪ مطابق ته جائز هيون، پر فاطمين وٽ ناجائز هيون. سومرا ٺيٺ سنڌي ۽ ڪجھ هندڪا لڳندڙ نالا رکندا آيا. انهي مان پڌرو ٿئي ٿو ته اسماعيلي داعي وڏي سهپ ڌاري ماڻهن کي دين ۾ آڻيندا هئا، جڏهن ته عرب فاتح نون مسلمانن تي عربي نالا ضرور رکندا هئا. مطلب ته اسماعيلي ڌرم ۾ جدت، نرمي ۽ ماڻهن ۾ ڀائيچارو وڌائڻ لاءِ وڌيڪ مذهبي آزادي سمايل آهي.

اسماعيلي داعين هوريان هوريان سڄي سنڌ ۾ هڪجهڙو ديني سرشتو قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

سومرن جي دؤر ۾ سنڌ ۾ مخالف ڌرمن وچ ۾ هڪ ٻئي تي چڙهت ۽ سگهارو ٿيڻ جي لڪيل هوڏ هلندي رهي. صوفي سنڌ ۾ چڱو اثر پيدا ڪري چڪا هئا، سو ائين به لڳي ٿو ته انهن سومرن جي آخري ۽ سمن جي شروعاتي ڏينهن ۾، عالمن وارو ڪٽرپڻو ڇڏي، ٻوڌين جي هڪ وڏي انگ کي هوريان هوريان سنّي مسلمان بڻايو. ڏکڻ ايشيا ۾ شنڪر آچاريه جي پرچار ۾ صوفي گڻ موجود هئا (جيتوڻيڪ گهڻن کي خبر ناهي)، سو ٻوڌين کي مسلمان بڻائڻ ۽ ڏاهن هندن (شنڪر کي سمجهڻ وارن) کي صوفي مذهب ڏانهن ڇڪڻ صوفين لاءِ سولو ٿي پيو ۽ تيرهين صديءَ تائين سنڌ ۾ ٻڌ مت، هندو مت ۽ اسلام ۾ هڪ ٻئي لاءِ سهپ به هلندي آئي. انوقت جا چارئي وڏا عقيدا؛ صوفي اسلام، سنّي اسلام، ملائيت ۽ هندو مت، بنا ڪنهن وڏي ٽڪراءَ جي، گڏ گڏ هلندا رهيا.

اسماعيلين کي داد ضرور ڏيڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته عرب گورنر ۽ هباري ماڻهن کي دين ۾ آڻڻ ۾ دلچسپي نه وٺندا هئا، پر اسماعيلين هندو مت جون ڪجھ بنيادي ڳالهيون مڃي به ماڻهن کي پنهنجي دين طرف آندو. اسماعيلين سولي سنڌي ٻوليءَ ۾ هر ماڻهوءَ جي سمجھ ۾ اچڻ جهڙو ادب تخليق ڪري به مذهب پکيڙڻ جي ڪوشش ڪئي، سو به سنڌ جي تاريخ ۾ ايترو اڳاٽو، تنهن لاءِ هنن کيرون لهڻيون.

## ٽرمي انداز، بناوتون ۽ ٻيون شيون

405



406



409



407



408



405. هندڪي رسم ستّي سومرن ۾ پڻ هئي. (1710ع جي تصوير، جِيوفري، انڊيا برِيطانيڪا ۾ ڏني).
406. ڏاڳڻ جو مقبرو. (شيخ خورشيد حسن).
407. سهاڳڻ جو مقبرو. (شيخ خورشيد حسن).
408. ٺل مِير رُڪَڻ. (ڪزنس).
409. ٺل مير رڪڻ جو اندريون ٺل ۽ مٽس گھڙيل گلڪاري. (ڪزنس).

## سومرن ۾ مذهبي سهپ

ان دؤر جي ڦٽي ويل ماڳن تان مليل هندن جي مندرن ۽ ٻوڌي اسٽوپائن جي تيرهين صديءَ تائين ٽيندي رهندڙ مرمت ۽ رنگ روپ جا ثبوت ٻڌائين ٿا تہ سومرن وٽ ٻين مذهبن لاءِ پڻ سهپ هئي. چوڏهين صديءَ ۾ ٻوڌين ۽ اسماعيلين جي وڏي پيماني تي مذهب مٽائڻ ڪري، جن مان گهڻا صوفين هٿان مسلمان ٿيا، سنڌ ۾ ٻڌمت جو انت ٿيو ۽ ڪٽر مسلمانن جو هندن سان ويرپڻ گهٽيو. انهن پڻ ٽڪرائي ۽ مثبت موٽ ڏيندي مسلمان صوفين کي پنهنجا بزرگ مڃي ڏار ڏار ڌرمن جي ماڻهن ۾ ويجهڙائپ آڻي ڇڏي.

## سومرن جو سني ٿيڻ

سومرن کي سني مسلڪ ۾ آڻڻ جي پهرين شروعات بهاءُ الدين ذڪريا (و. 1258ع) ڪئي، پر سندس طريقو ڍرو هو. لاڙ جا سومرا اڃا سنّي نہ ٿيا هئا. جيئن اسان اڳي ٻڌائي چڪا آهيون تہ گجرات واري محمود بيگڙي کي لاڙ ۾ سومرن جي ڳڙهہ تي ڪاهہ ڪرڻي پئي ۽ انهي کين زوريءَ سني بڻايو.

سيّد جلال بخاريءَ ڪجهہ سومرن کي سنّي بڻايو. مخدوم جهانيان هٿان بہ سومرا سنّي ٿيا. سمن هٿان شڪست کانپوءِ آخري سومرو بادشاهہ همير سومرو ساٿين سوڌو اُچ ۽ ملتان جي گورنر ماهِرو کان مدد وٺڻ ان جو مهمان وڃي ٿيو. اتي وٽس سنّي ٿيڻ کان سواءِ ٻي ڪا واهہ نہ هئي ۽ اتي ئي سومرن پنهنجي نالن کي عربي روپ بہ ڏنو.

گجرات جي شهر پرانتيج ۾ همون سومري 1382ع ۾ مسجد اڏائي. ان تي لڳل ڪتبي مطابق دودي-IV جي پٽن همون ۽ محمد پنهنجي پيءُ جو نالو محمد دودو سڏايو آهي، جڏهن تہ سنڌ ۾ دودا سومرا پنهنجن نالن اڳيان محمد ڪونہ هڻندا هئا.

## صوفي ۽ ڪجهہ صوفي بزرگن کي ملندڙ سرڪاري مدد

غزنوين مکيہ شهرن ۽ وسندين ڏانهن گهڻا بزرگ اماڻيا. هي بزرگ ماڻهن ۾ صوفي مسلڪ جو پرچار ڪندا هئا ۽ کين سرڪاري خزاني مان ايترو ڪجهہ ملندو هو، جو ٻئي ڪنهن آڏو هٿ جهلڻ جي لوڙ ئي نہ پوندي هئن. اهائي واٽ غورين ۽ دهلي سرڪار بہ ورتي. مغلن صوفين کي مُلن خلاف ڀرپور نموني استعمال ڪيو.

ڪجهہ صوفين جي دهلي سرڪار تمام گهڻي سرپرستي ڪندي هئي، کين جام امداد پئي ملندي هئي ۽ ملتان ۽ اُچ ۾ رهيا پيا هوندا هئا، جو تہ اتي گهڻي ڀاڱي دهلي سرڪار جو راڄ هوندو هو. سرڪاري سرپرستيءَ کان سواءِ ئي صوفين کي منهن ڏيڻ لاءِ، ڪجهہ اسماعيلي داعين پڻ ملتان ۽ اُچ کي پنهنجو هيڊڪوارٽر بڻايو. دهلي سرڪار صوفي بزرگن جي مرڻ کانپوءِ سندن قبرن تي شاندار مقبرا اڏائيندي هئي. اسماعيلي بزرگن جي قبرن تي سندن مريد مقبرا اڏائيندا هئا. سومرا دؤر جا ڪجهہ مکيہ صوفي ۽ داعي هي هئا.

## خواجہ معين الدين چشتي (و. 1236ع)

چشتي سلسلي جو باني خواجہ معين الدين چشتي 97 سالن جي ڄمار ۾ اجمير ۾ گذاري ويو. سنڌ ۾ سندس مريد ڪونہ هئا.

## بهاءُ الدين ذڪريا (و. 1258ع)

بهاءُ الدين ذڪريا هباري خاندان مان هو. وڏو آسودو ماڻهو هو. واپار ڪندو هو. ايتري تائين جو ملتان جي گورنر کي بہ اڌارا ڏوڪڙ ڏيندو هو. هي عام ماڻهن سان ملڻ کان لنوائيندو هو. اٺندي ٺهيم، سهتا، ڪوريجا، سولنگي، آگرا، وَرياهہ، چنا، نورسيا ۽ لوڪٽ سندس مريد ٿيا. سومرن کيس محمد ٺور ويجهو جاگير ڏني هئي. چون ٿا تہ قباچہ جي شڪست کانپوءِ چنيسر کان التتمش آڏو هٿيار بهاءُ الدين ذڪريا وچ ۾ پئي ڦٽا ڪرايا هئا. سومرا دهليءَ جا منصبدار ائين ٿيا هئا. بهاءُ الدين پڙهائي پوري ڪندي ئي ٺور جي مسجد جو امام بڻجي ويو. ان مان لڳي ٿو تہ تيستائين حاڪم گهراڻي وارا سومرا سنّي ٿي چڪا هئا، پر گهڻا ماڻهو اڃا بہ اسماعيلي هئا.

قطب الدين ايبڪ جي مرڻ کانپوءِ ناصرالدين قباچہ 1211 کان 1228ع تائين اتر سنڌ (ملتان، اُچ ۽ بکر) جو پاڻ وهيٽو حاڪم ٿي ويو ۽ پنهنجي بادشاهي پَٽِنبا، گرهام ۽ سرسوتيءَ تائين وڌائي ڇڏيائين. غزنيءَ جو حاڪم يلدوز بہ ساڳئي ئي وقت آزاد ٿيو، پر انهي سموري هندوستان تي پنهنجي بادشاهيءَ جي دعويٰ ڪئي ۽ 1236ع ۾ التتمش هٿان هار کاڌائين. التتمش ۽ قباچہ جي وچ ۾ لاهور، پَٽِنبا، سرسوتي ۽ گرهام تي قبضي لاءِ جهڙپون هلنديون رهيون ۽ 1216ع کانپوءِ ٽي هلڪيون جنگيون بہ لڳيون. 1221ع ۾ چنگيز خان غزنيءَ مان خوارزم شاهہ منگبرنيءَ کي ڀڄائي ڪڍيو،

# مـُئلن کي مان ڏيڻ

410


411



412


413

414


415


416


417


418


420


421


419


422


410. شاھ ديواني جو مقبرو. (ع س).
411. يار محمد ڪلهوڙي (و. 1718ع) جو مقبرو: هنن ٻنهي مقبرن جي وچ ۾ هڪجهڙائي ٻڌائي ٿي تہ شاھ ديواني جو مقبرو ارڙهين صدي يا اٺويهينءَ جي منڍ ۾ ٺهيو هوندو. (ڪزنس).
412. قبر جي مٿان لاءِ ٺڪر جي سماڌي؛ هن تي سومرا دؤر جي سج واري ڊزائن ٺپيل آهي. (ل م).
413. سماڌيءَ جو ترو. (ل م).
414. برهمڻ آباد-منصوره واري مسجد جي ڏاڪڻ.
415. 416, 417, 418, 420 ۽ 421. هي جاميٽريائي ڊزائنون ٻڌائين ٿيون تہ انهن سيني جي سرجڻ جو بنياد ساڳيو آهي.
419. ٺڪر جي ڀِڳل ڄاري. (ل م).
422. ڪالب سان وڏل ڪنگرن واري سر: هيءَ سر قبرن جي چؤڌاري اولن يا ڇت جي ڪارنِس (ڪانَس) ۾ لڳندي هوندي. مٿس ڪنهن اوزار سان گول گل ٺپيل آهن. (ل م).

جنهن کوکرن جي مدد سان قباچہ جي علائقن ملتان، اُچ ۽ بکر تي حملو ڪيو. ڪانئس وڏي رقم زوريءَ اوڳاڙي ۽ سندس ڪيترن ئي شهرن ۾ ڦرلٽ ڪئي. انهن مصيبت وارن ڏينهن ۾ بهاءُ الدين ذڪريا ۽ ملتان جي قاضي شرف الدين، التتمش کي قباچہ جي ارادن ۽ گهٽجندڙ طاقت بابت خط لکي ڄاڻ ڏني. قباچہ جي ماڻهن اهي خط پڪڙي ورتا. قباچہ ٻنهي کي سڏايو ۽ ٻنهي اها ڳالهہ باسي. بهاءُ الدين ذڪريا سبب ڏنو تہ اهو ڪيس "الله جو حڪم هيو". قباچہ ذڪريا کي ڇڏي ڏنو، باقي قاضيءَ جي سِسي لهرائي ڇڏيائين. التتمش اڳتي هلي قباچہ جا علائقا فتح ڪرڻ کانپوءِ بهاءُ الدين ذڪريا کي پنهنجي سلطنت جو شيخ الاسلام مقرر ڪري ڇڏيو.

بهاءُ الدين ذڪريا وڏو شاهوڪار ماڻهو هو. هي ڪنڊ ڏيساور موڪليندو هو. 1257ع ۾ ڏکڻ پنجاب ۾ ڪيترن ئي هنڌن تي پنهنجو ڪمند ڪاهرايو هئائين. منگولن جڏهن ملتان تي ڪاهہ ڪئي ۽ دهلي سرڪار ۾ بچاءَ جي سگهہ نہ هئي، تہ بهاءُ الدين ذڪريا شهر کي تباهيءَ کان بچائڻ لاءِ منگولن کي وڏي رقم ڀري ڏني. سندس ديني مدرسو بہ هوندو هو ۽ ڪيترن ئي نوجوانن کي واپار ۽ ليکو چوکو بہ سيکاريندو هو، جن مان گهڻا اڳتي هلي سندس ڪاروبار سنڀاليندا هئا.

ان زماني ۾ صوفيت ظاهر ظهور ذاتي مفادن کاڻ استعمال ٿيڻ لڳي هئي. صوفين جي مرضيءَ تي هوندو هو تہ اهي ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي پنهنجي خانقاهن ۾ گهڙڻ جي اجازت ڏين يا ٻاهر ڪيو ڇڏين. بهاءُ الدين ذڪريا قلندري جوالقن کي پنهنجي خانقاهہ ۾ اچڻ نہ ڏيندو هو. ڪجهہ تاريخدانن سندس وفات جو سن 1262/63ع (661 هہ) لکيو آهي.

## قلندر شهباز (ڄ۔ 1165/66ع)

قلندر شهباز جو نالو محمد عثمان مَروَندِي هو. پاڻ آذربائيجان جي شهر مروَند جو رهاڪو هو. علي اشرفي 624 هہ (1226/27ع) ۾ آذربائيجان فتح ڪيو. پاڻ انهي سال ئي پنهنجو وطن ڇڏيائين ۽ 633 هہ (1235ع) ۾ ستر سالن جي ڄمار ۾ ملتان اچي پهتو.

قلندر شهباز 1252ع ۾ وفات ڪئي، پر سندس مقبرو ملڪ رڪن الدين 1356ع ۾ اڏايو. مرزا جاني بيگ ترخان مقبري کي نئين نموني ڪري اڏايو. شاهجهان جي دؤر ۾ نواب ديندار خان بخاريءَ مقبري تي گلڪاري ڪرائي. خانقاهہ ۽ ٻيون جايون 1759ع ۾ غلام شاهہ ڪلهوڙي ٺهرايون. مير ڪرم علي خان ٽالپر گنبد تي چانديءَ جون نيلون چاڙهايون ۽ دروازا ۽ ڪٽهڙو ٺهرايا. تازي دؤر ۾ ذوالفقار علي ڀٽي سونو دروازو هٽايو. اهو شاهہ ايران ڏنو هو.

## پير پٺو يا شاهہ حسن اپلاڻ يا راجا گوپي چند

(وہ 1297/98ع)

شاهہ حسن نالو ضرور ڪا ٺڳي تي لڳي، چاڪاڻ تہ سومرن جي دؤر ۾ سنڌ ۾ سيّد درويش ڪونہ هئا. سندس مقبرو ان دؤر ۾ تر جي ماڻهن ڦوڙي ڪري ٺهرايو هوندو. هي مقبرو سڄي سنڌ ۾ انوکو ۽ پنهنجي طرز جو اڪيلو مقبرو آهي. پٿر جو، چُن جي گاري سان ٺهيل، هي سڄي سنڌ ۾ پراڻي ۾ پراڻو مقبرو آهي. لِنبيَل بہ چُن جي گاري سان آهي ۽ فرش پٿر جو اٿس، جنهن ۾ پوءِ فرش واريون ڪجهہ سرون بہ هنيون ويون آهن. عمارت جي هڪ حصي جي اڳڻ ۾ هڪڙو ڳڙکو آهي، جتان گرميءَ جي ڏينهن ۾ ٿڌڙي هوا ايندي آهي. ٿي سگهي ٿو تہ هي ڳڙکو ڪنهن ڊگهي غار يا لڪل ٿڌي چشمي سان وڃي ملندو هجي. ڪجهہ ليکڪن جي خيال مطابق پير پٺي جي وفات جو سال 1268ع (666 هہ) آهي.

## ان دؤر جا ٻيا صوفي

* **صدرالدين عارف**
  بهاءُ الدين ذڪريا جو پٽ.
* **رڪن العالم**
  ذڪريا جو پوٽو.
* **سيّد جلال سرخ بخاري**
  بهاءُ الدين ذڪريا جو خليفو. هن ڪجهہ سومرا سنّي ڪيا.
* **مخدوم جهانيان جهان گشت**

اسان متي ٻڌائي چڪا آهيون تہ سومرن کي وڏي پيماني تي سني بڻائڻ ۾ هن جو وڏو ڪردار هو.

* **سيّد محمد مَڪّي**
* **سيّد شمس الدين**
* **شيخ نوح بکري**
* **منگهو پير**

ٻاهران اماڻيل صوفين ۽ درويشن جو هڪ وڏو انگ اندرون سنڌ جي مکيہ هنڌن جهڙوڪ بوبَڪ، نورائي، بکيرا، نوتيار ۽ هالا ۾ اچي آباد ٿيو هو. انهن منجهان گهڻا پنهنجي سرپرست دهلي سرڪار سان ساٿ نڀائيندا رهندا هئا.

## سومرن جي دؤر ۾ آباد مسجدون

423




424




425



426




423. جامع مسجد ڀنڀور جو پورو نقشو. (ديبل).
424. جامع مسجد ڀنڀور جي پيڙھ جو نقشو. (ڊِي جِي اي).
425. برهمڻ آباد-منصوره واري مسجد جي پيڙھ جو نقشو. (ڊِي جِي اي).
426. چوڏاري ڪوٽ ڦريل شهر ٻهَمر جي پڙي جو نقشو: هي شهر گھٽو ڪري يارهين صديءَ ۾ برهمڻ آباد-منصوره سان گڏ تباهه ٿيو. (ايم آر مغل، اسلامڪ اسٽڊيز، 31: 3، 1992).

## اسماعيلي پرچارڪ

### پير شمس الدين سبزواري نور بخشي

هن هندو ڌرم جي شلوڪن وانگر پچن چيا ۽ نبيءَ جي اولاد ”اهل بيت“ جي عظمت ۽ تقويٰ تي ”آهڻ“ نالي هڪڙو ڪتاب بہ لکيائين. پاڻ نزاري هو. جو ڳي لڳندڙ هي فقير سومرن جي دؤر ۾ ٻارهين صديءَ جي پهرئين اڌ ۾ اُچ پهتو. تنهنڪري سومرن جي نزاري اسماعيلي ٿيڻ جي پڪ ناهي، پر هاڻوڪا سنڌي خواجا اها دعويٰ ڪن ٿا.

### پير صدرالدين

(ڄ. 700 هه يا 1300ع، و. 819 هه يا 1416ع)

هيءُ لوهاڻو (ديسي هندو جاتي) هو. سومرن جي دؤر ۾ ڄائو ۽ سمن جي دؤر ۾ اسماعيلي مذهب جي وڏي خدمت ڪيائين. هي پڻ نزاري هو. هي سنسڪرت سکيو ۽ هندڪو نالو هريش چندر يا سوها ديو ڪوٺائيندو هو.

هن پنهنجو هيڊڪوارٽر ڪوٽڙي الھ رکيو شاهہ ۾ ناهيو. پاڻ کي هندو سڏائيندو هو ۽ هڪڙي سنڌي ڪتاب ”داس اَوتار“ ۾ ڳِنانَ لکيائين، جن ۾ آدم کي شِوِ، محمدﷺ کي برهما، عليؑ کي وشنو ۽ فاطمہؑ کي سَکي ڪري ڄاڻايائين. پنهنجن خليفن کي مُکي ۽ مريدن کي خواجہ (خوجہ) لقب ڏنائين. مٿس مقبرو ٻين صوفين ۽ درويشن وانگر سرڪار نہ پر سندس مريدن اڏايو. هي واپارين ، ويڄن ۽ طبيبن کي پڙهائيندو هو. المُوت جي زوال کانپوءِ اسماعيلين جي پرچار ۾ هيءَ تمام وڏي تبديلي آئي. وري ڪين صوفين سان بہ منهن ڏيڻو ٿي پيو، ڇاڪاڻ تہ انهن بہ دين وڌائڻ لاءِ ڳائڻ، وڄائڻ ۽ ناچ جي واٽ ورتي هئي.

### پيرحسن ڪبيرالدين

هيءُ پير صدرالدين جو پٽ هو. هندن جي طرز تي پچن چوندو هو. اُچ ۾ دفن ٿيل آهي.

### سومرن جون قبرون

ان دؤر جي پاڪدامن سومرين، دودي، چنيسر ۽ ابڙي سمي جون قبرون الائي سچيون آهن بہ الائي نہ، ڇاڪاڻ تہ اهي سومرن جي ڄاتل سڃاتل راڄڌانين مان ڪنهن جي بہ ويجهو ڪونهن، پر تڏهن بہ ماڻهو مٿن پيرن وانگر زيارت ڪرڻ ويندا آهن.

## انهيءَ کان تيرهين صدين جا سياسي، ڌرمي ۽ واپاري مرڪز

شڪار ۽ ميڙ چونڊ تي گذر واري دؤر کان وٺي انساني گذرگاهون نهنديون آيون، ۽ سنڌ جي جن نوٽ علائقن ۾ پاڻي هو ۽ ڪاٽڻ لاءِ ڪجهہ ملڻ جو آسرو هو، اتي وسنديون وسي ويون. انساني اڄ وڄ وڌڻ سان هي ماڳ، واپاري مرڪز ٿيڻ کان اڳ ۾، پاڻيءَ جي پوڄا جا مرڪز بڻجي ويا. پَوِتر (مقدس) مرتبي وارن هنن ماڳن تي اٿندي پاڻي پوڄبو هو ۽ پوءِ ڦري ديوتا ٿيا. جيڪي بہ مکيہ ماڳ هن مهل تائين هليا ٿا اچن، اتي اڳ ۾ پاڻيءَ جي پوڄا ٿيندي هئي ۽ پوءِ ڦري هندن جا تيرٿ، ٻوڌي اسٽوپا، جيني مندر ۽ مسلمان پيرن جا مقبرا ٿي ويا. نقشي ۾ ڏنل الور، بکر، پوڏيسر، برهمڻ آباد، ٻڌ جو ٺَڪر، دربيلو، ڏيپر گهانگهرو، ڊاڊر، ڏامراهو، ڏارا لَڪي، ڊاليا (بائضا)، گنداوا، غيبي پير، هنگلاج، امر ڪوٽ، جوٽاڻي (ت. 119-120)، جهرڪ، جهمپير، ڪوٽڙي الھ رکيو، لانڍي، لاڙي بندر، ماٿيلو، مکلي، منگهو پير، منصوره، منوديرو، محمد ٺور، نئينگ، نصرپور، نيرون، نيرواهہ، اڏيرولال، نگر پارڪر، واهي پانڌي، پاري نگر، پير پٺو، پوکران، ٺري، ٺل مير رکڻ، تيرٿ لکي، وڃٽوٽ ۽ هڪ ٿنڀي اهڙا ئي مرڪز آهن. جيئن تہ هي ماڳ مقدس هئا ۽ هندو توڙي مسلمان ٻئي انهن جو احترام ڪندا هئا، سو هر ماڳ کي ڪنهن نہ ڪنهن ديوتا سان جوڙي ڦڏو ٺاري ڇڏيائون. پاڻيءَ کي انگوريندڙ نَر عنصر ۽ وڻڪار کي مادي ليکيو ويندو هو.

## سنڌ جي پَوِتر (مقدس) ماڳن جي اهميت

نہ رڳو سنڌ پر سڄي دنيا جي نوٽ علائقن جا اهي ماڳ، جتي پاڻي سدائين موجود هوندو هو، صرف ان اڪيلي سبب جي ڪري اهم ٿي ويا. پراڻي دؤر ۾4،000 ق-م تائين پوئتي بلڪ ڪٽي تہ اڃا بہ اڳي ۽ سنڌ ۾ تہ ڀانئجي ٿو مهرڳڙهہ کان سَنَت پوءِ 6،500 ق-م ڌاري ٿيندڙ لڏپلاڻ جون گذرگاهون بہ هي تاڪ ئي هوندا هئا.

انهي کانپوءِ جڏهن حڪومتون ٺهيون تہ هنن وسندين ۾ سرڪاري عملدار رهڻ لڳا. انهن ئي ڏينهن ۾ پوڄارين پنهنجا پنهنجا

# ڏکڻ ۽ ڏکڻ اوڀر ايشيا جي استوپائن جون ڪجھ اهم ڊزائنون


427


428


429


430


431


432


433


434


435


436


437


438


439


440


441

427. سانچي: پھرين صدي عيسوي.
428. اَمراوَتي: ٽين صدي عيسوي.
429. مانڪيالا: ٻين صدي عيسوي.
430. دَرَا - چوٽي ( ٽاپ دَرا) (سوات): ٻين صدي عيسوي.
431. ڪَرلي: ٻين صدي ق-م.
432. ميرپور خاص (ڪاھو دڙو): ڇھين صدي عيسوي، ڪزنس، 1929.
433. اَنانِيا: ڇھين صدي عيسوي.
434. چا بينو نَن (ٿائيليند): چوڏھين صدي عيسوي.
435. شِويساندا (برما-اڄڪلھ ميانمار): ٻارھين صدي عيسوي.
436. باروبودر (انڊونيشيا): ستين صدي عيسوي.
437. سَرناٿ: ڇھين صدي عيسوي.
438. اَنوراڌاپورا (سري لنڪا): 246 ق-م.
439. چورٽن (تبت).
440. بوڌناٿ (نيپال).
441. موھن جو دڙو: مارشل پاران 1931ع ۾ سڄي ڪري ٺاھيل تصوير.

(427- 440 پَرسِي برائون جي "ٻڌِسٽ اينڊ هندو آرٽ" تان ورتل).

427، 428، 429، 430، 431، 432، 433 ۽ 441 ٻڌ ڌرم وارن جي اڌ گول ڊزائن وارا آهن، 434، 435 ۽ 436 تي هندن جي مندرن جي ڇاپ آهي ۽ 437، 438، 439 ۽ 440 ٻنهي جو ميلاپ آهن. مسلمانن جا اڌ گول نمونا مقبرا ٻوڌي اڏاوتن تان ورتل ناهن، پر منجهن قسطنطنيہ يا استنبول ۾ 548ع ۾ جڙي راس ٿيل سينٽ صوفيا (هاگيا صوفيا) وارو نمونو ڪم آيل آهي. اتي هينئر عجائب گھر آهي ۽ روزانو هزارين ماڻهو گهمڻ ايندا آهن.

ڌرمي مارگ اڏيا. شروع وارا ڌرم سرڪار ۽ پوڄارين جي ساٿ سان هلندا هئا، سو اهي وقت گذرڻ سان مِٽجي ويا، پر ماڳن جي اها علامتي اهميت هلندي آئي. ان دؤران پاڻي پوڄا وارو فطري ڌرم سرجيو. هي ڌرم ٺوٺ علائقن جي ماحول سان بلڪل ٺهڪيو ٿي ۽ وري اتي پاڻي ايندو به ماڻهن جي سمجهه کان مٿانهن ڪجهه ڳجهن قدرتي طريقن سان هو. سنڌو سڀيتا جي سرجڻ (3،500 ق-م) کان اڳ توڙي 1،650 ق-م ڌاري سنڌو درياءَ جي وهڪري مٽائڻ سبب سنڌ جي آبپاشي نظام ڦِٽڻ ۽ خشڪ موسم اچڻ کان پوءِ به ٿي سگهي ٿو ته سنڌ جو وڏي ۾ وڏو ڌرم پاڻيءَ جي پوڄا ئي هجي. هي ڌرم 825 ق-م تائين پروان چڙهندو رهيو. تنهن ڪانپوءِ جڏهن ٻن ڌرمن؛ هڪ آرين جي ديوتائن (ڀڳوانن) واري ۽ ٻئي سنڌو سڀيتا جي اَمر ديوتائن واري، هڪ ٻئي تي ڇاپ ڇڏي ته ستين صدي ق-م ۾ آريا لوڪن جي اپنيشدن جي روپ ۾ هڪ بهتر نئون ڌرم سرجيو. آرين جي ڌرم ۾ شِو جهڙو ديوتا، ڪالي ديوي جهڙي ديوي، پلٽ ماري ويهي پوڄا ڪرڻ وارو يوگا انداز (ت. 378-382) ۽ پپر جو وڻ توڙي سواستيڪا علامت پڻ سنڌوءَ جي ڌرم مان آيل سمجهيا وڃن ٿا. ڇهين صدي ق-م ۾ آبپاشيءَ ۾ واڌاري سان انساني آبادي وڌي، چراگاهن جي جاءِ تي وڌيڪ ٻنيءَ ۾ پوک ڪاهجڻ لڳي ۽ ان ڪارڻ گوشت جي کوٽ پيدا ٿي. هَرَ ۾ ڪم ايندڙ ڏاندن جو انگ وڌائڻ لاءِ پوڄارين (برهمڻن) ڳئونءَ کي پَوِتر (مقدس) جانور جو رتبو ڏئي ڇڏيو ۽ پاڻ کي ڇڏي ٻين سڀني تي ڪنهن به جانور جو گوشت کائڻ تي پابندي مڙهي ڇڏي. پر هن قسم جي روڪ ٺوٺ علائقن ۾ ڪارگر ثابت نه ٿي، ڇو ته اتي هڪ آبپاشي ڪونه ٻي برسات گهٽ، سو پوک نه پئي ٿي سگهي، صرف ٿوري ٿڪي مينهن تي ٿيندڙ ٿوري گهٽي گاهه تي مال ڌاري سگهجي پيو. تنهنڪري سنڌي ڌرم مٽائي ٻوڌي يا جيني ٿيندا هئا ته به گوشت کائيندا هئا. هندو ڪين گهٽ ذات ڪوٺيندا هئا. ٿر جا ڀيل، ڪولهي ۽ مينگهواڙ وغيره هن طبقي ۾ ڳڻبا هئا. پاڪستان ٺهيو ته به سنڌس حال ساڳيا آهن، جيتوڻيڪ مسلمان ڪين هندو ليکن ٿا.

سنڌ ۾ اهڙا سڀ مرڪز جتي پاڻي سدائين موجود آهي، پَوِتر (مقدس) ٿي ويا آهن ۽ جڏهن به هڪ ڌرم جي جاءِ تي ٻيو آيو آهي ته صرف مزارن ۽ ديوتائن جا نالا مٽجندا رهيا آهن.

## مسلمانن ۽ غير مسلمن جا گڏيل ڌرمي مارگ

هند مت ۽ ٻڌ مت جا مڃيندڙ مذهب مٽائي مسلمان ٿيا ته به پنهنجا پَوِتر ماڳ نه ڇڏيائون. پراڻن ديوتائن کي ڦيرائي مسلمان پيرن جا مقبرا ٺاهي ڇڏيائون ۽ هندو توڙي مسلمان ٻئي انهن جو احترام ڪرڻ لڳا. اهڙا ڪجهه مثال هيٺ ڏجن ٿا:

* هندو قلندر شهباز کي راجا ڀارتري مڃيندا هئا.
* شيخ طاهر لاءِ مڃڻ جوڳو آهي ته اهو اڏ جي روپ ۾ آيو هو. سنڌس مزار تي پرٽي لاءِ آسائتا مرد ۽ پرٽيل عورتون من جون مرادون پنڻ ويندا هئا. هندو ڪيس درياءَ ديوتا جو روپ ۽ اڏيرو لال مڃيندا هئا.
* سنڌو درياءَ تي دريا پنٿ واري رسم نج پچ سنڌي لوهاڻن جي رسم هوندي هئي.
* سکر-بکر-روهڙيءَ وٽ درياءَ ۾ موجود مارگ کي مسلمان خواجه خضر (ت. 129) ۽ هندو زنده پير مڃيندا هئا.
* ٺٽي ويجهو مهاڻا درياءَ ۽ شاهه جهنڊي جي پوڄا ڪري پنهنجا ڏوهه گناهه بخشرائيندا هئا ۽ مسلمانن لاءِ اهو پير پنو هوندو هو.
* واڱن تي ويساهه رکندڙن منجا باري (منگها ٻاري) ۾ منگهي پير جي مزار ٺاهي ڇڏي.
* وٽڪار کي ماديءَ سان جوڙيندا هئا، جهڙوڪ پير جهاڙيان.
* پير خليفو هنگوري ذات جي هڪڙي مائي هئي.
* ماڻهن سنڌو درياءَ ويجهو مائي پير به ڳولي لڌو.

انهن سڀني جو وڌيڪ تفصيل ٽيبل جي روپ ۾ ڏئي رهيا آهيون.

## ڌرم ۽ ماڻهن جا طبقا

تيرهين صديءَ ۾ ٻڌ، هندو، اسماعيلي ۽ صوفي ڌرم گڏ گڏ هلندا رهيا. ان صديءَ جي پڇاڙيءَ تي ٻڌ ڌرم بلڪل ختم ٿي ويو. هندو ڌرم ۽ سنّي مسلمان فرقو ڄميا بيٺا رهيا ۽ ڪي ٿورا اسماعيلي وڃي بچيا. هن تبديليءَ جي پڙتال ٿيڻ گهرجي، پر گهٽي ڀاڱي پانئجي ٿو ته هينيان ڪارڻ ٿي سگهن ٿا:

ٻڌ ڌرم ۾ مهايان (وڏي گاڏي) ويچار ڌارا هيٺ ٻڌ کي ديوتا مڃي سندس پوڄا ٿيڻ لڳي ۽ ائين ٻوڌين جي هندو ڌرم سان ويجهڙائپ پيدا ٿي پئي. پالي، ٻوڌين جي پَوِتر (مقدس) ٻولي هوندي هئي، پر ٻڌ ڌرم ۾ وڏي پيماني تي هندن جي اچڻ ڪري نوان ٻڌ پرچارڪ (برهمڻ) ٻڌ ڌرم جا پَوِتر گرنٿ سنسڪرت ۾ لکڻ لڳا، جنهن ٻوليءَ تي ڪين عبور حاصل هو. 200 ق-م کان 200ع تائين ٻڌ ڌرم جيترو سنسڪرت ٻوليءَ کي وڌايو، سو برهمڻن جي 1000 ق-م کان وٺي وڌائڻ کان گهٽ نه هو. ان ريت ٻنهي ڌرمن وچ ۾ ويجهڙائپ ۽ هڪ ٻئي کي سمجهڻ ۾

# سنڌ ۾ پراڻن دؤرن کان هليا ايندڙ مختلف مذهبي برادرين جا گڏيل ڌرمي مارڳ

| نمبر | ماڳ جو نالو | پاڙيءَ جي پوڄا | ٻوڌي تيرٿ | هندو تيرٿ | اسلامي زيارت | واپاري مرڪز | سرڪاري دفتر | 800- 1300ع ۾ هيو يا نه؟ | 1300- 1800ع ۾ هيو يا نه؟ | ليک جي راءِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| 1 | 2 | 3 | 4 | 5 | 6 | 7 | 8 | 9 | 10 | 11 |
| .1 | ڏاڍر | ها | ها | ها | ها | ها | نه | ها | ها | |
| .2 | سبي | ها | ها | ها | ها | ها | ها | ها | ها | |
| .3 | لهڙي (ڪڇي) | ها | ها | ها | ها | ها | نه | ها | ها | |
| .4 | گنداوا | ها | ها | ها | ها | ها | ها | ها | ها | |
| .5 | پانڌي واهي | ها | نه | نه | نه | نه | نه | ها | ها | |
| .6 | وڃٽوٽ | - | ها | ها | نه | نه | نه | ها | نه | سنڌو سپيتا. |
| .7 | ماٿيلو | - | ها | ها | نه | ها | - | ها | ها | |
| .8 | الور | - | ها | ها | ها | ها | ها | ها | نه | سنڌ جي راجڌاني. |
| .9 | بکر | ها | نه | نه | ها | ها | ها | ها | ها | |
| .10 | زندهه پير | ها | نه | ها | ها | نه | نه | ها | ها | مسلمانن جي زيارتن جو هندو به احترام ڪندا هئا. |
| .11 | ساڌبيلو | ها | ها | ها | نه | نه | نه | ها | ها | 9 کان 13 حقيقت ۾ ٻيٽن جو هڪ وڏو مجموعو آهي، جيڪي سيئي ساڳئي ئي مقصد ۾ ڪم ايندا رهيا آهن. |
| .12 | سکر | ها | نه | نه | ها | ها | ها | ها | ها | 9 کان 13 ڏهين صديءَ جي پڇاڙيءَ ڌاري وجود ۾ آيا. ساڪارا 5 صدي ق-م جو آهي. |
| .13 | روهڙي | ها | نه | نه | ها | ها | ها | ها | ها | |
| .14 | منوڏيرو | نه | ها | ها | نه | نه | نه | ها | نه | |
| .15 | جوڻاٽي | - | - | - | ها | - | ها | نه | ها | الهندي ناري تي سومرن جو شهر. هي ٿورو وقت هليو ۽ پوءِ شايد سمن هٿان ساڙجي ويو. هن جا آثار وارهه شهر ويجهو موجود آهن. |
| .16 | ڏامراهو | - | ها | ؟ | ؟ | ها | ؟ | ها | نه | |
| .17 | درٻيلو | - | ها | ها | ها | ها | نه | ها | ها | |
| .18 | هڪ ٿنيي | ها | ها | ها | ها | ها | ها | ها | ها | سنڌ جي سڀ کان پراڻي ۽ اڃا تائين آباد شهر سيوهڻ سان ڳنڍيل آهي. |

| 1 | 2 | 3 | 4 | 5 | 6 | 7 | 8 | 9 | 10 | 11 |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| .19 | نئينگ | ها | نه | نه | ها | ها | نه | ها | ها | چشمي جي پاڻيءَ تي 300-400 ايڪڙ ٻني ڪاهبي هئي. هن وقت سيّدن جي ملڪيت آهي. |
| .20 | پوکران | ها | نه | نه | نه | نه | نه | ها | ها | |
| .21 | غيبي پير | ها | نه | نه | ها | نه | نه | ها | ها | |
| .22 | سيوهڻ | ها | ها | ها | ها | ها | ها | ها | ها | |
| .23 | ٿل مير رکڻ | نه | نه | نه | نه | نه | - | ها | نه | |
| .24 | تيرٿ لکي | ها | ها | ها | ها | نه | نه | ها | ها | |
| .25 | ڏيپر گهانگهرو | ها | نه | نه | نه | ها | ها | ها | نه | |
| .26 | برهمڻ آباد - منصوره | ها | ها | ها | ها | ها | ها | ها | نه | |
| .27 | اڏيرو لال | ها | نه | ها | ها | ها | نه | ها | ها | 10 صديءَ ۾ ٺهيو. |
| .28 | نصرپور | نه | نه | نه | ها | ها | ها | ها | ها | |
| .29 | نيرون | نه | ها | ها | ها | ها | ها | ها | ها | اهو حيدرآباد نه پر ان کان 10 ميل ڏکڻ ۾ آهي. |
| .30 | ڏاليا | نه | ها | - | - | ها | - | ها | نه | ميرپور خاص جي اوپر ۾. |
| .31 | امرڪوٽ | ها | ها | ها | نه | ها | ها | ها | ها | |
| .32 | ٻڌ جو ٽڪر | - | ها | نه | نه | - | - | ها | نه | |
| .33 | جهرڪ | ها | ها | ها | ها | ها | نه | ها | ها | خوجن جي پناهه گاهه. |
| .34 | جهمپير | ها | ها | ها | ها | ها | نه | ها | ها | چشمو ۽ مينهن جو پاڻي. |
| .35 | مڪلي (ٺٽو) | نه | نه | ها | ها | ها | ها | ها | ها | |
| .36 | منجاباري يا منگهاپاري | ها | - | ها | ها | نه | نه | ها | ها | منگهو پير. |
| .37 | لانڊي | ها | ها | نه | نه | نه | نه | ها | نه | اوائلي سنڌو سڀيتا. |
| .38 | گجو | نه | نه | نه | ها | نه | نه | ها | ها | اوائلي سنڌو سڀيتا. |
| .39 | سڏيرن جو ڏڙو (سيد پور) | نه | ها | نه | نه | نه | نه | ها | نه | ٽين صدي عيسوي. |
| .40 | ٺري | نه | ها | ها | ها | ها | ها | ها | نه | سومرن جي ٻين راڄڌاني. |
| .41 | ديبل (ڀنڀور/ باربيريڪن) | ها | ها | ها | ها | ها | ها | ها | نه | يهودين جي ديول. |
| .42 | پير پٺو | ها | ؟ | ها | ها | نه | نه | ها | ها | |
| .43 | ڪوٽڙي الهه رکيو | ها | ؟ | نه | ها | نه | نه | ها | ها | 11 صديءَ جو اسماعيلين جو شهر. |
| .44 | محمد تور | نه | نه | ها | ها | ها | ها | ها | نه | سومرن جي ٽين راڄڌاني. |

| 1 | 2 | 3 | 4 | 5 | 6 | 7 | 8 | 9 | 10 | 11 |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| 45. | لاڙي بندر | نه | نه | نه | ها | ها | ها | ها | ها | ساڪئي نالي ڪوڙ شهر. |
| 46. | گوڙي | ها | نه | ها | نه | ها | نه | ها | ها | اصل ۾ جين ڌرم وارن جو. |
| 47. | ويراواهه | ها | نه | ها | نه | ها | نه | ها | ها | جين ڌرم وارن جو پَوتر استان. |
| 48. | پاري نگر | ها | نه | ها | نه | ها | ها | ها | نه | پنجين صديءَ ق-م ۾ جيني مندر. |
| 49. | نگر پارڪر | ها | نه | ها | نه | ها | ها | ها | ها | جيني مندر. |
| 50. | پوڏيسر | ها | نه | ها | ها | ها | نه | ها | ها | اصل ۾ جيني. |
| 51. | ياڳ | ها | ؟ | ؟ | ها | ها | نه | نه | ها | |
| 52. | اُچ | ها | ؟ | ها | ها | ها | ها | ها | ها | |
| 53. | لاڙڪاڻو | نه | نه | نه | ها | ها | نه | نه | ها | |
| 54. | شاهه گودڙيو | ها | نه | نه | ها | نه | نه | نه | ها | |
| 55. | ڳاڙهي | نه | نه | نه | ها | نه | ها | نه | ها | |
| 56. | ميان نصير | نه | نه | نه | ها | نه | ها | نه | ها | |
| 57. | پاٽ | نه | نه | نه | ها مدرسو | ها | نه | نه | ها | درياءَ جو پيٽ. |
| 58. | باغبان | نه | نه | نه | ها | ها | نه | نه | ها | |
| 59. | ٽلٽي | نه | نه | نه | نه مدرسو | نه | نه | نه | ها | |
| 60. | سمتاڻي | نه | نه | نه | ها | نه | نه | نه | ها | |
| 61. | بوبڪ | ها | ها | - | ها | ها | - | - | ها | |
| 62. | ريل | نه | نه | نه | ها مدرسو | نه | نه | نه | ها | |
| 63. | هالاڪنڊي | نه | نه | نه | ها | ها | نه | نه | ها | |
| 64. | ساموئي | نه | نه | نه | ها مدرسو | ها | ها | ها | ها | |
| 65. | سونڊا | نه | نه | نه | ها | نه | نه | نه | ها | |
| 66. | چوڪنڊي | نه | نه | نه | نه | ها | نه | نه | ها | |
| 67. | جُون | نه | نه | نه | ها | ها | نه | نه | ها | |
| 68. | بلڙي | نه | نه | نه | ها | ها | نه | نه | ها | |

سولائي پيدا ٿي. ڪشن ۽ ان کان پوءِ گپتائن جي دؤر ۾ هندو ڌرم ۾ ٻڌ ڌرم جون گهڻيون ويچار ڌارائون (نظريا) سمائجي ويون، جنهن سان ٻنهي ۾ فرق گهٽجي ويو. پنجين صديءَ ۾ هُنَن اتر هندوستان ۽ اولهه پاڪستان (سنڌ کي ڇڏي) جون سڀ بادشاهتون ناس ڪري ڇڏيون ۽ ٻڌ ڌرم وارن کي زوريءَ هندو بڻايائون. سنڌ ۾ ٻڌ ڌرم هُنَن جي آنڌل تباهيءَ کانپوءِ به هلندو رهيو، پر ٿر ۽ ڪوهستان ۾ متس هلڻ ڏکيو هو، ڇو ته ٻنهي جاين تي مينهن تي ٿيندڙ گاهن تي ماڻهن جون ڳئون، ٻڪريون، رڍون ۽ اٺ ته پلجي ويندا هئا، پر پاڇيون ۽ ميوا ڪونه ٿيندا هئا، تنهنڪري ماڻهو گوشت کائيندا هئا، جنهن جي ٻڌ ڌرم ۾ جهل هئي. ان ليکي اهي سنا ٻوڌي نه هوندا هئا. هندو ڌرم ۾ به ڳائي گوشت کي ڇڏي ٻيو گوشت هلي ويندو هو. هندو ڌرم سان اهڙي ويجهڙائپ ڪري ڪوڙ ٻوڌي هندو ٿي ويا. اسماعيلين گهڻن ٻوڌين ۽ هندن کي پنهنجي مذهب ۾ آندو هو، پر اهي سنّي دهلي سلطنت جي زور آڏو بيهي نه سگهيا. دهلي سلطنت صوفين جي مدد ڪندي هئي، جيڪي پڻ سنّي هوندا هئا. سومرا سنّي ۽ اسماعيلي مذهبن وچ ۾ اچي سوڙها ٿيا. جيستائين ماڻهن مان گهڻا اسماعيلي هئا، تيستائين هي به انهي کي ڇهڻيا رهيا. هڪڙو عالمي اصول آهي ته يا ته بادشاهه رعيت کي پنهنجو مذهب مڃائي يا انهن جو ڌرم مڃڻو پوندس. سومرن صوفي درويشن کي نوازيو، پر سندن ذات جا گهڻا ماڻهو اڃا به اسماعيلي هئا ۽ تنهنڪري پاڻ مذهب ڪونه مٽايائون. جيتوڻيڪ سنّي صوفين کي وڏو مان ڏيندا هئا. صوفين سما ڄاتين کي سنّي بڻائڻ شروع ڪيو ۽ حڪومت لاءِ جتن ڪندڙ سمن چوڏهين صديءَ جي پهرئين اڌ ۾ سومرن کي سولائيءَ سان ڪڍي ٻاهر ڪيو. حڪومت کسجڻ کان سَت پوءِ سومرا به دهليءَ جي سنّي سلطنت ۽ سندس ملتان ۽ گجرات جي گورنرن جي مدد وٺڻ ڪاڻ سنّي ٿيا، پر تيستائين دير ٿي چڪي هئي. تيستائين سنڌ ۾ اسماعيلي رڳو ٿورا کي واپاري وڃي بچيا، جن لاءِ بنا وياج اوڌر ڏيڻ ۽ واپار لاءِ بنا وياج اوڌر تي ناڻو وٺي سگهڻ ڏکيو هو ۽ اسماعيلي ڌرم انهن معاملن ۾ گهڻو سخت نه هوندو هو.

## نانگن ۽ بلائن جي پوڄا

ڀهراڙيءَ جا گهڻا سنڌي اڄ تائين زهريلي ڪاريهر نانگ کي فقير سمجهندا آهن ۽ تيستائين مارڻ کان پاسو ڪندا اٿس، جيستائين سڌو سنئون ڏنگڻ نه اچي. جڏهن ته ٻئي ڪنهن به قسم جي نانگ يا بلا تي اک پين ته انهي کي ماري وجهندا آهن. پنجاسي سيڪڙو نانگن ۽ بلائن ۾ زهر ناهي هوندو ۽ اهي هاريءَ جا ساٿاري هوندا آهن، ڇو ته اهي ڪئا، ڏيڏر ۽ ٻيا جيت جڻيا ماري صاف ڪندا آهن، پر ٻي سمجهه هاري انهن کي جتي ڏسندا آهن ماري وجهندا آهن.

ماڻهو جوڳين جي منترن، ڍوهيءَ ۽ انهي دعويٰ ۾ به ويساهيندا آهن ته نانگ ڪٿي به لڪل هجي پر مرليءَ جو ساز ڪن تي پوندس ته ڇڪجي هليو ايندو، جڏهن ته حقيقت ۾ سيني نانگن ۽ بلائن کي ڪن نه ٿيندا آهن ۽ ٻنهه ٻوڙا هوندا آهن. اٽڪل 1000 ق-م کان وٺي برهمڻ پنهنجي چوندي شاگردن (چيلن) کي ”نانگ بلائون ڌارڻ“ جا هنر سيکاريندا ٿي آيا ۽ عام ماڻهو جوڳين جي، مرلي وڄائي نانگ گهرائڻ واري، روحاني طاقت ۾ ويساهيندا هئا. ٿريءَ مان لڌل ٻن سانچن تي نانگن جا ديوتا اڪيريل آهن: هڪڙو نَر (ت. 448) ٻي مادي (ت. 447)، جن جي ٻت ۽ وارن ۾ نانگ وڪوڙيل آهن. ان مان سنڌ ۾ جوڳين جي زبردست اثر جو اندازو ٿئي ٿو، جيڪو اڃا تائين نه گهٽيو آهي، البت هاڻي ناگ ديوتائن جي پوڄا ڪا نه ٿي ٿئي.

نانگن جي پوڄا ڪوٽ ڏيڄي دؤر ۾ به ٿيندي هئي. اتان پڻ نانگ جي شڪل ٺهيل هڪڙو ٿانءُ لڌو آهي. 200 ق-م ڌاري هندو توڙي ٻوڌي ٻئي نانگ (ناگ ديوتا) ۽ نانگڻ (ناگن ديوي) کي مڃيندا هئا. ٻوڌين اهڙا بت ٺاهيا، جن جي منڍي ماڻهوءَ جي، چيلهه کان هيٺ ڌڙ نانگ جو ۽ ماڻهوءَ جي منهن مٿان پنجن يا ستن ڪاريهرن جي منڍين وارا تاج هوندا هئا. هندوستان ۾ انهن ڏينهن ۾ توڙي اڄ به نانگن جا جدا تيرٿ آهن، جتي پروهت گڏ ٿيندڙ نذرانن مان نانگ ۽ بلائون ڌاريندا آهن. عقيدتمندن کي گهر ڀاتين ۽ پوک ۾ برڪت سان گڏ نانگن ۽ بلائن کان پناهه جي پڪ ڏياري ويندي آهي ۽ ٻي اولاد عورتون نانگ بلائون اڪيريل پٿر زناني عضوي تي گسائينديون آهن. ڄڳن کان هليو ايندڙ انهي اثر ڪري ڀهراڙين جا اڄوڪا سنڌي ڪاريهر کي فقير سمجهندا آهن. ستين صديءَ ۾ سرجيل تانتري فرقي مطابق ڪنڊلٽي ديوي (پيٺڻ بلا)، به منهين بلائن سميت، سيني نانگن بلائن جي راڻي آهي. سندن ويساهه مطابق ڪنڊلٽي ماڻهوءَ کي سٽي پئي ويڙهجي ويندي آهي. ٻوڌي، هندو ۽ تانتري سڀ ناگ ديوتا ۽ ديوين ۾ ويساهيندا هئا. سنڌ مان يارهين کان تيرهين صدين جي ٻن مورتين جو هٿ اچڻ ٻڌائي ٿو ته هتي به نانگ جي پوڄا ٿيندي هئي. هي مورتيون هندوستان مان لڌل مورتين کان مختلف آهن ۽ ديسي اثر هيٺ يا هتي ئي سرجيل لڳن ٿيون. هندو ڌرم ۾ شِو کي به ڳچيءَ ۽ وارن ۾ نانگ ويڙهيل ڏيکاريل هوندا آهن.

# نانگن جي پوڄا

442


443


444


445


446


447


448


449


442. ويڙهيل نانگ: 125 x 85 س م. عالمپور آرڪيالاجيڪل ميوزيم، آنڌرا پرديش.
443. برهمڻ آباد-منصوره مان لڌل schist پٿر تي اڪيريل ناگراج ۽ ڪنول جو گل.
444. نانگن جي ديوي مَناسا: 46 x 18 س م پتل مان ٺهيل آهي. برٽش ميوزيم.
445. مائيسينا (ڪريٽ) جي نانگن جي ديوي: 1600ق-م جي آهي. ڪريٽ ۾ ڪوناسس جي محل مان هٿ آئي هئي. نانگن جي راڻي، شهزادي يا پوڄارڻ به ٿي سگهي ٿي. قدرتي شيشي مان ٺهيل آهي. او. 29.5 س م. هيراڪِليَن ميوزيم ڪريٽ. (آرٽ آف ڪلاسيڪل ورلڊ، مصنف ڊونلڊ اسٽرانگ، لنڊن 1965ع).
446. ڪاهو جي دڙي مان لڌل چوڪي سر تي ڊزائن: هن ۾ ڪوڙ سارن هيري نموني ٽِپن جي چوڏاري نانگ جو وَنگ ڏيڪاريل آهن.
447. تمام سهڻي سينگاريل ديوي: سندس وارن، ڳچيءَ ۽ ٻانهن وغيره ۾ نانگ ونگيل آهن.
448. تمام سهڻو سينگاريل ديوتا: سندس وارن، ڳچيءَ ۽ ٻانهن وغيره ۾ نانگ ونگيل آهن. ياڻئجي ٿو ته شِو آهي. (ايم ايچ پي).
449. هندوستاني جوڳي ڪاريهر نانگ کي چمي ڏئي رهيو آهي: 9 آگسٽ، 2002 جي اخبار ڊان، ڪراچي هن کي "موت کي چمڻ" ڪوٺيو. اونهاري جي چٽي گرمي ڪاريهر کي نِستو ڪري وجهندي آهي، سو وات پٽي نه سگهندو آهي. ڪائي پي به رات ٺرڻ مهل مس سگهندو آهي. تنهنڪري سانُس ڪيڏڻ ۾ ڏج جهڙي ڪا ڳالهه ناهي.

## عربن جي فتح ۽ هبارين جي راڄ ڪانپوءِ سنڌي هندن ۾ ڌرمي لچڪ پيدا ٿيڻ

ديوالا سَمرتي گرنٿ لکجڻ سان هر طبقي جي مذهب متائي ويل هندن جي هندو ڌرم ۾ موٽي اچڻ جي هڪڙي سوچ کان متاهين ۽ نرالي واٽ نڪري پئي. هي پُستَڪ 800 کان 1000ع جي وچ تي ديوالا نالي شخص لکيو، جيڪو سنڌو درياءَ (آرين جو پَوِتر درياءُ) جي ڪناري ويٺو هوندو هو ۽ چون ٿا ته برهمڻن، کترين، ويشن ۽ شودرن سوڌو ڪوڙ هندو ڏاها وٽس سيني طبقن جي هندن کي پَوِتر (پاڪ) بڻائڻ جي واٽ پڇڻ ويندا هئا. هن، مسلمان ٿي ويل هندن جي ٻيهر هندو ڌرم قبولڻ لاءِ ڪجھ اصول طئي ڪيا. هن گرنٿ تي اجا تائين عمل ٿيندو پيو اچي. منجهس ڏنل اصول هي هئا:

i. هندو چار سال مليڇ (مسلمان) سان رهڻ سان مليڇ مڃيو ويندو آهي، پر ديوالا اها رعايت وڌائي ويهه سال ڪري ڇڏي.
ii. ڌار ڌار وقتن تائين مليڇ رهندڙ هندن کي ڪجھ رسمن سان شَما (معافي) ملندي هئي، جهڙوڪ پندرهن ڏينهن يَوَاڪا پيئڻ سان.
iii. مليڇ مان ڍڪي ٿيندڙ عورت کي شُڌ (نج) مکڻ سان پنهنجو عضوو ڌوئڻو پوندو هو، پر پيٽ وارو ٻار ڪنهن ٻئي کي ڏئي ڇڏڻو هو، مارڻو نه هو.
iv. عورت کي ويهن سالن کان وڌيڪ مليڇ سان رهڻ ڪانپوءِ به هندو ٿيڻ جي اجازت هئي.
v. ويهه سال مسلمان رهندڙ مرد چنڊ جو ڪفارو ڀري ٻيهر هندو ٿي ٿي سگهيو، جنهن ۾ ڪيس چنڊ جي اونداهيءَ واري اڌ مهيني، يعني هڪڙي مهيني جي ٿيويهينءَ کان ٻئي مهيني جي ستين تاريخ تائين، هڪڙو گرهه گهٽ کائڻو پوندو هو ۽ چانڊوڪيءَ واري اڌ مهيني، يعني اٺينءَ کان ٻاويهين تاريخ تائين، هڪڙو گرهه وڌيڪ کائڻو پوندو هو.

سنڌي هندو هن گرنٿ تي هلندا هئا. اهي گوشت کائيندا هئا، سو مليڇ ٿي ويندا هئا، پر وري سولائيءَ سان پاڻ کي پَوِتر (پاڪ) ڪري وٺندا هئا. هن قسم جي لچڪ سان سنڌي هندن جي سوچ ۾ وڏو ڦيرو آيو ۽ ڏکڻ ايشيا جي ٻين علائقن جي ابتڙ اهي اڄا تائين مسلمانن سان سک شانتيءَ سان رهندا پيا اچن.

## سنڌ ۾ ٻڌ ڌرم جو انت ڪيئن ٿيو؟

سنڌ ۾ اشوڪ جي دؤر (272 ق-م) کان وٺي ٻڌ ڌرم وارا گهٽائيءَ ۾ هئا، چاڪاڻ ته هتي، واسوديو ۽ ساسانين (183-256ع) جي ٿوري دؤر کي ڇڏي، لاڳيتو سنڌن حڪومت هلندي ٿي آئي. چچ جو برهمڻ راڄ گهراڻو (641-711ع) توڙي سندس پونيَر، ٻوڌين کي خوش رکڻ لاءِ ڏکڻ سنڌ جا گورنر انهن مان مقرر ڪندا هئا، پر اتر سنڌ ۽ ملتان ۾ هندو گورنر رکندا هئا. ٻهراڙين ۾ ٻوڌي ٻين کان ڳٽپ ۾ وڌيڪ هوندا هئا ۽ سندن شاهوڪار واپاري طبقو شهرن ۾ رهندو هو. سڄي سنڌ ۾ ڪوڙ سارا ٻوڌي استوپا پکڙيل هئا، پر ديبل ۾ ڪو استوپا نه هو. هي شهر، ٻيو نه تڏهن به، ستين صديءَ جي منڍ کان وٺي شِوِ جي پوڄاري هندن جو ڳڙهه هو. هيُون سُوَانگ (629-641ع) هن کي مهيشور ديو (شِوِ جو لقب) ڪري لکيو آهي. جيئن ته پنيور ۾ ايراني يهودي جهجهي انگ ۾ رهندا هئا، گهڻن ئي يهودي واپارين ۽ رَبّين جي وٽن اچ وڃ هوندي هئي ۽ اتي سندن ديول (Synagogue) به هوندي هئي، سو متان انهي ڪري متس ديسي نالو ديبل پئجي ويو هجي.

711ع ۾ موڪا ۽ باسِل نالي به ٻوڌي پائر سنڌوءَ جي ٻنهي واهڙن جي وچ واري پرڳڻي يا ڊيلٽا تي راڄ ڪندا هئا. نيرون جو گورنر ٻوڌي هو ۽ نيرون کان سيوهڻ تائين ٻوڌين جي گهٽائي هئي. درياءَ جي کاٻي ڪپ سان نيرون کان الور تائين به سندن اڪثريت هئي. الور کان اتر ۾ ملتان تائين گهٽي پاڳي هندن جي آبادي هئي. سيوهڻ ۽ ڪوهستان جي ڪيرٿر ٽڪرين ۾ ڪيترا ئي غار ٻوڌين جا مارڳ هئا. سنڌي ٻوڌي سُمّيتيا فرقي جا پوئلڳ هئا. هتي هنايان (ننڍي گاڏي) فرقي جا پوئلڳ ڪو نه هئا. انهي جا پوئلڳ هندوستان ۾ گهڻا هئا. سنڌ واسين کي مهايان (وڏي گاڏي) فرقي جي نئين روپ ”تانتر“ جي ڄاڻ هئي، پر تمام گهٽ سُمّيتيائي انهي کي مڃيندا هئا.

هندن ۾ 90 سيڪڙو (273 مان 235 مندر) شِوِ جا پوڄاري هوندا هئا. هنگلاج وارو ڪالي ديويءَ جو مندر ڇهين صديءَ ۾ ٻيبي ناٽي يا مائي ناٽي يا پاروَتي ۽ ڪالي ماتا وغيره نالن سان ڪوٺبو هو. شِوِ جو هڪڙو مندر قلات ۾ ٻيو مستونج (مستونگ) ۾ هو. سنڌ ۾ سئورا يا سورج ونشي ۽ ملتان ۾ سوريه، سورج ديوتا کي پوڄيندا هئا، پر سچ اڪيريل پٿر برهمڻ آباد مان به لڌو هو. ملتان وارو سورج مندر سڄي هندوستان ۾ سيني کان متاهون ليکبو هو.

سنڌي هندن ۾ شِوِ کان پوءِ ٻئي نمبر تي مکيه فرقو ويشنو هوندو هو. پنيور مان انهي جي پکِل مورتي به لڌي آهي. پانئجي ٿو ته ڏهين صدي عيسويءَ ۾ راڌا جي ڪرشن کان ڌار ٿيڻ وارو ناٽڪ سنڌي لهجي (سينڌاوا ڀاسا) ۾ انهي فرقي جي پوئلڳن ئي لکيو هوندو. سنڌو درياءَ تي اڏيرو لال لفظ ٻارهين صديءَ جي ڪنهن حصي ۾ وجود ۾ آيو. اهو

**ڳائڻ وڄائڻ _ اسماعيلين، صوفين ۽ پڳتن جي مذهبي پرچار جو ذريعو**
**سِنڌي سنگيتڪار ۽ سِنڌن قديم ساز: سنڌ ٽُرو سينچريز سووينير 1975 تان ورتل۔**



452. شهنائي



451. نَغارو



450. بَئنسري



455. بينون يا پاوا يا الغوزو



454. دَف



453. مرلي



458. سرندو



457. بوڙينڊو



456. دنبورو



461. دهل



يڪتارو

460. ڪرتالون يا چَپڙيون



459. چنگ

پراڪرت لفظ "اُڏا يارا" (پاڻين جو خالق) مان نڪتل آهي. اتي هندن ۽ مسلمانن ٻنهي جا پير آهن. تنهنڪري اهو ٻنهي جو مقدس مارڳ ٿي ويو، پر ٻوڌين جو ڪو ڪردار نہ بچو. چاڪاڻ تہ اهي ٿورا ٿي ويا. ڪاٺين، ڪانياواڙ ۾ اچي پنهنجي راڄ گهراڻي جو بنياد وڌو ۽ اتي اٺين ۽ نائين صدين ۾ اهي سينڌاوا ڪوٺيا هئا. پر هن نئين ملڪ ۾ پهچڻ وقت سندن ڌرم ٻڌ ڌرم نہ هو. ان ڳالهہ مان اندازو ٿئي ٿو تہ ماڻهو ديس ڇڏڻ مهل ٻڌ ڌرم ڇڏيندا ٿي ويا.

عرب ماڻهن کي مذهب مٽائڻ لاءِ همٿائيندا نہ هئا. ڪانئن جيڪو "امَان" (جيئدان) گهرندو هو تنهن کي ڏيندا هئا ۽ 65 سيڪڙو ماڻهن کي امان ڏني هئائون. هاري، واپاري ۽ ڪاريگر ٽيڪس ڀريندا هئا، تنهنڪري انهن کي سولائيءَ سان امان ملي ويندي هئي. محمد بن قاسم ماڻهن تي سندن آمدنيءَ مطابق اٺيتاليهہ، چوويهہ ۽ ٻارهن درهم جِزيو لاڳو ڪيو هو. پوءِ وارن گورنرن اهو گهٽائي اڌ ڪري ڇڏيو، تہ جيئن ماڻهو آسانيءَ سان ڀري سگهن.

محمد بن قاسم ٻهراڙين جو انتظام ۽ ٽيڪس اوڳاڙي برهمڻن جي حوالي ڪري ڇڏيا، جيئن اڳي کان هلندو ٿي آيو. هندن توڙي ٻوڌين ٻنهي کي پنهنجي عبادتگاهن جي مرمت ڪرائڻ جي اجازت ڏنائين. هندن ۾ طبقا جيئن هئا تيئن رهڻ ڏنائين. جِزئي جي اوڳاڙيءَ مان ٽي سيڪڙو غير مسلم ڌرمي ادارن کي ڏيڻ جي اجازت ڏنائين ۽ پروهتن کي ماڻهن کان دان گهرڻ جي موڪل هئي. جيستائين ماڻهو سرڪار کي پابنديءَ سان ٽيڪس ڏيندا هئا پيا، تيستائين کين پنهنجي ڌرمي فرضن جي پيروي ڪرڻ جي کلي موڪل هوندي هئي. سنڌ ۾ فتح ۽ حڪومت بابت عربن جي پاليسيءَ ۾ زور سنڌين جي مذهب مٽائڻ نہ، پر فرمانبرداريءَ تي هوندو هو. عربن جي پاليسين سان هتان جي پابنديون مڙهيندڙ طبقاتي ريتن ۽ مٿين طبقن کي مليل خاص رعايتن پڻ نئين سر پير کوڙيا. هن پاليسيءَ ۾ ڦير ڦار رڳو، ماڻهن لاءِ ڪشش پيدا ڪرڻ خاطر، اسماعيلي دؤر ۾ ڏهين صديءَ جي پڇاڙيءَ کان وٺي ٿي، پر شروعات وري بہ رڳو تر جي سگهارن ماڻهن سان ٿي.

جيئن تہ ٻوڌين جو واپار ملڪان ملڪ هلندو هو، سو اهي سندن لاءِ پابندي مڙهيل واپاري مرڪزن ۾ گهڙڻ جي آسري عربن سان ملي ويا، پر هندو ڪونہ مليا. ديبل، نيرون، بيٽ، صحرا، سِوستان ۽ ٻڌيا جي معاملي ۾ بہ ٻوڌي دشمنن سان مليل هئا. ڏاهر جي مرڻ ڪانپوءِ ڪجهہ هندو بہ عربن سان ملي ويا، پر گهڻن هندن ڄمي مهاڏو اٽڪايو.

وچ ايشيا، ڏکڻ ايشيا ۽ چين جون ٻڌ خانقاهون ٻوڌي واپارين جي مدد ڪنديون هيون. خانقاهون وينديون بينڪن جو ڪم بہ ڪنديون هيون ۽ وٽن هُنڊيون هلنديون هيون. اڳ ۾ عرب واپارين کي سيني غير عربن جي ڀيٽ ۾ ترجيح هوندي هئي، پر اڳتي هلي عباسي دؤر ۾ ايراني واپاري عربن جي برابر ليکجڻ لڳا. انهي ئي دؤر ۾ ٻوڌي چڱو واپاري وجهہ تاڙي خوشيءَ سان مسلمان ٿي ويا. سنڌي هندن ڌرم ڇڏڻ وارن جو انگ گهٽائڻ لاءِ ٻيهر هندو ٿيڻ جو دڳ کوليو ۽ مسلمان ٿي ويلن کي موٽائڻ توڙي ٻوڌين کي هندو بڻائڻ لاءِ ڌرم ۾ ڪجهہ نرمي ڪيائون. شهرن واري شاهوڪار ٻوڌي واپاري برادري مسلمان ٿي تہ انهن جي ٻهراڙين وارن غريب مائٽن بہ سندن پَر ورتي. ائين ٻڌ ڌرم تيرهين صديءَ جي پڇاڙيءَ کان اڳي ئي پوين پساهن وڃي پهتو. جيتوڻيڪ سٽيرن جي اسٽوپا (ت. 396) مان محمد تغلق جا سڪا لڀڻ مان لڳي ٿو تہ اهو گهٽ ۾ گهٽ چوڏهين صديءَ جي وچ تائين آباد هو.



# سومرن جي دؤر ۾ چوڪين سرن ۾ گهن کي سينگارڻ لاءِ استعمال ٿيندڙ جاميٽريائي ڊزائنون


470


471


472


473


474


475


476


477


478


479


480


481


482


483


484


485


486


487


488


489


490


491


492


493


494


495


496


497

## چوڪين سرن تي ڊزائنن جي شروعات

هي سڀ جو سڀ ڊزائنون سچ جون آهن. اهي ان دؤر ۾ ٿورو اڳي جي گهن تي عام آهن، پر اسٽوپائن جي چوڪين سرن تي گهڻو ڪري ڇهين کان ستين صدين ۾ هلنديون هيون. سومرن جي راڄ دؤران چوڪين سرن تي گلن ۽ پنن جي ڪيترن ئي نمونن جو واڌارو ٿيو ۽ ڊزائنون ويتر منجهيل ٿينديون ويون. گلڪاري اصل ۾ سچ جي ڊزائنن تان ورتل آهي، جيئن تصويرن 470 کان 482 ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿو. مائيڪل پوسٽل ”اِيئر آرنامينٽس آف انشيَنٽ انڊيا“ بمبئي، 1989 ۾ اهي تفصيل سان ڏيکاريون آهن.

470. هن ۾ هڪ ٻئي جي مٿان پنج گول آهن. گولن جي جاءِ تي ڳاريون به ڪوري سگهجن ٿيون، جيئن 483، 484، 487، 488، 489، 491 ۽ 492 ۾ ڪيل آهي.
471. هن ۾ ٽي گول سنهين ليڪن سان ۽ ٻه ٿلهين ليڪن سان ٺهيل آهن. هنن ليڪن جي ٿولهه مطابق سوڙهيون ۽ ويڪريون ڳاريون ڪوري سگهجن ٿيون، جيئن تصوير 488 ۾ ڪيل آهي.
472. هن گل ۾ يارهن پَتڙيون آهن، پر انهن جو انگ ڇهن کان ٻارهن تائين هيٺ مٿي ٿي سگهي ٿو. چوڌاري ٻاهر نڪتل پٽي (ڪَني) ان لاءِ آهي ته جيئن گل واري ڊزائن ڇتري تي لهي نه وڃي.
473. هي ٽاڦڙيءَ نموني گل سنڌ ۾ چانديءَ جي گهن تي ويهين صديءَ تائين عام هو ۽ انهي جهڙي ڊزائن چوڪين سرن ۾ به ملي ٿي.
474. 479، 480، 481 ۽ 487. ٽاڦڙي ڊزائن ۾ اندرئين پاسي مٽيا لڳل آهن. هن ۾ مٽيا ٻاهرئين پاسي به هڻي سگهجن ٿا ۽ مٽين جون قطارون وڌائي به سگهجن ٿيون. 481 وارو گل ڪنول جهڙو آهي. سومرن جي چوڪين سرن تي اٺن پَتڙين وارو ڪنول عام آهي.
475. 476، 477 ۽ 490. هيءَ سچ جي ڊزائن آهي. منجهس ڳاريون آهن ۽ گهن ۾ ڏيکاريل آهي.
478. هيءَ جاميٽريائي ڊزائن عام ۽ چوڪين سرن تي ٿوري گهٽي ڦيرڦار سان عام آهي.
482. هيءَ اٺن پتڙين واري گل جو نمونو به 481 جو ئي هڪ روپ آهي.
483. ۽ 491. اصل ۾ ڪن جا ڳهه آهن، جيڪو چوڪين سرن ۾ ورجائبا رهيا.
484. 470 جهڙي ڊزائن.
485. ۽ 486. ساڳيون 472 ۽ 473 جهڙيون آهن. هيءَ سچ جي ڊزائن آهي. منجهس پندرهن ڪنڊن واري تاري يا پتڙين ۾ مٽيا لڳل آهن. اهڙي ڊزائن گهن ۾ پڻ آهي.
487. 479 جهڙي ساڳي آهي ۽ چوڪين سرن ۾ عام آهي.
488. 470 ۽ 471 جهڙي ساڳي آهي.
489. 492 ۽ 493. چوڪين سرن تي سچ جون ڊزائنون: 475، 476 ۽ 477 جهڙيون ساڳيون آهن.
494. 495، 496 ۽ 497. ڇهين ۽ ستين صدي عيسويءَ جون هي چوڪيون سرون ميرپوخاص اسٽوپا مان ڪزنس کي هٿ آيون.

هي ڊزائنيون گهن ۾ چوڪين سرن تي سومرن جي دؤر توڙي پوءِ به هلنديون پيون اچن.

باب ٽيويهون

# هنر، ڪاريگري، پراڻا آثار ۽ اڏاوتي مهارت

## سوٽي ڪپڙو

ووئنڻ جو ٻوٽو ڏکڻ آفريڪا ۾ سرجيو ۽ اتي سڄو سال سائو هوندو هو، پر جيئن ئي اهو اتر طرف ٿڌ وارن علائقن (subtropics - جتي مينهن مند تي وسندا آهن) ڏانهن رڙهيو ته اتي ڪيس پارو سڪائي يا سَڻي رکندو هو، تنهنڪري هر سال ٻيهر ڦٽڻ لڳو. مهرڳڙهه وارن وٽ هي 5،500 ق-م ۾ پهتو ۽ پوکجڻ لڳو. سنڌ ۽ گجرات ۾ سڄو سال هلندڙ ٻوٽا سترهين صديءَ ۾ به ٿيندا رهيا (سنڌ ۾ هينئر به ٿين ٿا پر ڪپهه جي اپت نه پر سونهن لاءِ سدا بهار ٻوٽي طور). ووئنڻ مان ٿيندڙ ڪپهه مان ڪتيل سُٽ مان ڪپڙو اڻبو هو ۽ اُٽت جي طريقن جي به خبر آهي، پر سومرن جي دؤر جي قِتل ماڳن (دڙن) جي کوٽائي نه ٿيڻ ڪري ڪي به نمونا هٿ نه آيا آهن. هوبهو اڄوڪي سنڌي اجرڪ (ت. 349) سان ملندڙ نِيرَ سان ڇُريل اجرڪ جهڙي هڪڙي اڳڙي گجرات مان لڌي آهي، سا ٿي سگهي ٿو ته اوڏانهن سنڌ مان وئي هجي. موهن جي دڙي جي پروهت راجا لاءِ پڻ راءِ آهي ته ان کي اجرڪ پاتل ٿو لڳي.

گجرات مان لڌل ٻي ريشمي اڳڙي، هوبهو سنڌي لنگيءَ (ت. 350) جهڙي ٿي لڳي ۽ اها به ٿي سگهي ٿو ته هتان وئي هجي. رڻ ڪڇ يا سنڌ نارِ سمنڊ جي ڇاڙهه (creek) هوندي هئي. سورهين صديءَ ۾ ڏَچ ان کي گَلف دُو اِنڊِي دُو سِنڊِي ڪوٺيندا هئا. اها 1224ع ڪانپوءِ سڪي وئي. انهن ڏينهن ۾ هن نارِ تي آباد واپاري بندرگاهه پاري نگر کي خوارزم شاهه باهه ڏني.هئي. ان وقت تائين سنڌ جا گجرات سان ويجهڙا لاڳاپا هئا. ڪڇ جو ٻيٽ سنڌ، ڪاٺياواڙ ۽ گجرات وچ ۾ پل جو ڪم ڪندو هو، سو گجرات مان سنڌ جو ڪپڙو لبڻ ڪا اچرج جهڙي ڳالهه ناهي. ريشم چين ۾ سرجيو. اتان يورپ تيستائين ريشم گهرائيندو رهيو، جيستائين نئين جُڳ جي شروع ڌاري ريشمي ڪيڙو چوري ٿي يورپ پهتو. سنڌ ۾ ريشم گهٽو اڳي، 200 ق-م کان 200ع تائين، چين کان شاهراهه ريشم يا گلگت جي پهاڙين ۽ اتان سنڌوءَ وسيلي پهچندو هو. ان مان ڪجهه سنڌ ۾ ئي کپي ويندو هو ۽ ڪجهه ڏيساور هليو ويندو هو. ريشمي ڌاڳا اڳ ۾ ڌار ڌار رنگن ۾ ڇُربا هئا ۽ پوءِ منجهانئن سهڻين سهڻين ڊزائنن واريون لنگيون اڻبيون هيون.

## ڇرَ جا وکر

سنڌ ۾ نير ۽ آريٺا ڪيترن هزارن سالن کان ٿيندا ٿا اچن. اهي هتي به استعمال ٿيندا آهن ۽ ڏيساور به ويندا آهن. پڪو رنگ چاڙهڻ لاءِ لئيءَ جو ساڪڙ به ڪم آڻيندا هئا. ان کان سواءِ ٻاجهريءَ جو اٽو ۽ لوهه جو ٻورو گڏائي، پاڻيءَ ۾ ڳاري ۽ ڇُر واري ڪپڙي کي انهي ۾ ٻوڙيندا هئا.

## وکر سوڍِڻ، ڌاتُن جي ڍَلائي ۽ سانچا (ڪالب)

ڌاتوءَ جي ڪم، خاص ڪري پتل جي سوڌڻ ۽ ڍلائيءَ ۾، ڪمال جي مهارت ڏسجي ٿي. سانچن ۾ ڍاليل مورتين مان سوڌَ جو زبردست ڏانءُ نظر اچي ٿو. اهڙي صفائي اڄڪلهه جي جديد اوزارن ۽ وڏو ڪري ڏيکاريندڙ شيشي سان مس اچي سگهندي.

پتل جون ٿي سرميداڻيون (ت. 351، 354 ۽ 356) ڍلائيءَ جي شاندار هنر جو نمونو آهن. موهن جي دڙي مان لڌل پتل جي سرميداڻي (ت. 357) سومرن جي دؤر جي ڦتل ماڳن (دڙن) مان لڌل سرميداڻين سان گهڻو ملي ٿي. موهن جي دڙي مان ساڳئي نموني جون ڪجهه ٽڪر جون سرميداڻيون به لڌيون آهن.

## ڪنيارڪا ٿانوَ

مهرڳڙهه ۾ ڪنياڪا ٿانوَ، ميسوپوٽيميا (اڄوڪو عراق)، مصر ۽ چين ۾ ساڍا اٺ هزار سال اڳ جي پيٽ ۾، هزار کن سالن جي وٿيءَ سان، اٽڪل ستن کان ساڍا ست هزار ورهيه اڳ ٺهڻ لڳا هئا. موهن جي دڙي واري دؤر تائين سنڌ ۾ ڪنياڪا ٿانوَ اوج تي پهچي چڪا هئا. سومرن جي جُڳ جا ٿانوَ گهڻين وصفن ۾ موهن جي دڙي جي ٿانون جهڙا ئي آهن. ڪا ٿوري بهتري مس ٿي لڳي. سومرا دؤر جي ٿانون بابت ڪيترين ئي تصويري سمجهاڻين ۾ بحث ڪيو ويو آهي.

## عاج

بيلاسس 1854ع ۾ برهمڻ آباد مان عاج جي فرنيچر جا پاوا ۽ ٻانهيون (ت. 138) لڌا. هي هوبهو، ويهين صديءَ ۾ وچولي طبقي جي هر

## سومرا دؤر جون شاهڪار سهڻيون ٺهيل چوڪيون ۽ پيون سرون

چوڪيون توڙي پيون سرون ڪالب سان ٺپڻ ۽ مٽن ڪوري چٽسالي ڪرڻ جو رواج سنڌ ۾ تمام آڳاٽو آهي. ڪنهن تکي اوزار سان ڪوريل چوڪيون سرون موهن جي دڙي مان لڌيون آهن ۽ اهڙي قسم جون سرون ڪاهو جي دڙي ۽ سڌيرن جي دڙي وارن ٻڌ اسٽوپائن مان پڻ نڪتيون آهن.سرون اجا آڊوڪِيون (ٽوريون آليون) هونديون هيون ته مٽن چِٽ ڪوربا هئا. هي ڪم ڏاڍو نازڪ ۽ ڪاريگريءَ وارو هوندو هو. منجهس دير پڻ گهڻي لڳندي هئي. دهلي سلطنت ۽ مغل طرز تعمير، جيڪي پاڻ بہ ايران ۽ وچ ايشيا جو نقل هئا، تن جو اثر وڌڻ سبب هي ڪم هاٿي ڪونہ ٿو ٿئي. ڪالب سان وڏل چوڪين سرن تي پاڙيسري ملڪن ۾ هلندڙ ڪن ۽ نڪ جي ڳهن جون ڊزائنون نقل ٿينديون هيون. منجهن هڪجهڙائپ اجاگر ڪرڻ لاءِ اسان ڪجھ جون تصويرون ڏنيون آهن. ڪالب سان وڏل چوڪين سرن تي گلڪاري ڇهين صدي عيسوي کان هلندي ٿي آئي ۽ هي هنر سورهين صديءَ تائين هليو. 498 کان 513 چوڪيون سرون انهي دؤر جون آهن.



498



499



500



501



502

498. گهٽو ڪري مسجدن ۽ قبرن جهڙن مذهبي اڏاوتن ۾ هلندڙ ڪالب سان وڏل چوڪي سر: مٿس تمام سهڻي گلڪاري ٿيل آهي. ساڻس گڏ ڏنل تصويرن مان ان جو اندازو ڪري سگهجي ٿو. ان ۾ پترين وارو گل ڏکڻ ايشيائي ڪنول (Lily) آهي. چوڏاري ڪَنيءَ تي هڪڙا گولڙا اندر تہ ٻيا ٻاهر آهن ۽ انهن جي وچ تي ڊزائنون آهن. شاندار ڪاريگريءَ جو ڪم آهي. ٿي سگهي ٿو تہ ڪاٺ جي ڪالب ۾ تري واري پاسي کان ڏاتوءَ مان ٺهيل ڊزائن هڻندا هجن يا پٿر تي ڊزائن اڪيري انهي جي مٿان ڪالب سان سر وجهندا هجن. ويڪر 18.03 س م. اوچائي 25.4 س م. ڊيگھ ڪلهن تائين 20.3 س م ۽ ٿولھ 8.2 س م. (س ع).

499. سومرن جي جڳ جي سربستي ڪري ٺاهيل چوڪي سر: هيءَ 498 واري سر جي ليکڪ پاران ٺاهيل ڊرائنگ آهي. سر ۾ مهارت جو شاندار معيار نظر اچي ٿو. (ايم ايچ پي).

500. ڪالب سان وڏل يا ڪوريل چوڪي سر: هن جي هڪڙي ڇيڙي تي ڪالب سان گل ٺهيل ۽ ٻئي ڇيڙي تي تکي اوزار سان ڊزائنون ڪوريل آهن. ڪنارين کي چاقوءَ سان ڪوري ٽڪنڊا ڪنگرا ٺاهيل آهن. سر تي نظر ايندڙ گل ڏار ڪري پڻ ڏيکاريا ويا آهن. (ل م).

501. گهرن ۾ اولي جي پٽ يا قبرن ۽ مسجدن ۾ خاص طور سونهن لاءِ استعمال ٿيندڙ ڪالب سان وڏل سر. (ل م).

502. ليکڪ پاران سربستي ڪري ٺاهيل سومرن جي جڳ جي چوڪي سر: هن چورس سر تي ڪالب سان پنن ۽ گلن وارين ڇٽن ڊزائنن جون پندرهن هڪجهڙيون قطارون ٺهيل آهن. قطارن کي هڪ ٻئي کان ڌار ڪرڻ لاءِ چار چوڪنڊا تکي اوزار سان هٿ سان ٺاهيل آهن. وچ تي ٽن ڏار ڏار ماپن جي سورهن پنن تي ترتيب سان گولائيءَ ۾ گل رکيل آهن. زبردست ڏانءَ ۽ ڪاريگريءَ سان ڪم ٿيل آهي. اصل سر سنڌ عجائب گهر ۾ رکيل آهي. (ايم ايچ پي).

سنڌيءَ جي گهر ۾ عام، ڪاٺ جي هندوري جهڙو فرنيچر لڳي ٿو. منجهس جنڊيءَ جو شاندار هنر نظر اچي ٿو. هي 1026ع يا اڳ جو آهي، جنهن سال محمود غزنويءَ منصوره-برهمڻ آباد کي باهه ڏني. هي هنر اجا هلندو پيو اچي، پر عاج جي مهانگو هجڻ ڪري انهي جي جاءِ تي ڪاٺ ڪم اچي ٿو.

عجائب گهرن ۾ سومرا جڳ جا عاج جا ڪجهه پڳل ڳهه پڻ رکيل آهن.

## ڪاشيءَ جا ٿانوَ (ت. 180_204)

اڇي تَر تي نيري ڪاشيءَ وارا ٿانوَ چين ۾ ايجاد ٿيا ۽ سنڌ ۾ سومرن جي دؤر ۾ پهتا. ماڻهن کي سومرن جي دؤ ر جي ڦٽل ماڳن (دڙن) جي مٿاڇرن تان اهڙا ڪوڙ نمونا لڌا آهن، جيڪي انهن عجائب گهرن ۾ اچي وڪيا آهن. انهن ٿانون تي چين ۽ ايران واري نفاست بجاءِ ساديون جاميٽريائي ڊزائنون نهيل آهن، جيڪو ديسي هنر آهي.

ڪاشيءَ جا ٿانو موهن جي دڙي (350،2 ق- م) مهل به هئا. ڪاشي لفظ جو ڪاشي (بنارس) ۽ سِنڪيانگ (چين) جي ڪاشغر شهرن سان ڪو واسطو ڪونهي. هي لفظ تڏهن به هو جڏهن ڪاشي ۽ ڪاشغر شهر ڪونه هئا. هي لفظ ”ڪچ“ مان نڪتو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي شيشو ۽ شيشي جهڙو لسڙو مٿاڇرو ناهڻ واري کي ڪاشيگر چئبو آهي.

ڪاشيءَ جا سهڻا ساساني ٿانوَ پنيور مان کوٽي ڪڍيا ويا آهن. انهن جهڙا بنا ڪاشيءَ وارا ٿانوَ سومرن جي دؤر جي ڦٽل ماڳن (دڙن) تان لڌا آهن. ٻنهي قسمن جي ٿانون ۾ ڳچيءَ وٽ ننڍڙا چار ڪڙا آهن، جيڪي ڏاڍا سهڻا ٿا لڳن ۽ ٿي سگهي ٿو ته چار رسيون ٻڌي مٿي ٽنگڻ لاءِ هجن. هنن ۾ ترن، سَرنهَن ۽ هيرڻ يا ٻين ٻجن جا تيل يا ٻيا ڪي پاڻياٺ رکندا هوندا.

سومرن جي دؤر ۾ ڪاشيءَ جا رڳو ننڍڙا گهريلو ٿانوَ هوندا هئا، جو ته اڄ تائين هن دؤر جو ڪووڏو ٿانءُ نه لڌو آهي، پر تيرهين ۽ چوڏهين صدين ۾ اڇي تر تي نيري ڪاشي ڪوڙ لڌي آهي. اها ڳالهه بهرحال انوکي آهي. سنڌ عجائب گهر ۾ رکيل هن دؤر جي هڪڙي ڪاشيءَ جي چوڪي سِرَ سنڌ ۾ ڪاشيءَ جي چوڪين سرن جي شروعات جو پتو ڏئي ٿي.

## ڍَڪڻِين جا قسم (ت. 54_57)

سنڌ ۾ موهن جي دڙي جي جڳ کان وٺي ٿانون جون چئن قسمن جون ڍڪڻيون عام لڌيون آهن:

- وچُ ڦٽل ڍڪڻي.
- تري ۾ چوڙيءَ واري ڍڪڻي.
- سڌي تري واري ڍڪڻي.
- ٿانوَ جي منهن منجهه ڦٻي ويهڻ واري ڍڪڻي.

اهڙيون ۽ انهن سان ملندڙ جلندڙ قسمن جون ڍڪڻيون سومرن جي ماڳن تان پڻ لڌيون آهن.

هٿ وجهڻ لاءِ ٻونبڙي گهڻو ڪري چئني قسم جي ڍڪڻين ۾ هوندي آهي، پر ڪڏهن نه به هوندي آهي. هي سڀئي اجا تائين سنڌ ۾ هلن ٿيون. اهي ساديون، ڪاشيءَ جون يا لسڙي پٿر مان به ٺاهي سگهجن ٿيون.

## سومرا دؤر ۾ ٿانون ۽ چوڪين سِرن ۾ ڪاشي

ڪاشيءَ کي هلڪي باهه تي پڳهارڻ لاءِ ڪو ڳار استعمال ڪيو ويندو آهي. ان ڳار ۾ گهڻو ڪري شيهو استعمال ٿيندو آهي. اڇو شيهو ۽ ڳاڙهي چيڪي مٽي هڪجيترا گڏائي ڳار تيار ڪبو آهي. جيڪڏهن شيهو 66 سيڪڙو کان گهٽ هوندو ته مٿاڇرو ڊنڊلو ۽ کهرو ٿي پوندو، پر انهي کان وڌيڪ هوندو ته مٿاڇرو چمڪٽو ٿي پوندو. چيڪي مٽيءَ جي ڳار ۾ مليل ڪاري يا جرڪٽي واريءَ ۾ خطرو هوندو آهي ته ڪٿي اها پگهرجي شيشو ٿي وٺڙي نه وڃي، تنهنڪري ڳار ۾ اليومينيا به گڏائبي آهي. شيهي جي ڳار ۽ شيهي واري ڪاشيءَ کي 906-990 °س تاءَ جي گهرج هوندي آهي. شيهي جي ڳار مان فائدو اهو هوندو آهي ته هي پاڻيءَ ۾ ڳرندو ناهي، جڏهن ته سوڊا ۽ پوٽاش سان گڏ استعمال ٿيندڙ ٻيا ڳار جهڙوڪ ڪيلشيم، جست ۽ ميگنيشيم جيتوڻيڪ هلڪي تاءَ وارا ڳار ليکبا آهن، پر اهي پاڻيءَ ۾ ڳري ويندا آهن، تنهنڪري استعمال ۾ ڏکيا هوندا آهن. ڳار ۾ سهاڳو، سالٽ سوڊا، سوڊا ايش، سوڊيم باءِ ڪاربونيٽ، پرل ايش ۽ پوٽيشيم باءِ ڪروميٽ به گڏائي سگهجن ٿا، پر انهن سان ڪا پڪ نه هوندي آهي ته ڇا ٿئي. لوڻياني ڪاشيءَ جا رنگ چٽا هوندا آهن. لوڻياني ڪاشيءَ ۾ ڪاپر آڪسائيڊ گڏائڻ سان فيروزي رنگ ۽ شيهي واري ڪاشيءَ ۾ ٽامون گڏائڻ سان چهچ سائو رنگ ڪندي آهي.

## عام ڪاشي وڪر

* ڪاشيءَ ۾ ٽامون بليڪ ڪاپر آڪسائيڊ يا ڪاپر ڪاربونيٽ جي شڪل ۾ ڪم آڻبو آهي. هڪ کان ڇهه سيڪڙو تائين ٽامون گڏائڻ سان ڌار ڌار رنگ ٺهندا آهن.
* اڌ کان اڍائي سيڪڙو تائين ٿورڙي مقدار ۾ ڪوبالٽ به ڪتب آڻبو آهي. ان سان ڪاشيءَ ۾ نيراڻ پيدا ٿيندي آهي.
* لوهه فيرس آڪسائيڊ (FeO) ۽ فيرڪ آڪسائيڊ ($F_2O_3$) جي شڪل ۾ ڪم آڻبو آهي. پهرئين سان ڪارو ۽ ٻئي سان ڳاڙهو رنگ ٺهندو آهي. پهريون ٻين ڳارن ۾ پنج کان ڏهه سيڪڙو گڏائڻ سان بادامي ۽

## سومرا دؤر جون شاهڪار سهڻيون ٺهيل چوڪيون ۽ ٻيون سرون



503



504



505



506

503. ڪالب سان وڏل هن چوڪي سر تي بلڪل تڪيل توريل گلڪاري ٿيل آهي. گهڻو ڪري اڪيريل پٿر مٿان ٻيل هوندي. ڪنهن ماهر ڪاريگر اهڙا بهترين جاميٽريائي اوزار ڪم آڻي ڏاڍي تڪي توري گلڪاري ڪئي آهي، جهڙا ارڙهين ڪان ويهين صدين جا جديد انجنيئر ڪم آڻيندا هئا. ڊيگهه 23.5 س م. ويڪر 15.25 س م. ٿولهه 4.25 س م. (س ع).

504. ٽڪنڊا، چوڪڙيون ۽ مڏيٽڙا ڪوريل چوڪي سر: تکي اوزار سان ڪوريل چورسا ۽ مستطيل هڪجيترا ڪونهن ۽ سر جو ترو کهرو آهي. ٿولهه 3-4 س م. وڌ ۾ وڌ ڊيگهه 18.4 س م. وڌ ۾ وڌ ويڪر 9.1 س م. (س ع).

505. ڪالب سان وڏل چوڪي سر: هن سر تي اٺن پنڙين وارا گل ٺهيل آهن. گلن کي ڪندن تي پنجن قطارن وارا مستطيل نااهي رکيو ويو آهي ۽ هر قطار ۾ 1، 3، 4، 3 ۽ 1 گل رکيل آهن، پر سيئي مستطيل هڪ ٻئي کان هڪجيتري وٿيءَ تي ناهن. گلن ۾ ڏاڍي سهڻي طريقي سان اٺ اٺ پنڙيون هڪجهڙيون ۽ هڪ ڪريون ناهيل آهن. ڊيگهه 25.4 س م. ويڪر 18.4 س م. ٿولهه 4.25 س م. (س ع).

506. اڏاوتن جي اندرين توڙي ٻاهرين سونهن لاءِ ڪم ايندڙ چٽسالي ٿيل ڪالب سان وڏل چوڪي سر: مٿس ٻه نمونا آهن: هڪڙو مٿي اڀيل يا ٻاهر نڪتل ۽ ٻيو اجا ٻه مٿي اڀيل، پر مٿس ٺهيل گل جون ڇهه پنڙيون هيٺ پيهل آهن. (س ع).

ڦِڪو ۽ گهٽي شيهي واري ڪاشيءَ ۾ اڌ سيڪڙو ملائڻ سان گهاٽو ڳاڙهو رنگ ناهيندو آهي.

* پنج ڪان ڏهه سيڪڙو مينگنيز، مينگنيز ڊاءِ آڪسائيڊ ($MnO_2$) ۽ مينگنيز ڪاربونيٽ ($MnCO_3$) جي شڪل ۾ ملائڻ سان عنابي ناسي ڪاشي ٺهندي آهي. لوٽياني ڪاشيءَ ۾ مينگنيز ملائڻ سان واڱڻائي يا ڇانهيون رنگ ٺهندو آهي.
* ٽي ڪان ڇهه سيڪڙو اينٽيمني آڪسائيڊ گڏائڻ سان ڦِڪو رنگ ٺهندو آهي.
* ڪاشيءَ ۾ ڏهه سيڪڙو ٽن آڪسائيڊ گڏائڻ سان ڏنڌلو اڇو تر ٺهندو آهي.

مٿئين تفصيل مان سومرن جي دؤر ۾ ٿانوَن ۽ چوڪين سرن تي ڏار ڏار رنگن واري ڪاشي ڪرڻ لاءِ استعمال ٿيندڙ ٽيڪنالاجيءَ جو اندازو ڪري سگهجي ٿو.

## ڪاشيءَ جا وڪر گڏائڻ جا طريقا

ڪاشي وڪر Agate پٿر مان ٺهيل روهيءَ ۾ روهڙي (ت. 652) سان ڪپڙي ڇاڻ پينهبا هئا. اڳي بجليءَ تي هلندڙ چڪيون ڪونه هونديون هيون تنهنڪري رڳو هي روهيون ۽ روهڙا ئي ڪم آڻبا هئا. ڪاشي رڳو گڏائي ڇڏي ڏيڻ سان رنگ نه ڪندي آهي، ڪيس ڪجهه ڏينهن تائين لاڳيتو گڏائڻو پوندو آهي. ڪاشي وڪر پاڻي ۾ گڏائي روهيءَ ۾ وجهي روهڙي سان لاڳيتو گڏائبا رهبا آهن. چنبڙ پيدا ڪرڻ لاءِ منجهن ڪنئور به وجهبو آهي. سنڌ ۾ ٻير، نم ۽ ٻين وڻن جا قدرتي ڪنئور عام ٿيندا آهن. اهي تاءُ اچڻ تي ٽٽي ڪاربن ڊاءِ آڪسائيڊ، ٻاڦ ۽ نائٽريٽ گئسون ٿي ويندا آهن، پر انهي سان ڪاشيءَ تي اثر نه پوندو آهي. ڪنئور گڏائڻ هڪڙو ڏکو آهي ۽ گهڻو ڪري هڪڙي لٽر ۾ هڪ چمچو يا پراڻي وقت ۾ هڪ سِپيءَ جيترو گڏائيندا هئا.

ڪاشيءَ جو پهريون هٿ شين ڪي ڪاشيءَ ۾ ٻوڙي يا ڪاشي مٿن هاري ڏبو آهي. پڪل شين ڪي ڪجهه منٽن تائين پاڻيءَ ۾ ٻوڙي آلو ڪبو آهي، جيئن اهي ڪاشيءَ جو پاڻيٺ چوهي نه وٺن. پاڻيءَ مان ڪڍڻ ڪان پوءِ انهن تي ڪاشي مٿان هاربي يا برش سان لائبي آهي، پر برش سان هٿ هڪجهڙو نه ٻيهندو آهي جيئن ٻوڙڻ سان ٻيهندو آهي. ٻوڙڻ سان وري ڪاشي اندران ٻاهران سڄي تي جتي ضرورت نه هجي اتي به چڙهي ويندي آهي ۽ ڪپندي به گهڻي آهي. سنڌي ڪاريگر سڄي شيءِ تي هڪجهڙي ڪاشي هاري پهريان انهي کي سڪائيندا آهن. اهو ٺهي ويو تر، پوءِ انهي جي مٿان برش سان ٻيا رنگ ڏيندا آهن. برش سان ڪاشي ڪرڻ وڏي نفاست جو ڪم آهي. انهي لاءِ وڏو ڏانءُ گهرجي.

منجهس گهڻا مسئلا پيدا ٿي سگهن ٿا. هڪجهڙو هٿ رکڻ ڏاڍو ڏکيو هوندو آهي. ڪٿي ڪاشي ڍِڳ به ٿي ويندي آهي. ڪاشي جيستائين آلي هوندي آهي تيستائين ته وٽيڙي سگهجيس ٿو، پر جيئن ئي ٿورو پاڻ ورتائين، برش گهمائڻ سان ڪري به سگهي ٿي. هلڪو تاءُ اچي ويو ته اهي ڍِڳ پگهرجي وٽڙي ويندا آهن.

ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي ته سومرن جي دؤر ۾ ڪاشيءَ ۾ هيٺ ڏنل آڪسائيڊ مرڪبن مان گهڻا استعمال ٿيندا هئا، پر صحيح تصوير تڏهن ابرندي جڏهن کوٽائي ٿئي ۽ گهڻيون شيون لبن.

## سومرن جي دؤر ۾ هلندڙ ڪاشيءَ جا ڪچا وڪر

| نمبر | رنگ | پيٽل ڪچو وڪر يا مرڪب |
|---|---|---|
| .1 | نِيرو | ڪاپر + ڪوبالٽ آڪسائيڊ يا ڪاپر. |
| .2 | گهاٽو نِيرو | ڪوبالٽ آڪسائيڊ. |
| .3 | سائو | ڪاپر آڪسائيڊ، هلڪي باهه تي ڪروم ۽ فيرس آڪسائيڊ. |
| .4 | گهاٽو ناسي | آئرن آڪسائيڊ. |
| .5 | ڳاڙهو | آئرن آڪسائيڊ، ڪيڊميم ۽ سيلينيم. ڪاپر 950 °س ڪان گهٽ تاءَ تي. |
| .6 | گلابي | ڪروم + ٽن آڪسائيڊ. |
| .7 | ڦِڪو | اينٽيمني آڪسائيڊ. |
| .8 | خاڪي واڱڻائي | مينگنيز ڪابونيٽ. |
| .9 | ڪارو | مينگنيز ڪاربونيٽ + ڪاپر آڪسائيڊ + ڪوبالٽ آڪسائيڊ 20:5:8 نسبت ۾ يا ڪوبالٽ، آئرن، مينگنيز ۽ ڪاپر مان ڪي به ٽي اڌ ڪان ڏهه سيڪڙو. |
| .10 | هلڪو ناسي | ڪوبالٽ |
| .11 | خاڪي سائو | ڪروميم آڪسائيڊ. |
| .12 | ناسي | آئرن، مينگنيز + ليڊ آڪسائيڊ ۽ ڪروم + زنڪ آڪسائيڊ. |
| .13 | خاڪي | نِڪل. |
| .14 | گهرو ڦِڪو | ريڊ ليڊ + اينٽيمني آڪسائيڊ + ٽن آڪسائيڊ 15:10:4 نسبت ۾ . |
| .15 | اڇو | ٽن آڪسائيڊ ڏهه سيڪڙو يا زرڪونيم يا زرڪوپيڪس ويهه سيڪڙو. |

آڪسائيڊ مرڪب گهڻو ڪري هڪ ڪان پنج سيڪڙو گهٽ رکبا آهن. بنيادي عنصر عام طور اڇو يا ڳاڙهو شيهو هوندو آهي. ٻيو آهي Agate (روهيءَ وارو پٿر)، هي به سنڌ ۾ عام ٿيندو آهي. ٽامي، قلعي ۽ جست جا مرڪب به گهٽ وڌ ڪري ڪم آڻي سگهبا آهن.

## ٻٺيون يا آويون

چيڪي مٽي هڪ قسم جو پرندڙ پٿر هوندي آهي، چڱي طرح ڪٽجيس ۽ پينهجيس ته ريڙيءَ جهڙي ٿي پوندي آهي، سڪائڻ سان پنل چمڙي جهڙي سخت ۽ باهه ۾ پچائڻ سان پٿر وانگر ٺوس ٿي ويندي آهي. زمين جو هي حصو واري، لٽ ۽ چيڪي مٽي ملي ٺهندو آهي. آبپاشيءَ وارن علائقن يا ساليانِي ٻوڏ ڪان پاسيرن علائقن ۾ هزارن سالن ڪان چيڪي مٽيءَ جا ذرڙا پاڻيءَ سان گڏ زمين ۾ هيٺ لهندا ويندا آهن، پر

# سومرا دؤر جون شاهڪار چوڪيون ۽ پيون سرون



507



508



509



510



511



512



513

507. سهڻي ڪوريل چوڪي سر: هن جي ڪنارين تي گل نموني گول ڊزائن ٺپيل آهي ۽ چاقوءَ، چهنبدار شيءِ يا ڪنهن تکي اوزار سان ٽڪنڊن سوراخن جون ٻه قطارون ڪوري ڪناري ٺاهيل اٿس، جيئن ڪنهن cuneiform لپيءَ ۾ هوندي آهي. (ل م).

508. ڪالب سان وڌل چوڪي سر: هن تي تصوير 474 ۽ 479 جهڙي ڪن جي ڳهه جي ڊزائن آهي. مٿس ٺهيل نمونا هندوستان جي پيلو (Pelo) دؤر جي ڳهن وارين ڊزائنن جهڙا آهن. (ل م).

509. ڪالب سان وڌل سهڻي ڊزائن واري چوڪي سر: هن تي ٺهيل ڪپ ساڳي ماپ جا ناهن. مٿس ٻن قسمن جون ڊزائنون آهن. ٻاهرينءَ ۾ ٽي گولڙا آهن ۽ هر گولڙي ۾ 1، 6 ۽ 12 گول ڳوڙها يا مٽيا آهن. ٻيءَ ۾ ٻه ٽي گولڙا آهن؛ وچ تي گول گل، تنهن جي ٻاهران هيٺ پيٺل گولڙو ۽ چؤڌاري ڳوڙها يا مٽيا ڦريل آهن. سر جي ڪنارين ڪي تکي اوزار سان ڪوري ٽڪنڊا يا گڏيون ٺاهيل آهن. (ل م).

510. ڪالب سان وڌل چوڪي سر. (ل م).

511. ڪالب سان وڌل تمام سهڻي چوڪي سر: هن تي ٺهيل ڊزائن ۾ ٽي وڏا گولڙا سمجهه ۾ اچن ٿا؛ اندريون ۽ ٻاهريون هيٺ پيٺل ۽ وچيون مٿي اڀريل آهي. ٻاهرئين گولڙي ۾ ٺهيل ڊزائن ان دؤر جي ڪن ۽ نڪ جي ڳهن ۾ عام هلندڙ مٽين يا پيرن جهڙي آهي. گولڙن ڪي مٿي اڀريل مستطيل بارڊرون ڏنل آهن ۽ بارڊرن جي وچ واري وٿيءَ ۾ ٻه هيٺ پيٺل گولڙا آهن، جن جي وچ تي اک وانگر لڳندڙ ننڍڙو سوراخ آهي. مٿي اڀريل بارڊر ڪي ڪوري مڏيئڙن جي قطار ٺاهي وئي آهي. وڏ ۾ وڏ ڊيگهه 9.3 س م. ويڪر 6.9 س م. ٿولهه 2.8 س م. ڊزائن جي اونهائي 1.2 س م. (س ع).

512. مڏيئڙا ۽ چوڪڙيون ڪوريل چوڪي سر. (ل م).

513. ڪالب سان وڌل هن سهڻي چوڪي سر تي سج نموني ٽاڪڙيءَ مٿان مٽين جا ٻه گولڙا آهن. انهن مان اندرئين گولڙي ۾ 6 مٽيا ۽ ٻاهرئين گولڙي ۾ 18 مٽيا آهن. مٽيا مٿي اڀريل آهن ۽ چؤڌاري مٿي اڀريل پٽي اٿن. ٽاڪڙيون ٽڙ ۽ پنن سان ڳنڍيل آهن. پنن ۾ پڻ مٽين جون چار قطارون آهن. هيءَ ڊزائن اڄڪلهه سنڌي اجرڪ تي هلي ٿي. (س ع).

پاڙي کين پنجهتر کان هڪ سو ٽيهه سينٽي ميٽر اونهائيءَ کان هيٺ ڏکي نہ سگهندو آهي ۽ انهي اونهائيءَ تي اٽڪل ٽيهن کان پنجيتاليهہ سينٽي ميٽر ٿلهو سخت تهہ ٺهي پوندو آهي. سنڌ اندر سنڌوءَ جي Holocene (گذريل ٻارهن هزار سالن وارو دؤر) دؤران ٺاهيل ميدانن ۾ انهي اونهائيءَ کان مٽي گڏ ٿيل چيڪي مٽي سولائيءَ سان کوٽي منجهانئس عام ۽ چوکيون سِرون، ٿانوَ، گلڪاريءَ واريون شيون ۽ رانديڪا ٺاهي ۽ پچائي سگهجن ٿا. هيءَ سو سيڪڙو نج چيڪي مٽي نہ هوندي آهي. منجهس واري، لٽَ جا ذرڙا ۽ لوڻيات اڳي ئي مليل هوندا آهن. هي ملاوتون سندس سگهہ، معيار ۽ رنگ تي اثرانداز ٿينديون آهن. حقيقت ۾ اها اليومينو سليڪيٽ هوندي آهي.

## ڪاشيءَ ۾ ڪم ايندڙ هلڪي تاءَ وارا وکر

| اسم | گهٽ ۾ گهٽ تاءُ °س | وڌ ۾ وڌ تاءُ °س | تاءَ تي ڦهلجڻ |
|---|---|---|---|
| ليڊ اڪسائيڊ | 800 | 1180 | گهٽ |
| پوٽاشيم آڪسائيڊ | 900 | 1400 | گهڻو |
| سوڊيم آڪسائيڊ | 850 | 1400 | گهڻو |
| بورڪ ايسڊ | 800 | 1400 | تمام گهٽ |
| زنڪ آڪسائيڊ | 1050 | 1400 | گهٽ |
| ڪيلشيم آڪسائيڊ | 1100 | 1400 | وچٿرو |
| بيريم آڪسائيڊ | 1150 | 1400 | وچٿرو |
| ميگنيشيم آڪسائيڊ | 1150 | 1400 | وچٿرو |

## ڪاشيءَ ۾ ڪم ايندڙ مکيہ وکر

| ڪاشيءَ جو قسم | ڪچو وکر | مقدار | راءِ |
|---|---|---|---|
| ٺڪر جي ٿانون لاءِ (1060°س) | ليڊ باءِ سليڪيٽ چيني مٽي | 80%<br>00% | اڇي رنگ لاءِ 8% ٽن آڪسائيڊ ۽ ڪاري لاءِ 4% مينگنيز آڪسائيڊ، 2% ڪوبالٽ ۽ 2 % آئرن آڪسائيڊ گڏائيا آهن. |
| پٿر جي ٿانون لاءِ (1280°س) | فيلسپر<br>ڊولومائيٽ<br>وائيٽنگ<br>چيني مٽي | 00%<br>2.5%<br>0.5%<br>4% | ضرورت پوڻ تي 5% ٽن آڪسائيڊ گڏائبي آهي. |
| جرڪٽي ڪاشي | فيلسپر<br>وائٽنگ<br>ڪائولن (چيني مٽي)<br>فلنٽ | 70%<br>12.5%<br>13%<br>4.5% | |
| ڪاري ڪاشي | آئرن آڪسائيڊ | 10% | |
| ڪيلشيم ليپ | فيلسپر<br>وائيٽنگ<br>ڊولومائيٽ<br>زنڪ<br>فلنٽ | 20%<br>22%<br>15%<br>3%<br>40% | |
| فيلسپيٽڪ ڪاشي | بيريم ڪاربونيٽ<br>ڪوليمنائيٽ<br>ڊولومائيٽ<br>زنڪ آڪسائيڊ<br>ميگنيشيم ڪاربونيٽ<br>ٽالڪ | 10-5%<br>10-5%<br>10-5%<br>6-1%<br>7-2%<br>15-5% | |

پهريان ٿانوَ جي پاسن تان واڌو مٽي گهڙي وٺبي آهي ۽ پوءِ سولائيءَ سان ڪاشي ڪرڻ لاءِ ان کي ڪاشي ڪرڻ لائق پچائبو آهي. ٿانوَ کي چمڪٽو پچڻ جيترو تاءُ نہ ڏبو آهي، پر تاءَ جي آخري حد چمڪٽو پچائڻ يا ڪاشي ٿيڻ لائق پچائڻ تائين ضرور پهچڻ گهرجي. ڪاشي ڪرڻ لائق پچڻ لاءِ 1000 کان 1140°س تاءُ گهربو آهي، پر 1050°س بہ ٺيڪ آهي. پهرين ڇهن ڪلاڪن ۾ تاءُ هوريان هوريان وڌائي 500°س تائين ڪٽي وجبو آهي. ٿورو ٿورو ڪري تاءُ وڌائڻ سان ٿانءَ جي آلاڻ سڪي ويندي آهي ۽ اهو ان دؤران پيدا ٿيل ٻاڦ جي ڪري ٽڙڪڻ کان بہ بچي ويندو آهي. گهٽي ياگي ٻاڦ 300°س تي سڪي ويندي آهي.

## سرن تي گلڪاري

پراڻن آثارن جي پارکن ڪزنس ۽ پندارڪر کي ڪاهوءَ جي دڙي (ميرپورخاص لڳ) ۽ سڌيرن جي دڙي (سيدپور لڳ) ٻنهي هنڌان ٻڌ جي مورتين ۽ جاميٽريائي ڊزائنن (ت. 470-497) واريون فرش جون سِرون (ت. 383-391) وڏي انگ ۾ هٿ آيون. هي سرون هاٿي وانگر ڪالب سان وڏيون ويون هيون ۽ سر جي ڪَپَ ۾ وجهڻ واري جي نشاني ٺهيل آهي. سومرا جڳ جي دڙن تان ويجهن ڳوٺن ۾ رهندڙ ماڻهن کي ڪيتريون ئي چوکيون سرون (ت. 498-513) لڌيون آهن، جن تي ڏاڍا منجهيل قسمن جا چٽ نڪتل آهن ۽ ڏنڊوڙين اهي عجائب گهرن ۾ اچي وکيون آهن. سرن تي سنئين پاسي کان ٽڪنڊا، چوڪڙيون، مڏيئڙا ۽ گل ٺهيل آهن. پانئجي ٿو تہ اهي گهرن، اوطاقن ۽ ڌرمي اڏاوتن جي اندرين ٻاهرين اڳياڙين ۽ ائين بہ ٿي سگهي ٿو تہ قبرن جي چؤڌاري ڏنل اولن ۾ لڳل هونديون. هي ڏاڍيون سهڻيون آهن. مٿن ماڻهن يا جانورن جون مورتيون ٺهيل نہ هجڻ مان لڳي ٿو تہ اهي سومرن جي آخري دؤر جون هونديون، جڏهن ماڻهن جي مسلمان ٿيڻ يا ٻڌ ڌرم جون ويچار ڌارائون هندو ڌرم ۾ سمائجي وڃڻ سان ٻنهي ڌرمن جي وچ وارو فرق مٽجي وڃڻ ڪري ٻڌ ڌرم هندو ڌرم سان هڪ ٿي ختم پئي ٿيو. بهرحال ٿورڙي ڇاڻ آڌار ڪا آخري ڳالهہ نہ ٿي ڪري سگهجي.

سبتي پاسي تي چٽن وارين سرن ڪانسواءِ ڪنگرن واريون سرون (ت. 422) بہ لڌيون آهن. اهڙي ڪنگرن واري هڪڙي سر موهن جي دڙي مان بہ لڌي هئي. اهڙيون سيئي سرون پڪ سان پاسيريون رکي پچائينديون هونديون، جيئن انهن تي اپريل چٽن کي ڪجهہ نہ ٿئي ۽ ڊوئيندا بہ پڪ پاسيريون ڪري هوندا. هي سرون پڪ چتين ۽ ٻاهرين پٽين ۾ ڪم ايندڙ هونديون، پر ڪڏهن ڪڏهن اندرين پٽين ۾ بہ هٽندا هوندا. لڳي ٿو تہ اوساري مٽيءَ جي راڳڙيءَ سان ٿيندي هوندي. ويهين صديءَ جي پهرئين اڌ ۾ پڻ سرن جي اوساري مٽيءَ جي راڳڙيءَ سان

## سنڌو سڀيتا وارن ڏينهن دوران سرجيل چٽيل پٽڙين واريون ڊزائنون، جيڪي سنڌ جي ٻهراڙين ۾ اڃا تائين هلن ٿيون.

آمري کان چانهون دڙي (3700-1650ق-م) تائين سنڌو سڀيتا ۾ هلندڙ پٽڙين وارن نمونن مان ڪنول جي پٽڙين واري ڊزائن نڪتي ۽ سومرا دؤر جي چوڪين سرن ۾ گهڻ ۾ 4، 6، 8، 12 ۽ 16 پٽڙين واريون ڊزائنون لڏيون آهن. هتي ڏنل اٺ جي جهل جي تصوير واري ڊزائن ڪنيارڪن ٿانون ۾ 3500ق-م کان اڄ تائين هوبهو ساڳي ٺهندي پئي اچي، جيئن تصوير 517 ۽ 518 ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿو.


514


515


516


517


519

518

| | |
|---|---|
| سنڌ سڀيتا جي شروعات<br>آمري<br>(3700-3300 ق-م) |  |
| سنڌ سڀيتا جي شروعات<br>ڪوٽ ڏيجي<br>(3300-2500 ق-م) |  |
| سنڌ سڀيتا جو اوج<br>موهن جو دڙو<br>(2350-1650 ق-م) |  |
| سنڌ سڀيتا جو اوج<br>چانهون دڙو<br>(موهن جي دڙي جو همعصر) |  |

514. اڄڪلهہ اٺ جي پلڻ يا جهل ۾ هلندڙ ڊزائن تصوير نمبر 517، 518 ۽ 299 جي پٽڙين جهڙي ئي آهي.
515. 516 ۽ 519. ڪجيءَ ۽ پيش جي ڦرهن ۽ ڪٽڪ جي تِيلين جي دٻڪين يا پنڊبين ۽ ٽپڻ تي سهٽيون سهٽيون ڊزائنون سنڌو سڀيتا جي سرجڻ کان وٺي پِروان چڙهڻ وارن جڳن کان هليون پيون اچن ۽ سدائين عام رهيون آهن، جيئن تصوير 518 ۽ 299 ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿو.
517. موهن جي دڙي مان لڌل ٿانوَ تي پٽڙيون ۽ سج چٽيل.
518. سنڌو سڀيتا ۾ عام هلندڙ پٽڙين واريون ڊزائنون سنڌ جي ٻهراڙين ۾ ايڪيهين صديءَ ۾ بہ هلن ٿيون.

ٿيندي هئي، پر دَرزون ڇُڻ جي ڳاري سان ونبيون هيون.

ان دؤر جو هڪڙو ٻيو واڌارو ڪاٺ جي تاڪن وارين توڙي بنا تاڪن جي درين ۽ هوادانن ۾ هٽڻ واريون ڄاريون (ت. 142، 415، 421) هيون. هڪڙي ڄاريءَ جي جاميٽريائي ڊزائن تي ڪنهن ٻئي پاسي جو اثر ڏسڻ ۾ اچي ٿو. دهلي سلطنت جي علائقن ۾ مقبرن ۾ پٿر ۽ سنگ مرمر جون ڄاريون عام هيون. پڪين سرن جي ڄاري هڪڙي نئين شيءِ هئي ۽ ڪلهوڙن جي شروعاتي دؤر ۾ اها پنهنجي اوج تي هئي. يار محمد ڪلهوڙي جي مقبري (ت. 411) ۾ لڳل ٻٽيهن ڄارين منجهان هڪڙي ۽ لاڙ عجائب گهر بدين ۾ رکيل سومرا دؤر جي هڪڙي ٽڪر جي ڄاري (ت. 419) لڳ ڀڳ هڪجهڙيون آهن. اها ڄاري ڏاڍي سني پچايل ٿي لڳي. يار محمد ڪلهوڙي جي مقبري ۾ لڳل ڄاريون ٻنهي پاسي ڪاشي ٿيل هيون. سرن کي پچائڻ لاءِ وڌيڪ تاءَ جي گهرج هوندي آهي: اٽڪل 1400°س، جڏهن ته ڪاشيءَ لاءِ تاءُ 900-1200°س جي وچ تي رکڻو پوندو آهي، تنهنڪري ڪاشيءَ جون شيون نازڪ هونديون آهن. چينيءَ جا ٿانو چيڪي مٽي مان ناهي گهٽي تاءَ 1450-1699°س تي پچائبا آهن، جنهن سان اهي بلڪل ٺوس ٿي پوندا آهن.

## شيشو

جرڪٽي واريءَ (سليڪا) کي سوڊا يا پوٽاش يا ٻنهي سان ڳڏائي پگهارڻ سان شيشو ٺهندو آهي. ڪوجنا ڪارن هي طريقو سورهين صديءَ ۾ ماني پچائيندي اوچتو ڳولي ڪڍيو هو. اڳتي هلي رڌ پچاءَ جا ٿانوَ ٺاهڻ لاءِ انهن ۾ بيريم آڪسائيڊ، فلنٽ، ليڊ آڪسائيڊ ۽ بوروسليڪيٽ ڳڏائجڻ لڳا. ٽڪڙ ۾ ٺارڻ سان اهو ٺوس ٿي ويندو هو. جبلن ۾ شيشي جا ذرڙا ٿيندا هئا، ماڻهو اتان اهي ميڙي، انهن کي پگهاري مختلف قسمن جا ٿانوَ ٺاهيندا هئا. انهن مان ڳهه به ٺهندا هئا. سومرن جي ماڳن جي مٿاڇري تان شيشي جون ڀڳل چوڙيون ۽ ڪنگڻ (ت. 339، 352) لڌا آهن. شيشي جون برنيون، جڳ ۽ ٺٽ ٺانگر واريون ٻيون شيون وڏا ماڻهو شان خاطر ڪم آڻيندا هئا ۽ هبارين جي راج دؤران سنڌ ۾ ٻاهران اينديون هيون. سومرن جي ڦٽل ماڳن جي مٿاڇرن تان انهن شين جي لڀڻ جو مطلب آهي ته اهو سلسلو سومرن جي دؤر ۾ به هلندو رهيو.

## ڳهه

سنڌ توڙي ٻين هنڌن تي مردن توڙي عورتن ۾ ڳهه پائڻ جو رواج تهذيب کان گهڻو اڳي شڪارين ۽ ميڙ چونڊ تي گذر ڪرڻ وارن قبيلن کان وٺي هلندو ٿو اچي. موهن جي دڙي واري جڳ ۾ توڙي ان کانپوءِ مفصل قسم جا ڳهه هوندا هئا. سومرن جي ڦٽل شهرن جي مٿاڇرن تان وڏي تعداد ۾ ڳهه (ت. 328-345) لڌا آهن. ٽڪر، ڌاتن، پٿر، هڏي، عاج، ڪوڏن، روهيءَ واري پٿر ((Agate، لاجور (Lapis lazuli)، ٽامي، چانديءَ، رنگين پٿرن، Carnelian، سنگ مرمر ۽ قدرتي شيشي جا هي ڳهه ڪن ڳالهين ۾، خاص ڪري مٽين جا نمونا ۽ ماپون، موهن جي دڙي وارن ڳهن سان ملن ٿا.

جاگرافيائي طور چؤڌاري ڦريل پرڳڻن، واپاري لاڳاپن، جنگين، فتحن ۽ ڌارين جي والارن پڻ سنڌ جي ڳهن تي ڪجهه اثر ڇڏيا آهن. پراڻن جڳن وارا ڳهن جا نمونا ٿوري گهٽي نواڻ سان اڄ به هلندا ٿا اچن. موهن جي دڙي وارو رواج اجا تائين هلندو ٿو اچي ۽ سومرن جي دؤر ۾ پڻ سندس پرتوو ضرور جهلڪندو هوندو. تصويرن ۾ ڏيکاريل سنڌو سڀيتا يا موهن جي دڙي وارا مرداڻا ۽ زنانا ڳهه (ت. 298) انگريزن کان اڳ وارن هندوستاني ڳهن سان پليءَ پَتِ ڀيٽائي سگهجن ٿا. ساڳيءَ ريت سنڌ جي پاڙيسري پرڳڻن جي ڳهن جو سنڌي ڳهن تي اثر پڻ نهڪاري نه ٿو سگهجي. ڪَن جي ڳهن جو هڪ اڀياس ٿيو جنهن مان خبر پئي ته ڪڇي ۽ سنڌي ڳهه بلڪل هڪجهڙا آهن.

موهن جي دڙي مان لڌل عام ڳهه jade، لاجور يا lapis lazuli (بدخشان)، chalcedony، سون، carnelian، heliotrope، plasma، jasper (راجستان)، amazon stone يُورال، tachylite (tachylite or basaltic or ultra basaltic glass)، چاندي، nephline soda lite rock (راجپوتانه)، فيروزو ۽ روهي پٿر يا Agate (Daccan trap basalt) سنڌ، ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ ۾ ٿيندو آهي) جا آهن. سومرن جي دؤر جي ڦٽل ماڳن (دڙن) تان به موهن جي دڙي مان لڌل شين جهڙيون ئي شيون لڀڻ جي اميد ڪري سگهجي ٿي.

عجائب گهرن ۾ پَٽريءَ نموني ڪجهه شيون رکيل آهن، جن تي عاج، ڪوڏين يا قيمتي پٿرن جا ننڍڙا ٽڪرا سوراخ ڪڍي جوڙيل آهن. اهي ٿي سگهي ٿو ته ڪنن جا والا يا نڪ جون ڦليون هجن ۽ ڪوڪو، تار يا ڌاڳو وجهي پائبيون هجن.

سومرن جي اجڙيل ماڳن تان ڪوڏن، روهي پٿر، شيشن ۽ لاجور (lapis lazuli)جا ڪيترا ئي ٽڪرا لڌا آهن. انهن کي ڌاڳي ۾ پوئڻ سان هار (ت. 353،343) ٺهي پيا آهن. هارن جا مڻيا موهن جي دڙي مان لڌل مڻين جهڙا ئي آهن. هڪڙي هار ۾ پوئيل مڻين جا سوراخ تمام وڏا آهن. انهن مان رسو ٽپائي سگهجي ٿو. اهو ڪنهن ڍور کي پائڻ لاءِ ٿي سگهي ٿو. سنڌ جا ماڻهو ڍورن کي مڻيا اڄ تائين پائيندا ٿا اچن.

سنڌ عجائب گهر ۾ رکيل پن جي شڪل وارو پٽل جي ڳهن جو هڪڙو جوڙو، جنهن تي هلڪي قيمت وارو پٿر جڙيل آهي، پائنجي ٿو ته لاجور lapis lazuli آهي. سنڌن صحيح استعمال جي پڪ ڪانهي. پويان ٻه ڪڙا لڳل اٿن: هڪڙو ننڍو ٻيو وڏو. انهن ۾ چمڙي جو پٽو وجهي جسم تي ڪٽي به ٻڌي سگهجن ٿا. ڍورن جي حساب سان ٻنهه ننڍا آهن. هي شايد چوٽيءَ ڦل (ت.


520


521


522


523


524


525


526


527

## ڦوڪ پرڻ جا اوزار


528


529


530


531


532

520. جتي ٻارڻ لاءِ ڪاٺ نہ هوندو آهي اتي صدين ڪان عورتون ڳاون ۽ ماهين ڇيڻن جون ٿاڦون يا مُنيا ٺاهي، سڪائي ۽ ٻاريندڙيون پيون اچن ۽ اڄ تائين بہ ٿر جي رڻ ۾ ٻارين پيون. ڳائو ڇيڻو چرس جي سلفين ۽ حقي ۾ تماڪ سان گڏ بہ وجهندا آهن تہ جيئن تماڪ هوريان هوريان دکندو رهي ۽ جهٽ سڙي نہ وڃي. هندو ڳائو ڇيڻو پينهين گهرن ۾ رکندا آهن ۽ پوڄا پاٺ مهل دکندڙ ٻاهہ تي ٻرڪي ڌوپ ڪندا آهن.
521. سلفيءَ تي سڙيل اگرن جي ڪارنهن لڳل آهي. ان زماني ۾ تماڪ ڪونہ هوندو هو، سو ماڻهو چرس ڇڪيندا هئا. (ل م).
522. ساڳي سلفيءَ جو ٻيو پاسو. (ل م).
523. ويڪري ۽ چٽ نڪتل منهن واري سلفي: ٻاهران ڊ. 8.0 س م. او. 7.2 س م. اندران ڊ. تري وٽ 3.0 س م. (س ع).
524. گهٽو ڪري چرس ڇڪڻ جي سلفي: ٻاهران ڊ. 8.0 س م. او. 7.2 س م. اندران ڊ. منهن وٽ 2.6 س م. ٻاهران ڊ. تري وٽ 3.0 س م. پراڻي دنيا سورهين صديءَ تائين تماڪ کان اڻ واقف هئي. چرس جي مٽان ڪک پن وجهي پوءِ دکائيندا آهن، جيئن تڪڙو ٻري نہ وڃي. چرس جي جاءِ تي پست جي ڪڻ (خشخاش) بہ ڇڪيندا آهن. (س ع).
525. سلفيءَ جي هڪڙي ٻي تمام سهڻي ڊزائن: هن جي ڳچيءَ تي ڪاٺ جي ڪنهن اوزار سان ڳاريون ٺاهيل آهن.
526. سلفيءَ تي ٻاهران ڪوري ٺاهيل ڊزائن. (ع پ).
527. هڪڙي ٻي ڪوريل سلفي: منهن ۾ اندران ڪارنهن لڳل اٿس. (ع پ).
528. 1650ع ڌاري ٺهيل ٻاهران ڪوريل تمام سهڻي سلفي: 525، 526، 527، 528، 529 ۽ 530 خداباد (دادوءَ ويجهو) جي پراڻن ٿهن مان نڪتيون آهن. سنڌي اٽندي تماڪ انهن ۾ پيئندا هئا. (ع پ).
529. سلفي. (ايم ايچ پي).
530. سلفي. (ايم ايچ پي).
531. ۽ 532. ارڙهين صديءَ جا حقا (چلم): حقي يا چلم ۾ تماڪ جو دونهون پاڻيءَ مان ڇڻي ايندو آهي، تنهنڪري پاڻي وري وري مٽائبو رهبو آهي.

355) هجن، جيڪي سنڌي مايون وارن ۾ عام پائينديون آهن.

مٿئين تفصيل مان ان نتيجي تي پهچي سگهجي ٿو ته سنڌ ۾ هلندڙ ڳهه به وڏي مهارت سان ٺهندا هوندا.

## ڦوڪ پرڻ جا سامان (ت. 521_533)

پراڻي دنيا ۾ تماڪ، نئين دنيا مان، سورهين صديءَ ۾ پهتو. موهن جي دڙي مان لڌل ٺڪر جي هڪڙي نڙيءَ کي سُلفي چئي سگهجي ٿو، پر جيئن ته ان دؤر ۾ تماڪ جو وجود ئي ڪونه هو، سو هن جو اصل استعمال ڳولڻ ڏکيو ٿي پيو آهي. سنڌ ۾ چرس عام چڪجي ٿو ۽ اڳي به چڪبو هو. هر موالي پنهنجي پسند مطابق ڏار نموني جي سلفي رکندو آهي. اهڙيون ٽي سلفيون (ت. 521-524) سومرن جي دؤر جي ڦٽل ماڳن (دڙن) جي مٿاڇرن تان لڌيون آهن، جيڪي عجائب گهرن ۾ رکيل آهن ۽ هتي سندن تصويرون ڏجن ٿيون.

## هتراڻو سوجهرو يا روشني

سنڌ ۾ سوجهرو ڪرڻ لاءِ ڪيترين ئي شين ڪتب ايندين رهيون آهن ۽ انهن ۾ تيل جا ڏيئا سڀ کان عام رهيا آهن. انن وَٽين وارو پٽل جو ڏيئو (ت. 542) بلڪل هڪڙو نرالو ڏيئو آهي؛ وچ تي هڪڙي بونبڙي اٿس جتي ڌاتوءَ جي تار بڌي ٽنگي سگهجيس ٿو، چو ته ڌاڳو جهٽ سڙي ويندو. ڪوٽ ڏيجيءَ مان هڪڙو پنجن وٽين (ت. 539) وارو تيل جو ڏيئو لڌو آهي. چئن وٽين وارا ڏيئا (ت. 534، 538) ته سومرن جي دؤر جي ڪوڙ سارن ڦٽل ماڳن تان لڌا آهن. هڪڙي وٽ وارو ڏيئو (ت. 540) 3,000 ق-م کان وٺي بلڪل عام آهي. ڪجهه ڏيئن تي ڪارنهن به لڳي پئي آهي. تيل جا ڏيئا پندرهن کان ويهه سينٽي ميٽر مٿي هجن ته ميز تي سنو سوجهرو ڪندا آهن. ميز کان مٿي ڪرڻ لاءِ ڏيئن کي هينان پير ڏيندا هئا. ان دؤر جي هڪڙي چئن وٽين واري ڏيئي(ت. 537) کي تري ۾ ڪَپُ آهي. اتي هينان ڳني وجهي مٿي جهلي سگهجيس ٿو. هنن سيني جون تصويرون ڏنل آهن.

شاهه ڪپور مان لڌل هڪڙو ننڍڙو نازڪڙو ڏيئو (ت. 533) لڳي ٿو ته ڪنهن مسجد ۾ يا ڪنهن عبادتگاهه يا قبر تي رکڻ لاءِ هوندو. ڏيئن ۾ سرنهن (B. juneco)، جانبي (Taramira) ۽ هيرڻ جو تيل برندو هو. تورئي جو تيل رڳو خاص ڏڻن تي استعمال ٿيندو هو.

## اڻ ڪاشِيَل ڪنياري ڪا ٿانوَ

سومرن جي ماڳن تان لڌل اڻ ڪاشِيَل ڪنيارڪا ٿانوَ هوبهو برهمڻ آباد-منصوره مان بيلاسس (1854) کي لڌل ٿانون (ت. 24-49) جهڙا آهن. سندن تصويرون ڏنل آهن. سومرن جا ڪجهه ٿانوَ هي هئا:

* ڪؤنرو: (ت. 64) برهمڻ آباد مان لڌل ڊگهي ڳچيءَ، سنهڙي منهن، ويڻل تري، ڪڙي ۽ ٺڻ واري گول سادي ڪؤنري جهڙا هوبهو ڪؤنرا اڄ به استعمال ٿين ٿا. جيتوڻيڪ مسجدن ۾ وضوءَ لاءِ ڪم ايندڙ اڄڪلهه جا ڪؤنرا ننڍڙا آهن، چو ته ماڻهو ننڍڙي ڪرسيءَ يا صندليءَ يا ڊِڪڙيءَ تي ويهي هڪڙي هٿ ۾ ڪؤنرو جهليندو آهي ۽ نوائي هٿ، منهن ۽ پير ڌوئندو آهي. سومرن يا هبارين جي جُڳ جا وڏا ڪؤنرا خادمن لاءِ هوندا هئا. خادم ڪؤنرو ڪٺي، ان مان پاڻي اوتي مالڪ يا مهمان جا هٿ پير ڌورائيندا هئا.
* ڪجهه ڪنيار ٿانون تي چٽ به ٺاهيندا هئا. موريءَ نموني ٺهيل ڪجهه شيون لڌيون آهن (ت. 83، 84، 99)، جيڪي اندران پوريون، وچ سوڙهو ۽ چيڙا ويڪرا اٿن. هي ڏاڍيون دلچسپ لڳن ٿيون. ٿي سگهي ٿو ته ڏيئا يا شراب پيئڻ مهل وَٽا رکڻ لاءِ هجن.
* ڪجهه ڪنيارڪا ٿانوَ اڄڪلهه هلندڙ شيشي يا ڌاتن جي جڳن وانگر سنهڙي ڳچي، ڪڙي ۽ ويڻل تري وارا آهن (ت. 87-93).
* ڪم ۾ صفائي ساڳي اڄڪلهه جي ڪنيارن جهڙي هئي.
* ڪجهه ٿانون تي مٿان ريڳڙو ڏنل آهي. ريڳڙو نج چيڪي مٽيءَ مان ٺاهيندا آهن. انهي سان ٿانءُ لسڙو ۽ وٽندڙ ٿي پوندو آهي.
* هڪڙي ڪُپي (ت. 98) جنهن جي ڳچي سوڙهي ۽ منهن ڪليل آهي، ڏاڍي صفائيءَ سان لاٿل ۽ سهٽي ٿي لڳيءَ ٿي سگهي ٿو ته ڪنهن خاص ماڻهوءَ لاءِ ٺهي هجي. اڄڪلهه جي گلاسن وانگر ترو سڌو اٿس. ڊڪ پري ميز يا فرش تي آرام سان رکي سگهجي ٿي.
* هڪڙي سنهڙي ڳچيءَ واري چيهَل ڏياٽي (ت. 541) آهي. لڳي ٿو ته انهي ۾ ڪاٺ يا اگر ٻاري ٽاندا ڪري مٿي تي رکي نچندا هوندا. گجرات ۾ هي ناچ عام آهي ۽ گربا چوندا اٿس. ٿي سگهي ٿو ته هي کيل سومرن جي ڏينهن ۾ سنڌ ۾ به عام هجي.
* ٻارن لاءِ جانورن جي شڪلين وارا رانديڪا هوندا هئا ۽ انهن ۾ چڪڻ لاءِ ڦيٿا به لڳل هوندا هئا.
* ٿانون جا ڍڪڻ ۽ ڍڪٽيون به ڏاڍي صفائيءَ سان لاهيندا هئا.
* ماني پچائڻ واري دانگيءَ (ت. 82) جي ڪناري تي چوڏاري ڪنگرا ٺهيل آهن ۽ مٿان ڏاءُ تيل ريڳڙو ڏنل اٿس.

## ڪنيارڪن ٿانون جو معيار

ان دؤر جي ٿانون جي بناوت جون نراليون ڳالهيون هي آهن:

* ٻاهرين ماپ چوڏاري هڪجهڙي رکڻ لاءِ ڪالب استعمال نه ڪندا هئا.

# هٽرادو سوجهرو

اونده واري وقت کو ڪم ڪرڻ لاءِ هٿرادو سوجهرو ڪرڻو پوندو آهي. گذريل ٻارهن هزار سالن (Pleistocene) کان وٺي انسان هٿرادو سوجهرو ڪرڻ سميت ڪيترن ئي مقصدن لاءِ ڪاٺ ۽ چربي (وَهه) ٻاريندو رهيو آهي. پوکي راهي (Neolithic) شروع ٿيڻ ۽ تيلي ٻج اپائجڻ کانپوءِ ٺڪر جي ڏيئن ۾ تيل ٻرڻ عام ٿيو. ڏيئن جون ڪوٽ ڏيجي ۽ موهن جي دڙي واريون ساڳيون ڏزائنون ۽ نمونا اجا تائين ٺهندا ٿا اچن. خاص موقعن تي گهڻين وٽين وارا ڏيئا اڄ به استعمال ٿين ٿا. هڪڙو پنجن وٽين وارو ڏيئو ڪوٽ ڏيجيءَ مان لڌو هو ۽ سومرن جي چئن وٽين واري ڏيئي جهڙو ئي آهي.



533



534



535



536



537



538



539



540



541



542

533. ننڍڙو ۽ ڏاڍو سهڻو لاٽل ڏيئو: هي شاهه ڪپور مان لڌو. اهڙا ڏيئا اڄڪلهه ماڻهو عزيزن جي قبرن تي ٿورڙو تيل وجهي ٻاريندا آهن، جيئن وڏ ۾ وڏ ڪلاڪ کن مس هلن. (ع س).

534. چئن وٽين وارو ڏيئو يا ڏياٽي: هن جي تري ۾ کُپُ ٺهيل آهي، جنهن ۾ سڌو يا ڪو وريل ڳن وجهي ڪيس ڪٿي هلي سگهجي ٿو. (ل م).

535. پيرن تي بيٺل ڌاتوءَ جو ڏيئو. (پ م).

536. 535 جهڙو: ٻئي قسم جي پيرن سان. (پ م).

537. چئن وٽين وارو ڏيئو: هن ۾ ڳن وجهڻ يا ڪنهن اهڙي شيءِ ۾ ٽنگڻ لاءِ تري ۾ کپ ٺهيل آهي. (ل م).

538. 537 جو ٻيو پاسو.

539. ڪوٽ ڏيجيءَ (3000ق-م) مان لڌل پنجن وٽين وارو ڏيئو يا ڏياٽي: هن ۾ هيٺان ڳن وجهڻ لاءِ کپ ۽ ٽنگڻ لاءِ وچ تي ٺهيل بونبڙيءَ ۾ ٽنگ ٿيل آهي. هن جو رواج اڄ به هليو ٿو اچي. (س ع).

540. ٺڪر جو ڏيئو. ڊ. 2.5 س م. او. 3.5 س م. (س ن).

541. ڇيهيل گربا ڏياٽي: ڏاڍي سهڻي ٺهيل آهي. اهڙيون ڏياٽيون گجرات ۾ ناريون مٿي تي کڻي گربا ناچ ڪنديون هيون. منجهن ننڍڙا ڏيئا يا اگر ٻرندا رهندا هئا ۽ اندران سوجهرو ٽمڪندو رهندو هو. او. 8.8 س م. وڏ ۾ وڏ ڊ. وچ تي 7.85 س م. منهن وٽ ڊ. 4.4 س م. موهن جي دڙي مان لڌل ڪجهه ڇيهيل ٺانون کي سگريون سڏيو وڃي ٿو. اهي ڏيئي مٿان ڍانورو به ٿي سگهن ٿا (مارشل 1931، Pl. LXXXIV، 13 ۽ ميڪي 1938، Pl. LXII، 32 ۽ Pl. LXVII، 13)، جيئن تصوير 5، 6 ۽ 7 ۾ ڏيکاريل آهي. اهي گربا ڏياٽيون نه هوندا، جو نه سندن تري ۾ به ڇيه هئا. ڇيهيل ٺانوَ ننڍڙا به آهن. اهي ڏيئن مٿان ڍانورا نه ٿا ٿي سگهن (مارشل Pl. LXXXIV، 1931 ۽ ميڪي Pl. LXII، 1939). هڪڙو ٺانءُ (ميڪي 1939، Pl. LXVII) جيڪو تصوير 6 ۾ ڏيکاريل آهي، تنهن جو منهن ويڪرو آهي ۽ ڏيئي جي مٿان ڍانورو ڪرڻ جو ڪم ڏئي سگهي ٿو. (س ع).

542. اٺن وٽين وارو پٽل جو ڏيئو: هن ۾ پٽل جي بونبڙي به لڳل آهي، جنهن ۾ تار وغيره ٻڌي ڇت ۾ يا ڪنهن ٻئي هنڌ لڙڪائي سگهجي ٿو. وڏ ۾ وڏ ويڪر 9.4 س م. او. 9.4 س م. ڊ. 7.35 س م. تري جي ڊ. 4.0 س م. (س ع).

* ٿنيون ۽ ڪڙا ڏار ٺاهيندا هئا ۽ پوءِ ٿانون تي هڻندا هئا.
* تري لاءِ ڳرنهون ٻه ڏار ٺاهيندا هئا.
* بونبڙين واريون ڍڪڻيون پڻ ٺهنديون هيون.
* ڪُپين، دِلن، جڳن وغيره کي لسو ڪرڻ لاءِ ڪاٺ يا ڌاتوءَ جا ڪالب ۽ گهاڙ استعمال ٿيندي ڪونه ٿا ڏسجن.
* جنهن شيءِ تي گلڪاري ڪرڻي هوندي هئي، پهريان انهي کي ٿورو پاڻي ڪٽائي آڌو ڪو (آلو) ڪندا هئا.
* چورس يا مستطيل ٿانوَ يا دلا شايد ڪونه ٺهندا هئا.
* گربا ڏياتين جهڙا ڇيهيل ٿانوَ تمام گهٽ لڌا آهن.
* ٻاهران اڪيريل گلدان پڻ لڌا آهن.
* ڇَڪَ تان لاهڻ مهل ٿانوَ هڪڙي سنهڙي اِنگهٽي تار سان ڪپي لاهبا آهن. سنڌ ۾ ان جي جاءِ تي ڏور يا ڪو پڪو ڌاڳو ڪم آڻيندا آهن. انهي سان ترو کهرو رهجي ويندو آهي.
* ڪُهُگهين جي ڳچين تي آڱرين سان ٺهيل ٻنوڙا عام آهن.
* ڪاٺ جي ٿپڻيءَ سان ٿانوَ عام ٺپبا هئا، پر ڌاتوءَ جي گهاڙن سان هڪجهڙو ڪرڻ گهٽ ٿو ڏسجي.

## اڪين ۽ سرمون پائڻ

اوپر جا ماٺهو سرمون (lead oxide)ڪڙي ڇاڻ سنهون پينهين اکين ۾ پائي ڪاريون اکيون ڪندا هئا. اڄ به سنڌين جي هر گهر ۾ سرمون سينگار جو اهم جزو ليکبو آهي. سومرن جي دؤر جون ڏاڍيون سهڻيون ٺهيل ٻه سرميداڻيون (ت. 351، 354) سنڌ عجائب گهر ۾ رکيل آهن ۽ هڪڙي ٻي (ت. 356) شاهه ڪپور جي مٽاڇري تان لڌي آهي. موهن جي دڙي مان ٻه پتل جي سرميداڻي (ت. 357) لڌي آهي. انهن ڏينهن ۾ پتل جون ڪجھ سرميداڻيون رڳو سرنديءَ وارن وٽ هونديون هيون، باقي غريب غربي وٽ ٺڪر جون هونديون هيون ۽ اهي ڪوڙ لڌيون آهن. سنڌو سڀيتا جي زوال سان ٺڪر جي سرميداڻي ختم ٿي وئي ۽ سومرن جي ماڳن تان ٻنهه نه لڌي آهي.






543. رتو ڪوٽ.
544. 545، 546 ۽ 547. رتي ڪوٽ مان هٿ آيل گلڪاري ٿيل چوڪيون سرون.
548، 549 ۽ 550. مٿين چوڪين سرن جي ڊرائنگ.
هي سرون سومرن جي چٽسالي ٿيل چوڪين سرن سان گهڻو ميل ڪائين ٿيون.

# نقشو نمبر 67

## ڏکڻ ايشيا جي ٻولين آڌار ورچ

نوٽ:
جيڪڏهن بروهڪي دراوڙي نسل جي ٻولي آهي ته هيءَ انگ هاڻي ٻيڻو ٿي ويو آهي. افغانستان ۾ پڻ 200،000 کن ماڻهو بروهڪي ڳالهائين ٿا.






551



552

551. مختلف مقصدن لاءِ استعمال ٿيندڙ عاج جا چٽسالي ٿيل ٽڪرا. (پ م).
552. ڀڳل چوڙيون يا ڪنگڻ.

باب چوويهون

# ڏکڻ ايشيا جون ٻوليون

هند-يورپي ۽ انهن جهڙيون لڳندڙ ٻولين جي سرجڻ ۽ منجهن موجود ويجهڙائپ بابت جديد ويچارن جو بنياد رڳو ٻولين جو اڀياس نہ پر انساني نسل پڻ آهن. انساني نسلن جي اڀياس مان پتو پوي ٿو تہ اٽڪل 16،000 سال اڳ جڏهن آخري برفاني دؤر جي پڇاڙي ٿي ۽ گرم دؤر شروع ٿيو تہ پوءِ تي ٿيندڙ منداڻتا وڻ ڪين پاڻ ۽ پوندڙ موسم وارين مٿاهين جاين ڏانهن وڌڻ لڳا ۽ ائين سڄي دنيا جي پوءِ وڏن وڏن جهنگن جو روپ ڌاري ورتو. اهڙن جهنگن جي هڪ ڊگهي قطار جابلو سلسلي يُورال جي ڀرپاسي پاسن سان افغانستان تائين اچي لڳندي هئي. جانورن جو هڪ وڏو انگ چرڻ سانگي هنن جهنگن ڏانهن ڇڪجي آيو ۽ پنيان انهن کي شڪار ڪندڙ جانورن ۽ ماڻهن پڻ اوهيرو ڪيو. وڏي پيماني تي جهنگن نهڻ سان شڪار ٿيندڙ جانورن جو انگ وڌيو ۽ ان سان انساني آباديءَ ۾ پڻ واڌارو آيو. پيٽرزبرگ ڪان بہ اتر جا ماڻهو هيٺ يُورال ڍنڍ ۽ آمو درياءَ جي ڏکڻ ۾ اچي سهڙيا. اتر اولهہ هندوستان (پاڪستان) جا ماڻهو پڻ شڪار سانگي اتي وڃي پهتا. جيئن تہ شڪار ڪرڻ لاءِ هڪ ٻئي جي سات جي ضرورت هوندي آهي، تنهنڪري سيئي شڪاري قبيلا پاڻ ۾ هڪ ٻئي جو سات ڏيندا هئا. ائين قبيلن جي هڪ ٻئي سان ميل ميلاپ ۽ جهر جهنگ هل هلان دؤران سندن ٻولين وچ ۾ پڻ شناسائي پيدا ٿيندي رهي ۽ قبيلن وچ ۾ سڱابنديون ٿيڻ ڪري منجهن رت جا رشتا پڻ پيدا ٿيا. يورپي، ايراني ۽ ڏکڻ ايشيا جي اترين پرڳڻن جي ٻولين وچ ۾ ويجهڙائپ پيدا ٿيڻ ۾ هنن ڳالهين جو وڏو ڪردار هو.

سنسڪرت ڏکڻ ايشيا جي سيني ٻولين جي ماءُ ناهي. پاڻئجي ٿو تہ اها پراڻي هندوستان ۾ ڳالهائجندڙ ڪوڙ سارين پراڪرتن مان هڪ هئي ۽ ٿي سگهي ٿو تہ سوات ۾ سرجي هجي، جتان رگ ويد وارن جي سجاڳپ لوها اوزار ۽ خاڪي ٿانوَ پهرئين پهرئين لڌا هئا. اتان جي ماڻهن ويدن وارو نئون ڌرم پيدا ڪيو ۽ فتحون ڪندا ڏکڻ ايشيا جي ٻين حصن جي ماڻهن کي ماري مچايائون. سندن ٻولي سنسڪرت کي ڌرمي ٻوليءَ جو رتبو مليو ويو ۽ ان جا لفظ مفتوح ماڻهن جي ٻولين ۾ ايندا ويا، جيئن مسلمان ملڪن جي سيني ٻولين ۾ عربي ۽ يورپ جي ٻولين ۾ لاطيني ٻوليءَ جا لفظ اچي ويا آهن.

اهڙي طرح سان هند-يورپي ٻوليون وجود ۾ آيون ۽ انهن پرڳڻن جي ماڻهن جا مهاندا پڻ هند-يورپي ٿي ويا.

مهرڳڙهہ ۾ 6،500 ق-م يا اڃا بہ 7،000 ق-م ۾، زراعت واري پهرين تهذيب جي شروعات وقت، ڪا ٻولي ڳالهائبي هئي. سنڌي، سرائيڪي ۽ پنجابي ٻوليون انهي ٻوليءَ مان نڪتيون هيون.

انهن ٽنهي منجهان سيني کان پراڻي ٻولي ڪهڙي آهي، ۽ ڏکڻ ايشيا جي ٻولين جي ماءُ چوائڻ ڪنهن جو حق آهي، اهو فيصلو وياڪرڻي ماهر ئي ڪري سگهن ٿا.

ڏکڻ ايشيائي ٻولين جي سرجڻ بابت کوجنا ايشياٽڪ سوسائٽي آف بينگال جي 1783ع ۾ نهڻ کانپوءِ شروع ٿي. اها کوجنا ايندڙ صديءَ ۾ بہ تيستائين جاري رهي، جيستائين گريئرسن جو 1899ع ۾ شروع ڪيل يادگار ڪم 1930ع ۾ توڙ تي پهتو. هندوستان جي آدمشماريءَ وارين رپورٽن ۾ مختلف ٻولين ۽ سندن ڳالهائيندڙن بابت چند چاڻ ٿيڻ شروع ٿي ۽ انهي آڌار ئي ڏکڻ ايشيا جي ٻولين جا نقشا ٺهيا. هنن ٻولين کي چئن اهم گروپن ۾ ورهايو ويو آهي:

1. هند-يورپي (پراڪرت): هن گروپ ۾ پنجويهہ کن ٻوليون اچن ٿيون، جن ۾ مک ٻوليون بنگالي، هِندي، گجراتي، اُوڙيا، راجستاني، پنجابي، سنڌي، آسامي، مرهٽي، ڪشميري، سيلوني يا سِنهالي ۽ بهاري آهن. هن گروپ جون ننڍيون ٻوليون پهاڙي ۽ لهندا آهن ۽ اڃا ننڍيون ٻوليون دادري يا ڪافري (ڪافرستان جي ٻولي)، چترال ۾ خووار، گلگت ۾ شِينا ۽ سوات ۾ سواتي آهن. ڪشميري پڻ هن گروپ جي ٻولي آهي.
2. هند-يورپي (فارسي): هن گروپ ۾ پشتو ۽ بلوچي ٻوليون اچن ٿيون. هن گروپ جون ننڍيون ٻوليون پامير ۾ گولچاهہ ۽ وزيرستان ۾ اُرمري آهن. قنڌار ۽ پرپاسن واري پشتو ڪوئٽري ۽ سوسٽ سان ڳالهائبي آهي. سرحد صوبي ۽ اتر اوڀر افغانستان واري پشتو ڪاڪڙي مان ڳالهائبي آهي. هنزا ۽ نگر

553



554





557



555



556

553. اوائلي ديوناگري لِپي: هيءَ سومرن جي حڪومت وچڻ کان رڳو 100 سال پوءِ پندرهين صديءَ جي لکت آهي ۽ برٽش ميوزيم ۾ رکيل هڪڙي ڪتاب تان ورتل آهي.

554. پندرهين صديءَ ۾ لکيل هڪڙي ڪتاب ۾ ڪم آيل ديوناگري لپي: هي ڪتاب هن وقت برٽش ميوزيم ۾ رکيل آهي.

555. 556 ۽ 557. ڀنڀور مان لڌل ٻارهين صدي يا تيرهينءَ جي منڍ جي ڪنڀارڪن ٺڪر جي ٿانون تي لکيل ڪتبا: هي ٿانوَ پنسار، ڪک، ڦڪيون ۽ ڏيپ وغيره رکڻ جا پارا يا ڪولا ٿي سگهن ٿا. سنڌ جي اٺڪاشيل ٿانون ۾ اها شيءِ عام آهي.

۾ ڳالهائجندڙ بُوروشاسڪيءَ جي اجا چند ڄاڻ نہ ٿي آهي ۽ ساڳيئي حال اَندمانيءَ جو آهي.

3. دراوڙي: هن گروپ ۾ چوڏهن نمايان ٻوليون اچن ٿيون، جن مان تامل، تلِيگو، ڪَناري (مندانا)، ٿولو، براهوي ۽ ملايالم سيني ۾ اهم آهن. ڪجھ محقق براهويءَ کي دراوڙي ٻولي نہ ٿا مڃين.

4. تبتي-برمي يا تبتي-چيني: هي گروپ ڏکڻ ايشيا جي اترئين ۽ اوڀارين دنگن تائين محدود آهي. هن گروپ ۾ بلتي، لداخي، نيواري (نيپال)، لَيپچا (سڪم)، لهو-ڪي (ڀوٽان)، دفلا گارو، ناگا، ڪوڪي، چِن، برمي، ڀاٽيا (سڪم) ۽ ڪڪي- چِن (مني پور) ٻوليون اچن ٿيون.

5. ايبورجني يا آسٽرو-ايشيائي: هن گروپ جون نو ڏار ڏار ٻوليون 1991ع ۾ اسي لک کن ماڻهو ڳالهائيندا هئا. هنن مان ڀيل ۽ سنتالي يا اِهرواڙي يا هَر وڏيڪ اهم آهن. هن گروپ جون گهٽ اهم ٻوليون سَوارا (آنڌرا پرديش ۾ اوڙيسا جي دنگ ويجهو)، ڪرڪو (ڪاهڙيو جبل) ۽ نِڪوباري آهن. انگريزن کي ڏکڻ ايشيا جي سيني ٻولين ۾ پوربي هندي نروار لڳي. سندس مکيہ لهجو "هندوستاني" کين سيني لاءِ قابل قبول ٻوليءَ جي بلڪل ويجهو لڳو. هندوستاني يا اردو، فارسي اثر واري ٻولي هئي ۽ فارسي لپيءَ ۾ لکبي هئي. پوربي هنديءَ جا ٻيا چار لهجا بنگارو (ڏکڻ اوڀر پنجاب) برج ڀاشا (مُستَرا ۽ وچ گنگا دوآب)، قنوجي ۽ بُنديلي (بُنديل کنڊ ۽ نِربَدا جو مٿيون پاسو) آهن.

6. راجستانيءَ جا ٽي مکيہ لهجا مالوي، نِواتي ۽ جئيپوري آهن. پهاڙي ٻولي ۽ راجستانيءَ ۾ چڱي ويجهڙائپ آهي، ان جو سبب ان علائقي ۾ راجپوتن جي آبادڪاري آهي.

7. سنڌي ٻولي سنڌ، ڪڇ، لسٻيلي، سبي، ڪڇي ۽ رحيم يار خان ضلعن ۽ راجستان جي ڪجھ حصن ٻاڙمير جي اولھ ۽ جيسلمير ۾ ڳالهائبي آهي. سندس مکيہ لهجا سرائڪي، وچولي، لاڙي، ڪڇي ۽ ٿاريلي آهن. سنڌي ٻولي جيڪا لکبي آهي اها ئي ڳالهائبي آهي، جڏهن تہ بنگالي لکجڻ واري ٻولي الڳ ۽ ڳالهائجڻ واري الڳ آهي. ان جو سبب اهو آهي تہ بنگالي ليکڪ ادب ۾ تمام گهڻا سنسڪرتي لفظ ڪم آڻيندا آهن.

تيرهين صديءَ تائين سنڌي ٻولي سنڌ ۽ ملتان ٻنهي ۾ ڳالهائبي هئي. منگول ڏيڍ صديءَ کان وڌيڪ (1222-1399ع) تائين پنجاب ۾ دهلي سلطنت جي علائقن تي ڪاهون ڪندا رهيا. اهي ڪوئيٽا ڏويزن، سرحد صوبي، ديره غازي خان ۽ لاهور تي قبضو ڪري چڪا هئا، ۽ ملتان ۽ اُچ تي سندن ڪاهون لڳ ڀڳ هر سال جاري هيون. لاهور پڻ ڪجھ عرصو سندن قبضي هيٺ رهيو. دهليءَ جي سلطانن جون ملتان ۽ اُچ ۾ فوجي ڇانوڻيون هونديون هيون، پر ٻهراڙين جي بچاءَ جو ڪو بندوبست نہ هو. ڏکڻ پنجاب خالي ٿي ويو، اتان جا ماڻهو لڏي ڏکڻ طرف هاڙوڪي سنڌ ۽ اتر طرف سرحد صوبي ۽ پنجاب جي ڪچي وارن علائقن ڏانهن هليا ويا. پندرهين صديءَ ۾ جڏهن امن ٿيو تہ پنجاب ۾ سنڌو درياءَ جي ڪنارن سان رهندڙ ماڻهو ميداني علائقن ڏانهن وڃڻ لڳا. انهن ماڻهن جي ٻولي سرائڪي هئي. ان ريت سنڌي ٻوليءَ جوهڪڙو لهجو سرائڪي ڏکڻ پنجاب تي ڇانئجي ويو، پر سنڌيءَ پاڻ پنجاب ۾ رحيم يار خان ضلعي تائين چيھ ڪيو. ويهين صديءَ جي سٺ ۽ ستر وارن ڏهاڪن ۾ نئين آبپاشي نظام هيٺ هن پرڳڻي ۾ ٻاهرين جي آبادڪاري ٿي ۽ اتر پنجاب جا ماڻهو لڏي هتي اچي آباد ٿيا. ان هوندي بہ هن ضلعي ۾ سنڌي ڳالهائيندڙن جو وڏو انگ رهي ٿو. سبي-ڪڇي (بگٽي، ڍاڍر ۽ ڪوهلو ضلعن سوڌو) گهڻ ٻوليا علائقا آهن. اتي بلوچي، براهوي، لهندا ۽ سنڌي ٻوليون ڳالهائبيون آهن. بدقسمتيءَ سان آدمشماري رپورٽون سياسي اثرن هيٺ جڙنديون آهن ۽ مٿن ڀاڙي نہ ٿو سگهجي. لسٻيلي جا نوي سيڪڙو کان وڌيڪ ماڻهو سنڌي ڳالهائيندا آهن. ڪڇي ٻولي سنڌيءَ جو هڪڙو لهجو آهي ۽ ان ليکي لڳ ڀڳ سڄي ڪڇ جا ماڻهو سنڌي ڳالهائين ٿا. جيسلمير جي علائقن ۾ دنگ تي رهندڙ سنڌي ترين جي ٻولي بہ سنڌي آهي. ميمڻي پڻ سنڌيءَ جو لهجو ۽ سنڌي واپاري برادريءَ جي ٻولي آهي، جيڪي سورهين ۽ سترهين صدين ۾ ارغونن، ترخانن ۽ مغل حڪمرانن جي سنڌين سان هلندڙ خانہ جنگيءَ سبب ڪڇ، ڪاٺياواڙ ۽ گجرات ڏانهن لڏي ويا هئا ۽ ورهاڱي کانپوءِ انهن مان ڪجھ موٽي سنڌ ۾ اچي آباد ٿيا آهن.

## سرڪاري ٻوليون ۽ لپيون

هبارين جي حڪومت دؤران سنڌ جي شهرن ۾ عربي ۽ سنڌي ٻئي ٻوليون ڳالهائبيون ۽ لکبيون هيون، پر ٻهراڙين ۾ رڳو سنڌي ڳالهائبي هئي. سنڌي ٻولي ڪوڙ سارين لپين ۾ لکبي هئي ۽ خاص ڪري واپاري برادري ڌار ڌار لپيون ڪم آڻيندي هئي. اهڙيون چاليھ کن لپيون اٺويهين صديءَ جي اڳياڙيءَ دؤران عام هيون. پنيور مان لڌل ٺڪرين تي اهڙي هڪڙي لپي لکيل آهي. ائين پڻ ممڪن آهي تہ ٽيھ اکري عربي لپيءَ جي عربي اکرن کي هينان مٿان ٽبڪا ڏئي سنڌي اوچارن وارا ٻاويھ واڌو اکر جوڙيا ويا هجن، پر لپي ٺهڻ ۽ لکجڻ جو هي عمل ضرور هوريان هوريان هليو هوندو. ابنِ نديم هن

## سومرن جي دؤر ۾ هلندڙ سنڌي ۽ عربي لپيون
### سنڌ ۾ هلندڙ اکر ۽ انگ



558

سنڌي انگ (711ع ۾): جيئن عربن اچي ڏٺا.

عربن ڏکڻ ايشيا جي سنڌي انگن تان پنهنجا انگ ٺاهيا (800ع ۾).

عربي انگن تان ٺاهيل اولهه يورپ جا (هن وقت هلندڙ) انگ.

559



560



561



562



563





564

558. ڏکڻ ايشيا جي انگن مان عربن ذريعي يورپي انگن جو سرجڻ.

559. ابنِ نديم جا ڏسيل سنڌي انگ.

نوٽ: ڪنهن انگ هيٺان هڪڙو ٽپڪو ڏيڻ سان ڏهاڪو ۽ ٻن ٽپڪن سان سَو ٿئي ٿو.

560. ٿانوَ تي ڪوفي لِپي. (ٻ م).

561. ٿانوَ تي ڪوفي لِپي.

562. ٿانوَ تي ڪوفي لِپي.

563. ٿانوَ تي ڪوفي لِپي. (560 کان 563 ڀنڀور ۽ برهمڻ آباد-منصوره مان لڌا هئا). (ن م).

564. ڀنڀور جي مسجد تي سومرن کان اڳ جي ڪوفي لپي.



565

لپيءَ جو عڪس ڏنو آهي، پر ڏهن صدين کان وڌيڪ عرصي تائين نقل ٿيندي ٿيندي، اها انهي اصلي روپ ۾ نہ رهي آهي. سنڌيءَ ۾ ان وقت ۽ هاڻي لکجندڙ انگن ۾ تمام گهڻ ڦيرڦار ٿي آهي؛ بس رڳو پنج ( ۵ ) هيئن ( ۴ ) ۽ اٺ ( ٨ ) هيئن ( ١٨ ) يا هيئن ( ٦ ) لکيل آهن. پانئجي ٿو تہ هر انگ هيٺان هڪ ٽٻڪو ڏيڻ سان ڏهاڪا ۽ ٻہ ٽٻڪا ڏيڻ سان سو ظاهر ٿين ٿا. ابنِ نديم سنڌيءَ جون نو لپيون ٻڌايون آهن. سنڌي انگ اٺين ۽ نائين صدين ۾ دمشق ۽ بغداد پهتا. اتي صرف سنڌيءَ بجاءِ عربي انداز ۾ لکي کين عربي انگ بڻائي ڇڏيائون ۽ پوءِ عربي انگن مان هاڻوڪا يورپي انگ ٺهيا. تصوير نمبر 558 انگن جي سنڌيءَ مان يورپي ٿيڻ وارو سفر ٻڌائي ٿي، جن اڳتي هلي رومن انگن جي جاءِ والاري ورتي.

سومرن جي حڪومت جي شروعاتي ڏينهن 1020-1030ع ڌاري، البيرونيءَ لکيو آهي تہ منصوره ۾ عربيءَ وانگر لکجندڙ ”سينداب“ ڪوٺجندڙ سنڌي لپي هلندي هئي. لڳي ٿو تہ عربي لپيءَ ۾ لکجندڙ سنڌيءَ ۾ خاص ڪري ديني ڪتاب لکبا هئا ۽ سترهين صديءَ جي پڇاڙي کان اڳ ۾ اها مدرسن ۾ بہ پڙهائجڻ لڳي هئي. غزنوين ۽ ٻين فارسي ڳالهائيندڙ وچ ايشيائي ملڪن ان دؤر ۾ عربيءَ جي سرڪاري ٻوليءَ واري حيثيت ختم ڪري ڇڏي ۽ نہ ٿو لڳي تہ ڪو سومرن عربيءَ کي سرڪاري ٻولي رهڻ ڏنو هوندو. سندن سرڪاري ٻولي پڪ سنڌي هوندي ۽ پانئجي ٿو تہ ڏکڻ ايشيا جي ڪنهن عام هلندڙ لپيءَ ۾ لکبي هوندي، جيئن ٿنڀور مان لڌل ٽڪرين (ت. 555-557 ) تي لکيل اکرن مان لڳي ٿو.

هند-يورپي گروپ جي ٻولين جي سرجڻ بابت ڪيترن ئي نظرين ۾ گهڻي ڀاڱي ڏاهن انهن کي سنسڪرت مان نڪتل مڃيو آهي، پر پراڻن ماڳن تان لڌل سڄر ثبوتن مان رگ ويد وارن آريا لوڪن جي ڏکڻ ايشيا ۾ موجودگي 1000 ق-م ڌاري ظاهر ٿئي ٿي. ان مان لڳي ٿو تہ سنسڪرت سوڌو سڀ هند-يورپي ٻوليون اڄا بہ ڪنهن ٻي پراڻي ٻوليءَ يا پراڪرت مان نڪتيون هونديون.

**رتي ڪوٽ جو اوڀاريون دروازو ۽ الور جو ڦٽل ماڳ**

566





567

566. رتي ڪوٽ جو اوڀاريون دروازو: شاهہ ڪپور کان 23 ڪلوميٽر ڏکڻ ۾ نند ڪوٺ نالي ڪيرن ڪوٽ کان بہ وڏو قلعو موجود آهي. سندس ماپ 457 x 294 ميٽر آهي ۽ پٿيون ڪچي پراءَ سوڌو 2.2 ميٽر ٿلهيون اٿس. منجهس 42 برج آهن ۽ ڪيرن ڪوٽ جي 18 ايڪڙن جي ڀيٽ ۾ 24 ايڪڙ ايراضيءَ تي ٽهيل آهي. پڪ سان ساموندي واپار جي نگراني ۽ ساموندي حملن کان بچاءَ لاءِ ڪم ايندو هوندو. سندس ڊزائن ڪيرن ڪوٽ ۽ رتي ڪوٽ واري ساڳي آهي. (پاڪستان آرڪيالاجي نمبر 1، 1965).

567. الور جي قلعي ۽ شهر جا ڦٽل آثار. (پاڪستان آرڪيالاجي نمبر 1، 1965).

# سنڌي سماج ۾ جڳن کان هلي ايندڙ مردن ۽ عورتن جي وچ ۾ پورهئي جي ورڇ



568



569



570



571



572

سنڌي سماج ۾ مردن ۽ عورتن جي وچ ۾ پورهئي جي ورڇ ان ريت آهي تہ سڄي گهر لاءِ کوهن، چشمن ۽ ڍنڍن تان، کڏهن تہ ڪجهہ ميل پري کان بہ، پاڻي ڀري اچڻ، ڏئونرو ولوڙي مکڻ ڪڍڻ، ان ڇڙڻ ۽ پيهڻ عورتن جي ٻلي هوندو آهي. هر ڪاهڻ ۽ مال چارڻ صرف مردن جو ڪم آهي. مال لاءِ گاهہ پٽو ۽ ڏهڻ مردن جي ٻلي هوندو آهي، پر مال گهٽو هجي تہ زائفون بہ هٿ ونڊائيندڙيون اٿن. زائفون ڪٽڪ ۽ سارين جي لاباري، ڦٽين جي چونڊائي ۽ ٻاجهين جي پٽائيءَ ۾ مردن سان گڏ هونديون آهن، پر ڍوئائي مردن جي حوالي هوندي آهي. سارين جو رونبو مايون ۽ مرد گڏجي ڪندا آهن. رڌ پچاءُ ۽ ڪپڙا ڌوئڻ ماين جو ڪم آهي. پورهئي جي هيءَ ورڇ ايشيا ۾ پوکي راهيءَ وارن شروعاتي (Neolithic) سماجن کان اڄ تائين هلندي پئي اچي.

568. ۽ 569. ڪوهستان ۽ ٿر جون مايون ٽي ٽي گهڙا ڪنيو پيون وڃن. ٿري عورت پنهنجو منهن ڍڪي ڇڏيو آهي. هوبهو موهن جي دڙي جي ناچڻيءَ وانگر ڪَرائيءَ ۽ ڏئونري تي ٻانهين پاتل اٿس. سومرن جي دؤر ۾ پڻ ٻانهيون ائين ئي هلنديون هيون.

570. عورت اکريءَ ۾ مهريءَ سان ان ڇڙهيندي: هي ڪم هاڻي ڇڙهائيءَ جي مشينن تي ٿئي ٿو.

571. عورت ڏئونرو ولوڙي رهي آهي: ولوڙيل ڏئونري ۾ ٿڌو پاڻي وجهڻ سان مکڻ تري بيهندو آهي. مکڻ ڪيڻ ڪانپوءِ پوئتي ڏڌ وڃي رهبو هو، سو کير وانگر پيئندا ۽ مانيءَ سان کائيندا هئا. سنڌين جي اها سوچ تہ مکڻ نڪرڻ ڪانپوءِ ڏڌ ڦوڳ وانگر آهي، بلڪل غلط آهي، ڇاڪاڻ تہ ڏڌ ۾ چربيءَ کي ڇڏي کير جا ٻيا سڀ گڻ موجود هوندا آهن.

572. اڄوڪي سنڌ ۾ ماين جو ولر پاڻيءَ جا گهڙا کنيو پيو وڃي.

باب پنجويهون

# سومرن جي راڄ ۾ سنڌي ٻوليءَ جي سرڪاري ٻوليءَ طور اوسر

## سنڌيءَ جو ادبي ٻولي ٿيڻ

900ع ايندي ايندي سنڌي ٻولي ٻين پراڪرت ٻولين کان الڳ ٿي، پنهنجي منهن پاڻيري ٻولي هجڻ وارا نروار گڻ پيدا ڪري چڪي هئي. اها ملتان توڙي سنڌ ۽ ڪڇ ۾ ڳالهائبي هئي. سرائڪي ٻولي اڃا وجود ۾ نہ آئي هئي. اها وراچڊ جو بگڙيل روپ آهي. اپڀرنش 1100ع ڌاري وجود ۾ آئي. مهاڀارت جو سنڌي ترجمو ڏهين صديءَ ۽ رامائڻ جو يارهين صديءَ ۾ ٿيو. هنن ڪتابن جي ڪري سنڌي هڪ اهم ادبي ۽ ڌرمي ٻولي بڻجي وئي.

جيتوڻيڪ سرڪاري ٻولي عربي هئي، پر راڄڌاني شهر منصوره ۾ سنڌي ۽ عربي ٻئي ٻوليون ڳالهائبيون هيون. سنڌ جي ٻهراڙين ۾ رڳو سنڌي ٻولي ڳالهائبي هئي. سنڌي ديوناگريءَ جي ڪنهن بگڙيل لپيءَ ۾ لکبي هئي، جيئن پنيور مان لڌل ئڪرين )ت. 555-557) تي لکيل اکرن مان لڳي ٿو. گجرات جي گجراتي ڳالهائيندڙ اسماعيلي برادري گجراتي ٻولي عربي لپيءَ لکندي هئي، پر اها ان ٻوليءَ ۾ صرف اسماعيلي ادب لکڻ تائين محدود هئي. انهن ڏينهن ۾ سنڌيءَ جي بہ عربي لپيءَ ۾ لکجڻ جو اڃا تائين ڪو ثبوت نہ مليو آهي.

ان دؤر جي سنڌي لکتن مان ڪا شيءِ ڪانہ بچي آهي، پر انهن ڏينهن جي عربي ۽ هندوستاني لکتن ۾ سنڌ بابت تمام گهڻي ڄاڻ موجود آهي. انهن مان 800 کان 1351ع تائين واري سنڌي ٻوليءَ کي سمجهڻ ۾ مدد ملي آهي. ڪجهہ مثال هن ريت آهن:

* نائين صديءَ ۾ الور جي هندو راجا جي حڪم تي قرآن شريف جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿيڻ وقت سنڌي هڪ مستحڪم ٻولي هئي.
* مهاڀارت جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڏهين صديءَ ۾ ٿيو.
* رامائڻ جو سنڌيءَ ۾ ترجمو سومرن جي راڄ دؤران يارهين صديءَ ۾ ٿيو.
* اسماعيلي پرچارڪن ڏهينءَ کان چوڏهين صدين تائين سنڌيءَ ۾ ڳنان چيا.
* پير نورالدين ۽ پير شمس جهڙن تيرهين ۽ چوڏهين صدين وارن پوئين اسماعيلي داعين ڳنان دوهن جي صورت ۾ چيا آهن، پر پير صدرالدين اهي ڪافين جي صورت ۾ چيا آهن. هي ڳنان سرائڪي، پنجابي، هندي ۽ ڪٿي ڪٿي راجستاني لفظ ڳاڙڙ سنڌي ۽ گجراتي ٻولين ۾ چيل آهن.
* سنڌي لوڪ ادب هن دؤر ۾ يا اڃا بہ اڳي ترقي ڪئي.
* 711 کان 1011ع تائين ٿي صديون سرڪاري ٻولي رهڻ ۽ ديني اصطلاحن جي ڪري عربي ٻوليءَ سنڌيءَ تي گهرا اثر ڇڏيا. ان دؤران عباسي شهنشاهت غير عرب ايرانين يا مملوڪ ترڪن جي مڪمل ڪنٽرول هيٺ اچي چڪي هئي. ايرانين ڏهين صديءَ ۾ عربيءَ جي جاءِ تي فارسيءَ کي آڻڻ شروع ڪري ڇڏيو هو. 1011 کان 1216ع تائين سومرن جي بادشاهيءَ تي ٻاهريون اثر تمام گهٽ هو، سو ٿي سگهي ٿو تہ سندن سرڪاري ٻولي سنڌي هجي ۽ اها عربي توڙي ديوناگري ٻنهي لپين ۾ لکبي هجي. سومرن وٽ فارسي ٻولي هلڻ جو ڪو ثبوت ڪو نہ ٿو ملي. فارسيءَ کي اتر هندوستان ۾ غزنوين ۽ پوءِ دهليءَ جي سلطانن سرڪاري ٻوليءَ جو رتبو ڏنو.
* اسلامي اثر هيٺ، اسماعيلي ڳنانن سان گڏ مناجات، مدح، منقبت ۽ مولود سنڌي صنفون ٿي ويا.
* عربيءَ جي سرڪاري ٻولي هجڻ ڪري ڪيترائي عربي لفظ سنڌيءَ ۾ عام ڳالهائجڻ لڳا هئا. سومرن جي راڄ دؤران صوفين ڪوڙ سارا عربي، فارسي ۽ هندي لفظ سنڌيءَ ۾ شامل ڪيا.
* شاعريءَ جون صنفون جهڙوڪ دوها، گيت، ڳِنان، سِٽَ ۽ ڳاٻيتو سومرن جي دؤر ۾ سرجيا.

# سنڌ ۾ پاڻي ڍوئڻ جا طريقا ۽ هنر



573



574



575



576



577



578



579

573. پاڻيءَ جا گهڙا پري نيڻ لاءِ گڏهه تي لڏيل آهن.
574. ڪنواڻي: هونئن ته پاڻي پرڻ ماين جو ڪم آهي، پر گهر کان ٻاهر يا مال لاءِ ٿورو گهڻو پاڻي ڪڏهن ڪڏهن مرد ڪنواڻيءَ تي ڍوئيندا آهن. مرد پاڻي تڏهن ڀريندا آهن جڏهن گهر جون زائفون بيمار هجن.
575. موهن جي دڙي جي پروهت راجا ڪي پاتل ڊزائن جهڙي چريل اڄرڪ.
576. سنڌي عورت (ڪاتاري) اٽڻ تي ڪپهه مان سُٽ ڪتي رهي آهي. سندس سڄي ٻانهن تي چوڙيون ڏسجن ٿيون پيون. (نوٽ: پراڻي زماني جون امير مايون هٿ جي مُري کان ڪلهي تائين پوري ڪاپي ٻانهن ۾ عاج جون چوڙيون پائيندڙيون هيون. اڄڪلهه عاج جي بدران پلاسٽڪ جون اڇيون چوڙيون پائجن ٿيون. "موهن جي دڙي جي ناچڻيءَ" کي ڪاپي ٻانهن پوريءَ تي چوڙيون آهن ۽ ساڄي ٻانهن تي رڳو ٽي يا چار داڻا پاتل اٿس.)
577. جنڊيءَ تي لٿل پاون ۽ ٻانهين واري مڄن جي واڻ سان سهڻي واٽيل ننڍي سنڌي ڪرسي يا منجي.
578. ٽڪون يا شيشا لڳل عاليشان ڀرت ڀريل گج يا چولي.
579. ڀلي ڏاند تي ڀلي رلي.

* سنڌي ٻوليءَ ۾ وڏي پيماني تي فارسي لفظ سومرن جي راڄ کانپوءِ جذب ٿيا.
* ابن نديم (990ع) الفهرست ۾ لکي ٿو تہ هڪڙي سنڌي لپي نهي، جيڪا هوبهو سنڌ ۾ هلندڙ عربيءَ وانگر هئي. اها هڪ حقيقت آهي. اڄ بہ رائج سنڌي لپي فارسي نہ پر عربيءَ وانگر آهي. واپارين وٽ ضرور ڪي ٻيون لپيون بہ هلنديون هونديون. سنڌي واپارين وٽ 1947ع تائين گهٽ ۾ گهٽ ٽي اهڙيون لپيون هلنديون رهيون، جيڪي ديوناگريءَ کان مَٽَ هيون.
* البيروني ٻڌائي ٿو تہ 1000ع ڌاري سنڌ ۾ ٽي لپيون هلنديون هيون: اردناگري، لاڙي يا ملواري يا ملواشن ۽ سيندب.
* هنن مان پهرين سنڌي ماتريڪا ۽ ناگريءَ جو ڪار هئي ۽ اتر سنڌ ۽ پاٽيا (پٽنڊا) ۾ هلندي هئي. ملواشن، مالوا ۽ ڏکڻ سنڌ ۾ سامونڊي ڪناري طرف هلندي هئي. سيندب، وچولي سنڌ ۾ منصوره جي پسگردائيءَ ۾ هلندي هئي ۽ پانئجي ٿو تہ سنڌ ۾ سومرن جي راڄ دؤران معياري لپي اها ٿي هئي.
* آيا رڳو هندن ۽ ٻوڌين وٽ ئي هي لپيون هلنديون هيون، ان لاءِ ڪجھ چئي نہ ٿو سگهجي، چو تہ ٻہ سو سال پوءِ قاضي قادن جا بيت ديوناگري لپيءَ ۾ لکيا ويا. مسلمان عالم سنڌي عربي لپيءَ ۾ لکندا هئا ۽ اجا تائين لکندا ٿا اچن. ٻين ڪمن لاءِ ديسي ٻولي ديوناگري لپيءَ ۾ لکڻ سڄي ڏکڻ ايشيا ۾ عام هو. حديقة الاولياء جهڙا ڪتاب ظاهر ڪن ٿا تہ سمن جي دؤر (1351-1525ع) ۾ سنڌي ٻولي عربي لپيءَ ۾ لکبي هئي.
* سيوهڻ ۽ روهڙيءَ (بکر) جهڙن وڏن شهرن ۾ اچي آباد ٿيل پرڏيهين ننڍي پيماني تي ڪجھ فارسي ادب تخليق ڪيو، پر تمام گهٽ؛ جيئن علي ڪوفيءَ جو چچنامہ وغيره. تاريخ ناصريءَ جو ليکڪ منهاج الدين سراج ملتان ۾ آباد هو. انهي سنڌ بابت ڪجھ واقعا فارسيءَ ۾ لکيا آهن.
* صوفي شاعر پڻ فارسيءَ ۾ لکندا هئا ۽ قلندر لعل جي فارسي شاعريءَ جا ڪجھ ٽڪرا اڄا موجود آهن. سنڌ کان ٻاهر ٻيا صوفي بہ اڪثر فارسيءَ ۾ لکندا هئا.
* اسماعيلي پرچارڪن ڪيترائي سرائڪي، گجراتي ۽ هندي لفظ سنڌي ادب ۾ آندا ۽ سومرن جي راڄ دؤران جيتري هنن سنڌي ٻوليءَ جي خدمت ڪئي، اها ڪنهن بہ ٻئي مذهبي گروپ کان گهٽ وڌيڪ هئي. سنڌ جا ماڻهو گنانن کي پنهنجي انداز ۾ ورجائيندا رهيا ۽ ٻوليءَ ۾ وقت بوقت ايندڙ ڦيرڦار جي ڪري گنانن جي اصلي ٻولي برقرار نہ رهي سگهي. ان ريت هينئر موجود گنانن جي ٻولي پارهين کان چوڏهين صدين واري سنڌي نہ رهي آهي.



580. سنڌ ۾ ڪوٽ ڏيجي (2000 ق-م) واري زماني کان وٺي بهترين سواري ليڪجندڙ ڏاند گاڏي تڪڙي غائب ٿيندي پئي وڃي. سنڌ جي ٻهراڙين ۾ سندس جاءِ تي ٽوري پنڌ تائين سامان ڍوئڻ لاءِ ٽائرن وارا گڏھ گاڏا ۽ ڊگهي مفاصلي لاءِ تيل تي هلندڙ پِڪ اپون وغيره اچي ويون آهن. سنڌ ۾ 2010ع کانپوءِ ڏاند گاڏي ٿي سگهي ٿو تہ رڳو عجائب گهرن ۾ نظر اچي.

# سومرن جا اجڙيل ماڳ

581


582


583


584


585


586


587


588


581. ڪيرن ڪوٽ جو برج. (ع س).
582. ڪيرن ڪوٽ جي 9 فوٽ ٿلهي ڀت جو مٿان کان ڏيک. (ع س).
583. ڪيرن ڪوٽ جو برج. (ع س).
584. شاهه ڪپور جي هڪڙي ڊٺل ماڙيءَ جي ڀت. (ع س).
585. شاهه ڪپور ۾ سومرن جو محل. پٿر جا بلاڪ چٽا نظر اچي رهيا آهن. (ع س).
586. شاهه ڪپور ۾ سومرن جو محل. (ع س).
587. شاهه ڪپور ۾ سومرن جو محل. (ع س).
588. ڳاڙهي پڙ (ٺريءَ) ۾ هڪ ڊٺل عمارت. (ع س).

باب چويهون

# سومرن جي راڄ دؤران ٻولي، ادب ۽ ٻاهرين دنيا سان ادبي ناتا

## سنڌ بابت ٻين ملڪن ۾ ڇپيل مواد

ان دؤر ۾ سنڌ کان ٻاهر ڇپيل جن ڪتابن ۾ سنڌ تي سومرن جي راڄ واري عرصي جو احوال ملي ٿو، اهي سن وار ترتيب ۾ هيٺ ڏجن ٿا:

* البيروني اتر هندوستان ۽ موجوده پاڪستان ۾ ملتان تائين آيو هو. سندس 1019/20ع (410 هه) ۾ لکيل ڪتاب الهند (البيرونيز انڊيا، نالي سخائو وارو ترجمو) ۾ سنڌو درياءَ ۽ سنڌ جي ڪجھ جاگرافيائي نالن جو ذڪر ٿيل آهي. سندس ڪتاب ۾ سامونڊي سفر، دوائن، ڦَڪين ۽ ٻوٽن (پنسار) ۽ ٻين واپارن ۾ استعمال ٿيندڙ گھٽائي لفظ ملن ٿا ۽ ڪيترين ئي اهم سيپتائي رسمن جي جھلڪ ڏسڻ ۾ اچي ٿي.
* فردوسي (منصور) ابوالقاسم نالي شاعر 1020ع ۾ وفات ڪئي. سندس ڪتاب شاهنامه ۾ سنڌ جا حوالا ڏنل آهن، پر اهي درست نہ آهن.
* محمود غزنويءَ جي درٻاري ابو نصر محمد بن عبد الجبار عطبي عربيءَ ۾ تاريخ لکي، جنهن ۾ سبڪتگين جا واقعا بيان ٿيل آهن. جباردِيڪن هن تاريخ جو ساڳِئي ئي زماني 1186ع (582 هه) ۾ فارسيءَ ۾ ترجمو ڪيو. محمود ۽ ٻين غزنوين جي سنڌ ۽ ملتان تي ڪاهن بابت ڄاڻ جو هي هڪ اهم ذريعو آهي ۽ تاريخ عطبي نالي سان مشهور آهي.
* 1026ع (417 هه) ۾ ابوالحسن علي بن محمد الجل هڪڙي پراڻي سنسڪرت تاريخ جو فارسيءَ ۾ ترجمو ڪري، انهي کي مجمعتہ التواريخ نالو ڏنو.
* 1037/38ع (429 هه) ۾ ابوالحسن علي بن جالاغ فرخي نالي شاعر وفات ڪئي. هن محمود غزنويءَ جي منصوره تي ڪاهہ ۽ اتان جي حاڪم خفيف سومري جي ڀڄي جان بچائڻ جو ذڪر ڪيو آهي.
* 1038/39ع (430 هه) ۾ البيرونيءَ قانون مسعودي لکيو. انهي ۾ ڏکڻ ايشيا جي مذهبن، فلسفي، ادب، جاگرافي، واقعن جي سن وار ترتيب، تارن جي علم ۽ جوتش وديا وغيره بابت ڄاڻ ۽ سنڌ بابت تفصيل بہ ڏنو اٿس. هن ڪتاب ۾ ڪجھ سنڌي لفظ پڻ ڏنا ويا آهن.
* 1050ع (441 هه) ۾ فارسي جاگرافيدان عبدالحئي بن الزهاڪ بن محمود گرديزي سندس ڪتاب زين الاخبار (تاريخن جو هيرو) لکيو. انهي ۾ سنڌ بابت حوالا آهن، خاص ڪري جيرٹ، راءِ گهراڻي، سنڌ ۽ ايران وچ ۾ تڪرارن ۽ غزنوين جي ڪاهن جو ذڪر ملي ٿو.
* 1070ع (462 هه) ۾ قاضي سعيد اندلسيءَ وفات ڪئي. هن لکيو آهي تہ سنڌي حسابن ۾ ڏاڍا تڪا آهن.
* 1070ع (462 هه) ۾ قاضي راشد بن زبير ڪتاب الذخائر والتحف لکيو. هن ۾ سنڌ جا حوالا آهن.
* سيپٽمبر 1071ع (ذي الحج 463 هه) ۾ حافظ ابي بڪر احمد ابنِ علي ابنِ ثابت ابنِ مهدي الڪاتب البغدادي وفات ڪئي. هن تاريخ بغداد لکي، جنهن ۾ بغداد ۾ آباد سنڌي ڏاهن بابت ڄاڻ آهي.
* 1077/78ع (470 هه) ۾ ابوالفضل بن حسن بيهقي وفات ڪئي. هن غزنوين جي تاريخ لکي، جيڪا تاريخ بيهقي بہ ڪوٺجي ٿي. انهي ۾ غزنوين جي سنڌ ۾ مهمن ۽ محمود جي اتر سنڌ تي ڪاهڻ جو تفصيل آهي. منهاج سراج ۽ حمدالله مصطفوي هن ڪتاب کي تاريخ سبڪتگين ۽ رِيو ڪيس تاريخ مسعودي ڪوٺيو آهي.

## ڀوڏي ڪاريگرن پاران ڪاهو جي دڙي ۽ سڌيرن جي دڙي ۾ ڪم آندل شاهڪار چوڪيون توڙي ٻيون سرون


589


590


591


592


593


594


595


596


597


598


599


600


601


602


603


604


605


606


607


608


609


610


611


612


613


614


615

ڇهين ۽ ستين صدين ۾ سنڌي ٻوڌي پنهنجي اسٽوپائن ۾ ڪالب سان وڌل سرون ڪم آڻيندا هئا. انهن مان گهڻين تي گلڪاري ٿيل هوندي هئي ۽ ڪجهه تي بت ٺهيل هوندا هئا. هن صفحي تي ڏنل تصويرن ۾ ڪيترن ئي نمونن جا گل ڏسجن ٿا. مزي جي ڳالهه اها آهي ته ان دؤر جي گهڻن ۽ چوڪين سرن تي به اهڙيون ئي ڊزائنون آهن. سومرن جي چوڪين سرن واريون ڊزائنون ٻڌ ڌرم وارن جي ڊزائنن مان نڪتيون. ڪجهه ڊزائنون اڳتي هلي دهلي سلطنت ۽ مغل طرز تعمير ۾ به جاءِ ٺاهي ويون. مصري، يوناني، Celtic، ٻوڌي ۽ اسلامي هنر وارا جاميٽريائي نمونا هوريان هوريان ٺهي راس ٿيا ۽ ڪانئن اڳ وارن به مٿن پنهنجو اثر ڇڏيو. پڪ ناهي ته سومرا هي چوڪيون سرون مذهبي عمارتن ۾ ڪم آڻيندا هئا يا عام عمارتن ۾. (ڪزنس).

* هيمچندر 1088-1172ع تائين رهيو. انهي ڪماراپت چَرِيت لکيو. هي پراڪرتي لهجن جهڙوڪ سوراسيني، ماڳڌي، پئساچي ۽ اپڀرنش جو وياڪرڻ آهي. پاڻ مهاراشٽر ۾ رهندو هو، سنڌ توڙي سنڌي ٻوليءَ سان ڪنهن قسم جو لاڳاپو نہ هئس، پر راءِ ڏني اٿائين تہ آڀيرن (ڏنارن) جي ٻولي اپڀرنش پراڪرت ٻولين مان هڪ هئي ۽ سنڌي آڀيرا هن ٻوليءَ ۾ شاعري ڪندا ۽ راڳ ڳائيندا هئا. هيءَ ڳالهہ ڪنهن پَر اعتبار جوڳي نہ ٿي لڳي، ڇو تہ عربي ذريعن مان خبر پوي ٿي تہ سنڌي ٻولي گهٽ ۾ گهٽ اڳي 850ع ڌاري ڳالهائبي ۽ لکبي هئي. مهاڀارت ۽ رامائڻ ڏهين ۽ يارهين صدين ۾ سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿي چڪا هئا.
* 1094ع (487 هـ) ۾ ابي عابد عبدالله بن عبدالعزيز المجماست عجم لکيو. انهي ۾ ديبل ۽ سنڌ جا حوالا آهن.
* 1150ع (5 45هـ) ۾ ادريسي نزهت المشتاق في اختراالآفاق (دنيا گهمڻ جي شوقينن لاءِ راحت) لکيو. هن ۾ سنڌ، سنڌ جي شهرن، دريائن، بندرگاهن ۽ واپاري دڳن وغيره جو تفصيل آهي.
* 1154ع ۾ قرطبہ جي اندلسي جاگرافيدان ادريسي جاگرافيءَ تي پنهنجو ڪتاب نزهت المشتاق في اختي (گهمڻ وارن لاءِ مزا) سسليءَ جي نارمن بادشاهہ راجر-II جي درٻار ۾ لکي پورو ڪيو. بادشاهہ لاءِ چانديءَ جي هڪڙي گول ميز پڻ ٺاهيائين، جنهن تي ان وقت جي معلوم دنيا جو نقشو اڪيريائين. سندس نقشن ۾ سنڌ، سنڌو درياءُ ۽ ديبل وغيره ڏيکاريل آهن.
* عبدالڪريم شائستاني (و. 1153ع) ملتان ۽ سدوسن (سيوهڻ) وارن ٻُتن جو تفصيل ڏنو آهي. سيوهڻ واري شِوِ جي مندر جو صاف ذڪر ڪيو اٿس.
* 1166/67ع (562هـ) ۾ ثمني ڪتاب الانصاب لکيو.
* امام صغاني 1252/53ع (650 هـ) ۾ وفات ڪئي. هي 1194/95ع (590/91 هـ) کان 1219/20ع تائين هندوستان ۾ گهمندو رهيو. سندس ڪتاب الادب الذاخر واللباب الفاخر ۾ سنڌ ۽ ديبل جي ساموندي ڦورن جو تفصيل آهي، جيڪي وڏيرن ۽ ديبل جي حاڪمن کي پناهہ عيوض ڀتو ڏيندا هئا. هي 1219/20ع (616 هـ) ۾ التتمش جي درٻار ۾ خليفي ناظرالدين جو سفير هو.
* 1205/06ع (602 هـ) ۾ صدرالدين محمد بن حسن نظامي نيشاپوري قطب الدين ايبڪ جي تاريخ تاج المعاصر نالي سان لکڻ شروع ڪئي. انهي ۾ بکر تي التتمش جي فوجن جي گهيري مهل قباچہ جي موت جو تفصيل آهي. هن مان معصوميءَ جو اهو چوڻ غلط ثابت ٿئي ٿو تہ محمد شهاب الدين غوريءَ جي جنرل قطب الدين سنڌ کي مات ڪيو هو.
* 1216ع (613 هـ) ۾ علي بن حامد بن ابو بڪر ڪوفي عربي ڪتاب جو چچنامہ نالي سان فارسي ترجمو ڪرڻ شروع ڪيو. ڪتاب جي مواد ۾ تمام گهٽي ڦيرقار ڪيائين ۽ ڇڻ تہ دهلي سلطنت جي مسلمان حاڪمن لاءِ ڪا پاليسي ٺاهي ڇڏيائين. هن جي ائين ڪرڻ سان ڪتاب جي اصلي ۽ مستند ذريعو هجڻ وارو اعتبار تہ ٿي پيو، پر وري ڪافي ٽڪرا مدائنيءَ تان لفظ بلفظ ڪنيا اٿس، جنهن سان تاريخي لحاظ کان گهڻي قدر صحيح ٿي پيو آهي.
* 1224/25ع (621 هـ) ۾ ياقوت حماوي مجمع البلدان (جاگرافيءَ جي انسائيڪلوپيڊيا) لکيو. پاڻ 1179ع ۾ رومي شهنشاهت جي اوپر واري پاسي ۾ ڄائو، سندس وڏا يوناني هئا، جنگي قيدي ٿيو هو ۽ غلام ٿي بغداد ۾ اچي وڪاڻو هو. ڪتاب جي ڀاڱي IV، VIII ۽ IX ۾ سنڌ بابت ڄاڻ آهي. 1229ع (626 هـ) ۾ وفات ڪيائين.
* عطاملڪ جويني نالي تاريخدان ۽ المُوت (فدائين جي جنت) جو گورنر، المُوت تي 1256ع ۾ هلاڪوءَ جي قبضي ٿيڻ کان وٺي اتي رهيو ۽ تاريخ جهان گشائي جويني نالي دنيا جي فاتحن جي تاريخ لکيائين. ان ۾ خوارزم شاهہ جي شڪست، پنجاب ۽ سنڌ ڏانهن ڀاڄ، چنيسر سومري جي بدحواسي ۽ شاهہ جي ديبل شهر کي ساڙڻ جو تفصيل آهي. منجهس اسماعيلي شيعن، فاطمين ۽ فدائين تي پڻ روشني وڌل آهي.
* نورالدين محمد عوفي نالي تاريخدان سلطان شمس الدين التتمش جي حڪومت (1210-1236ع) ۾ جامع الحڪايات لکيو. انهي ۾ قباچہ جي 1228ع ۾ بکر قلعي تان سنڌو درياءَ ۾ ٽپو ڏئي آپگهات ڪرڻ جو تفصيلي ذڪر آهي، جنهن سان ٻين تاريخدانن جون گهڙيل سيئي ڪهاڻيون ختم ٿي وڃن ٿيون. چاڪاڻ تہ هي پاڻ انهي مهل بکر ۾ موجود هو. هن سنڌ چڱي طرح گهمي ڏٺي هئي ۽ ان بابت ڏاڍي ڪمائتي ڄاڻ هئس. سنڌين جي مهمان نوازي، خاص ڪري مهمان جي صحت مطابق کيس هڪ کان ٽن ڏينهن تائين


نقشو نمبر 68
1300_1650ع
اتر سنڌ جو قبيلائي نقشو
N
SCALE
0 10 20 30 40 50 MILES
INDEX
1. TOWNS AND VILLAGES OF 14TH-17TH CENTURIES
2. TOWNS IN RUINS IN 17TH CENTURY
3. MODERN TOWNS
4. PRESENT COURSE OF RIVER INDUS
5. COURSES OF RIVER INDUS AND ITS BRANCHES IN 17TH CENTURY
6. BOUNDARIES OF PARGUNA IN 16TH & 17TH CENTURIES
7. ROADS
MAHARS, BALOACHIS
BALOACHIS
BRAHUIS
Katro
To Khuzdar
Jhat
Tuberjo Daro
To Sibi
Jacobabad
Kandhkot
Fatahpur
Ubauro
Ghotki
Mirpur Mathelo
Vinjort
Dribth Dethari
Ther
BURDI
DOMKI
RIND
JATOIS
KORAYS
Lohunmjo Daro
MANGSI
DARDASGTS
LOLAIS
Shikarpur
LASHARI
DARDASHI
MAHARS
DHAREJAS
Hakra
DHAREJA
SHAIKHS
Madeji
SANGI
Mahotra
Sukkur
Rohri
Alor (Ruins)
Babarlu
Khairpur
Piryalu
ABRAS
Abra
Canal
Kambar
Jhunkar
Larkana (Ladkana)
SAMEJA
SAMEJAS
SODHAS
Gumbad (Gambat)
Kot Diji
MANGEJA
UGHIAS
Mohenjo Daro
Mahrani
Lala
SAMEJAS
BUKEJAS
LAKHIYAR
KARA
GORA AND BALOCHS
Buri
Salari
Pateji
Maki
PANHWARS
THEBAS
SAMEJAS
BUGHIAS
UNEJAS
PARYAS
Pat
Maha Lake
Phulji
Bhambhan
Deparja
DHAREJA
Derbelo
RAJPAR
BIHAN
SAHTA
KORAI
Gachero
Munahi
PANHWAR
Manahro
MANHEJA
Dadu
MALA
DAL
Pandi Wahi
Sekarji
Patho
Arari
Akbarabad
Chhini
Tando Rahim Khan
Kandh Kot
BUGHIA
Bihan (Bhan?)
Samtani
Rel
Bubak
Mehra
DAL
Sehwan
Terhi
Jhangar
Thul Mir Rukan
Kahi Mahjoobi
Daulatabad
VENJHAR
Laka
Bucheri
RAJAR
KAKA
Deran
Jehangirabad
Nawabshah
KAUREJAS
Laki
Amri
Thatti
Thati Wali Muhammad
RAHUJA
KAUREJAS
SAMEJAS
BUGHIA
KERIAS
DETHA
Sann
Sanghar
NUHANIS
NUHMARDI OR NUMRIAS
Kai and Naing
SYE
To Jaisal mir
Gaj
River
Bini
Hala
Durgi
Mula
Saruna
Kohan

ٽڪائڻ، جو تفصيل ڏنو اٿائين. پاڻ 1266ع (665 هه) ۾ وفات ڪري ويو.

* عوفي شاعرن جو تذڪرو لباب الالباب پڻ سهيڙيو. انهي جا 2 ڀاڱا 1903 ۽ 1906 ۾ برائون. اِي. جِي. ۽ مرزا محمد قزويني، ايڊٽ ڪيا ۽ ليڊن مان ڇپيا. ايڊيٽرن جو چوڻ آهي تہ هي ڪم عوفيءَ جي سنڌ کي چڱي طرح گهمڻ ڪانسواءِ ممڪن نہ هو.
* 1230/31ع (628 هه) ۾ ابنِ عاصر سندس تاريخ ڪتاب الڪامل التاريخ لکي پوري ڪئي. هن ۾ سنڌ تي مواد آهي.
* 1258ع ۾ هلاڪو بغداد کي باهه ڏني، عباسين جي دنيا جي سڀ کان وڏي لائبرري تباهه ڪري ڇڏي. ان لائبرريءَ ۾ رکيل ڪتاب پنج سو سالن کان گڏ ٿيندا رهيا هئا ۽ ڪافي تہ سنڌ مان ويا هئا.
* 1260ع (658 هه) ۾ منهاج سراج طبقات ناصري لکي پوري ڪئي. انهي ۾ منگولن جي اتر سنڌ تي حملن بابت ڄاڻ آهي.
* ابنِ سعيد مغربي (1223-1286ع) سنڌ بابت لکيو آهي.
* 1263ع (661 هه) ۾ قزوين شهر جي ذڪريا بن محمد بن محمود القزويني عصرالبلاد و اخبارالبلاد (ملڪن جا يادگار ۽ ماڻهن جون يادگيريون) لکيو. انهي ۾ سنڌ، ملتان، منصوره، ديبل ۽ اتان جي حالتن جو بيان آهي، ۽ سنڌ ۽ بلوچستان ۾ اگياريون (زرتشت عبادتگاهون) هجڻ جو ذڪر آهي. هن 1275ع (675 هه) ۾ عجائب المخلوڪات و غرائب الموجودات (عجب جوڙون ۽ اچرج ڏياريندڙ شيون) بہ لکيو.
* عصامي، فتوح السلاطين لکي بهامي راڄ گهراڻي جي باني علي الدين گنگو کي ارپيو، جنهن ۾ ڏهين صديءَ جي پوئين اڌ کان 1349/50ع تائين واري دؤر جو احوال آهي. هن ۾ سنڌ تي بہ حوالا آهن.
* ابوالفداء (1273-1333ع) ۽ ابنِ علي عصيبيہ پڻ سندن ڪتابن ۾ سنڌ بابت لکيو آهي.
* تاريخ فيروز شاهي جو ليکڪ ضياءُ الدين برني چوهتر قمري يا ٻاهتر شمسي ورهين جي ڄمار ۾ 1357ع (758 هه) ۾ گذاري ويو. مرڻ کان اڳي تاريخ فيروز شاهي لکي پوري ڪري ورتي هئائين. هيءَ 1264 کان 1357ع تائين سنڌ ۽ ان جي دهليءَ سان ناتن بابت ڄاڻ جو هڪ اهم ذريعو آهي.

محمد تغلق جي دربار جي 1333ع ۾ پڳهاردار برني، سندس شهنشاهت جا صرف ٻارهن صوبا ڳڻايا آهن، جن ۾ سنڌ شامل ناهي. هن جي لکيل تاريخ ۾ محمد تغلق جي سنڌ تي مهمن ۽ ناڪامين تي ٽيويهه صفحا شامل آهن. ان ڪانسواءِ ان ۾ دهلي ۽ اتر سنڌ وچ ۾ چورانوي سالن جي لاڳاپن تي ڪوڙ حوالا آهن، جنهن دؤر لاءِ صرف هيءُ ئي اڪيلو ذريعو آهي.

* مبارڪ بن محمود ۽ ابو صفيٰ سراج الدين عمر، محمد بن تغلق جي دؤر ۾ 1333 کان 1351ع تائين ڏکڻ ايشيا ۾ آيا ۽ پنهنجون يادگيريون مسالڪ الابصار في ممالڪ الامسار ۾ سهيڙيائون. انهن تغلق شهنشاهت جي ٽيويهن صوبن جا نالا ڏنا آهن، جن ۾ ملتان، اُچ ۽ سوستان شامل آهن، پر لاڙ جو ذڪر ناهي. (ڪوارٽرميئر: مسالڪ الابصار-ٽوميڪس II، ص. 167 فف. آغا مهدي حسين، محمد بن تغلق ۾ ص. 90 تي هن جو حوالو ڏنو آهي).
* ابنِ بطوطہ تغلق شهنشاهت جي پندرهن صوبن ۽ ڪيترن ئي شهرن جا نالا ڏنا آهن، جن ۾ ملتان ۽ اُچ شامل آهن، پر سيوهڻ ڪونهي. اتي 1333/34ع ۾ محمد تغلق خلاف بغاوت ٿي ۽ اها ختم بہ ٿي وئي هئي، پر متان اُنڙ سمي (بطوط غلطيءَ سان ڪيس سومرو ڪوٺيو آهي) اتي ستت پوءِ وري قبضو ڪيو هجي ۽ پاڻ اتي جو پاڻ وهيٺو حاڪم ٿي ويهي رهيو هجي. هن مان پتو پوي ٿو تہ لاڙ ۾ سومرا آزاد راڄ ڏٽي هئا.
* 1398/99ع (801 هه) ۾ شمس سراج عفيف تاريخ فيروز شاهي لکي، جنهن جي شروعات فيروز جي سونڊا ويجهو تاج سنڀالڻ سان ٿئي ٿي ۽ منجهس فيروز جي سنڌ تي ٻن مهمن جا تفصيل ڏنل آهن. عفيف پاڻ 1350ع ۾ ڄائو هو. پهرين مهم ۾ سندس پيءُ بحري فوج جي 5،000 ٻيڙين جي قافلي مان 1000 جو نگران هو. ڪتاب ۾ سلطان فيروز شاهه جون ڪمزوريون لڪائي ڪيس متقي ۽ پرهيزگار مسلمان ۽ دينيدار ماڻهن ۽ درويشن جو وڏو قدردان ڪري پيش ڪيو ويو آهي. سلطان جي فوجي نا اهلين تي رحمدلي ۽ انسان دوستيءَ جو ڍڪ ڍڪيو ويو آهي. ٺٽي واري ٻين مهم جو پورو تفصيل نہ ڏنو ويو آهي. ان ٻيري مخدوم جهانيان اُچ واري جي اچڻ ۽ ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻ تائين سلطان ڏڇي ۾ هو. اها ڳالهہ توڙي مروڙي بيان ڪيل آهي. مخدوم کي صرف هڪ نيڪ



نقشو نمبر 69
1300_1650ع
ڏکڻ سنڌ جو
قبيلائي نقشو
N
SCALE
0 10 20 30 40 50 MILES
نوٽ:
سنڌ جا گهڻا قبيلا گذريل ساڍا ٽي سؤ سالن ۾ پنهنجن اصلي ماڳن کان تمام گهٽ ٽڙيا آهن. هيءُ ۽ هن کان اڳ وارو نقشو مظهر شاهجهاني، بيگلارنامہ، تاريخ معصومي، ترخان نامہ، تاريخ طاهري ۽ نصرت نامہ ترخان مان مليل ڄاڻ آڌار ٺهيل آهن.
INDEX
1. TOWNS AND VILLAGES OF 14TH-17TH CENTURIES
2. TOWNS IN RUINS IN 17TH CENTURY
3. MODERN TOWNS
4. PRESENT COURSE OF RIVER INDUS
5. COURSES OF RIVER INDUS AND ITS BRANCHES IN 17TH CENTURY
6. BOUNDARIES OF PARGUNA IN 16TH & 17TH CENTURIES
7. ROADS
ARABIAN SEA
RANN OF KUTCH
JAREJA
SAMMAS OF KUTCH
NUHANIS
NUHMARDI OR NUMRIAS
SAMMA RAJPUT TRIBES OF BELA
NAHMARDIS
KEHRIS
SAMMAS
SOOMRAS & SAMMAS
JAM OF KAKARLAA
SOOMRAS
SODHAS
SAMEJAS
JUNEJAS
DAL
KAUREJAS
RAHUJA
BUGHIA
KERIAS
DETHA
MANAHEJA
SAND
SHORA
BABARS
HALAS
KHEBERS
NAREJAS
SYEDS
LAKHA
Kohan
Winder
Hab River
Bela
To Bela and Makran
Baran
Manghopir
Karachi
KAURASHI (Old Karachi Harbour)
Manora
Amilano
Banbhore
Tharri Gujo
Samui
Makli Hills
Kalan Kot Thatta
Kinjhar Lake
Jhimpir
Jherrak
Jhingri
Thano Bula Khan
Kotri
Hyderabad (Nerun kot)
Tajpur
Nasarpur
Unerpur
Budapur
Bohri (Bohriyoon)
Udero Lal (Jaheja)
Hala
Mindhwahun
Brahmanabad (Banbhra)
Shah Gardh (Abaljo Kot)
Mirpur Khas (Kahu Daro)
Depar Ghangro
Sanghar
Nawabshah
Deran
Jehangirabad
Laki
Amri
Thatta Wali Muhammad
Kai and Naing
Sann
Sabu Rahu
Nager
Manjhand
Awis Qarni
Kambho Jabal
Mokhran Landi
Karchat
Arabjo Thano
Aghamkot (Aghamani)
Sundheranjo Daro
Tharri
Jun
Fath Bagh
River Indus
Branch of Puran
Badin (Chachkan)
Ren Branch
Nahar
Bathoro (Mirpur Bathoro)
Shah Kapur (Mohd Tur Ruins)
Pir Patho
Lahri Bunder
Mirpur Sakro
Baghar
Keti Bandar
Eastern Puran
Wangha
Naukot
Nohto
Amarkot
Chachro
Islamkot
Virawah
Diplo
Siraijo Goth
Rahman (Ramki or Rahimki Bazar)
Sindri
Pari Nagar
Nagar Parkar
Bhodsar
Dry Bed
To Jaisalmir

ماٿهوءَ جي روپ ۾ ڏيکاريو ويو آهي. گهٽ ۾ گهٽ تي پيرا سنڌ جا معاملا نبيري سلطان ڏي اُتل ڪرڻ وارو سندس ڪردار لکايو ويو آهي. ڪتاب ۾ فيروز شاهه جي 1351 کان 1388ع تائين سٺيهن سالن جي حڪومت جو احوال آهي. فيروز جي1365-1368ع واري مهم سمن کان حڪومت ڦري همير سومري کي ڏيڻ لاءِ هئي، جيڪو ملتان جي گورنر ماهرو جي پناهه ۾ هو، تنهن ڪري هن مهم جو ذڪر سومرن سان ٿيڻ ڪپي. ماهرو جي مدد سان سومرن پنجاب جي علائقي ليّه ۾ ننڍي زميـنداري / جاگيرداري قائم ڪئي، جيڪا وٽن اينـدڙ سوا سو کن سال رهي. هن تاريخ ۾ چوڏهين صديءَ واري سنڌي ٻوليءَ جو هڪڙو جملو "ٻَرڪت پير پَنو، هڪ ڊٺو ٻيو نَٺو" محفوظ آهي، جيڪو سنڌين فيروز شاهه تغلق جي سنڌ مان گجرات ڏانهن ڀاڄ تي چيو. انهي جي معنيٰ آهي تہ پير پٺي جي برڪت سان هڪڙو (محمد تغلق) مئو ۽ ٻيو (فيروز تغلق) ڀاڄ کائي جهنگ منهن ڏئي ڀڳو.

* عماري (1301-1348ع) نالي هڪڙي ليکڪ بہ سنڌ بابت بحث ڪيو آهي.
* ڏهين صديءَ جي ايراني سيلانين ۽ ليکڪن جون ڪوڙ لکڻيون آهن، جن ۾ سومرن جي ابتدائي دؤر (1011-1206ع) سان ملندڙ جلندڙ حالتن جو ذڪر آهي. تنهنڪري سندن حوالو ڏيڻ گهرجي. هي ليکڪ آهن: ابو زيد صرافي (950ع)، سليمان تاجر (851ع)، مقدّسي (965ع)، مطاهر بن طاهر (ڏهين صدي)، بشاري مقدسي (و. 1000ع)، مسعودي (956ع)، فهرست وارو ابنِ نديم ۽ بزرگ بن شهريار (ڏهين صدي).
* ڪجهہ سنڌي ڏاهن سنڌ کان ٻاهر حديث ۽ قرآن شريف جا تفسير لکيا. انهن مان محمد عابد سنڌيءَ، امام اعظم کان صدرالدين موسيٰ (و. 1252ع) ذريعي پهتل حديثون ترتيب ڏنيون. ابو بکر اسحاق البکري المهاني عرف ابنِ تاج (و. 1335ع) قرآن شريف جو تفسير لکيو.

هنن ٽڙيل پکڙيل ذريعن کان سواءِ ڪڇ، ڪاٺياواڙ، گجرات ۽ راجستان جي تاريخن ۾ بہ سنڌ بابت مواد آهي.

## سومرن جي جُڳ سان جُڙيل لوڪ ڪهاڻيون

سومرن جي دؤر سان جڙيل مشهور لوڪ ڪهاڻيون هي آهن:

* سيف الملوڪ-بديع الجمال.
* ليلا-چنيسر.
* عمر-مارئي.
* گنگا-عمر.
* سسئي-پنهون.
* سورٺ-راءِ ڏياچ.
* دودو-چنيسر.
* مومل-ميندرو يا مومل-راڻو.
* مورڙو ۽ مانگر مڇ.
* موکي-متارا.
* دلوراءِ ۽، الور ۽ برهمڻ آباد جو غرق ٿيڻ.

هي آکاڻيون پندرهين کان سترهين صدين ۾ سرجيون ۽ ڏار ڏار لوڪ ڪهاڻيڪار کين نوان روپ ڏيندا آيا. تنهن ڪري هنن لوڪ ڪهاڻين جي ٻولي سورهين ۽ سترهين صدين واري آهي، انهي کان پراڻي ڪانهي.



616



617

### مور ۽ منجنيق ۾ استعمال ٿيندڙ مٽيءَ جا پڪل ڳوڙها (گولا)

616. سنڌي نيرو مور: سنڌي لوڪ ڪهاڻين ۾ انسانن توڙي جانورن جي سونهن بيان ڪرڻ لاءِ کين مور سان تشبيهہ ڏيندا آهن. ڪجهہ ماٿهو مور جو گوشت بہ ڪائيندا بہ آهن. سنڌ جي ٿر ۾ مور اڄا تائين جهجهي انگ ۾ ٿين ٿا. مور جا کنڀ پاڪ ڪتابن ۾ ساهيءَ واري هنڌ نشانيءَ طور رکيا ويندا آهن.

617. منجنيق جا هي پڪل ڳوڙها رتي ڪوٽ مان لڌا هئا. هي موهن جي دڙي مان لڌل ڳوڙهن جهڙا آهن (تصوير 41) ۽ اهڙا گولا کيرن ڪوٽ مان پڻ لڌا آهن.

# جنگ ۽ جنگي سامان

618






630



631



632



633



618. شروعاتي مسلمان سپاهي: ڍال، تلوار، ڪمان، تير ۽ واڪو تلوارن سان. (اي ايل اي).
619. بڙڇي يا نيزو.
620. پيادي جي ڍال.
621. Virga (بادشاهه هٿ ۾ ڪٺي هلندا آهن).
622. خنجر.
623. تلوار.
624. 624 ۽ 625. ڪهاڙي.
625. ٽن ڇهنبن وارو ڀالو.
626. هاٿيءَ کي رکڻو هٿڻ واري سيخ.
627. گهوڙيسوار جي ڍال.
628. گهوڙيسوار جي ڍال.
629. (619 کان 629 تائين ونسنٽ سمِٿ جي ”اَرلي اينڊ ائنشيَنٽ هندو انڊيا“، آڪسفورڊ، 1923 جيَ آڏار).
630. منجنيق جو ڳوڙهو يا گولو. (پ م).
631. برهمڻ آباد-منصوره مان لڌل لوها ڇلا، ڪاتيون، ڪليون ۽ ڏانو.
632. ڍال ۽ مياڻ ۾ پيل تلوار: ڍال ڊ. 32.9 س م. تلوار جي ڊيگهه هٿئي کان چوٽيءَ تائين 89 س م. (س ع).
633. 711-714ع واري منجنيق جو هڪڙو قسم، جيڪو عربن ديبل جي ڪڙي پيريءَ استعمال ڪيو. منجنيق يونانين جي ايجاد هئي، رومين ان کي سڌاري بهتر بڻايو، اتان ايران جي پارٿين ۽ ساسانين نقل ڪئي ۽ محمد بن قاسم جي فوج ۾ شامل ايراني ۽ عراقي هلائيندا هئا. محمود غزنويءَ وٽ به اهڙيون مشينون هيون. ڏکڻ ايشيا وارا منجنيق وڏي پئماني تي استعمال نہ ڪندا هئا. (ايم ايچ پي).

### باب ستاويهون

# سائنس ۽ ٽيڪنالاجي

* 1021ع ۾ ايراني حڪيم ابو علي سينا همدان (ايران) ۾ وزير ٿيو. قانون نالي سندس ڪتاب علم النجوم تي هڪ معياري دستاويز هو.
* 1030ع ۾ اريضو (اٽلي) جي مونڪ گائيڊو جديد موسيقيءَ جا سر ايجاد ڪيا. انهي اولهه جي موسيقيءَ کي اوج تي پهچايو.
* 1041ع ۾ پي شينگ چين ۾ ڇپائيءَ لاءِ چرندڙ پرندڙ اکر متعارف ڪرايا.
* 1067ع ۾ هڪڙي چيني حڪمنامي هيٺ بارود تي رياستي هڪ هٽي قائم ٿي.
* 1086ع ۾ شين ڪئا جون ايجاد ڪيل قطب نمائون چيني استعمال ڪندا هئا. يارهين صديءَ ۾ سندن ساموندي جهاز هندوستاني بندرگاهن تي گهڻو ايندا رهندا هئا، پر هندوستانين ان مان ڪو نہ پرايو، ڇو تہ ساموندي واپار شودرن يا گهٽ ذات وارن ماڻهن جي هٿن ۾ هو ۽ پڙهيو لکيو طبقو هن برادريءَ کان پري رهڻ پسند ڪندو هو. انهي جو نقصان بهرحال ملڪ کي ٿيو.
* 1120ع ۾ مالرن ۾ ويچر، ڏکڻائي ۽ ويڪرائي ڦاڪن جي ماپ متعارف ڪرائي، جنهن سان نقشا تڪي توري ٺيڪ ٺيڪ ٺاهڻ ۾ مدد ملي.
* 1123ع ۾ ايراني شاعر، رياضي دان ۽ فلڪيات جو ڄاڻو عمر خيّام اوپر ايران ۾ گذاري ويو.
* 1126ع ۾ ارطوائس (فرانس) ۾ پهرئين ڦوهارِي کوهہ (artesian well)پاٽي ڏنو. سنڌ جي اولاهين ياڳي وارن جبلن ۾ هيٺ پاٽيءَ جا ذبيل وهڪرا موجود آهن. اتي بور ڪرڻ سان پاڻي ڦوهارا ڏئي نڪرندو، پر اهي اڃا سوڌو اڻ ڇهيا آهن. سنڌ ۾ پهريون ڦوهارِي کوهہ ڪراچي يونيورسٽيءَ جي اوپر ۾ ليڪ 1957 ۾ ڳولي لڌو هو.
* 1198ع ۾ عظيم مسلمان سائنسدان ۽ فلسفي ابن رشد 78 ورهين جي ڄمار ۾ مراڪش ۾ گذاري ويو.
* 1202ع ۾ رياضي دان ليونارڊو فيبوناچي اتر آفريڪا مان عربي انگ ۽ هندوستان مان ٻڙي، بغداد رستي يورپ ۾ متعارف ڪرايا. هي انگ سنڌي (هندي پڻ) انگن کي نئون روپ ڏئي ٺاهيا ويا. انگن جو هي سفر تصوير نمبر 558 ۾ ڏنل آهي.
* 1225ع ۾ اسپين ۾ سوٽي ڪپڙو، ڏکڻ ايشيائي ڳرن جي آڏار، نهڻ شروع ٿيو.
* 1232ع ۾ ٽين صدي ق-م وارن اسڪندريہ جي ٽالمين (سڪندر جي جنرل کان سيزر تائين مصر جا يوناني بادشاهہ) جي روشن خياليءَ ڪانپوءِ پهريون ڀيرو جراحن سيلرنو ۾ انساني جسمن جي وَڍَ ٽُڪَ ڪئي.
* 1237ع ۾ منگولن اوپر يورپ جو گهڻو حصو فتح ڪرڻ لاءِ چيني ٽيڪنالاجي بارود (متي 1067) ۽ گهڻو ڪري بارودي هٿيار بہ ڪم آندا.
* 1238ع ۾ منگولن يورپ ۾ عينڪون متعارف ڪرايون. اهي چين ۾ گهڻو اڳي کان استعمال هيٺ هيون.
* 1250ع ۾ صليبين يورپ ۾ عربي ڏهائي سرشتو متعارف ڪرايو. (ڏسو 1202ع متي).
* 1259ع ۾ چينين پنهنجي فوج ۾ وڏي پيماني تي بارودي هٿيار متعارف ڪرايا.
* 1278ع ۾ يورپ ۾ شيشي جون درسنيون متعارف ٿيون.
* 1280ع ۾ قبلائي خان صاف ۽ اڇي کنڊ ٺاهڻ لاءِ چيني ڏانءُ سڌارڻ لاءِ مصري ماهر گهرايا. اهو ڏانءُ سنڌين وٽ عربن جي فتح 711ع کان اڳي موجود هو ۽ سنڌ جي کنڊ ايران، وچ ايشيا ۽ عربستان ڏانهن دوا طور ويندي هئي.
* 1289ع ۾ روينا (اٽلي) ۾ ڪاٺ جي ٺپن سان ڇپائي ٿيندي هئي. ڏکڻ ايشيا وارا ارڙهين صديءَ جي وچ تائين انهي کان بي خبر رهيا. ان ڪري ئي هتان جا گهڻا ماڻهو اڻ پڙهيل رهجي ويا. (ڏسو 1041ع متي).
* 1298ع ۾ يورپ وارن ڏکڻ ايشيا جو سُٽ ڪتڻ جو چرخو (ت. 646) پاڻ وٽ متعارف ڪرايو.
* 1315ع ۾ اٽليءَ جي جراح مونڊينو لي لزّي پهريون ڀيرو ڪليئي عام انساني جسم جي سائنسي وَڍَ ٽُڪَ ڪئي. (ڏسو 1232ع متي).

# صنعتي اوزار



634



635



636



637



638



639



640



641



642

643




645



644



634. لوهار جي ڏَنوَڻ (ڏَونڪٽي) جي هوا جي موري. (س ع).
635. لوهار جي ڏَنوَڻ (ڏَونڪٽي) جي هوا جي موري. (ل م).
636. ڪير ٺارڻ جو ٺانءُ: هي ٺِپ سگهي ٿو متان حڪيمن جي ڪم به ايندو هجي. (پ م).
637. ساريون چڙهڻ واري چلر جو مٿيون پُڙ: ليڪڪ دادوءَ ۾ پنهنجي ناناڻي ٻنيءَ ۾ موجود هڪڙي دڙي مان لڌو. چوڏهين صديءَ جو آهي. (ايم ايچ پي).
638. ساريون چڙهڻ واري چلر جو هيٺيون پڙ: هي کهرو ٺاهيل آهي، جيئن صحيح چڙهائي ڪري. (ع س).
639. 638 جو ٻيو پاسو. (ع س).
640. سومرا دؤر ۾ هلندڙ چرخي (اَئٽ) جو نقل ارڙهين صديءَ جو چرخو.
641. جنڊ جو مٿيون پڙ: هي هيٺئين پڙ کان ٿورو ننڍو آهي، پر هٿئي وارو پاسو ٻاهر نڪتل اٿس ۽ هيٺان پاسيرو گهڙيل آهي، جيئن اٽو سولائيءَ سان هيٺان لڳل ٺٺونر ۾ وڃي پوي. هي ويهين صديءَ وارن جنڊن کان ڳرو آهي. سنڌ جي ڪجهه حصن ۾ جنڊ اڃا به هلن ٿا. (پ م).
642. جنڊ جو هيٺيون پڙ. (پ م).
643. ڪاشيءَ جو ڪورو: هالا ۽ سيوهڻ ۾ اڄڪلهه به اهڙا ڪورا آهن.
644. ويهين صديءَ جو جنڊ: ويهين صديءَ جي پڇاڙيءَ تائين ٻهراڙيءَ جون عورتون روز صبح جو سوير اٿي ٻه ڪلاڪ ڪن جنڊ تي ويهي پنهنجي گهر جي ڀاتين جي پورت اٽو پيهنديون هيون. (س ع).
645. تيلي ٻج پيڙڻ لاءِ گهاڻو. (س ع).

* 1335ع ۾ يورپ ۾ توبخانو استعمال ٿيو ۽ اتان هندوستان پهتو، جتي بهمني سلطانن اهو 1376ع ۾ وجئه نگر جي فوجن کي ناس ڪرڻ لاءِ ڪتب آندو. هيءَ چيني ايجاد هئي. (ڏسو 1041 ۽ 1237 مٿي).
* گهڙيل ۽ رنبيءَ سان اکيريل فرش جون سرون سنڌ ۾ ڇهين ۽ ستين صدين کان استعمال ٿينديون ٿي آيون ۽ مختلف اسٽوپائن مان لڌيون آهن، پر سومرن جي دؤر ۾ گلن ٻوٽن وارين سهٽين ڊزائنن واريون سرون ڪالبن سان وجهڻ جو هڪڙو نئون هنر پيدا ٿيو. سرن لاءِ اهي ڊزائنون، پاڙيسري ملڪن ۾ آڳاٽن ڄڳن کان هلندڙ نڪر ۽ ڌاتن مان نهيل ڪنن جي ڳهن (ت. 470-497) تان ڪٽندا هئا. سرون ڪاٺ يا لوهہ جي ڪالبن سان وجهندا هئا، جن تي ڊزائنون اپريل يا اندر پيهيل هونديون هيون. ان مان نتيجو ڪڍي سگهجي ٿو تہ سنڌ ۾ استعمال ٿيندڙ ڳهہ پڻ وڏي مهارت سان ٺهندا هوندا.
* ڪاشيءَ جي ٿانون ۾ بہ خاطرخواهہ سڌارو آيو ۽ سومرن جي دؤر ۾ عام ٿي ويا. مختلف رنگن لاءِ ڪيترائي ڪچا ڌاتو ڪم آڻيندا هئا.
* ڌاتوءَ جي ڪم ۽ پتل جي سانچن ۾ ميڻ رجائڻ واري طريقي سان نيڪ نيڪ ڍلائي ڪرڻ مان زبردست هنر جو پتو پوي ٿو. عمارتن جي اندروني سونهن لاءِ ڌاتوءَ جي ڄارين، روشنيءَ لاءِ پيتلي ڏيئن (ت. 535-536) ۽ سرميداڻين ۾ ڪاريگرن جو زبردست ڏانءُ ڏسڻ ۾ اچي ٿو.
* ٻوٽن مان رنگ ناهي سُٽ ۽ ڪپڙو رنگڻ ۾ بہ وڏي ڪاميابي ماڻي هئائون. انهي دؤر کان پلو ڪم رڳو ويهين صديءَ جي ٻي چوٿائيءَ ۾ ٿيندو هو. ريشمي ڌاڳو ٻاهران گهرائي، رنگي ۽ پوءِ انهي مان ڌار ڌار ڊزائنون اٽندا هئا.
* سومرن جي دؤر جون ٿي سرميداڻيون سانچي ۾ پتل ڍالڻ جي زبردست ڪاريگريءَ جو شاهڪار لڳن ٿيون. ان دؤر ۾ تيل ترقيءَ جو صحيح پتو رڳو ماڳن جي کوٽائيءَ سان پئجي سگهندو. هنن سرميداڻين جي بنيادي جوڙجڪ موهن جي دڙي مان لڌل هڪڙي پتل ۽ ڪجهہ نڪر جي سرميداڻين جهڙي آهي.

## ڪم ۾ رُڌل ڪاريگر ۽ سندن اوزار

646


647



648

649


650


646. ڌاڳو ڪتڻ لاءِ چرخو.
647. واڊو يا ڊکڻ پنهنجو ڪم ڪري رهيو آهي. (برٽش اينڊ انڊيا آفس لائبريري، وِليَم مور).
648. عورتون پيش جو تڏو اُٽي رهيون آهن. (وليَم مور).
649. ڪورياڻيون ڪپڙو اُٽي رهيون آهن: ڪورَڪو ڪپڙو اٺويهين صديءَ جي پڇاڙيءَ تائين عام هوندو هو. لنگيون ۽ ڪيسَ وغيره اجا تائين ايڪيهين صديءَ ۾ بہ اُٽجن ٿا.
650. اڳ ڪاٺ جي ٿلهن ٻُنڍن يا ٿڙن کي چيرڻ لاءِ ڪَرتَ ڪم آندا ويندا هئا آهن: هاڻي انهي ڪم لاءِ بجليءَ تي هلندڙ آرا مشينون ۽ وڏيون ڪارايون اچي ويون آهن. (وِليَم مور).




## حڪمت يا طب جو سامان

651



652



653



651. منهن تي چاري ٺهيل گهڙو يا پارو. (پ م).

652. Agate پٿر مان ٺهيل اٺڪنڊي شڪل وارا روهي ۽ روهڙو: هنن سان دوائون, ڦڪيون, پنسار, سرمون ۽ ٻيا وکر پيهندا هئا. روهي: ويڪر 8.35 س م. ٿولهه 3.7 س م. اندران ڊ. منهن وٽ 6.8 س م. اٺڪنڊو روهڙو: وڏي مٿي وٽ ٿولهه 1.8 س م. ڊيگهه 9.4 س م. ننڍي مٿي وٽ ٿولهه 1.05 س م. هندوستان ٻاهرين سائنسي ادارن ڪي هلندڙ صديءَ ۾ انهي پٿر مان ٺهيل جيڪي روهيون ۽ روهڙا موڪليا, سي ماپ توڙي شڪل ۾ هوبهو هنن جهڙا آهن. (س ع).

653. منهن تي چاري ٺهيل گهڙو يا پارو. (ن م).

باب اٺاويهون

# ڏکڻ ايشيا ۾ آباد انساني نسل

انساني نسلن کي ٽن گروپن ۾ ورهايو ويو آهي: اڇا (يورپي مهانڊو)، منگولي (چيني مهانڊو) ۽ نيگرو يا شيدي (آفريکي مهانڊو، ڪارا يا مشڪي). اڄوکو انسان ٻه لک سال اڳ آفريڪا ۾ سرجيو. ٽيهن کان پنجاهه ماڻهن جا ننڍا ننڍا ٽولا شڪار ڪندا ۽ ميڙ چونڊ تي گذر ڪندا سڄي ايشيا ۽ يورپ ۾ ٽڙي پکڙي ويا. ٽن ڏينهن ۾ زراعت ڪانه هوندي هئي، تنهنڪري اهي جهنگ مان ميوا، ان، ٻج، ٻوٽن جون پاڙون ۽ پاڇيون ميڙيندا کائيندا وتندا هئا ۽ گوشت لاءِ ساسي ماريندا هئا. ٽولا وڏا ٿيندي ئي ورهائجي ويندا هئا. جڏهن کاڌو پيتو ڏَوَ تي هوندو هو، تہ انساني آبادي وڌي ويندي هئي. اٽڪل 16،000 سال اڳ آخري برفاني دؤر جي پڄاڻي تي تہ پوئن تي منداڻتا وڻ ڦٽڻ لڳا ۽ وڏا وڏا جهنگ روپ وٺڻ لڳا. ساوڪ تي پلندڙ ساسي جهنگن ڏانهن ڇڪجي آيا ۽ شڪاري جانور توڙي انسان بہ سندن پويان اچڻ لڳا. شڪاري قبيلا شڪار ۾ هڪٻئي سان سهڪار ڪندا هئا. نتيجي ۾ منجهن سگهن جي ڏي وٺ ٿي ۽ سندن ٻولين وچ ۾ پڻ ويجهڙائپ پيدا ٿي. مند ڦرندي ئي هي شڪاري فن لئنڊ کان هيٺ وچ ايشيا بلڪہ خيبر ۽ بولان لڪ اڪري اچا بہ هيٺ تائين ماڳ مٽائيندا وتندا هئا. ان ريت اڇي نسل جا ڪارڻ نسل پيدا ٿيا ۽ هند-يورپي ٻولين جنم ورتو. اهو ئي سبب آهي جو ڏکڻ ايشيا جي اترين پاسن وارن ماڻهن جا مهانڊا يورپين سان ملن ٿا، جيتوڻيڪ رنگ ۾ انهن جيترا پورو ناهن.

ان کانسواءِ فتحن جا سلسلا بہ لڳاتار هلندا رهيا آهن ۽ گڏوگڏ موسمي حالتون وري وري بگڙڻ ڪري وچ ايشيا جي ماڻهن جي هيڏي هوڏي لڏ پلاڻ هلندي رهي. اهڙيون حالتون 800 کان 500 ق-م، 300 ق-م کان 250ع، 600 کان 900ع ۽ 1480 کان 1850ع ڌاري هجڻ جي خبر آهي. موسمي حالتن جي انهن ڦيرڦارن سبب اتان جا ماڻهو سنڌ ۽ پنجاب ڏانهن لڏي ايندا رهيا آهن. ٿلهي ليکي، ڏکڻ پنجاب (ملتان کان هيٺ) کان ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ تائين جا ماڻهو هند-سِٿيائي ۽ پنجاب ۽ راجستان وارا هند-آريائي نسل جا آهن. اتر پرديش (هندوستان) جا ماڻهو آريا-دراوڙ، بنگال جا منگولي-دراوڙ ۽ ڏکڻ هندوستان وارا دراوڙ نسل جا آهن. بلوچستان ۽ سرحد صوبي ۾ سنڌو درياءَ جي ساڄي ڪناري سان رهندڙ افغاني لڳندڙ ماڻهو ترڪ-ايراني نسل جا آهن. گلگت، نيپال، ڀوٽان، آسام ۽ برما (ميانمار) وارا منگولي نسل جا آهن.

**وچئين جڳ ۾ سنڌ ۾ اَن پيهڻ لاءِ ڪم ايندڙ جانڊَهه**



654. جانڊَهه ۾ اٺ وهي رهيو آهي: هونئن تہ ان پيهڻ عورتن جو ڪم هوندو هو، پر وڏين آبادين وارن شهرن ۾ وڏي انگ ۾ پورهيت مرد چڙا رهندا هئا، سو اتي ان جانڊِهين ۾ پيسندو هو، جن ۾ وَهٽ (وهندڙ جانور) وهندا هئا. 1920ع ۾ ڊيزل انجڻين جي اچڻ تائين جانڊهيون عام هونديون هيون. (بيلي، ڪراچي).

# ڏات ساگر


- عباس، اَشتياني اقبال، (1320)، تاريخ منگول، (فارسي) تهران.
- ايبٽ، جي. ، (1924)، سنڌ-اي ري انٽرپريٽيشن آف اَن هيپي ويلي، آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس، بمبئي.
- فضل، ابل، (1600)، آئينِ اڪبري، 3 ڀاڱا (فارسي)، ايشياٽڪ سوسائٽي آف بينگال، ڪلڪتو، ترجمو جرات ائنڊ بيورج، (1873) ، ترميمي ترجمو جادو ناٿ سرڪار، ايشياٽڪ سوسائٽي آف بينگال، ڪلڪتو، (1948).
- فضل، ابل، (1602)، اڪبر نامہ (فارسي)، اي. ايس. بي. ڪلڪتو 1867 انگريزي ترجمو هينري بيورج، ڪلڪتو، 1907.
- تراب، ابو، (1532)، تاريخ گجرات، (فارسي)، ايڊٽ سر ڊينيسن راس، بڙودا.
- آغا، مهدي حسين، (1953)، رحالھ آف ابنِ بطوطہ، بڙودا.
- آغا، مهدي حسين، پروفيسر، (1964)، تغلق ڊائنسٽي، ٿئڪر، اسپنڪ، ڪو. ، ڪلڪتو.
- آغا، مهدي حسين، (1968)، ڊيٽ ائنڊ پريسائيز آف ابن بطوطاز ٽريولس وٽ آبزرويشنس، سنڌ يونيورسٽي آرٽ سيريز، سوشل سائنسز ائنڊ هيومينيٽيز، ڀاڱو-7، صفحو 95-108.
- آغا، مهدي حسين، (1972)، رائيز ائنڊ فال آف محمد بن تغلق، دهلي.
- ائٽڪن، اي. ايچ. ، (1907)، گزيٽيئر آف سنڌ، ڪراچي.
- الانا، غلام علي، (1960)، سومرن جي دؤر جي شاعري، سنڌي، مهراڻ، ڀاڱو 9، نمبر 1 ۽ 2، صفحو 148-156.
- امير خسرو، تحفتہ الصغر (فارسي)، شاعري (هن ۾ ٺٽي جي مسجدن ۽ سونهن جو بيان ٿيل آهي. جيڪڏهن سندس ڳالھ صحيح آهي تہ پوءِ ٺٽو ابنِ بطوطہ کان گهڻو اڳ وسيل سومرن جو شهر هوندو. ابنِ بطوطہ هن اهم شهر جي ڳالھ ڪانہ ڪئي آهي، ڇڻ هجي ئي نہ).
- آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا، ڪلڪتو، ائنيوئل رپورٽ آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا، گهڻن سالن جي، ٺل مير رڪڻ، (1905-6)، بڌسٽ اسٽوپا ائٽ ميرپور خاص، (1909-10)، سٽيرن جو دڙو آر سيدپور مائونڊ، (1914-15)، ڏامراهو جو دڙو، (1925-26)، آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا، ويسٽرن سرڪل، پروگريس رپورٽ، ستين جو ٿان، (1918)، ڪافر قلعو، (1919)، ۽ ڏامراهو مائونڊس، (1920).
- عاصر، ابنِ، (1160)، الڪامل التواريخ، (عربي)، لنڊن، فارسي ترجمو تهران، 1963.
- عزيز، پروفيسر غلام رباني، (1978)، اي شارٽ هسٽري آف خوارزم شاهز، پاڪستان هسٽاريڪل سوسائٽي، ڪراچي.
- بدايوني، ملا عبدالقادر، (1595)، منتخب التواريخ، (فارسي)، ايڊٽ علي محمد ۽ لِيز، (1864-1869)، ايشياٽڪ سوسائٽي آف بينگال، ڪلڪتو. انگريزي ترجمو ليفٽيننٽ ڪرنل رينڪِن، لوويو، ايچ. هيگ (1898، 1896 ۽ 1899، 3 ڀاڱا ترتيبوار).
- بلوچ، اين. اي. ڊاڪٽر، (1996)، اسٽڊيز ان هسٽري، ڀاڱو-1، ڪلهوڙا سيمينار آرگينائيزنگ ڪميٽي، ڪراچي.
- بئنرجي، آر. ڊي. ، (1920-21)، ڏامراهو مائونڊس، آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا، اولاهون ڀاڱو، پروگريس رپورٽ، ڪلڪتو.
- برني، ضياءُ الدين، (1356)، تاريخ فيروز شاهي، (فارسي)، ايڊٽ سيّد احمد خان، اي. ايس. بي. ڪلڪتو، 1861. ٻيو ايڊيشن بلوچمن، اي. ايس. بي. ، انگريزي ترجمو ميجر فلر، 1868-77. ٽيون ايڊيشن شيخ اي. راشد، مسلم يونيورسٽي عليگڙهہ، 1957.
- بيگلاري، اِدارڪي، مثنوي چنيسر نامہ، ايڊٽ سيّد حسام الدين راشدي، سنڌي ادبي بورڊ، ڪراچي، 1956.
- بيگلاري، اِدارڪي، بيگلار نامہ (فارسي)، ايڊٽ ڊاڪٽر اين. اي. بلوچ، سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو، 1978.
- بيهقي، ابوالفضل بن حسن، (1077)، تاريخ بيهقي، (فارسي)، 2 ڀاڱا ايڊٽ سعيد نفيسي، تهران 1342ش.
- بيروني، ابو ريحان ال، (1030)، القانون المسعودي، (عربي)، انگريزي ترجمو "البيرونيز انڊيا"، ايڊورڊ سي. سخائو، 1914، ٻيو ڇاپو فيروز سنز لميٽڊ، 1962. اردو ترجمو حسن، برني، سيّد، "البيروني"، لاهور.
- ڀنڊارڪر، ڊي. آر. ، (1914-15)، بڌسٽ اسٽوپا ائٽ سيدپور ان سنڌ، ائنيوئل رپورٽ آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا، ڪلڪتو.
- بوسَورٿ، سي. ڊي. ، (1977)، دي لئٽر غزنَوِدس، 1040-1186، ايڊنبرگ.
- برائس، وليم سي. ، (1981)، ائن هسٽاريڪل اٽلس آف اسلام، ليڊن.
- ڪرس. سڪير، (1993)، سِمِٽسونيَن، ٽائمليسنيس آف ائنشيئنٽ ورلڊ، سمٿسونين انسٽيٽيوشن، نيو يارڪ.
- ڪمشنيَريٽ، ايم. ايس. ، (1938)، هسٽري آف گجرات، ڀاڱو 1، ڪلڪتو.
- ڪزنس، هينري، ايڪسڪيويشنس ائٽ برهمن آباد-منصوره، ائنيوئل رپورٽ آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا، 1908-9، (کوٽائي 1895 کان 1897 تائين ٿي هئي).
- ڪزنس، هينري، پروگريس رپورٽ آف آرڪيالاجيڪل سروي آف ويسٽرن انڊيا، بمبئي، 1895-96، جون 1897، 30 جون 1898، 3-1902، 1903/04 ۽ 30 جون 1904، بمبئي.
- ڪزنس، هينري، آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا، ڪلڪتو، ائنيوئل رپورٽس آف آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا ويسٽرن سرڪل سال 04-1903 ، 8-1907، 9-1908 ۽ 11-1910، بمبئي.

- ڪزنس، هينري، (10-1909)، ٻڌسٽ اسٽوپا ائٽ ميرپورخاص سنڌ، ائنيوئل رپورٽس آف آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا، ڪلڪتو، 1909/10.
- ڪزنس، هينري، (1929)، انٽيڪئٽيز آف سنڌ، آرڪيالاجيڪل سروي انڊيا، ڀاڱو XVI، ڪلڪتو، ٻيو ڇاپو، آڪسفورڊ ڪراچي، 1974، هندوستاني ڇاپو 1971، نئين دهلي. ترميمي ايڊيشن 2000 ڪراچي.
- دبير، حاجي، ظفرالوليه بي مظفرَ عليه يا گجرات جي عربي تاريخ (هن ۾ ديول ديوي، هڪڙي ٻي سچي سمجهي ويندڙ لوڪ آکاڻي بيان ٿيل آهي).
- دائودپوٽو، ڊاڪٽر عمر بن محمد، (1957)، ڊارڪ پيريڊ ان دي هسٽري آف سنڌ، پاڪستان هسٽاريڪل رڪارڊس ائنڊ آرڪائيوز ڪميشن ۾ پشاور ۾ پڙهيل، (1954).
- ڊائريڪٽر آرڪيالاجي، پاڪستان آرڪيالاجي، مختلف نمبر، شاهه ڪپور، نند ڪوٽ، نمبر 2، 1965.
- دراني، ڊاڪٽر عاشق محمد خان، (1991)، هسٽري آف ملتان، لاهور.
- ايسٽ وڪ، اي. بي.، (1843)، نوٽ آن الور ائنڊ روهڙي، بمبئي، برانچ آف رايل ايشياٽڪ سوسائٽي آف گريٽ برٽن ائنڊ آئرلينڊ، بمبئي.
- فليم، لوئس، (1999)، پري هسٽارڪ انڊس رور سسٽم ائنڊ انڊس سولائيزيشن ان سنڌ، جي. مئن ائنڊ اينوائرنمينٽ، ڀاڱو XXIV(2).
- فرشتا، محمد قاسم، (1623)، گلشنِ ابراهيمي يا تاريخ فرشتا، (فارسي)، بمبئي، 1832، انگريزي ترجمو جي. برگس، 1829، لنڊن، اردو ترجمو 1961، لاهور.
- گرديزي، ابو سعيد عبدالحئي، (49/(1048، زين الاخبار، (فارسي)، برلن، 1928.
- گزيٽيئر آف راجپوتانه، امپيريل سيريز، (1908)، ڪلڪتو.
- حسين، غلام، رياس السلاطين، (فارسي)، ايڊٽ مولوي عبدالحق، ايشياٽڪ سوسائٽي آف بينگال، ڪلڪتو، 1890.
- گِب، ايڇ. ايس. آر.، (1929)، ابن بطوطه، ٽريولس ان ايشيا ائنڊ آفريڪا، (ڪٽي ڪٽي)، روٽليج ائنڊ ڪيگن پال، لنڊن. پورو گب، ايڇ. ايس. آر.، 4 ڀاڱا، ڀاڱي 2 ۾ سنڌ جو سفر بيان ٿيل آهي، لنڊن، 1968، 1972.
- حبيب، محمد، (1927)، سلطان محمود آف غزنود، بمبئي، ٻيو ڇاپو، لاهور، 1978.
- هيگ، ايم. آر. ميجر جنرل، (1884)، برهمن آباد، جي. رايل ايشياٽڪ سوسائٽي، لنڊن.
- هيگ، ايم. آر. ميجر جنرل، (1887)، ابن بطوطه ان سنڌ، جي. رايل ايشياٽڪ سوسائٽي، لنڊن، ڀاڱو XIX، نئون سلسلو، صفحو 393-412.
- هيگ، ايم. آر.، (1894)، دي انڊس ڊيلٽا ڪنٽري، لنڊن.
- هيگ، ايس. ڊبليو.، (1937)، ڪيمبرج هسٽري آف انڊيا، ڀاڱو III، (1927)، نئون ايڊيشن 1937.
- همداني، العباس ايڇ.، (1956)، دي بگننگ آف اسماعيلي دعويٰ ان ناردرن انڊيا، قاهرا.
- هريجن، رائيچند، (1956)، تاريخ ريگستان، (سنڌي)، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد.
- هسٽري ائنڊ ڪلچر آف انڊين پيپل (HCIP)، (1952-1970)، 11 ڀاڱا بمبئي، ڀاڱي III، IV ۽ V مان حوالا ڏنل آهن.
- هڊسن، ٽي. سي.، (1937)، انڊيا؛ سينسس ايٿنوگرافي.
- هومس، ڊي. اي.، (1968)، دي ريسينٽ هسٽري آف انڊس، جرنل رائل جاگرافڪ سوسائٽي لنڊن.
- هيو، ٽنڪر، (1967)، انڊيا ائنڊ پاڪستان اي پوليٽيڪل اينالائسس، ٻيو ايڊيشن، لنڊن.
- هيوز، اي. ڊبليو.، (1876)، گزيٽيئر آف سنڌ، ڪراچي.
- هيوز، اي. ڊبليو.، ۽ بلر، آر.، (07-1906)، امپيريل گزيٽيئر آف انڊيا، بلوچستان ڊسٽرڪٽ گزيٽيئر سيريز، ڀاڱو IV، V ۽ VIII، بمبئي.
- ابراهيم، اسما، ۽ لاشاري، ڪليم، (1993)، ريسينٽ آرڪيالاجيڪل ڊسڪوريز ان انڊس ڊيلٽا، جرنل پاڪستان آرڪيالاجي فورم، ڪراچي.
- ادريسي، ابو عبدالله محمد، نزهت المشتاق في اختيارالآفاق، (عربي)، ايڊٽ ڊاڪٽر مقبول احمد، مسلم يونيورسٽي پريس، عليگڙهه، 1967.
- ادريسي، ابو عبدالله محمد، الجزا سبيجا من اقليم الثاني. ٽڪرا ايڊٽ ڊاڪٽر مقبول احمد، مسلم يونيورسٽي پريس، عليگڙهه، 1969.
- امپيريل گزيٽيئر آف انڊيا، ڀاڱوا، (1909)، چيٽر VII، ڪلڪتو.
- امپيريل گزيٽيئر آف انڊيا، پراونشل سيريز، راجپوتانه، (1908)، ڪلڪتو.
- عصامي، خواجا ابو مالڪ، فتوح السلاطين، (فارسي)، ڀاڱوا، ايڊٽ آغا مهدي حسين، آگرو، 1938، ٻيو ڇاپو ڪلڪتو، 1987.
- اسڪندر بن محمد، (1611)، مِرآتِ سڪندري، (فارسي)، ايڊٽ مِسرا، ايس. سي.، ۽ رحمان، ايم. ايل.، (1960)، بڙودا، انگريزي ترجمو سر ايڊورڊ ڪلائيو بائل، (1886)، لنڊن. ٻيو انگريزي ترجمو لطف الله فريدي، (1932)، ڌرمپور.
- جالي، جي.، (ايڊٽ) (1923/24ع)، ڪوٽيلياز ارٿساسترا، 2 ڀاڱا، پنجاب سنسڪرت سيريز، ڪلڪتو، انگريزي ترجمو.
- جويني، علاءُ الدين مالڪ بن بهاءُ الدين محمد، (1261)، تاريخ جهان گشائي جويني، (فارسي)، انگريزي ترجمو روئيل، (1958)، لنڊن 2 ڀاڱا.
- ڪينوئِر، جوناٿن مارڪ، (1991)، آرناميٽ اسٽائيلس آف دي انڊس ٽريڊيشن، ايويڊنس فرام ريسينٽ ايڪسپلوريشن آف هڙپا، پاڪستان، پيليوريَنٽ ڀاڱو 17/2 صفحو 79-98.
- خان، احمد نبي، ڊاڪٽر، (1983)، ملتان هسٽري ائنڊ آرڪيٽيڪچر، اسلام آباد.
- خان، علي محمد، مِرآتِ احمدي، (فارسي)، انگريزي ترجمو جي. برڊ، (1838)، پوليٽيڪل ائنڊ اسٽيٽيڪل هسٽري آف گجرات، لنڊن ۽ بڙودا اورينٽل انسٽيٽيوٽ، اردو ترجمو ابو ظفر ندوي، (1933)، لاهور، ٻيو

انگريزي ترجمو نواب علي ۽ سيدن، سي. اين.، (1924)، بڙودا.

- خان، ايف. اي.، (1960)، ڀنڀور، آرڪيالاجي کاتو حڪومت پاڪستان، ڪراچي.
- خان، خداداد خان، (1859)، حقيقي سير جيسلمير، (فارسي)، انگريزي ترجمو ڪراچي 1867.
- خان، خداداد خان، (1901)، لبِ تاريخ سنڌ، (فارسي)، ٻيو ايڊيشن ايڊٽ ڊاڪٽر اين. اي. بلوچ، (1959)، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد.
- ڪشوري، سرن لال، (1950)، هسٽري آف خلجيز، (1290-1320)، الهه آباد.
- ڪوفي، علي، (1216)، چچنامہ يا فتح نامہ سنڌ، (فارسي)، ايڊٽ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽو، ڀنڊارڪر انسٽيٽيوٽ بمبئي، 1940. انگريزي ترجمو مرزا قليچ بيگ، ڪراچي، 1900. سنڌي ترجمو امير محمد، سنڌي ادبي بورڊ، ڪراچي، 1955. اردو ترجمو حافظ رحمان، بهاولپور، 1938.
- خسرو، امير، خائوائن الفتوح، (فارسي شاعري).
- خسرو، امير، تحفت الصغر، (فارسي شاعري).
- ليمبرڪ، ايڇ. ٽي.، (1964)، سنڌ، اي جنرل انٽروڊڪشن، ڀاڱو I، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد.
- لوئر انڊس رپورٽ، (1965)، هنٽنگس ٽيڪنيڪل سروسز، واپڊا، حيدرآباد. ڀاڱو 1 ۽ 2.
- ميڪي، اي. جي. ايڇ.، (1938)، فردر ايڪسڪيويشن ائٽ موهن جو دڙو، ڀاڱو I ۽ II نئين دهلي 1938.
- مئڪلين، ڊيرل اين.، (1989)، رليجن ائنڊ سوسائٽي ان عرب سنڌ، اي. جي. برل، ليڊن.
- مهاجن، وي. ڊي.، (1989)، دي سلطنت آف دهلي، ڇهون ايڊيشن، نئين دهلي.
- ماهرو، عين الملڪ، (1364)، مڪتوبات عين الملڪ ۽ انشائي ماهرو (فارسي)، ايڊٽ شيخ عبدالرشيد ۽ ڊاڪٽر محمد بشير، عنوان انشائي ماهرو، (1965)، پنجاب يونيورسٽي لاهور.
- مجمدار، آر. سي. ڊاڪٽر، (1960)، ايڊٽ هسٽري ائنڊ ڪلچر آف انڊين پيپل، ڀاڱو VI، (1300-1320)، سلطنت آف دهلي، بمبئي.
- مجمدار، آر. سي.، ڊاڪٽر، ايڊٽ (1964)، هسٽري ائنڊ ڪلچر آف انڊين پيپل، ڀاڱوIV، (750-1000)، امپيريل قنوج، بمبئي.
- مجمدار، آر. سي.، ڊاڪٽر، ايڊٽ (1966)، هسٽري ائنڊ ڪلچر آف انڊين پيپل، ڀاڱوV، (1000-1300)، اسٽرگل فار ايمپائر، بمبئي.
- ملڪي ال، عبدالله بن محمد بن عمر، ظفرالوليه بي مظفر وَعليه (عربي)، 4 ڀاڱا ايڊٽ سر ڊينيسن راس، لنڊن، 1919، 1929.
- مارڪو پولو، ٽريولس، انگريزي ترجمو يولي، گهٽا ايڊيشن، لنڊن ۽ نيويارڪ.
- مارشل، جان، (1931)، موهن جو دڙو ائنڊ انڊس سولائيزيشن، لنڊن.
- منهاج الدين بن سراج الدين، (60-1259ع)، طبقاتِ ناصري، (فارسي)، ايڊٽ ميجر ليز، (1864)، انگريزي ترجمو راورٽي، (1881)، ۽ اردو ترجمو ڊاڪٽر محمد عبدالله چغتائي، لاهور، 1952.
- مرزا، محمد واحد ڊاڪٽر، (1962)، لائيف ائنڊ ورڪس آف امير خسرو، لاهور.
- معصوم، مير، (1600)، تاريخ معصومي، (فارسي)، ايڊٽ ڊاڪٽر يو. ايم. دائودپوٽو، ڀنڊارڪر انسٽيٽيوٽ بمبئي، 1938.
- مِسرا، ايس. سي.، (1963)، دي رائيز آف مسلم پاور ان گجرات. ايشيا پبلشنگ هائوس، بمبئي.
- مغل، محمد رفيق، (1992)، اَرلي مسلم سِٽيز ان سنڌ ائنڊ پيٽرن آف انٽرنيشنل ٽريڊ، اسلامڪ اسٽڊيز جرنل نمبر 3، اسلام آباد.
- حبيب، محمد، (1930)، دي ڪيمپينز آف علاءُ الدين خلجي، عليگڙهه.
- مجمدار، اشوڪ ڪمار، ڊاڪٽر، (1956)، چولڪاياز آف گجرات، بمبئي.
- مجمدار، اشوڪ ڪمار، ڪنٽريبيوٽر ٽو هسٽري ائنڊ ڪلچر آف انڊين پيپل، (1953-1968)، سنڌ - سومراز ائنڊ سمراز، ڀاڱو VI(X-F)، لينگئيج ائنڊ لٽريچر، سنڌي، ڀاڱو VI(B-XV)، بڊزم، ڀاڱو II(XIX)، انڊيا ائنڊ ويسٽرن ورلڊ، ڀاڱو II(XXIV)، محمد بن تغلق، ڀاڱو VI (IV)، فيروز تغلق، ڀاڱو VI، بڊزم ان سنڌ، ڀاڱو IV(XI)، بمبئي.
- ندوي، سيّد اي. ظفر، (1958)، تاريخ گجرات (اردو)، دارالمصنّفين، اعظمگڙهه.
- ندوي، سيّد سليمان، (1930)، عرب اور سنڌ ڪي تعلقات، الهه آباد.
- ناج، آئينِ حقيقت نامہ، (فارسي)، ڀاڱو I.
- نجم ال، غني، مولانا حڪيم، تاريخ واقعاتِ ريگستان، (فارسي).
- نَساوي، محمد زيدري خورنديزي، سيرتِ جلال الدين، (فارسي)، ايڊٽ شيفر، نئون ايڊيشن مِنووي، 1965.
- ناظم، محمد، ڊاڪٽر، (1931)، لائيف ائنڊ ٽائيمز آف سلطان محمود آف غزني، ڪيمبرج. ٻيهر ڇپيو لاهور، 1971.
- نِهاوَندي، ملا عبدالباقي رحيمي، (1613)، معاصرِ رحيمي، (فارسي)، 3 ڀاڱا، ايڊٽ هدايت حسين، ايشياٽڪ سوسائٽي آف بينگال، ڪلڪتو، (25-1910).
- نظام الدين، احمد، (1001هه)، طبقاتِ اڪبري، (فارسي)، 3 ڀاڱا، فارسي مواد ايڊٽ بي. ڊي، 1913، 1927، 1931 ۽ 1935، ايشياٽڪ سوسائٽي آف بينگال، انگريزي ترجمي سان، ڪلڪتو.
- نِياسِي، مير طاهر محمد، (1621)، تاريخ طاهري، (فارسي)، ايڊٽ ڊاڪٽر بلوچ، اين. اي.، (1964)، سنڌي ادبي بورڊ. ٽڪرا ترجمو ايليَٽ ۽ ڊائوسن ڀاڱو I ۾، هسٽري آف انڊيا ائز ٽولڊ باءِ اِٽس اون هسٽوريَنس، (1869)، لنڊن. ڪتاب مان چونڊ ترجمو محمد صديق ميمڻ (1929)، حيدرآباد سنڌ. پورو مواد سنڌي ترجمو، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد.
- اوجها، راءِ بهادر گوريشنڪر هيراچند، (1928)، هسٽري آف راجپوتانا، 2 ڀاڱا، اجمير.
- پنهور، ايم. ايڇ.، (1964)، گرائونڊ واٽر ان حيدرآباد ائنڊ خيرپور ڊويزنس، حيدرآباد (سنڌ)، ٻيو ايڊيشن 1969.

- پنهور، ايم. ايڇ.، (1977)، سورس مَٽيريَل آن سنڌ، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو.
- پنهور، ايم. ايڇ.، (اونهارو 1979)، سنڌس اسٽرگل اگينسٽ فيوڊلزم، جرنل سنڌالاجيڪل اسٽڊيز.
- پنهور، ايم. ايڇ.، (1980)، انٽرنيشنل ٽريڊ آف سنڌ ٿرو اِٽس پورٽ باربريڪان (ڀنڀور) 200 بي سي ٽو 200 اي ڊي، جرنل سنڌالاجيڪل اسٽڊيز، ڄامشورو.
- پنهور، ايم. ايڇ.، (1983)، ڪرانالاجيڪل ڊڪشنري آف سنڌ، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو.
- پنهور، ايم. ايڇ.، (1986)، هاڪڙا سرسوتي ڪنٽرووَرسي، وٿريئَس سائنٽسٽس، هسٽوريَنس ائنڊ فوڪ لورسٽس، جرنل سنڌالاجيڪل اسٽڊيز، ڄامشورو.
- پنهور، ايم. ايڇ.، (1988)، سَمر اِمپارٽنٽ اِسپرنگس آف محال ڪوهستان، جرنل مائيننگ انجنيئر، پاڪستان، ڪراچي.
- پنهور، ايم. ايڇ.، (1989)، لينگئيج آف سنڌ فرام رائيز آف آمري ٽو فال آف منصوره، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو.
- پنهور، ايم. ايڇ.، (2003)، سڪس ٿائوزنڊ ييئرس آف اريگيشن ان سنڌ، ڀيو ايڊيشن، ڪراچي.
- پاڪستان آرڪيالاجي، انسڪرپشن فرام ڀنڀور، پاڪستان آرڪيالاجي نمبر 3، 1966؛ ڀنڀور، نمبر 6، 1969؛ ميڊيوَل سٽيز ان لوئر سنڌ، نمبر 8، 1972.
- پرشاد، ايشوري، اي شارٽ هسٽري آف مسلم رول ان انڊيا، نائون ايڊيشن، ٻيهر ڇپيو، 1990.
- قانع، علي شير، (68-1767)، تحفت الڪِرام، ڀاڱو III، (فارسي)، ايڊٽ سيّد حسام الدين راشدي، سنڌي ادبي بورڊ، 1971.
- قزويني، حمداللّٰه بن ابو بڪر بن حمد نصر مصطفوي، (1329)، تاريخ گزيده، (فارسي)، انگريزي ترجمو برائون، لنڊن، 2 ڀاڱا. گِب ميموريَل سيريز، 1910 ۽ 1913.
- قريشي، آئي. ايڇ.، (1958)، دي سلطنت آف دهلي، ڪراچي.
- قريشي، اشتياق حسين، (1966)، دي ايڊمنسٽريشن آف دي مغل ايمپائر، ڪراچي يونيورسٽي.
- رئنڪِن، جِي. ايس. اي.، (1892)، منتخب التواريخ آف بدايوني، ملا عبدالقادر (فارسي)، ڀاڱو I، ايشياٽڪ سوسائٽي آف بينگال، ڪلڪتو.
- رشيدالدين، فضل اللّٰه همداني وزير، جامع التواريخ، (فارسي)، يا هسٽري آف منگولز، ايڊٽ ڊاڪٽر بهامن ڪريمي، ڀاڱوا ۽ II، تهران، 1338ش. پيرس 1862 ۽ 1901. ٽڪرا ايليَٽ ۽ ڊائوسن، هسٽري آف انڊيا ائز ٽولڊ باءِ اِٽس اون هسٽوريَنس، ڀاڱو II، لنڊن، 1865-1869 ۽ ٻيهر نئين دهلي، 1962.
- راورٽي، ميجر ايڇ. جِي.، (1880، 1881، 1883)، نوٽس آن افغانستان ائنڊ پارٽس آف بلوچستان، لنڊن، ٻيهر ڇپيو ڪراچي، 1981.
- راورٽي، ميجر ايڇ. جِي.، (1892)، دي مهران آف سنڌ ائنڊ اِٽس ٽِريبيوٽَريز، جرنل اي. ايس. بِي. ڀاڱو 61.
- راءِ، اين. بي.، فتوحاتِ فيروز شاهي، اسلامڪ ڪلچر، 15 ڀاڱا، 1941، انگريزي ترجمو شيخ عبدالرشيد، عليگڙهه.
- شائق، مولوي عبداللّٰه، (1929)، دولتِ علويہ يا سومرن جي حڪومت، (سنڌي)، حيدرآباد.
- شفيع، محمد، پروفيسر، (1935)، ببريل پليس آف محمد تغلق، اورينٽل ڪاليج ميگزين، ڀاڱوII، نمبر 1.
- شفيع، ، محمد، پروفيسر، (1970)، سناديده سنڌ، (اردو) لاهور.
- شيخ، عبدالسبحان، (1950)، ابن بطوطہ پاڪستان ڪوارٽرلي، ڀاڱو 1، نمبر 4.
- شيخ، غلام محمد، (1342 ھ)، مِراٽِ محمدي، (اردو)، بمبئي.
- شيخ، خورشيد حسن، (1996)، چوڪنڊي ٽومبس ان پاڪستان، ڪراچي.
- شرما، دشرٿ، راجستان ٿرو دي ايجز.
- سرهندي، يحيٰ بن احمد بن عبداللّٰه، (1434)، تاريخ مبارڪ شاهي، (فارسي)، ايڊٽ هدايت حسين، رائل ايشياٽڪ سوسائٽي آف بينگال، ڪلڪتو، 1931، انگريزي ترجمو باسو، ايم. اي.، بڙودا، 1932.
- صديقي، محمد حسن، (1972)، هسٽري اف ارغونس ائنڊ ترخانس، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، سنڌ يونيورسٽي پريس (تاريخ معصومي جو انگريزي ترجمو).
- سوپراج، نِرملداس، (1944)، الور دي اينشيَنٽ ڪيپيٽل آف سنڌ، جرنل سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽي، ڀاڱو VII، ڀاڱو 1 ۽ 2، صفحو 1-5.
- اسپيٽ، او. ايڇ. ڪي.، لَرمائوٿ اي. ٽي. اي. ۽ فارمر ايس. ايڇ.، انڊيا ائنڊ پاڪستان، ٽيون ايڊيشن 1972.
- سِريوَاستَو، اي. ايل.، (1974)، دي دهلي سلطنت، نائون ايڊيشن، آگرو.
- سومرا، ڊاڪٽر مهر عبدالحق، (1992)، دي سومراز، ملتان.
- سيّد مير محمد، (55/1654)، ترخان نامہ ايڊٽ سيّد حسام الدين راشدي، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، 1965.
- ٽائيٽَس، (1930)، انڊين اسلام، بمبئي.
- ٽاڊ، ڪرنل جيمس، (1829 ۽ 1832)، ائنلز ائنڊ ائنٽِيڪئٽِيز آف راجستان، 2 ڀاڱا، ايڊٽ ڪروڪ، ٻيهر ڇپيو ڪلڪتو، 1894، 1920 ۽ 1965.
- عتبي، ابو نصر بن محمد الجباري، (1020)، ڪتاب اليَمني، (فارسي).
- وِليَمس، رَشبروڪ، آئي. ايف.، (1958)، دي بلئڪ هِلز -ڪڇ، ان هسٽري ائنڊ ليجنڊ، لنڊن.
- وِلهيلمي، ايڇ.، (1969)، داس اوسترومتل زر اوسترانڊ در اندشين اند داس سرسوتي پروبلم، زيتشرفت فر جيومارفالاجي سپ. 8، صفحو 86-93.
- يوسف، ميرَڪ بن مير ابوالقاسم، (1634)، تاريخ مظهر شاهجهاني، (فارسي)، ايڊٽ حسام الدين راشدي، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، 1962. سنڌي ترجمو نياز همايوني، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد.
- ذڪي، ايم. ڊاڪٽر، (1981)، عرب اڪائونٽ آف انڊيا، دهلي.

# ڏسڻي

**نوٽ:** هيءَ ڏسڻي سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ، ڄام شورو، پاران مقرر ڪيل پٽيءَ جي آڌار ترتيب ڏني وئي آهي. اها پڙهندڙن جي آسانيءَ لاءِ هتي ڏجي ٿي.

ا ٻ ب ڀ ت ٿ ٽ ٺ ث پ ج ڄ جھ ڃ چ ڇ ح خ د ڌ ڏ ڊ ڍ ذ ر ڙ ز س ش ص ض ط ظ ع غ ف ڦ ق ڪ ک گ ڳ گھ ڱ ل م ن ڻ و ھ ء ي

# مڃتائون

ليڪڪ هيٺ ڄاڻايل ماڻهن ۽ ادارن جو نهايت ٿورائتو آهي، جن جو سهڪار، سٺيون صلاحون، ڪتاب، نقشا، تصويري سمجهاڻيون ۽ مواد سندن اجازت سان هن ڪتاب ۾ ڪنهن پَر ڪتب آيا:

- 70 نقشن مان 51 ليکڪ جا پنهنجا ٺاهيل آهن ۽ باقي هنن ذريعن تان ڪنيل آهن: 7تون نقشو پٺاوالا جي "هسٽاريڪل جاگرافي آف سنڌ" ۽ "چينجنگ مئپ آف سنڌ" تان ڪٽي منجهس برٽش انڊيا آفيس لائبريري لنڊن ۾ رکيل اسطخري جي نقشي آڌار ڪجھ واڌارو ڪيو ويو آهي؛ 8ٺون نقشو اينڊرسن جي ايشياٽڪ سوسائٽي آف بينگال جي جرنل ڀاڱو 19، 1849 ۾ ڇپيل "ابن حوقلز اڪائونٽ ان سنڌ" ۽ ايليٽ جي "هسٽري آف انڊيا ائز ٽولڊ باءِ اِٽس اون هسٽوريَنس" ڀاڱو1، 1853 ۽1866 تان؛ 9ئون، ابن حوقل وارو دنيا جو نقشو (خَريطت العالم) "اطلس تاريخ الاسلام (عربي)، حسين مونِس، قاهره 1986 تان؛ 10هون نقشو جان واٽسن مڪ ڪِرنڊل جي "ائنشِيَنٽ انڊيا" ٽالميءَ جي ٻڌايل 1885 تان؛ 11 ۽ 17هون نقشا (ٽڪرا) وليم برائس جي "ائن اٽلس آف اسلام" 1981 تان؛ 20هون نقشو بوڊِيليَن لائبريري تان؛ 27هون آندرونوف جي "براهوي لينگئيج"، ماسڪو 1980 تان؛ 28هون نقشو شيخ خورشيد حسن جي "چوڪنڊي" تان؛ نقشو 30هون، نصير آباد تعلقو، ڊائريڪٽر سروي ائنڊ سيٽلمينٽ سنڌ، ڪراچي، 1894/95 تان؛ 34هون نقشو پاڪستان آرڪيالاجي نمبر 8 تان؛ 39هون نقشو ايف. اي. خان جي "ڀنڀور" (ڊي جي اي) تان؛ 41-47هون نقشا ڊاڪٽر لوئس فليم وٽان "لوئر انڊس رپورٽ"، 1965، لاهور، ڀاڱو 1 ۽ 2 جي آڌار ٺاهيل؛ 53هون نقشو وِلهيلمي تان؛ 63يون سليم علي ۽ رِپلي جي "بَرڊس آف انڊيا ان پاڪستان" ڀاڱو 1، 1961 تان (ٿوري ڦيرڦار سان).
- ڊائريڪٽر جنرل آرڪيالاجي محترم سعيدالرحمان جي اجازت سان نيشنل ميوزيم، ڀنڀور ميوزيم، پاڪستان آرڪيالاجي جي اشاعتن، ۽ آمري، ڪوٽ ڏيجي، موهن جي دڙي، چانهون دڙي، منصوره ۽ ڀنڀور تي ڪتابن مان تصويرون ورتيون، ۽ مارشل، ميڪي ۽ ڪزنس جا فوٽوگراف ڪتب آندا.
- محترم شيخ خورشيد حسن جون تصوير نمبر 406 ۽ 407 ڪنيون.
- ڊپٽي ڊائريڪٽر آرڪيالاجي، محترم سليم الحق ڀنڀور ۽ منصوره جي کوٽائيءَ ۽ اتان لڌل هنري شين جي اصل فوٽوگرافن جي پڙتال ۾ سهڪار ڪيو.
- ڊائريڪٽر آرڪيالاجي ڪراچي، محترم فضل داد هنري شين جي حوالي سان سهڪار ڪيو.
- نيشنل ميوزيم ڪراچي جي اسسٽنٽ ڊائريڪٽر ڊاڪٽر اَسما ابراهيم ۽ سپرنٽينڊنٽ محمد عارف سهڪار ڪيو.
- ڊاڪٽر رفيق مغل جا ڏار ڏار جاين تي ڇپيل مضمون ڪم آندا.
- ائنٿروپولاجي ڊپارٽمينٽ، ليهمن يونيورسٽي ،نيو يارڪ جي ڊاڪٽر لوئس فلئم ڪتاب کي بين الاقوامي انداز ڏيڻ بابت مفيد مشورن ۽ 41-47 نقشن سان نوازيو.
- آرڪيالاجي ڊپارٽمينٽ، وِسڪانسن يونيورسٽي، ميڊيسن جي ڊاڪٽر جوناٿن مارڪ ڪينويَر جون سنڌو سڀيتا دؤران هلندڙ مرداڻن ۽ زنانن روايتي ڳهن جون تصويرون ڪتب آنديون.
- وائس چانسلر، سنڌ يونيورسٽي محترم مظهرالحق صديقيءَ سنڌالاجي ميوزيم ڄامشوري مان ڪنيارڪن ٿانون، هنري نمونن ۽ ڪجھ ٻين شين جا فوٽوگراف ڪڍڻ جي اجازت ڏني.
- ثقافت کاتي، سنڌ حڪومت جي سيڪريٽري محترم اسرار احمد شيخ سنڌ ميوزيم حيدرآباد مان ڪجھ هنري نمونن ۽ ٻين شين جا فوٽوگراف ڇڪڻ جي اجازت ڏني، ۽ ميوزيم انچارج محترم شهزور تباني ۽ ڊپٽي ڊائريڪٽر محترم عبدالحق ڀنڀري سهڪار ڪيو.
- محترم ابو بڪر شيخ لاڙ ميوزيم جي عملدارن سان هنري نمونن ۽ ٻين شين جا فوٽوگراف ڇڪڻ جي اجازت وٺڻ کاڻ سڄاڻپ ڪرائي.
- جهنگلي جيوت، ٻيلي کاتي 257 کان 272 تصويرن سان نوازيو.
- روزاني "ايوننگ اسٽار" ڪراچي جي ايڊيٽر محترم ڪمال مجيدالله ڪتاب جي ٻيهڪ بابت قيمتي صلاحون ڏنيون.
- ڊاڪٽر غلام محمد لاکي بابن جي نالن ۽ ترتيب بابت مفيد مشورا ڏنا.
- محترم ڪرم چند دوداڻي شِوِ جو ڪڇيءَ ۾ نانگ ويڙهي يوگا انداز ۾ ويهڻ وارو فوٽوگراف ڏنو.
- سنڌ ميوزيم حيدرآباد، نيشنل ميوزيم ڪراچي، سنڌالاجي ميوزيم ڄامشورو، لاڙ ميوزيم بدين ۽ ڀنڀور ميوزيم ڀنڀور اتي رکيل هنري نمونن جا فوٽوگراف ڇڪڻ ڏنا.
- ريڊرز ڊائجسٽ (يوڪي) جي "ايوري ڊي لائيف ٿرو ايجز" 1990 (اِي ايل اي) تان تصوير ڪنيون.
- پرنيل (يوڪي) جي "پرنيلز اينسائيڪلوپيڊيا آف ورلڊ هسٽري"، 1977 (پي اِي ڊبليو) تان تصويرون ڪنيون.
- جيوفري پارڪر جي ايڊٽ ڪيل "ٽائيمس ورلڊ هسٽري" تان تصويرون ڪنيون.
- پوسٽل، مائيڪل، جي "اِيئر آرنامينٽس آف انڊيا"، بمبئي 1989، تان تصويرون ڪنيون.
- ڪرس ساري جي "ٽائيمِلينيس آف ائنشِيَنٽ ورلڊ" ڇپائيندڙ سِمٿسونيَن انسٽيٽيوشن، 1993، تان نِيرَ، آريئن ۽ ٻين ٻوٽن سان 1200-1250ع ڌاري رنگيل اجرڪ جهڙي سوٽي ڪپڙي، ۽ 1300-1450 جي چين مان گهرايل ريشمي ڌاڳي کي رنڱي اڻيل لنگي جي اڳڙين جون تصويرون ڪنيون.
- محترم خورشيد قائمخاني جي ڪتاب تان سنڌي لاڏائن جي تصوير ڪنئي.
- محترم محمد علي قادري پراڻن ماڻهن، هنري شين ۽ ڪيترن ميوزيمن ۽ ڪتابن مان تصويرن جا فوٽو ڪڍيا، ٽرانسپيرنسيون ٺاهيون، ۽ مون ۽ ڪتاب جي ڇپائيندڙ عمر سومري سان گڏ ڪوڙ جاين تي هليو.
- ڊرافٽسمينن اسلم ۽ ظهير، ۽ ثاقب ابڙي نقشن تي ڪم ڪيو ۽ محترم عبدالغني مواد ٽائيپ ڪيو.
- ملتان واري ميان ممتاز سومري سنڌ کان ٻاهر رهندڙ سومرن بابت ڪمائتي ڄاڻ ڏني.
- محترم شمس الدين ميمڻ، سيڪريٽري ٻيلا ۽ جهنگلي جيوت کاتو، حڪومت سنڌ ۽ محترم منير اعواڻ فاريسٽ ڪنزرويٽر 257-272 جهنگلي جانورن جون تصويرون ڇاپڻ لاءِ ڏنيون.
- پروفيسر ايمريٽَس (ر) ڊاڪٽر نارما ڊايامنڊ، ڊپارٽمينٽ آف ائنٿروپولاجي، مشيگان يونيورسٽي اڌ صدي اڳ ليکڪ کي ائنٿروپولاجي ۽ آرڪيالاجيِ سان متعارف ڪرايو، جيڪو ليکڪ هتي ڪم آندو.
- محترم عمر سومري ڪافي پراڻن ماڻهن جيئن ٺري، شاهه ڪپور ۽ ڪيرن ڪوٽ تان هنري نمونا گڏ ڪيا، ذاتي طور ٽرانسپيرنسيون ۽ نقشا اسڪين ڪيا، ڪتاب جي ڇپائيءَ لاءِ وڏو وقت سيڙايو ۽ اڻٿڪ محنت ڪئي، ۽ شاهه ڪپور واري محل (تَر ۾ مسجد طور سڃاتل) ۽ ڪيرن ڪوٽ قلعي جون رٿائون ڪاغذ تي آنديون.

مان پنهنجي ڪلاسي ۽ ڇهه ڏهاڪا پراڻي دوست محترم الاهي بخش سومري، قومي اسيمبلي پاڪستان جي اڳوڻي اسپيڪر، جو خاص ٿورائتو آهيان، جنهن هن ڪتاب لاءِ غيرجانبدار پيش لفظ لکيو.

آخر ۾ مان پنهنجي زال فرزانه جو ٿورو مڃيندس، جنهن جو لکڻ ۽ تحقيق ۾ مون سان سدائين ساٿ رهيو آهي ۽ هن پيري به هوءَ هر ماڳ يا ميوزيم تي مون سان گڏ رهي ۽ تحقيق ۾ منهنجي مدد ڪيائين.

# ليکڪ

ايم. ايچ. پنهور 1925 جي ڪرسمس ڏهاڙي ابراهيم ڪچي (دادو) ۾ ڄائو. اين اِي ڊِي انجنيئرنگ ڪاليج مان 1949 ۾ مڪينيڪل ۽ اليڪٽريڪل انجنيئرنگ ۾ بيچلر ۽ 1953 ۾ يونيورسٽي آف وسڪانسن، ميڊيسن (آمريڪا) مان ايگريڪلچرل انجنيئرنگ ۾ ايم ايس سي جي ڊگري حاصل ڪيائين.

هن 1953 کان 1969 تائين سنڌ ۽ اولهه پاڪستان حڪومتن ۾ خدمتون سرانجام ڏنيون: پهريان چار سال سنڌ ۾ ايگريڪلچرل انجنيئر طور ۽ باقي ٻارهن سال سپرنٽينڊنگ انجنيئر ايگريڪلچرل مشينري طور سنڌ ۽ بلوچستان جي آبادگارن کي ٻني سنوارڻ ۽ جر جي پاڻي جي سڌاري جون سهوليتون مهيا ڪندي. ان عرصي دؤران هن بلڊوزرن جو انگ تيرهن مان وڌائي ڇهه سو ۽ ملازمن جو هڪ سو مان ڇهن هزارن تائي پهچايو. بلڊوزرن جي مرمت لاءِ تيرهن ورڪشاپ ٺهرايائين، جيڪي اڃا تائين ڪم ڪري رهيا آهن. هن سنڌ ۾ ٽي هزار ۽ بلوچستان ۾ هڪ هزار ٽيوب ويل لڳرايا، ۽ جر جي پاڻيءَ، ان جي پيدا ٿيڻ، سڌاري ۽ سنڀال بابت ڏهه ڪتاب لکيا. هنن مان "گرائونڊ واٽر ان سنڌ"، 1964، وڌايل 1969، آبادگارن، سرڪاري رٿاڪارن ۽ ٽيوب ويل هڻڻ وارن لاءِ ڄاڻ جو ڀنڊار ثابت ٿيو ۽ اڃا تائين ان عنوان تي هن کان بهتر ڪو ٻيو ڪتاب ناهي آيو.

1970 کان وٺي آبپاشي، پاڻي نيڪال، جر جي پاڻي، زراعت، ۽ تعليم، تحقيق ۽ صنعت لاءِ گهربل سائنسي سامان ۾ مهارت رکندڙ هڪ انجنيئرنگ ڪنسلٽنگ ڪمپني هلائي پيو ۽ هن مهل تائين صرف سرڪاري رٿائن تي ڪم ڪيو اٿس.

هي پنهنجي اباڻي ڪرت هارپو به جاري رکيو اچي ۽ حيدرآباد (سنڌ) ويجهو باغبانيءَ تي تحقيق جو مرڪز ناهيو اٿس، جتي چوويهه نوان ميوا متعارف ڪرايا اٿس، جن مان ٻارهن پڙيءَ ۾ پهچي چڪا آهن. هن ڪوڙ نوان ۽ مختلف ميوا پيدا ڪيا آهن، جيڪي روايتي مندن کان ڪجهه مهينا پوءِ تائين به لهن ٿا. هن گذريل ڏهاڪي کن سالن دؤران پنهنجي باغ ۾ جيت مار ۽ ٻوٽا مار دوائن جو خاتمو آڻي مڪمل قدرتي پاڻن تي پاڙيو آهي. باغ ۾ ڪيل تحقيق تي هن هر ميوي لاءِ هڪ مئنيوئل لکيو آهي، جيڪي گڏائي چار هزار کن صفحا ٿيندا ۽ لٽل ميون ۽ ڀاڄين تي وڌيڪ ڏهه مينيوئل لکيا اٿس. سنڌس اسي کان وڌيڪ مضمون ۽ انجنيئرنگ ۽ زراعت تي ڪتاب، ۽ پنجاهه کان وڌيڪ سائنسي موضوعن تي رپورٽون ڇپجي چڪيون آهن.

اسڪول جي زماني کان وٺي سنڌ بابت هر موضوع جو اڀياس سنڌس مشغلو رهيو آهي. جيئن ته تَر جون لائبريريون سنڌ يا باغباني يا انجنيئرنگ تي سڀ ڪتاب وٺڻ جي سگهه نه سارينديون آهن، تنهنڪري هي پنهنجي لاءِ ڪتاب پاڻ ملهه وٺندو آهي. ائين چوڏهن هزار کن ڪتاب سنڌ تي، ايترائي ڪتاب ۽ رسالا ميون تي، ٻارهن هزار کن ڪتاب انجنيئرنگ ۽ ماحوليات تي ۽ ڏهه هزار کن ٻين سائنسي موضوعن تي، ڪل ملائي پنجاهه هزار کن ڪتاب اٿس. سنڌس زال جا ڏهه هزار کن ڪتاب ۽ ڇپيل شيون به سنڌس ڪم اينڊا آهن.

سنڌس سنڌ تي لکڻين مان "سورس مَٽيريَل آن سنڌ"، 1977 (600 صفحا) ۽ "ڪرانالاجيڪل ڊڪشنري آف سنڌ"، 1983 (700 صفحا) يادگار ڪتاب آهن. هن جي ڪتاب "سڪس ٿائوزنڊ يِيئرس آف اريگيشن ان سنڌ"، 1993، جو ٻيو ڇاپو تياريءَ هيٺ آهي. سنڌس ڪجهه ڪتاب جيئن "هسٽاريڪل اٽلس آف سنڌ" (300 نقشن سان)، "هسٽري آف سنڌ ان پڪچرس"، "ڪلائيميٽڪ چينجز ائنڊ ڊيئر امپيڪٽ آن هسٽري آف سنڌ" ۽ ٽن ڀاڱن ۾ "سوشل هسٽري آف سنڌ" ڇپجڻ ڪاڻ تيار رکيا آهن.

سنڌس سنڌ تي سو کان وڌيڪ مضمون (نو سو صفحا) ڇپيل آهن، جن کي "ائنشيَنٽ سنڌ" نالي سان ڇپرائڻ جو ارادو رکي ٿو. تازو سنڌ تي ٻه ڪتاب لکيا اٿس: "واٽر رِڪٽائرمينٽ آف رِويرِيَن ايريا آف سنڌ" ڇپجي چڪو آهي ۽ "ڪوهستان ايريا آف سنڌ" ڇپائيءَ هيٺ آهي. 'هسٽاريڪل اٽلس آف سنڌ' لاءِ مختلف علائقن جا سنڌ ڏيکاريندڙ اسي کان وڌيڪ هسٽاريڪل اٽلس ۽ ٽي هزار نقشا گڏ ڪيا اٿس. سنڌس زال فرزانه تحقيق، سفر ۽ آفيس جي ڪم ۾ ساٿس ساٿي هوندي آهي. سنڌس چارئي پٽ آمريڪا ۾ رهندا آهن (انهن مان هڪڙو تازو گذاري ويو). سنڌ، زراعت، سائنس ۽ ٽڪنالاجيءَ تي ڪوڙ ايوارڊ ماڻيا اٿائين، جن ۾ صدر پاڪستان پاران انجنيئرنگ ۽ زراعت تي 1992 ۾ ڏنل "ستاره امتياز" ۽ 1999 ۽ 2002 ۾ مليل ٻيا به ايوارڊ به شامل آهن. دنيا به دل تي گهميو آهي، پنهنجي پسند جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ يورپ ۽ اتر آمريڪا گذريل ٽيهن سالن کان لاڳيتو ويندو رهندو آهي.

سنڌس جيوَن جي پهريَن ڏهن سالن جي آتم ڪٿا پڻ ڇپائيءَ لاءِ تيار رکي آهي.

# عمر سومرو

هاري، پورهيت، سماجي ورڪر، ليکڪ، پبلشر، سنڌيڪار، بينڪار ۽ ٽي وي ميزبان



عمر سومري جا وڏا سنڌ جي ضلعي نوشهري فيروز جي ڳوٺ ڏامڙي ۾ آباد هئا. پاڻ پنين ٽن ڏهاڪن کان وڌيڪ عرصي کان ڪراچيءَ ۾ آباد آهي. اڪنامڪس ۾ ماسٽرس ڪيل اٿس. الائيڊ بينڪ ۾ 22 سال ڪم ڪرڻ کان پوءِ 2000 ۾ 42 سالن جي ڄمار ۾ پنهنجي رضا سان رٽائرمينٽ ورتائين.

1991 ۾ ماروئڙا ڳوٺ ڪراچيءَ ۾ ماروئڙا سماجي سات ناهي ڳوٺ واسين لاءِ جيئڻ جون بنيادي سهوليتون حاصل ڪرڻ لاءِ ڀرپور پاڻ پتوڙيائين ۽ سنڌ سنڌ ڪري سنڌين تي ٺئي ڏاڍ مڙسي هلائيندڙ قومپرستن جي روپ ۾ قوم فروشن هٿان تڪليف ۽ نقصان به سَٺائين.

1998 ۾ ڪيس سومرا برادريءَ جي تنظيم آل سومرا سوشل ويلفيئر ايسوسيئيشن جي سڄل يونٽ جو صدر چونڊيو ويو.

1999 ۾ پاڻ سومرا برادريءَ جي تنظيم سومرا نيشنل ڪائونسل - پاڪستان جو بنياد وڌائين ۽ 2000 ۾ ان کي رجسٽر ڪرايائين، جنهن جو پاڻ هنوقت به صدر آهي.

2003 ۾ ايم. ايڇ. پنهور پاران سنڌ جي سومرن ۽ سندن راڄ بابت سائنسي انداز ۾ ڪيل تحقيق کي اَئن السٽريٽيڊ هسٽاريڪل اٽلس آف سومرا ڪنگڊم آف سنڌ نالي ڇپرايائين.

2005 ۾ عمرر سومرو اڪيڊمي جوڙيائين.

نيڙو ڏيئو - ٽورڙو تيل - وِٽ آهر سوجهرو




انهي جو سنڌي ترجمو ڪري 2006 ۾ تصوير سنڌ نالي سان پنهنجي جوڙيل عمر سومرو اڪيڊميءَ پاران ڇپرائي پڌرو ڪيائين.




2008 کان 2010 دوران پاڪستان ٽيليويزن جي چئنلن تي ڪراچي سينٽر تان پيش ٿيندڙ مختلف سنڌي پروگرامن جي ميزباني ڪيائين ۽ اسڪرپٽ لکيائين.




2010 ۾ ڊاڪٽر مهر عبدالحق سومري جي ڪتاب دي سومراز جو سنڌي ترجمو ڪري سافٽ ڪاپي تيار ڪيائين، جيڪو ساڳئي سال سومرا راڄ گهراڻو نالي سان ثقافت کاتي سنڌ ڇپرايو.

اهو ويچاري ته محقق جي سنڌ بابت unparalleled تحقيقي تصنيف ”سڪس ٿائوزنڊ ييئرس آف هسٽري آف اريگيشن ان سنڌ“ مان ڀرپور لاڀ وٺڻ ۾ سنڌ واسين لاءِ ٻولي رنڊڪ نه بڻجي، ان جو سنڌي ترجمو ڪري ۽ پنهنجي جوڙيل عمر سومرو اڪيڊميءَ پاران 2013 ۾ ڇپائي پڌرو ڪيائين. ترجمي جي نرالي ڳالهه اها آهي ته ڪتاب ۾ موجود سنڌ جي تاريخ ٻڌائيندڙ 77 نقشا اکر اکر سنڌيءَ ۾ آهن، جيڪي پڙهندڙ جو ڌيان ڇڪڻ بنا ڪيس اڳتي وڌي وڃڻ نه ڏيندا. ان ريت هي سنڌ تي سنڌي ٻوليءَ ۾ هيتري وڏي انگ ۾ نقشن وارو پهريون ۽ اڪيلو ڪتاب آهي، جنهن جهڙو متان ايندڙ گهٽ ۾ گهٽ اڌ صديءَ ۾ نه اچي سگهي.




ايم. ايڇ. پنهور پاران سنڌ ۾ دريائن، نئيُن، واهن، چشمن، کوهن ۽ پاڻيءَ جي ٻين ذريعن ۽ انهن مان ملندڙ پاڻي کيتيءَ لاءِ ڪم اچڻ جي اوائلي جُڳن کانوٺي هلندڙ وقت تائين جي احوال بابت رٿيل ڪتاب ”سڪس ٿائوزنڊ ييئرس آف هسٽري آف اريگيشن ان سنڌ“ لاءِ ميڙيل مواد کي ليکڪ جي لاڏاڻي کان پوءِ سهيڙي




ترتيب ڏئي مڪمل سافٽ ڪاپي تيار ڪيائين، جيڪو 2011 ۾ ثقافت کاتي سنڌ ڇپائي پڌرو ڪيو. آبهوا، وايومنڊل، پاڻيءَ جي آندل لَٽَ، ريجاڻيءَ، کيتيءَ ۽ کيتيءَ پاران اَنُ اُپائي سنڌين جو پيٽ ڀري تهذيبن ۽ ثقافتن کي اُسرڻ ۾ هٿي ڏيڻ، ڏاڍ راڄ ۽ ٻي سياسي اٿل پٿل، معاشي سڪيائپ ۽ ٻاهران ڦورن کي ڇڪي آڻڻ ۾ سندس ڪردار تي نثر سان گڏ 77 نقشن ۽ 890 تصويرن ذريعي ڀرپور روشني وجهندڙ هي ڪتاب پنهنجو مَٽ پاڻ ۽ سنڌ جي تاريخ سان دلچسپي رکندڙن لاءِ هڪ بيمثال سوکڙي آهي.




2011 ۾ ايم. ايڇ. پنهور جي ٽي ڏهاڪا اڳ ڇپيل ڪتاب ڪرانالاجيڪل ڊڪشنري آف سنڌ جو سنڌي ترجمو ڪيائين ۽ ڀيرائتي سنڌ ڪٿا نالي سان پنهنجي جوڙيل عمر سومرو اڪيڊميءَ پاران ڇپائي پڌرو ڪيائين.

مالي سگهه نه هجڻ ڪري سخت ناانصافين ۾ به انصاف جو دڙ نه کڙڪائي سگهڻ وارن کي مفت يا سستي قانوني سهائتا ڏيڻ لاءِ ڪجهه هڏڏوکي مزاج وڪيلن ۽ ٻين دوستن سان گڏجي ”پاڪستان ليگل ايڊ اينڊ سروسز ٽرسٽ“ جوڙي ۽ ان کي 2013 ۾ رجسٽرڊ ڪرايائين.